# جنت النعيم

## في

## فضائل القرآن الكريم

تاليف

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليہ



سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

www.maktabah.org

# جنة النعيم

# في

# فضائل القرآن الكريم

تاليف:
**مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه**

چڱا اکر ۽ نگراني:
**مولانا ڊاڪٽر مفتي محمد ادريس السندي**

سنڌيڪار:
**مولانا سليم الله بن مولانا محمد قاسم سومرو**



## سنڌي ادبي بورڊ

### ڄامشورو، سنڌ

2011ع

www.maktabah.org

ڪتاب جا سمورا حق واسطا سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو وٽ محفوظ آهن

ڇاپو پهريون سال 2011ع تعداد هڪ هزار

هن ڪتاب جي ڪنهن بہ حصي ڪي، ناشر کان اڳواٽ حاصل ڪيل اجازت کانسواءِ، اليڪٽرانڪ يا ٻئي ڪنهن بہ طريقي جنهن ۾ اسٽوريج ۽ ريٽريول سسٽم شامل آهي، استعمال نٿو ڪري سگهجي.

هيءُ ڪتاب بورڊ طرفان تيار ڪيل اشاعتي رٿا موجب سنڌ حڪومت جي ساليانی ترقياتي پروگرام تحت خصوصي طور شايع ڪيو پيو وڃي. ڪتاب جي اشاعت لاءِ مالي وسيلا سنڌ حڪومت طرفان مالي سال 06-2005ع جي بجيٽ مان فراهم ڪيا ويا.

قيمت: چار سؤ رپيا
**(Price: 400-00)**

ISBN 978-969-406-021-7

خريداري لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب ميسرز سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي مان ڇپائي الهڏنو وگهيو، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

www.maktabah.org

# انتساب

آءٌ هي ڪتاب، نبوي دربار مان ”قاريُ الامت“ جي لقب ماڻيندڙ حضرت أبيُ بن ڪعب رضي الله عنه جي نانءُ ڪريان ٿو. جنهن کي هڪ دفعي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: أبيَ! قرآن پڙهه ته ٻڌون. حضرت أبيَ رضي الله عنه عرض ڪيو ته سائين! آءٌ اوهان صاحبن جي.سامهون پڙهان! ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو. سائين جن صلي الله عليه وسلم ٻيهر فرمايس: أبيَ! پڙهه. پر هو عجب وچان ماٺ ٿي ويٺو رهيو ته: سائين صلي الله عليه وسلم جن فرمايس: أبيَ! مان نه ٿو چوانءِ، الله تعاليٰ نياپو ڪيو آهي ته أبيَ رضي الله عنه قرآن پڙهي ته اسان ٻڌون. سبحان الله! پوءِ حضرت أبيَ رضي الله عنه خوشيءَ وچان روئندو به رهيو ۽ پڙهندو به رهيو.

**سليم الله سومرو**

www.maktabah.org

# ڇپائيندڙ پاران

سنڌ ڌرتيءَ کي اِها عظمت حاصل رهي آهي تہ، هِن ڌرتيءَ تي ڪيترائي محدث، مفسر، فقيہ، محقق، مؤرخ ۽ عالم پيدا ٿيا آهن. جن پنهنجي پنهنجي معيار پٽاندر مختلف علمن تي قيمتي ڪتاب لکي علم و ادب ۽ دين جي خدمت ڪرڻ ۽ علم جي جوت کي روشن ڪرڻ ۾ وسئون ڪين گهٽايو آهي. سندن ڇڏيل قلمي سرمايو يقيناً سندن الله تعالىٰ طرفان مليل ذات جو مظهر آهن. اهڙن ذات ڏٺين مان مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه پڻ پنهنجي دور جو معروف عالم دين، مصنف ۽ علم عروض جو ماهر ٿي گذريو آهي. ان کان علاوه پاڻ پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن قرآن مجيد جو سنڌي ۾ تفسير لکيو. سندس تصنيفات ۽ تعليقات جو تعداد تقريباً 150 کان بہ مٿي آهي. جن ۾ مختلف علمن ۽ فنن سان گڏوگڏ علوم قرآنيءَ تي پڻ روشني وڌي وئي آهي. سندن ڇڏيل اِهو قلمي اثاثو سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ يقيناً هڪ اهڙو علمي سرمايو آهي جنهن مان هر دور جو طالب العلم سيراب ٿي سگهي ٿو.

ڪتاب 'جنة النعيم في فضائل القرآن الڪريم' پڻ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه جي قرآني علوم تي ڪيل خدمتن مان هڪ بي بها علمي شاهڪار آهي. جنهن ۾ قرآن مجيد ۾ موجود سيني آيتن جي فضيلتن کي احاديث ۽ مختلف روايات جي روشنيءَ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب عربي زبان ۾ تصنيف ڪيل آهي. جنهن جو سولي سنڌيءَ ۾ ترجمو مولانا سليم الله سومرو صاحب وڏي محنت سان ڪيو آهي.

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ شايع ڪري سُرهائي محسوس ڪري رهيو آهيان. جنهن لاءِ آئون جناب مخدوم جميل الزمان صاحب چيئرمين سنڌي ادبي بورڊ، جو تہ دل سان شڪر گذار آهيان، جنهن پنهنجي مفيد مشورن سان منهنجي رهنمائي ڪري اشاعتي مرحلي کي آسان ڪيو.

اميد آهي تہ، اسان جي هِن پورهئي مان پڙهندڙ حضرات لاڀ پرائيندا.

ڄام شورو سنڌ
26 ذي القعد 1432هہ
بمطابق 25- آڪٽوبر 2011ع

**الهڏنو وگهيو**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

www.maktabah.org

# فهرست



www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

### سورة ڪهف جون فضيلتون 140



### سورة ڪهف جي پهرين ڏهن ۽ ٽن آيتن جون فضيلتون 143



### ماشاء الله لاقوة جي فضيلت 145



### حضرت موسيٰ عليه السلام حاجت لاءِ دعا ڪيئن گهري 146



### سورة ڪهف جي آخري ڏهن ۽ پنجن آيتن جون فضيلتون 148



www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

سورة الناس جي فضيلت



www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

www.maktabah.org

# چگا اکر

اسان جي سنڌ سڳوري انهن ڀاڳن ڀرين ملڪن مان هڪ ملڪ آهي، جن مٿان رسول الله ﷺ جن جي برڪت ڀرئي دور ۾ اسلام جي هير گهلي ۽ سنڌ واسين ل الله ﷺ جن جي ئي دور ۾ اسلام جو واس ورتو.

مخدوم المخاديم محمد جعفر بوبڪائي رحمه الله (وفات 2( 1هه) جي هڪ روايت، مخدوم ٺٽوي "بياض هاشميءَ" ۾ هن ريت نقل ڪئي آهي.

"رسول الله ﷺ جن پنهنجي پيارن پنجن صحابين سڳورن رضي الله عنهم جي هٿ تي پنهنجو سبارڪ مڪتوب يعني: اسلام جو دعوت نامو سنڌ وارن ڏانهن موڪليو. اهي صحابي سڳورا رضي الله عنهم جڏهن سنڌ ۾ نيرون ڪوٽ نالي قلعي ۾ پهتا (۽ سهڻي سردار ﷺ جو سنيهو سنڌ وارن کي پهچايو) ته اتان جي ڪجهه رهواسين اسلام قبول ڪيو ۽ پوءِ سنڌين جو هڪ وفد انهن پنجن صحابين مان ٻن صحابين جي قيادت ۾ رسول الله ﷺ جن ڏانهن مدينہ منوره هليو ويو ۽ باقي ٽي صحابي سنڌ ۾ رهي پيا، جيڪي سنڌ وارن کي اسلامي احڪام ٻڌائيندا رهيا ۽ اهي وفات به هتي ئي ڪري ويا، جن جون قبرون اڃا تائين اتي موجود آهن."

مخدوم محمد هاشم رحمه الله انهي روايت جي بيان ڪرڻ کان پوءِ لکي ٿو:

"مان هي روايت مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جي هٿ اکري لکيل ڏٺي آهي." (بياض هاشمي، ج: ع، ورق: 82، قلمي نسخو علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، صحابه ڪرام جي اها تشريف آوري سنڌ وارن جي علمي ترقيءَ جو سبب هئي، جنهن جي ڪري هن سونهن ڀري ڌرتي تي هر دور اندر ڪيترائي محدث، مفسر، فقيه ۽ مؤرخ پيدا ٿيندا رهيا، جن دين ۽ ديني علوم جي خدمت ۾ وسئون ڪين گهٽايو ۽ مختلف علمن ۽ فنن ۾ قيمتي ڪتاب لکيا.

اهڙن عالمن ۾ امام مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه الله به هڪ آهي، جنهن کي "سنڌ جو سيوطي" چئجي ته بي جا نه ٿيندو.

**سنڌس نالو، نسب ۽ لقب:**

محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمٰن بن عبداللطيف بن عبدالرحمٰن بن خيرالدين سنڌي ٻنورائي بهرام پوري ٺٽوي، پر ڪيس شهرت "مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ" جي نالي سان ملي.

**ولادت ۽ پرورش:**

امام ٺٽوي رحمه الله خميس رات ڏهين ربيع الاول 1104هه ۾ ڄائو. پنهنجي والد جي تربيت هيٺ رهيو، جنهن وٽ قرآن شريف سان گڏ فارسي ۽ عربي جا ابتدائي ڪتاب پڙهيو ۽ صرف، نحو ۽ فقه وغيره جي ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. سندن والد پنهنجي علائقي جو وڏو عالم هو.

www.maktabah.org

وڏيڪ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ٺٽي اچي پهتو. جيڪو ان وقت سنڌ جو دارالحڪومت هجڻ سان گڏ، ديني ۽ ادبي علمن جو مرڪز هو. وڏي پائي جا عالم ۽ محقق اتي پڙهائيندا هئا.

### علم جي طلب ۾ ٻاهرئين ملڪ جو سفر:

سال 1135هه ۾ حديث حاصل ڪرڻ لاءِ حرمين شريفين پهتو، جتان جي علماء کان علم حديث حاصل ڪيائين.

### سنڌن استاد:

پنهنجي دور جي جن وڏن عالمن کان هن علم حاصل ڪيو، انهن مان ڪي هي آهن:

(1) سنڌس والد محترم مخدوم عبدالغفور ٺٽوي رحمه الله (وفات: 1113هه)
(2) مخدوم ضياءُالدين ٺٽوي رحمه الله (وفات: 1171هه)
(3) شيخ عبدالقادر بن ابي بڪر صديق حنفي (وفات: 1138هه) (جنهن جي سَندُن ڪي گڏ ڪري ڪتابي شڪل ۾ آڻڻ جو شرف مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي مليو. ان ڪتاب جو نالو "اتحاف الاكابر بجمع مرويات الشيخ عبدالقادر" آهي).
(4) شيخ عيد بن علي نمرسي ازهري شامي (وفات: 1140هه)
(5) شيخ ابوطاهر محمد بن ابراهيم ڪردي ڪورائي (وفات: 1145هه)
(6) شيخ علي بن عبدالملڪ دراوي (وفات: 1145هه)

### تدريس ۽ تعليم:

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه الله تدريس جو ترهو ٻڌي، پنهنجي مشائخن کان پرايل فيض ورهائڻ لڳو. ان لاءِ وچ شهر ٺٽي ۾ هڪ مدرسو کٽي کوليائين، جنهن ۾ تعليم ڏيندو هو. ان ۾ سنڌس شاگرد ٻه ٻانهن ٻيلي ٿي پيا، جنهن ڪري سوين طالب العلم علم جا اجارا اتان علم پرائيندا رهيا. هر جمعي تي جامع مسجد خسرو ۾ وعظ ڪندا هئا ۽ هر روز ٽيپهريءَ نماز کان پوءِ پنهنجي مسجد ۾ درس حديث ڏيندا هئا.

### شاگرد:

مخدوم صاحب وٽ ڪيترائي شاگرد پڙهيا ۽ ڪانئن فيض ورتو، جن مان مشهور هيءُ آهن:

(1) سنڌن وڏو پٽ مخدوم عبدالرحمٰن (حج جي احڪام ۾ لکيل مشهور ڪتاب "حياة العاشقين" منظوم جو مصنف) (وفات: 1181هه)
(2) سنڌن ننڍو پٽ مخدوم عبداللطيف (ذب ذبابات الدراسات جو مصنف) (وفات: 1187هه)
(3) شيخ ابوالحسن الصغير ٺٽوي (بهجة النظر شرح نخبة الفكر جو مصنف) (وفات: 1187هه)
(4) شاهه فقير الله علوي شڪارپوري (وثيقة الاكابر جو مصنف) (وفات: 1195هه)
(5) شيخ الاسلام محمد مراد انصاري سيوهاڻي (دفينة المطالب جو مصنف) (وفات: 1198هه)
(6) شيخ عبدالخالق ٺٽوي (مطلوب المومنين جو مصنف)

www.maktabah.org

**سندن تصنيفون:**

امام محمد هاشم ﷫ انهن عالمن مان هڪ هو جن وڏي تعداد ۾ ڪتاب لکيا، ان ميدان ۾ هو سنڌ جي سمورن عالمن کان گوءِ کٽي ويو.

امام ٺٽوي ﷫ مختلف علمن مثلاً: تفسير، حديث، فقه، سيرت، عقائد، قرائت، تجويد ۽ عروض وغيره ۾ ڪتاب تصنيف ڪيا. سندس تصنيفن، حاشين ۽ تعليقات (جيڪي مختلف ڪتابن تي لکيون اٿس) جو تعداد 150 کان مٿي آهي.

**مخدوم ٺٽويءَ جون قرآني علوم ۾ خدمتون:**

ٻين علمن سان گڏ مخدوم ٺٽوي ﷫ قرآني علوم ۾ بہ ڪيترائي ڪتاب لکيا جن ۾ تفسير القرآن، فضائل قرآن، تجويد القرآن، قراعات القرآن اچي وڃن ٿا.

(1) تفسير هاشمي پاره عم سنڌي ۾ (ڇپيل)
(2) تفسير هاشمي عربي ۾ (اڌپورو) (اڻ ڇپيل)
(3) تفسير هاشمي عربي تي حاشيو (اڻ ڇپيل)
(4) تفسير سورة الكهف عربي (اڻ ڇپيل)
(5) تفسير سورتي الملك والنون عربي (اڻ ڇپيل)
(6) الشفاء في مسئلة الراء عربي (ڇپيل)
(7) اللؤالمكنون في تحقيق مدالسكون عربي (ڇپيل)
(8) حاشية مقدمة الجزري عربي (اڻ ڇپيل)
(9) رفع الخفاء عن مسئلة الراء عربي (اڻ ڇپيل)
(10) كشف الرمزعن وجوه الوقوف علي الهمز عربي (اڻ ڇپيل)
(11) كحل العين بما يقع من وجوه القراءة بين السورتين عربي . (اڻ ڇپيل)
(12) حاشية حرزالاماني للامام الشاطبي عربي (اڻ ڇپيل)
(13) خلاصة البيان في عدآي القرآن عربي (اڻ ڇپيل)
(14) رسالة في تعداد وجوه القراءت الجارية في لفظةء آلئن عربي (اڻ ڇپيل)
(15) رسالة في تعداد وجوه القراءت الجارية في قوله تعاليٰ: حتي اذا استيأس الرسل الآية (اڻ ڇپيل)
(16) رساله في جميع وجوه القراءت الجارية في قوله تعاليٰ: واذخذنا ميثاق بنيء اسرائيل الآية (اڻ ڇپيل)-
(17) رسالة في وجوه القراءت الجارية في قوله تعاليٰ ومن أهل الكتاب الآية
(18) كفاية القاري في مشتبهات القرآن عربي (ڇپيل)
(19) تحفة القاري بجمع المقاري عربي (ڇپيل)
(20) جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم (جنهن جو ترجمو پڙهندڙن جي آڏو آهي).

www.maktabah.org

## جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم:

عربي ٻولي ۾ لکيل هيءُ ڪتاب مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه 1134ھ ۾ جوڙيو، ان وقت مخدوم صاحب جي عمر صرف 30 سال هئي. انهيءَ عمر ۾ اهڙو جامع ڪتاب تاليف ڪرڻ ڪا معمولي ڳالهه نه آهي. سچ پچ ته مخدوم صاحب کي الله پاڪ ننڍي عمر ۾ ئي تصنيف ۽ تاليف جو سليقو، ڪتابن مرتب ڪرڻ جو ڏانءُ ۽ ڏات ڏيئي ڇڏي هئي. موضوع کي نڀاهڻ، مخدوم صاحب لاءِ ائين آسان هو، جيئن داؤد عليه السلام جي هٿن ۾ لوهه.

جنة النعيم هڪ مقدمه ۽ ٻن فصلن تي مشتمل آهي.

**مقدمة:** چند فائدن تي مشتمل آهي، جن جو تعلق فضائل قرآن سان لاڳاپيل بحثن سان آهي.

**فصل اوّل:** اهي احاديث ۽ آثار، جيڪي قرآن پاڪ جي سورتن يا خاص آيتن جي فضائل ۾ وارد ٿيا آهن.

**فصل ثاني:** اهي روايتون، جيڪي امام شبلي، شيخ واحدي، علامه زمخشري، قاضي بيضاوي ۽ ٻين مفسرن پنهنجي تفسيرن ۾ هر سورة جي اختتام ۾، انهن سورتن جي فضائل ۽ مناقب بابت لکيون آهن.

❦ مخدوم صاحب جو هي ڪتاب اڃان تائين ڇپيو ناهي. البت ان جو هڪ اختصار "هبة الرحمٰن الرحيم من جنة النعيم" جي نالي سان رائل سائز جي 88 صفحن تي مڪتبة المنار، زرقاء (اردن) طرفان 1987 ۾ شايع ٿيو. اهو اختصار محمد شڪور بن محمود الحاجي نالي هڪ عرب فاضل تيار ڪيو هو. ڪتاب جو قلمي نسخو ڪيس پير بديع الدين شاهه راشديءَ جي ڪتبخاني (نيو سعيدآباد) مان هٿ آيو هو. پر افسوس جو ان فاضل، ڪتاب جي ٽائيٽل تي مخدوم صاحب جو نالوئي نه ڏنو آهي. (البته مقدمه ۾ ضرور ذڪر ڪيو اٿس).

❦ ضرورت هئي ته مخدوم صاحب جي انهيءَ شاهڪار تصنيف جو سنڌي ترجمو قارئين آڏو آندو وڃي، جيئن مخدوم صاحب جي علمي فيض مان عوام کي بہ ونڊ ملي. اهڙي دور ۾ جنهن اندر چڱن ڀلن ماڻهن کان تسبيح ڇڏائجي متبادل طور موبائل هٿن ۾ اچي وئي آهي، قرآن جي تلاوت ۽ مطالعه جو ذوق ڏينهون ڏينهن گهٽبو ٿو وڃي. سنڌي ادبي بورڊ طرفان اُن ڏس ۾ تحريڪ ٿي، ترجمي جي ذميداري برادرم مولانا سليم الله سومرو تي رکي وئي، البت ڪتاب جا قلمي نسخا مون ڪيس مهيا ڪري ڏنا، ائين هيءُ ڪتاب ميدان ۾ اچي ويو.

الله تعالىٰ کان دعا آهي ته: هن ڪتاب مان هر پڙهندڙ کي فائدو رسائي. آمين

**محمد ادريس سومرو**

انچارج: قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو

رڪن: اسلامي نظرياتي ڪونسل پاڪستان

ميمبر: علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر، ڄام شورو

21-01-2011

www.maktabah.org

# چار اکر

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَالصَّلَاةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَحْمَةٍ لِّلْعَالَمِيْنَ

اما بعد! الله تعاليٰ جا اڻ ڳڻيا احسان، جنهن اسان کي انسان ڪري خلقيو ان کان پوءِ اسان کي مسلمان ڪري مُڪائبن ۽ نبي ۽ پيغمبر طور حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جهڙن عظيم نبيءَ سان اسان کي نوازيائين ۽ آسماني ڪتابن مان عظيم ڪتاب قرآن پاڪ سان مانُ بخشيائين. قرآن پاڪ جهڙي طرح هن ڌرتيءَ تي رهندڙن لاءِ ڏاهري شفاء ۽ مسئلن جي حل جو رهبر (گائيڊ) آهي اهڙي طرح اندر کي اُجارڻ لاءِ املهه تحفو به آهي. جهڙي طرح هر شيءَ کي اثر هوندو آهي مثلاً اشاري کي به اثر آهي ۽ ڳالهائڻ کي به اثر آهي. ڪڏهن ڪڏهن اشاري ڪرڻ سان يا ڳالهائڻ سان ڍهيل معاملا نهيو وڃن ته ڪڏهن وري نهيل معاملا به ڍهيو وڃن. ڪڏهن ڪنهن کي خوش ڪريو ڇڏين ته ڪڏهن ڪنهن کي ڪاوڙايو ڇڏين. اهڙي طرح قرآن پاڪ جي الفاظن کي به اثر آهي.

جيئن هڪڙو واقعو آهي ته هڪ بزرگ وٽ هڪ سردار آيو ڪچهريءَ ۾ وينا هئا ته هڪ شخص آيو ۽ بزرگ کي مٽي جي سور کان ڦيٽي رکڻ لاءِ عرض ڪيائين. بزرگ ان تي ڦيٽو رکيو. همراهه هليو ويو. سردار، بزرگ کي چيو ته سائين! هن کي ڦيٽي جي کهڙي ضرورت هئي. هن کي ڪا ڊسپرين يا پونسٽان گوريءَ جو ڏس ڏيو ها ته مسئلو حل ٿي وڃيس ها. تنهن تي بزرگ وڏيري کي فرمايو ته سردار! مون پئي سمجهيو ته تون انسان آهين پر اڄ خبر پئي ته تو گڏهه آهين. بزرگ جا اهي لفظ ٻڌي سردار صاحب ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ان سان گڏ آيل محافظ به ايترو ته ڪاوڙجي ويا جو هٿيارن کي بزرگ ڏي ڪٽي سڌو ڪيائون. هنن جي اها حالت ڏسي بزرگ پڇيو ته توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ سردار چيو ته تو اسان کي گار ڏني آهي ان ڪري مون کي به ڪاوڙ اچي وئي آهي ته هي به مڙجي پيا آهن. بزرگ چيو ته مون کي وڏا لفظ ته نه ڳالهايا آهن مون رڳو ٽي لفظ چيا آهن. هڪ "گ" ٻيو "ڏ" ٽيون "هه"؛ بس انهن لفظن سان توهان کي چڙ وٺي وئي آهي جيڪڏهن انهن اکرن کي ايترو اثر آهي جو توهان کي ڪاوڙائي ڳاڙهو ڪري ڇڏيو اٿن ته پوءِ الله جي ڪلام (قرآن پاڪ) کي ايترو اثر نه آهي جو هُن جي مٽي جو سور ڇڏائي. پوءِ سردار کي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي ۽ خاموش ٿي ويو.

بهرحال الله جي ڪلام کي اثر آهي

* قرآن پاڪ جون هڪڙيون اُهي فضيلتون آهن جيڪي مجموعي قرآن جون آهن. مثلاً

1. الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي "وننزل من القرآن ماهو شفاء ورحمة للمؤمنين" يعني: اسين اهو قرآن نازل ڪريون ٿا جيڪو ايمان وارن لاءِ شفاء ۽ رحمت آهي. (بني اسرائيل: 82)

2. الله تعاليٰ فرمايو آهي.

www.maktabah.org

”لو انزلنا هذا القرآن على جبل لرايته خاشعا متصدعا من خشية الله“ يعني: اي پيغمبر ﷺ! جيڪڏهن اسين هن قرآن کي ڪنهن جبل تي نازل ڪريون ها ته ان کي الله جي ڊپ کان عاجزي ڪندڙ ۽ ڦاٽي پوندڙ ڏسين ها. (الحشر: 21)

3. حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان الله جو قرب هن کان وڌيڪ ڪنهن به شيءِ مان ماڻي نه ٿا سگهو. جيڪو الله تعالي جي ذات مان نڪتل شيءِ يعني: قرآن پاڪ مان حاصل ڪري سگهو ٿا. (مستدرڪ حاڪم)

4. حضرت ابو سعيد خُدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته جنهن شخص کي قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ مشغول هئڻ ڪري ذڪر ڪرڻ ۽ دعائن گهرڻ جي فراغت نه ٿي ملي سگهي ته مان ان کي دعائن گهرڻ وارن کان به وڌيڪ ڏيندو آهيان ۽ الله تعاليٰ جي ڪلام پاڪ کي ٻين ڪلامن تي ائين فضيلت آهي. جيئن الله تعاليٰ کي سندس سموري مخلوق تي فضيلت آهي (ترمذي شريف)

نوٽ: ان کان علاوه ڪوڙ ساريون فضيلتون آهن جن لاءِ مستقل ڪتاب لکيل آهن.

* ٻيون اهي فضيلتون آهن جيڪي قرآن پاڪ جي سورتن ۽ آيتن جون آهن جن کي قرآن پاڪ جي خاصيتن ۽ برڪتن جو نالو به ڏئي سگهجي ٿو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه الله هن ڪتاب ”جنة النعيم في فضائل القرآن الڪريم“ ۾ رڳو اُهي حديثون گڏ ڪيون آهن جن مان قرآن پاڪ جي آيتن ۽ سورتن جون فضيلتون، برڪتون ۽ خاصيتون ذڪر ڪيل آهن، جن جو تعداد هن ڪتاب ۾ تقريباً 922 ڪن آهي. ان کان علاوه مخدوم صاحبؒ ڪتاب جي آخر ۾ انهن روايتن جو به ذڪر ڪيو آهي، جيڪي موضوع آهن. يعني: انهن جي موضوع (جڙتو) هجڻ جي نشاندهي ڪئي آهي.

## ”جنت النعيم في فضائل القرآن الكريم“ جا نسخا:

هيءَ ڪتاب اصل عربيءَ ۾ لکيل آهي جنهن جي ترجمي لاءِ مون کي سنڌي ادبي بورڊ پاران چيو ويو ۽ ٽائي ٿيو ته صرف سنڌي ترجمو اچڻ گهرجي (عربي متن نه) ان ڪري مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه الله عربي حديثن ۾ وارد ٿيل ڏکين لفظن جي جيڪا لغوي تحقيق ڪئي آهي. هن ترجمي ۾ نه آندي وئي آهي، ڇو ته ان جو تعلق عربي متن سان آهي، جڏهن عربي متن ئي موجود نه آهي ته ان جي لغوي تحقيقي ذڪر ڪرڻ سان مطالعه ڪندڙ حضرات مونجهاري جو شڪار ٿي پون ها. تنهنڪري ان کي به نه لکيو ويو آهي، ياد رهي ته هن ڪتاب جا ٽي نسخا مون کي هٿ آيا جن کي مون سامهون رکي ترجمو ڪيو.

### 1. پير جهنڊي وارو نسخو:

هيءَ نسخو 277 صفحن تي مشتمل آهي ۽ هن جي هر صفحي تي تقريباً 16 سٽون آهن هن جي صفحه نمبر 3 ۽ آخري صفحي جو فوٽو (عڪس) هتي ڏنو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته پهريان ٻه صفحا منجهس اصلي ڪاتب جا نه آهن.

www.maktabah.org

## 2. نيشنل ميوزم ڪراچي وارو نسخو:

هي نسخو 204 صفحن تي مشتمل آهي. هن جي هر صفحي تي تقريباً 21 سٽون آهن. هن جي پهرئين ۽ آخري صفحي جو عڪس (فوٽو) هتي ڏنو ويو آهي.

## 3. دارالعلوم مجدديه ملير وارو نسخو

هيءُ نسخو 184 صفحن تي مشتمل آهي، هن جي هر صفحي تي تقريباً 22 سٽون آهن هن جي پهرئين ۽ آخري صفحن جو عڪس (فوٽو) ڏنو ويو آهي.

آخر ۾ آءٌ پنهنجي وڏي ڀاءُ محترم سائين ڊاڪٽر محمد ادريس سنڌي صاحب جن جو بي حد شڪرگذار آهيان، جن هيءُ نسخا مون کي عنايت ڪيا ۽ پڻ هر مرحلي تي همت افزائيءَ سان گڏوگڏ ترجمي جي ڏکين مقامن ۽ عبارتن جي مونجهارن کي سهڻي انداز ۽ وڏي پيار سان مونکي حل ڪرايا. الله تعاليٰ کين صحت ۽ عافيت سان گڏ عمر ۾ برڪت عطا فرمائي ۽ سندن فيض تاقيامت جاري ۽ ساري رکي ۽ الله تعاليٰ سندن شفقت کي اسان تان مور نه موڙي. آمين ثم آمين.

سنڌي ادبي بورڊ جو سٽ به جس لهڻي جن اڳوڻن بزرگن جي ڪيل محنت ۽ لکل علمي خزانن کي منظر عام تي آڻي پڙهندڙ جي علمي اڄ کي اجهائڻ جو وچن ڪيو آهي. جنهن لاءِ علم جا اجارا ۽ شوقين سندن ٿورائتا آهن ۽ ڏٽيءَ در دعاگو به آهيان جو هنن پنهنجي علمي ورثي کي آڻي پنهنجي وڏڙن جي قرض لاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اي الله! هنن جي وچن، ۽ اداري کي ڪامياب ۽ ڪامران فرماءِ. آمين.

سليم الله ولد محمد قاسم سومرو
استاد: جامعه انوار العلوم ۽
جامعه فاطمة الزهراء للبنات ڪنڊيارو
15-11-2008

www.maktabah.org

جنة النعيم — مليبر

بسم الله الرحمن الرحيم

سبحانك لا علم لنا الا ما علمتنا انك انت العليم الحكيم ولا حول ولا قوة الا
بالله العلي العظيم الحمد لله الذي خلقنا في احسن تقويم واحسن الينا باحسانه
القديم واظهر لنا دينه القويم بانزال القرآن الكريم وخصنا بارفع رسله درجة
لديه واجل خلقه كافة اليه المخصوص بالقرب والتكريم الموسوم بالفضل العميم
المحمود في الكتاب والذكر الحكيم وانه لعلى خلق عظيم عليه صلوة الله وسلامه
من البر الرحيم وعلى اله واصحابه الذين فازوا منه بمعادن الدين بحظ جسيم
وجاهدوا في الله حق جهاده وهدوا الى الصراط المستقيم ذلك فضل الله
يؤتيه من يشاء والله ذو الفضل العظيم اما بعد فيقول المفتقر الراجي
الى رحمة الملك العلي محمد هاشم بن عبد الغفور السندي غفر الله تعالى ذنوبهما
وستر عيوبهما انه الرؤف الغفار ان هذه رسالة جمعت فيها فضائل القرآن
المبين مما ورد في احاديث النبي الامين صلى الله عليه وسلم صلوة تدوم ابد
الابدين او في اثار الصحابة والتابعين رضي الله تعالى عنهم ورضوا عنه اجمعين و
اوردتها كلها محذوفة الاسانيد اختصارا في الكلام وصرحت في كل حديث
واثر باسم راويه من الصحابة والتابعين واسم مخرجه من المحدثين لينتظم
احسن النظام وشرعت فيها في شهر صفر المنتظم في سلك سنة الف ومائة
واربع وثلثين من الهجرة النبوية على صاحبها افضل الصلوة واكمل التحية و
سميتها جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم وبالله المستعان
وعليه التكلان وهي تبتني على مقدمة وفصلين اما المقدمة ففيها فوائد
الفصل الاول في ذكر ما ورد في فضل سورة القرآن واية خاصة من
الاحاديث والاثار الحسنة الثاني في ذكر الاحاديث التي نقلها الثعلبي والواحدي
ومن تبعهما كالزمخشري والبيضاوي في تفاسيرهم في اخر كل سورة وبيان

١١٣٤هـ

(دار العلوم مجدديه مليبر واري نسخي جو پهريون صفحو)

www.maktabah.org

٩٢

على صاحبها افضل الصلوة والتحية والله تعالى هو الموفق والمعين وصلى الله تعالى

على سيدنا محمد وآله وصحبه وسلم

تسليما كثيرا كثيرا

دائما آمين

(دار العلوم مجدديه ملير واري نسخي جو پيو صفحو)

www.maktabah.org

رب يسر بسم الله الرحمن الرحيم وتمم بالخير

سبحانك لا علم لنا الا ما علمتنا انك العليم الحكيم ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم

الحمد لله الذي خلقنا في احسن تقويم واحسن الينا باحسانه القديم واظهر لنا دينه

القويم بانزال القرآن الكريم وخصنا برفع رسله درجة لديه واختار امته كافة

[illegible] المخصوص بالقرب والتكريم المشمول بالفضل العميم المحمود في الكتاب والذكر

الحكيم وانه لعلى خلق عظيم على [illegible] صلوات وسلام من الله البر الرحيم وعلى آله و

صحبه الذين فازوا من معادن الدين بحظ جسيم وجاهدوا في الله حق جهاده

وهدوا الى الصراط المستقيم ذلك فضل الله يؤتيه من يشاء والله ذو الفضل العظيم

اما بعد فيقول المفتقر الراجي الى رحمة الملك العلي محمد هاشم بن عبد الغفور السندي

غفر تعالى ذنوبهما وستر عيوبهما انه الرؤف الغني ان هذه رسالة جمعت فيها

فضائل القرآن المبين مما ورد في احاديث النبي الامين صلى الله عليه وسلم صلوة

تدوم ابد الآبدين او في آثار الصحابة والتابعين رضي الله تعالى عنهم ورضوا عنه

اجمعين واوردتها كلها محذوفة الاسانيد اختصارا في الكلام وصرحت في كل

حديث واثر باسم راويه من الصحابة والتابعين واسم مخرجه من المحدثين

لينتظم احسن النظام وشرعت فيها في شهر صفر المنتظم في سلك شهور سنة الف

ومائة واربع وثلاثين من الهجرة النبوية على صاحبها افضل الصلوة والتحية وسميتها

جنة النعيم في فضائل القرآن الكريم وبالله المستعان وعليه التكلان [illegible] تبنى

على مقدمة وفصلين اما المقدمة ففيها فوائد [illegible] في ذكر ما ورد في

فضائل سور القرآن او آياته خاصة من الاحاديث والآثار [illegible]

في ذكر الاحاديث التي نقلها الثعلبي والواحدي ومن تبعهما كالزمخشري والبيضاوي

في تفاسيرهم في آخر كل سورة سورة [illegible]

(نيشنل ميوزم كراچيءَ واري نسخي جو پهريون صفحو)

٢٠٤

الله عليه وعلى آله وصحبه وسلم انه انزلت علي سورتان ما انزل مثلهما على نبي وا[illegible] تعدا[illegible]
سفرتين من احب ولا ابغض عند الله تعالى منهما يعني المعوذتين قال الشهاب هو حديث
صحيح رواه مسلم وابن حبان وقد احسن البيضاوي هنا اذ ذكر الحديث الصحيح
وترك الحديث الموضوع الذي ذكره الزمخشري قال الحلبي ناقلا عن ابن العراقي
ما محصله ان هذا الحديث رواه ابن حبان في صحيحه بمعناه عن عقبة بن عامر رضي
الله تعالى عنه مرفوعا سورتان [illegible] عن النبي صلى الله عليه وعلى آله وصحبه
وسلم من قرأ المعوذتين فكانما قرأ الكتب التي انزلها الله تعالى قال الشهاب حديث
موضوع والحمد لله على التمام والصلوة والسلام على محمد خير الانام وعلى آله وصحبه الكرام
ما دامت الليالي والايام ومرت الشهور والاعوام ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم
قال مؤلفه الفقير الى رحمة الله العلي محمد هاشم بن عبد الغفور السندي قد وقع
الفراغ من تسويد هذه النسخة [illegible] في شهر ربيع الآخر من سنة الف ومائة و
اربع وثلاثين بعد الهجرة النبوية على صاحبها افضل الصلوة والتحية والله تعالى هو
الموفق والمعين وصلى الله تعالى على سيدنا محمد وآله وصحبه وسلم تسليما كثيرا كثيرا دائما
ابدا آمين

(نيشنل ميوزم ڪراچي واري نسخي جو آخري صفحو)

www.maktabah.org

٣

للمحدثين ولا ريب ان اصحاب هذه الكتب لا يوردون حديثا موضوعا البتة
الا متروكا بسببا او ضعيفا كما لا يخفى على العلماء الاعلام ومع ذلك صرحت
في هذه الصحايف على حديث واثر باسم مخرجه من المحدثين المعتمد
عليهم الفضلاء الكرام فائده ايضا ان قيل ان الاحاديث التي اوردتموها
في الفصل الاول ليست صحيحة بكلها بل في بعضها ضعف وفي بعضها ارسال
او انقطاع او اعضال فلم اوردتموها قلنا انما اوردناها لان الحديث الضعيف
والمرسل والمنقطع والمعضل حجة في فضائل الاعمال اتفاقا كما صرح بذلك
الشيخ ابن حجر المكي في فتاويه المسمى بالفتاوى الحديثية
ايضا ان قيل ان بعضها من الاحاديث التي اوردتموها في الفصل الاول
وقعت مكررة لفظا فما فائدة ذلك التكرار قلنا انما كررناه لذكر
اما بيان اختلاف اللفظين اللذين ورد الحديث بهما او لتعدد الحديث
للنص عليها بيانا لتعداد الصحابيين او التابعيين اللذين روى الحديث
عنهما او بيانا لتعداد [illegible] الذين اخرجوا الحديث في كتبهم
فائده ايضا اعلم ان فضائل القرآن الكريم على قسمين منها ما هو شامل
معه ولا يختص ببعض منه كسورة معينة او آية معينة ومنها
ما اختص ببعض منه كسورة او آية معينتين واكتفينا في هذه الرسالة

(درگاهه شريف پيرجهنڊي واري نسخي جو ٽيون نمبر صفحو)

www.maktabah.org

٢٧٧

على سيدنا محمد وآله وصحبه وسلم تسليما كثيرا كثيرا دائما آمين

بكتابته الفقير إلى رحمة الله الكريم فتح محمد القيصري رزقت

الحب في ذات الله الحليم فلا يجعل فجمعت إلى نفسي ركض العلم

السليم جنة تجري من تحتها الأنهار جنة النعيم في ثالث ثالث

الثالثة من ألف الثاني بلطفه العلا و فضله الأقدم

والحمد لله أولا وآخرا على إحسانه العميم والصلوة

والسلام على رسوله الكريم والدواتهما

الفائزين بجنتها جميع

آمين

(درگاهہ شريف پير جهنڊي واري نسخي جو آخري صفحو)

www.maktabah.org

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

سبحانك لا علم لنا الا ما علمتنا انک انت العليم الحكيم ولا حول ولا قوة الا بالله العلي العظيم.

الحمدلله الذي خلقنا في احسن تقويم و احسن الينا باحسانه القديم واظهرلنا دينه القويم بانزال القرآن الكريم وخصنا بارفع رسله درجة لديه وأحب خلقه كافة اليه المخصوص بالقرب والتكريم المشموم بالفضل العميم المحمود في الكتاب والذكر الحكيم وانه لعلي خلق عظيم. عليه صلوات و سلام من الله البر الرحيم و علي اله وصحابه الذين فازوا من معادن الذين بحظ جسيم وجاهدوا في الله حق جهاده وهدوا الي الصراط المستقيم ذالک فضل الله يوتيه من يشاء والله ذوالفضل العظيم.

(اي رب!) تنهنجي ذات پاک آهي اسان کي ڪو بہ علم نہ آهي سواءِ ان جي جنهنجي تو اسان کي ڄاڻ ڏني آهي. بيشڪ تون ڄاڻندڙ، حڪمت وارو آهين. گناهن کان مُڙڻ ۽ نيڪين ڪرڻ جي سگهہ الله جي ئي توفيق سان آهي جيڪو بلند ۽ عظيم آهي. سڀ ساراهہ الله کي سونهين جنهن اسان کي سهڻي صورت ۾ خلقيو ۽ اسان کي پنهنجي قديم احسان سان نوازيو. قرآن پاک جي نزول جي ذريعي، پنهنجي سچي دين کي اسان لاءِ ظاهر ڪيو ۽ اسان کي اهڙي رسول سان خاص ڪيائين جيڪو وٽس درجي ۾ اعليٰ ۽ بالا آهي ۽ سڄي مخلوق مان ڪيس وڌ ۾ وڌ پيارو آهي. جيڪو قرب ۽ عزت سان خاص آهي. جيڪو عام فضل وارو آهي ۽ ڪتاب ۽ ذڪر حڪيم (قرآن ڪريم) ۾ ساراهيل آهي ۽ بيشڪ اهو وڏي خلق وارو آهي. مٿس احسان ۽ رحم واري الله تعاليٰ جون رحمتون ۽ سلام هجن ۽ ان جي آل ۽ اصحابن تي بہ جيڪي دين جي خزانن مان وڏو وندڙ وٺي ڪامياب ٿيا. ۽ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ جن پوري طرح جهاد ڪيو ۽ سڌي رستي ڏي هدايت ڪيا ويا اهو الله تعاليٰ جو فضل آهي جو جنهن کي چاهي ڏئي. هو وڏي فضل وارو آهي.

www.maktabah.org

## اما بعد!

بلند مقام واري بادشاهه (الله) جي رحمت جو اميدوار ۽ محتاج محمد هاشم بن عبدالغفور سنڌي الله تعاليٰ ٻنهي جا گناهه معاف ڪري ۽ ٻنهي جي عيبن کي ڍڪي. بيشڪ هو رؤف (مهربان) ۽ غني (بي پرواهه) آهي. عرض ڪري ٿو ته مون هن ڪتاب ۾ قرآن پاڪ جون اهي فضيلتون گڏ ڪيون آهن جيڪي نبي ڪريم ﷺ جن جي حديثن ۾ آيون آهن. متن هميشه هميشه صلواتون هجن ۽ صحابن ۽ تابعين جي آثارن ۾ وارد ٿيل فضيلتون به مون هن ڪتاب ۾ آنديون آهن الله تعاليٰ ڪائن راضي رهيو ۽ اهي ڪائنس راضي رهيا. مون سمورين حديثن جي سَنَدُنُ کي اختصار جي ڪري ذڪر نه ڪيو آهي ۽ ترتيب کي سهٽي بنائڻ خاطر مون هر حديث ۽ اثر جي راويءَ، صحابيءَ يا تابعيءَ جي نالي جي وضاحت ڪئي آهي ۽ جنهن محدث ان حديث جي تخريج ڪئي آهي ان جو نالو به ڏنو اٿم. مون هيءُ ڪتاب 1134هه (يارنهن سؤ چوٽيهه هجري) صفر مهيني ۾ شروع ڪيو ۽ هن جو نالو "جنة النعيم في فضائل القرآن الڪريم" رکيو آهي الله تعاليٰ کان ئي مدد جو طلبگار آهيانم ان تي ئي مونکي ڀروسو آهي. هيءُ ڪتاب، هڪ مقدمي ۽ ٻن فصلن تي مشتمل آهي. مقدمي ۾ ڪيترائي فائدا ذڪر ڪيا ويا آهن. پهرئين فصل ۾ قرآن پاڪ جي سورتن ۽ خاص آيتن جي فضيلت ۾ جيڪي حديثون ۽ اثر ملن ٿا تن جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ فصل ٻيون انهن حديثن جي بيان ۾ آهي جن کي علامه ثعلبيءَ ۽ علامه واحديءَ ۽ انهن جي تابعين (پيرو ڪارن) مثلاً علامه زمخشريءَ ۽ علامه بيضاويءَ پنهنجي تفسيرن ۾ هر سورت جي آخر ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن جي صحت ۽ ضعف جي حال جو بيان به هن فصل ۾ آهي.

www.maktabah.org

# مقدمه

**فائده نمبر 1:**

**سوال:** جيڪڏهن ڪير چوي ته توهان هن رسالي جي ٻئي فصل ۾ چيو آهي ته ان ۾ سورتن جي فضيلتن بابت آيل حديثون اڪثر موضوع آهن ته پوءِ توهان پهرئين فصل ۾ گهڻيون حديثون ڇو آنديون آهن؟

**جواب:** اسان چئون ٿا ته اسان اتي ائين ڪونه چيو آهي ته سورتن جي فضيلتن ۾ روايت ڪيل اڪثر حديثون مطلقاً (بلڪل) موضوع آهن، ڇاڪاڻ ته سورتن جي فضيلتن ۾ اڪثر حديثون ته صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ روايت ڪيل آهن ۽ باقي حديثون سنن نسائي، سنن ابن ماجه، سنن ابي داؤد، جامع ترمذي، صحيح ابن خزيمة ۽ صحيح ابي عوانة ۽ حافظ ضياء المقدسي جي "المختارة" ۽ ٻين ڪتابن ۾ مروي آهن. بلڪ اسان جي چوڻ جو مقصد هيءُ آهي ته سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ جيڪي روايتون حضرت أُبي بن ڪعب ﷛ کان روايت ٿيل آهن انهن مان اڪثر موضوع آهن ۽ هو پاڻ ته انهن کان آجو آهي. تنهن ڪري اها ڳالهه انهن گهڻين روايتن جي منافي نه آهي جيڪي سورتن جي فضيلتن ۾ آيون آهن. اهي يا ته صحيح آهن يا ته حسن يا ضعيف آهن جيئن سڀ کهو ان جي صراحت اُتي ايندي.

**فائده نمبر 2:**

**سوال:** جيڪڏهن ڪير چوي ته توهان کي ڪيئن خبر پئي ته پهرئين فصل ۾ ذڪر ڪيل حديثن مان ڪابه موضوع نه آهي؟

**جواب:** آءٌ چوان ٿو ته پهرئين فصل ۾ مون جيڪي حديثون آنديون آهن سي ٻن قسمن جون آهن.

• پهريون قسم اُهي حديثون آهن جيڪي خاتمة المحدثين رئيس الحُفاظ المتاخرين بَحرالعلومِ (علمن جي سمنڊ) فَيّاض اليَقِين حافظ جلال الدين سيوطيءَ ﷫ پنهنجي تفسير "الدرالمنثور في التفسير بالماثور" ۾ نقل ڪيون آهن ۽ گهڻو تعداد اهڙين ئي حديثن جو آهي، جيڪي مون نقل ڪيون آهن. حديث کي آٽڻ مهل سندس طريقو هيءُ رهيو آهي ته جيڪڏهن ڪا حديث موضوع هوندي آهي ته ان جو وجهه به بيان ڪندو آهي.

• ٻيو قسم اُهي حديثون آهن. جيڪي مون "صحاح ستة" ۽ "مستدرڪ حاڪم"، عيني شرح البخاري يا "الا ذڪارللنوُوي" يا "الاذڪار للسيوطي" يا ان جي ڪتاب "الاتقان" يا علامه شهاب الدين المقدسي جي ڪتاب "المصباح في الجمع بين الاذڪار والسلاح" يا حافظ محُي السنة البغوي جي "تفسير الخازن" ۾ يا جزريءَ جي "حصنِ حَصين" تان نقل ڪيون آهن ۽ هيءُ بزرگ وَسُ ڪري موضوع حديثون آڻيندا ئي نه آهن. جيڪڏهن ڪا آڻيندا آهن ته ان جو وجهه به لکندا آهن. ياد رهي ته هن ۾ ٻئي قسم واريون حديثون تمام گهٽ آهن، جيڪي مون نقل ڪيون آهن،

www.maktabah.org

عالمن جي فائدي لاءِ ٻنهي قسمن جي حديثن ۽ اثرن جي تخريج ڪندڙ عالمن جا نالا بہ مون ڏنا آهن جيئن ان تي فاضل علماءِ ڪرام اعتماد ڪري سگهن.

**فائدة نمبر** 3:

**سوال:** جيڪڏهن ڪير چوي تہ جيڪي حديثون توهان پهرئين فصل ۾ آنديون آهن اُهي سڀ تہ صحيح نہ آهن بلڪ ڪجھ ضعيف، ڪجھ مرسل، ڪجھ منقطع، ڪجھ معضل آهن تہ پوءِ توهان اهي ڇو آنديون آهن؟

**جواب:** سمورن عالمن جو اتفاق آهي تہ فضائل اعمال ۾ حديث ضعيف، مرسل، منقطع ۽ معضل حجت آهي ان جي وضاحت ابن حجر مڪيءِ "الفتاويٰ الحديثيه" ۾ ڪئي آهي، تنهن ڪري مون اهڙيون روايتون آنديون آهن.

**فائدو نمبر** 4:

**سوال:** جيڪڏهن ڪير چوي تہ فصل پهرئين ۾ ڪجھ حديثون اهڙيون آهن جيڪي معنيٰ جي اعتبار سان دهرايل آهن، تہ پوءِ دهرائڻ جو ڇا فائدو آهي؟

جواب: اسان حديثن کي هن ڪري دهرايو آهي، جو ڪي حديثون لفظن جي اعتبار سان مختلف آهن تہ ڪا حديث صحابيءِ يا تابعيءِ راويءِ جي تعداد جي اعتبار سان قوي آهي يا محدثن جي تعداد جي اعتبار سان مضبوط آهي.

**فائدو نمبر** 5:

ڄاڻ تہ قرآن پاڪ جون فضيلتون ٻن قسمن جون آهن، هڪڙيون اُهي آهن جيڪي سڄي قرآن جون آهن ۽ ٻيون اُهي آهن جيڪي ڪنهن خاص سورت يا آيت جون آهن. اسان هن ڪتاب ۾ رڳو ٻئي قسم بابت حديثون آنديون آهن.

**فائدو نمبر** 6:

مون (محمد هاشم) حديثن کي سَندَ کان سواءِ ذڪر ڪيو آهي تہ جيئن ڪتاب ۾ ڊيگھ ۽ بوريت نہ ٿئي. ان جي عوض مون (محمد هاشم) ڪن حديثن جي ڏکين لفظن جي معنيٰ بہ آندي آهي، تہ جيئن پڙهندڙ کي آساني ٿئي.

**فائدو نمبر** 7:

پهرئين فصل ۾ اسان اُهي حديثون ۽ آثار (صحابين ۽ تابعين جا) ذڪر ڪيا آهن، جيڪي موضوع نہ آهن. باقي جنهن جي باري ۾ نہ ڪا نبوي حديث آئي آهي، نہ ئي ڪو صحابين يا تابعين جو اثر آهي، تہ مون ان مان ڪابہ شيءِ ذڪر نہ ڪئي آهي، حالانڪ ڪيترن ماڻهن ان جي باري ۾ گهڻو ڪجھ ذڪر ڪيو آهي.

والله سبحانه و تعاليٰ ولي الفضل والا نعام والحمدلله علي الدوام وبعونه الاعتصام و باسمه المبداء والختام.

www.maktabah.org

## فصل پهريون

انهن روايتن جي بيان ۾ جيڪي سورتن ۽ آيتن جي فضيلتن بابت آيون آهن. پوءِ ڪن موقعن تي ڪجهه سورتن جي ضمن (پيچ) ۾ مون اهڙيون ڳالهيون به شامل ڪيون آهن جيڪي فضيلتن سان تعلق ۽ مناسبت رکن ٿيون. جيتوڻيڪ انهن جي ذاتي فضيلتن مان نه آهن. مثلاً جيئن نبي ڪريم ﷺ جن ان سورة کي نماز ۾ پڙهيو يا نماز کان علاوه ڪنهن خاص جاء تي تلاوت فرمايو، وغيره وغيره.

## بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ جون فضيلتون

1. ابن ابي حاتم "تفسير" ۾ ۽ حاڪم "مستدرڪ" ۾ هن کي صحيح به چيو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ۽ ابو ذرالهروي "فضائل" ۾ ۽ خطيب بغدادي "تاريخ" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه، نبي ڪريم ﷺ جن کان "بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ" جي باري ۾ پڇيو. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ" الله جي نالن مان هڪ نالو آهي ۽ ان جي ۽ الله اڪبر جي نالي جي وچ ۾ ايتري ئي ويجهڙائي آهي، جيتري اک جي ماڻڪيءَ ۽ اڇاڻ جي وچ ۾ آهي.

### بسم الله ۽ سورة فاتحه جي ورهاست:

2. امام بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ مقاتل بن سليمان جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت ضحاڪ، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "بيشڪ الله تعاليٰ مون تي هڪ اهڙي سورة نازل فرمائي آهي جا مون کان اڳ ڪنهن به نبيءَ ۽ رسول تي نازل نه ڪئي وئي هئي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ فرمايو آهي ته مون هن سورة يعني: فاتحه کي پنهنجي ۽ ٻانهن جي وچ ۾ ورهايو آهي. هن جو اڌ منهنجي لاءِ آهي ۽ اڌ منهنجي ٻانهن جي لاءِ آهي ۽ هڪڙي آيت آهي جا هنن ۽ منهنجي وچ ۾ برابر آهي جڏهن ٻانهو "بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ" چوندو آهي ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته منهنجي ٻانهي ٻن مهربانيءَ وارن نالن سان مون کي سڏيو آهي. انهن مان هڪڙو ٻئي کان وڌيڪ مهرباني وارو ۽ نرمي وارو آهي. يعني: "الرحيم"، "الرحمٰن" کان وڌيڪ نرميءَ وارو آهي ۽ اهي ٻئي مهربانيءَ ۽ رحم وارا آهن. جڏهن ٻانهو "الحمدلله" چوندو آهي ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته ٻانهي منهنجو شڪريو ادا ڪيو ۽ ساراهه ڪئي. جڏهن ٻانهو "رب العالمين" چوندو آهي ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته منهنجي ٻانهي شاهدي ڏني ته بيشڪ آءٌ جهانن جو پالڻهار آهيان. جڏهن ٻانهو "ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ" چوندو آهي ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته منهنجي

www.maktabah.org

ٻانهي منهنجي بزرگي بيان ڪئي ۽ جڏهن "مَالِكِ يَوۡمِ الدِّيۡنِ" چوندو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجي ٻانهي منهنجي تعريف ڪئي ۽ جڏهن "اِيَّاكَ نَعۡبُدُ وَاِيَّاكَ نَسۡتَعِيۡنُ" چوندو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ هيءُ منهنجي ۽ ٻانهي جي وچ ۾ آهي. هو خاص منهنجي عبادت ڪري ٿو ۽ اها شيءِ منهنجي لاءِ آهي ۽ خاص مون ڪان مدد گهري ٿو ۽ اها شي ان لاءِ ٿي آهي ۽ سورة جو باقي حصو (اهۡدِنَا الصِّرَاطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ ڪان آخر تائين). منهنجي ٻانهي لاءِ آهي جنهن ۾ هو مون ڪانِ سوال ڪري ٿو تہ: اِهۡدِنَا الصِّرَاطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ صِرَاطَ الَّذِيۡنَ اَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِمۡ غَيۡرِ الۡمَغۡضُوۡبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡنَ.

(ترجمو: اسان کي سڌو رستو ڏيکار انهن ماڻهن جو رستو جن تي تو فضل ڪيو جن تي نہ تہ تنهنجي ڪاوڙ آهي ۽ نہ ئي انهن ڪان رستو گم ٿي ويو آهي.)

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جڏهن امام "وَلَا الضَّآلِّيۡنَ" چوي تہ توهان چئو (آمين) تہ الله تعاليٰ توهان کي جيءُ چوي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ مون کي فرمايو تہ اي محمد! هيءَ تنهنجي امت ۽ تنهنجي دين جي تابعدارن جي جهنم ڪان نجات آهي.

**بسم الله ۾ برڪت ئي برڪت آهي:**

3. ابن مردويه ۽ ثعلبي حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ اهو فرمائي ٿو تہ جڏهن "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" نازل ٿي تہ ڪڪرَ اوڀر طرف ڀڄي ويا ۽ هَوا بيهي وئي. سمنڊ موج ۾ اچي ويو. جانور ڪن ڏئي بيهي رهيا، آسمان مان شيطان تڙيا ويا ۽ الله تعاليٰ پنهنجي عزت ۽ جلال (بزرگي) جو قسم کڻي فرمايو تہ جنهن بہ شيءِ تي "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" پڙهي ويندي تہ ان ۾ برڪت ئي برڪت ٿيندي.

**جهنم جي ملائڪن کان ڍال:**

4. امام وڪيع ۽ ثعلبي" حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تہ "جيڪو شخص ارادو ڪري تہ الله تعاليٰ ان کي جهنم جي اڻويهہ مُوڪِل ملائڪن ڪان نجات ڏئي تہ اهو "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" پڙهي. الله تعاليٰ هن جي هر حرف جي عوض (مُوڪِل ملائڪ) ڪان ان لاءِ ڍال بڻائيندو."

**استاد، پيءُ، ماءُ ۽ ٻار لاءِ ڇوٽڪارو:**

5. علامہ ديلميءَ "مسند الفروس" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ "بيشڪ استاد جڏهن ٻار کي چوندو آهي تہ "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" پڙهہ! پوءِ هو جڏهن پڙهندو آهي تہ الله تعاليٰ ان استاد، ٻار ۽ ان جي پيءُ ماءُ لاءِ جهنم ڪان نجات (ڇوٽڪار) لکي ڇڏيندو آهي.

**"بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" سان مصيبتون ٽري ٿيون وڃن:**

6. علامه ابن سنيءَ ۽ علامہ ديلميءَ حضرت علي رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ "جڏهن تون گهپ چڪ ۾ ڦاسي پوين تہ "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ لَا حَوۡلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ

www.maktabah.org

الْعَلِيِّ الْعَظِيمِ" پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ ان جي ذريعي جيڪي بہ چاهيندو آهي مصيبتون ٽاري ڇڏيندو آهي.

**خير ۽ برڪت کان خالي:**

7. حافظ عبدالقادر رهاوي "الاربعين" ۾ حسن سَنَدَ سان حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

"هر شانائتو ڪم جيڪو "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" سان شروع نہ ڪيو ويو تہ اهو خير ۽ برڪت کان خالي آهي.

**گڏهن جي هينگڻ کان:**

8. عبد الرزاق "المصنف" ۾ ۽ ابونعيم "حلية الاولياء" ۾ حضرت عطاءؒ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ "جڏهن رات جو گڏهہ هينگون ڪن تہ "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" ۽ اَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ پڙهندا ڪريو.

**ڪپڙن پائڻ ۽ لاهڻ مهل بسم الله پڙهجي:**

9. علامہ ابوالشيخ "العظمة" ۾ صَفوان بن سليم جي روايت نقل ڪئي آهي تہ "جِنَّ انسان جي سامان ۽ ڪپڙن ڪي استعمال ڪندا آهن پوءِ توهان مان جيڪو بہ ڪپڙا پهري يا لاهي تہ "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" پڙهندو ڪري.

**بسم الله کي سهڻو ڪري لکڻ ۽ پڙهڻ:**

10. علامہ ابو نعيم "تاريخ اصبهان" ۽ ابن اشته "المصاحف" ۾ ضعيف سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: "جنهن شخص "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" لکي ۽ الله تعاليٰ جي تعظيم خاطر ان کي سٺو ۽ سهڻو ڪري لکيائين تہ الله تعاليٰ ان کي بخشي ڇڏيندو.

11. امام بيهقيؒ "شعب الايمان" ۾ حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ "جيڪو شخص "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ" سهڻي ۽ سٺي نموني پڙهندو تہ ان کي الله تعاليٰ بخشي ڇڏيندو"

**بسم الله کي سانڍي رکجي:**

12. امام ابو دائود پنهنجي "مراسيل" ۾ حضرت عمر بن عبدالعزيز رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هڪ اهڙي جاءِ تان گذريا جتي زمين تي ڪجهہ لکيل ڏٺائون پاڻ سان گڏ هڪ نوجوان کان پڇيائون تہ هيءُ ڇا آهي؟ ان عرض ڪيو تہ هيءِ بِسم الله لکيل آهي پوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن هيئن ڪيو آهي ان تي لعنت هجي تنهن ڪري بسم الله کي پنهنجي جاءِ تي ئي رکو (يعني: لکو ۽ پڙهو ۽ سانڍي رکو)

www.maktabah.org

**بسم الله کي لتڙ جي خوف کان کڻڻ:**

13. امام خطيب "تالي التلخيص" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي ته جنهن شخص الله تعاليٰ جي تعظيم خاطر زمين تان لتاڙجڻ جي خوف کان اهڙو ڪاغذ کنيو جنهن تي "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" لکيل هئي ته الله تعاليٰ وٽ ان کي صديقن (سچارن) مان لکيو ويندو ۽ ان جي پيءُ ماءُ تان عذاب ۾ هلڪائي ڪئي ويندي جيتوڻيڪ ڪافر ڇو نه هجنس.

14. صحيح مسلم ۾ امام مسلم رحمه الله حضرت عثمان بن ابي العاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي شڪايت ڪئي ته جڏهن کان اسلام آندو اٿم ته بدن ۾ سور محسوس ٿو ڪريان. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايس: جنهن جاءِ تي سور محسوس ڪرين ٿو اتي هٿ رک ۽ ٽي ڀيرا بسم الله پڙهه ۽ ست ڀيرا هي دعا پڙهه "اعوذ بعزت الله و قدرته من شر ما اجد واحاذر".

ترجمو: آءٌ الله جي عزت ۽ قدرت جي پناهه گهران ٿو هن درد جي شر کان جيڪو محسوس ڪريان ٿو ۽ جنهن کان ڊڄان ٿو. (ياد رهي ته) هي روايت علامه قسطلاني پنهنجي ڪتاب "المواهب اللُدنية" ۾ به آندي آهي.

## سورة فاتحه (الحمد) جون فضيلتون

**قرآن جو بڻ بنياد:**

15. امام بخاري رحمه الله "صحيح" ۾ ۽ دارميءَ رحمه الله "مسند" ۾ ۽ ابو دائود ۽ ترمذيءَ ۽ ابن المنذرء ابن ابي حاتم ۽ ابن مردويه پنهنجي تفسيرن ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الحمد لله رب العالمين، ام القرآن ۽ ام الڪتاب (قرآن جو بڻ بنياد ۽ اصل) آهي ۽ سبع مثاني يعني: ستن آيتن واري سورت آهي جيڪي وري وري پڙهيون وڃن ٿيون.

**قرآن عظيم:**

16. امام احمد "مسند" ۾، ابن جرير، ابن المنذر، ابن ابي حاتم ۽ ابن مردويه پنهنجي تفسيرن ۾ حضرت ابو هريره عليه السلام جي روايت نقل ڪئي اهي ته "ام القرآن" ام الڪتاب يعني: قرآن جو اصل آهي ۽ اها سورة فاتحه آهي ۽ اهي ست آيتون آهن جيڪي وري وري پڙهيون وڃن ٿيون ۽ هيءَ قرآن عظيم (عاليشان) آهي.

**هر لحاظ کان پوراءِ ڪندڙ:**

17. امام ثعلبيءَ حضرت عبدالجبار بن العلاءَ رحمه الله کان نقل ڪيو آهي ته سفيان بن عيينة فاتحه الڪتاب (سورة الحمد) کي "الوافيه" سڏيندو هو. معنيٰ: هر لحاظ کان پوراءِ ڪندڙ.

**ڪفايت ڪندڙ سورة:**

18. امام ثعلبي رحمه الله عفيف بن سالم رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي ته اهو فرمائي ٿو ته مون حضرت عبدالله بن يحيٰ بن ابي ڪثير کان پڇيو ته امام جي پويان سورة فاتحه جي قرات

www.maktabah.org

ڪيئن آهي؟ فرمايائين "اَلْڪَافِيَه" جي باري ۾ پڇين ٿو نہ؟ مون عرض ڪيو تہ "الڪافيه" ڇا آهي؟ فرمايائين تہ "سورة الفاتحه" توکي خبر نہ آهي تہ هيءَ سورة ٻين سورتن کان ڪفايت ڪري ويندي آهي پر ٻيون سورتون هن کانسواءِ ڪفايت نہ ڪري سگهنديون آهن.

**قرآن جو اصل (بنياد):**

19. امام ثعلبي، حضرت شعبي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ شخص ڪيس شڪايت ڪئي تہ ان کي چيلهہ ۾ سور آهي حضرت شعبي فرمايس تہ تون قرآن پاڪ جي اصل (بنياد) کي لازم ڪري وٺ. تنهن تي ان شخص عرض ڪيو تہ قرآن جو اصل (بنياد) ڇا آهي؟ فرمايائين: فاتحة الڪتاب (سورة الحمد) قرآن جو اصل يعني: بنياد آهي.

**سبع مثاني:**

20. امام دار قطني ۽ بيهقي "سنن" جي صحيح سند سان عبد خير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت علي رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ "سبع مثاني" ڇا آهي؟ فرمايائين: "اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْن" پوءِ ڪنهن چيو تہ اهي تہ ڇهہ آيتون آهن. فرمايائين: "بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْم" (بہ ان جي آيت آهي)

**بار بار پڙهجندڙ ست آيتون:**

21. طبرانيءَ "معجم اوسط" ۾ ۽ ابن مردوية پنهنجي "تفسير" ۾ ۽ بيهقيءَ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: "الحمد لله رب العالمين" (سورة فاتحہ) ست آيتون آهن ۽ " بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْم " انهن مان هڪ آهي ۽ اهي سبع مثاني (بار بار پڙهجندڙ ست آيتون آهن) ۽ هيءُ قرآن عظيم (عاليشان) بہ آهي ۽ هن جو نالو "اُم القرآن" ۽ "فاتحة الڪتاب" بہ آهي.

**وڏي ۾ وڏي سورت:**

22. امام بخاري، ابو دائود، نسائي ۽ ابن ماجه، حضرت ابو سعيد بن المعلي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ نماز پڙهي رهيو هئس تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن مونکي سڏ ڪيو. پر مون ڪين جواب نہ ڏنو. نماز کان فارغ ٿي عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول! آءٌ نماز پڙهي رهيو هوس (تنهنڪري سائيجن صلى الله عليه وسلم کي جواب نہ ڏنم) فرمايائون: ڇا الله تعاليٰ نہ فرمايو آهي تہ الله ۽ ان جو رسول جڏهن توهان کي سڏين تہ ڪين جيءُ ڇئو. پوءِ فرمايائون: مسجد مان نڪرڻ کان اڳ توکي نہ ٻڌايان تہ قرآن پاڪ ۾ عظيم (وڏي ۾ وڏي) سورت ڪهڙي آهي؟ پوءِ مونکي هٿ مان ورتائون ۽ جڏهن ٻاهر نڪرڻ جو ارادو ڪيوسين تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! بيشڪ اوهان فرمايو هو تہ قرآن پاڪ جي وڏي ۾ وڏي سورت بابت توکي ٻڌائيندس. فرمايائون: "الحمد لله رب العالمين" اها سبع مثاني ۽ قرآن عظيم آهي جيڪا مونکي عطا ڪئي وئي آهي هيءَ روايت علامہ شهاب الدين مقدسي پنهنجي ڪتاب "مصباح" ۾ بہ آندي آهي.

www.maktabah.org

**فائده:**

علامہ علي قاريءَ "حصن حصين" جي شرح ۾ لکيو آهي "اعظم سورة" جو مطلب هيءُ آهي تہ هيءَ سورة کيفيت ۾ وڏي آهي ڇاڪاڻ تہ کن جو چوڻ آهي تہ بيشک سڄو قرآن هن سورة ۾ اجمالي طور سمايل آهي جو الله تعاليٰ جي ذاتي اسم ۽ ان جي عمده صفتن، دنيا ۽ آخرت جي بيان، الله تعاليٰ جي خاص عبادت ۽ ان کان مدد طلبڻ ۽ صراط مستقيم (سڌي رستي) جي بيان ۽ نعمت ۽ جنت ۽ جهنم جي سالکن جي ورهاست جي بيان وغيره تي مشتمل آهي. آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هيئن چوڻ بہ صحيح آهي تہ "سورة فاتحه" جي اعظم هجڻ جو مطلب هيءُ آهي تہ فضيلت ۽ رتبي ۾ سڀ کان وڏي ان شخص جي مذهب ۽ مسلک مطابق آهي جيکو چوي ٿو تہ بيشک بعض قرآن بعض کان افضل آهي. امام قرطبيؒ فرمايو آهي تہ ظاهري گهڻين حديثن جي کري اهائي ڳالهہ صحيح آهي. والله اعلم

**اهڙي سورة جا ڪنهن بہ ڪتاب ۾ نازل نہ ٿي آهي:**

23. ابو عبيد، امام احمد، دارمي ترمذي، نسائيءَ، ابن خزيمه، ابن المنذر، حاکم، ابوذر هروي "فضائل القرآن" ۾، ابن مردوية ۽ بيهقي "سنن" ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ بيشک رسول الله صلى الله عليه وسلم جن حضرت أبي بن ڪعب رضي الله عنه وٽ آيا فرمايائون: ابي! حالانک هو نماز پڙهي رهيو هو. حضرت أبي واجهايو، پر جواب ڪونہ ڏنائين. حضرت أبيَ نماز جلد ۾ پوري ڪري رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ڏانهن متوجه ٿيو. عرض ڪيائين: السلام عليک يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايس وعليک السلام أبيَ! مون توکي پئي سڏيو پر تو جواب ئي نہ ڏنو ڇا سبب هو؟ حضرت أبيَ رضي الله عنه عرض ڪيو: اي الله جا رسول! آءٌ نماز ۾ هيس. رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: تہ قرآن پاک ۾ تون پڙهيو آهي تہ الله ۽ ان جو رسول سڏين تہ ڪين جيءُ ڇئو. حضرت أبيَ رضي الله عنه عرض ڪيو تہ بلڪل پڙهيو اٿم. انشاء الله آئنده اهڙي غلطي نہ ڪندس. پوءِ فرمايائونس تہ تون چاهين ٿو تہ توکي اهڙي سورة بابت ٻڌايان جو ان جهڙي نہ توريت ۾ نازل ٿي آهي نہ ڪو انجيل ۾، نہ ئي زبور ۾، نہ ڪو فرقان ۾؟ عرض ڪيائين: اي الله جا رسول صلى الله عليه وسلم! ضرور ٻڌايو. رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: نماز ۾، قراءت ڪيئن ڪندو آهين؟ پوءِ هن أم القرآن (سورة فاتحه) پڙهي ٻڌائي. رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: مونکي ان ذات جو قسم آهي، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ ان جهڙي سورة نہ توريت ۾ نازل ٿي آهي نہ ئي انجيل ۾ نہ زبور ۾ ۽ نہ فرقان ۾. اها "سبع مثاني" آهي ۽ قرآن آهي جيڪا مونکي عطا ڪئي وئي آهي.

**عطا ڪيل سورة**

24. امام دارميءَ، ترمذيءَ، نسائيءَ، عبدالله بن احمد بن حنبل "زوائد المسند" ۾، ابن الضريس "فضائل القرآن" ۾، ابن جرير، ابن خزيمه ۽ حاکم علاء بن عبد الرحمٰن جي سند سان جنهن پنهنجي پيءُ کان ان حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان أن حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت

www.maktabah.org

نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ توريت، انجيل، زبور ۽ فرقان ۾ اُمُ القرآن جهڙي ڪابہ سورة نازل نہ ڪئي آهي اها سبع مثاني ۽ قرآن عظيم آهي جيڪا مونکي ئي عطا ڪئي وئي آهي. (الله تعاليٰ فرمائي ٿو) هيءَ سورة منهنجي ۽ ٻانهن جي وچ ۾ ورهايل آهي ۽ جيڪو سوال ڪندو سو ٻانهي کي ملندو (مصنفؒ فرمائي ٿو تہ) حديث ۾ لفظ "مقسومة الخ" الله تعاليٰ جو قول آهي.

فائدو: هن حديث کي امام ترمذيءَ ۽ حاڪم صحيح قرار ڏنو آهي.

**ٻن نورن جي نوازش:**

25. امام مسلم ۽ نسائي ۽ طبراني ۽ حاڪم، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تہ هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن ويٺا هئا ۽ وٽن جبرائيل عليه السلام بہ آيل هئو. اوچتو آسمان ۾ هڪ ٺڪو ٻڌڻ ۾ آيو تہ حضرت جبرائيل عليه السلام آسمان ڏانهن ڏسي فرمايو: اي محمد ﷺ! هيءُ ملائڪ سڳورو آهي جيڪو لٿو آهي هيءُ ڪڏهن بہ زمين تي نہ لٿو آهي پوءِ اهو ملائڪ نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ سلام عرض ڪيائين ۽ چيائين تہ اوهان کي ٻن نورن جي مبارڪ هجي، جيڪي اوهان کان اڳ ڪنهن بہ نبيءَ کي عطا نہ ڪيا ويا آهن. هڪ فاتحه الڪتاب (سورة الحمد) آهي. ٻيو سورة بقره جون آخري آيتون آهن، ۽ هنن جو جيڪو بہ حرف پڙهندؤ تہ اهو توهان کي عطا ڪيو ويندو.

**فائدة:** آخري آيتن مان مراد لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ کان آخر تائين آهي.

**قرآن ۾ هن جهڙي ڪابہ سورة نہ آهي**

26. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ضعيف سند سان حضرت ابو زيد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي، اهو فرمائي ٿو تہ آءٌ ڪن گهٽين ۾ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ هوندو هوس، پوءِ پاڻ مديني ۾ آيا تہ اتي هڪ شخص کي ٻڌائون جيڪو تهجد ۾ ام القرآن (سورة فاتحه) پڙهي رهيو هو تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن ان ڏانهن ڪن ڏئي اها ٻڌي رهيا هئا تانجو ان سورة پوري ڪئي پوءِ فرمايائون تہ قرآن پاڪ ۾ ان جهڙي ڪابہ سورت نہ آهي.

**ڦيٽي جو عِوَضُ:**

27. ابو عبيد، امام احمد، امام بخاري، امام مسلم، ابو دائود، ترمذي، نسائي، ابن ماجه، حاڪم ۽ بيهقيءَ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: رسول الله ﷺ جن اسان کي هڪ سريہ (جنگ) تي ٽيهن ڄڻن سميت موڪليو پوءِ اسان عرب جي هڪڙي قوم وٽ ڏاٻاهو ڪيو. اسان انهن کي چيو تہ اسان جي توهان مهماني ڪريو. پر هنن انڪار ڪيو (ٿورڙي ئي وقت ۾) انهن جي سردار کي وڇونءَ ڏنگي وڌو پوءِ هو اسان وٽ آيا چيائون تہ توهان ۾ ڪو آهي جيڪو وڇونءَ جي ڏنگ کان ڦيٽو پڙهي. حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ پوءِ مون ان تي سَت ڀيرا "الحمد شريف" پڙهيو تہ ائين چاڪ ٿي ويو ڄڻ ٻڌل رسيءَ (ڏانوڻ) مان آجو ٿي ويو. پوءِ ائين پيو هلي گهمي ڄڻ سور هيس ئي ڪونہ. پوءِ ان اسان

www.maktabah.org

ڪي.هڪ ٻڪري ڏني اسان اها ٻڪري ونني پاڻ وٽ رکي ڇڏي. پر دل ۾ ڪٽڪو هيو تہ ان جو وٺڻ جائز آهي الائي نہ؟ پوءِ اسان رسول الله ﷺ جن وٽ آياسين ۽ کين سڄو قصو ٻڌايوسين تنهن تي فرمايائون: توکي خبر نہ آهي تہ اهو هڪ قسم جو ڦيٽو آهي هاٽي هن ٻڪريءَ ڪي ورهايو ۽ مونکي بہ پاڻ سان گڏ شريڪ ڪريو. صحيح بخاريءَ جي روايت ۾ آهي تہ ٻڪريون ٽيهہ هيون.

### زهريلي جيت جي ڏنگ کان:

28. امام احمد، امام بخاري ۽ امام بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ڪجهہ صحابي سڳورا هڪ محلي وٽان لنگهيا پئي ويا تہ اتان جي هڪڙي ماڻهوءَ کي ڪنهن زهريلي جيت ڏنگي وڌو هو. ان لاءِ هڪ همراهہ هنن کي عرض ڪيو تہ اوهان ۾ جيڪڏهن ڪو ڦيٽو پڙهندڙ هجي تہ اسان جي هڪ شخص کي ڪنهن زهريلي جيت ڏنگي وڌو آهي، ان تي هلي ڦيٽو پڙهي. پوءِ انهن مان هڪ صحابي سڳورو ان سان گڏيو ويو ۽ ٻڪري ڏيڻ جي شرط تي مٿس سورة فاتحه جو ڦيٽو پڙهي آيو جنهن سان اهو شخص چاڪ ٿي ويو. پوءِ هو اها ٻڪري وني پنهنجي ساٿين وٽ پهتو انهن هن کي ناپسند پئي سمجهيو، چيائونس تہ تو قرآن جي عوض مزدوري ورتي آهي (سا چڱي نہ آهي). پوءِ سڌو نبي ﷺ جن وٽ آيا عرض ڪيائون تہ سائين! هن قرآن جي عوض مزدوري ورتي آهي، تنهن تي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ جيڪا شيءِ توهان ورتي آهي ان جو وڌيڪ حقدار ڪتاب الله آهي.

### قرآن پاڪ جي آخري سورة:

29. امام احمد ۽ امام بيهقي "شعب الايمان" ۾ جيد سَنَد سان حضرت عبدالله بن جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان کي ٻڌايان تہ قرآن پاڪ جي آخري سورة ڪهڙي نازل ٿي؟ مون عرض ڪيو تہ بلڪل ٻڌايو. اي الله جا رسول! فرمايائون: آخري سورة فاتحه الڪتاب (سورة الحمد) نازل ٿي راويءَ جو چوڻ آهي تہ مان سمجهان ٿو تہ فرمايائون: هن سورة ۾ هر بيماريءَ کان شفا آهي.

30. طبرانيءَ "معجم الاوسط" ۾ ۽ دار قطني "الافراد" ۾ ۽ ابن عساڪر، ضعيف سند سان حضرت سائب بن يزيد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ اهو فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن مونکي سورة فاتحه دم ڪري لپ سان هٽڻ وارو تعويذ ڏنو.

### زهر کان بہ شفاء:

31. سعيد بن منصور "سنن" ۾ ۽ امام بيهقي "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: فاتحة الڪتاب (سورة الحمد) ۾ زهر کان (بہ) شفاء آهي.

32. ابوالشيخ ۽ ابن حبان "ڪتاب الثواب" ۾ بہ سند سان حضرت ابو سعيد رضي الله عنه ۽ ابوهريرة رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

www.maktabah.org

**هر بيماريءَ کان شفاء:**

33. دارميءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ثقة (مضبوط) راوين جي سند سان حضرت عبدالملڪ بن عمير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: فاتحة الڪتاب (سورة الحمد) ۾ هر بيماريءَ کان شفاء آهي.

**متي جي سور کان:**

34. ثعلبيءَ، معاوية بن صالح جي سند سان ابو سلمان جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جا صحابي سڳورا رضي الله عنهم هڪڙي لڙائيءَ ۾ هڪ شخص وٽان لنگهيا جنهن کي متي ۾ سور هو. پوءِ ڪجهہ صحابن ان جي ڪن ۾ سورة فاتحه پڙهي تہ هو ٺيڪ ٿي ويو. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو: هي سورة ام القرآن (قرآن جو بڻ بنياد) آهي ۽ هر بيماريءَ کان شفا آهي.

**چريائپ کان دعا :**

35. امام احمد، ابودائود، نسائيءَ، حاڪم ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ حضرت خارجة بن الصلت تميميءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ سندس چاچو رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ اسلام آندائين. پوءِ اتان موٽيو پئي آيو تہ سندس گذر هڪ قوم وٽان ٿيو جن ۾ هڪ چريو شخص هئو جيڪو ڏندا بيڙيءَ ۾ ٻڌل هو. ان جي مائٽن مونکي چيو تہ تو وٽ هن لاءِ ڪا دوا دارون آهي؟ چاڪاڻ تہ اسان ٻڌو آهي تہ توهان جو سائين، رسول الله ﷺ جن خير ۽ برڪت کڻي آيو آهي. (چاچي ٻڌايو تہ) پوءِ مون ان تي ٽي ڏينهن صبح شام ٻہ ٻہ ڀيرا الحمد پڙهيو ۽ ڦيٽي پڙهڻ وقت ٿورڙي لپ بہ هٽانس پيو (پوءِ الله تعاليٰ جي امر سان) اهو چاڪ ٿي ويو پوءِ هنن مونکي سؤ ٻڪريون ڏنيون مون أهي نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آنديون ۽ ڪين سجو قصو ٻڌايم پوءِ مونکي فرمايائون تہ وجي کاءِ. ڪي تہ ناجائز ڦيٽا رکي کائيندا وتندا آهن تون تہ جائز ڦيٽو رکي کاڌو آهي.

نوٽ: هن حديث کي حاڪم صحيح قرار ڏنو آهي ۽ علامہ نووي (ڪتاب الاذڪار) ۾ فرمايو آهي تہ حضرت خارجة جي چاچي جو نالو علاقة بن صماء هو ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ نالو عبدالله هيس.

**هر شيءِ کان امن:**

36. بزار "مسند" ۾ ضعيف سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جڏهن تون بستري تي سمهڻ لاءِ پاسو رکين تہ "سورة فاتحه" ۽ "قل هو الله احد" پڙهندو ڪر ائين ڪرڻ سان تون موت کانسواءِ هر شيءِ کان امن ۾ اچي ويندين.

**قرآن جو ٽيون حصو:**

37. طبرانيءَ "معجم اوسط" ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن "ام القرآن" (الحمد شريف) ۽ "قل هو الله احد" پڙهيو، ان ڄڻ قرآن جو ٽيون حصو پڙهيو.

www.maktabah.org

**قرآن جا ٻه ٽهاڱ:**

38. عبد بن حميد پنهنجي "مسند" ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورة فاتحه قرآن جي ٻن ٽهاڱن جي (ثواب) برابر آهي.

**افضل سورة:**

39. حاڪم، ابوذر الهروي "فضائل" ۾ ۽ بيهقيء "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ دفعي سفر ۾ هڪ جاءِ تي ڏاڍو فرمايو، پوءِ سندن ساٿين مان هڪڙو ڄڻو انهن جي ويجهو ٿيو ته نبي ڪريم ﷺ جن ان کي ڏسي فرمايو ته توکي ٻڌايان ته قرآن پاڪ ۾ سڀ کان افضل سورة ڪهڙي آهي؟ پوءِ الحمد لله رب العالمين يعني: سورة فاتحه جي تلاوت فرمايائون.

نوٽ: هن حديث کي حاڪم صحيح قرار ڏنو آهي.

**عرش جي خزانن مان:**

40. ابن ضريس "فضائل القرآن" ۾ ۽ بيهقي "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "بيشڪ الله تعاليٰ مونکي هڪ اهڙي شيء عطا ڪئي آهي جنهن جو احسان ڪندي فرمايائين ته مون توکي "سورة فاتحه الڪتاب" عطا ڪئي آهي. جيڪا منهنجي عرش جي خزانن مان آهي مون هن سورة کي پنهنجي ۽ ٻانهي جي وچ ۾ تقسيم ڪيو آهي." يعني: اڌ منهنجي لاءِ آهي ۽ اڌ هن لاءِ آهي.

**عرش جي هيٺان کان نازل ٿيل سورة:**

41. اسحق بن راهوية پنهنجي "مسند" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان کان سورة فاتحه جي باري ۾ پڇيو ويو (ته ان جي فضيلت ڇا آهي) فرمايائين ته نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي ٻڌايو ته بيشڪ هيء سورة عرش جي هيٺان کان نازل ٿي آهي.

**سورة فاتحه ۽ سورة بقرة جون آخري آيتون:**

42. حاڪم ۽ ابن مردوية، تفسير ۾، ابو ذرهروي "فضائل" ۾ ۽ بيهقيء "شعب الايمان" معقل بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مونکي سورة بقرة "ذڪراول" يعني: لوح محفوظ کان عطا ڪئي وئي آهي ۽ سورة طٰهٰ ۽ طواسين (جن جي منڍ ۾ طٰس ۽ طسم آهي) حوا ميم (جن جي منڍ ۾ حم آهي) موسيٰ عليه السلام جي (لوحن پٽين) مان عطا ڪئي وئي آهي ۽ سورة فاتحة ۽ سورة بقرة جون آخري آيتون عرش جي هيٺان کان عطا ڪيون ويون آهن. مفصل سورتون واذاريون ڏنيون ويون آهن.

**فائدة:** هن جو وڌيڪ تفصيل انشاء الله" سورة طٰهٰ" جي فضيلت ۾ ايندو.

www.maktabah.org

**انسان ۽ جن جي نظر:**

43. علامہ ديلمي "مسندالفردوس" ۾ حضرت عمران بن حصين رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص سورة فاتحة ۽ آيت الڪرسي پنهنجي گهر ۾ نہ پڙهندو تنهن ڪي ان ڏينهن انسان ۽ جن جي نظر لڳندي.

**چار شيون عرش جي خزاني مان آهن:**

44. ابوالشيخ "الثواب" ۾، ابن مردويہ ۽ ديلميءَ حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: چار شيون اهڙيون آهن جيڪي عرش جي هيٺان واري خزاني مان لٿيون آهن جو انهن جهڙي ٻي ڪابہ نہ لٿي آهي. 1. اُمِ الڪتاب (سورة الحمد) 2. آية الڪرسي 3. سورة بقرة جون آخري آيتون 4. سورة الڪوثر.

45. ابن ضريس بہ حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جي انهيءَ جهڙي موقوف روايت نقل ڪئي آهي.

**سورة فاتحہ جو وزن:**

46. ابو نعيم ۽ ديلميءَ حضرت ابو درداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة فاتحة جيان قرآن پاڪ جي ڪابہ سورة ڪفايت ڪندڙ نہ آهي جيڪڏهن سورة فاتحة کي ترازوءَ جي هڪ پُڙ ۾ رکيو وڃي ۽ ٻئي پُڙ ۾ سڄو قرآن رکيو وڃي تہ سورة فاتحة جو پلڙو فضيلت ۾ ست دفعا ڳرو ٿي ويندو.

**سورة فاتحہ جي تلاوت:**

47. ابو عبيد "الفضائل" ۾ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص سورة فاتحة پڙهي ان ڄڻ توريت، انجيل ۽ زبور پڙهيو.

**جنهن فاتحہ جو تفسير سکيو ان ڄڻ...:**

48. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: الله تعاليٰ، هڪ سؤ چار ڪتاب نازل فرمايا جن جي علمن کي چئن ڪتابن 1. توريت 2. انجيل 3. زبور 4. فرقان (قرآن) ۾ امانت رکيائين ۽ توريت، انجيل ۽ زبور جي علمن کي قرآن ۾ امانت رکيائين وري قرآن جي علمن کي "مفصل سورتن" ۾ امانت رکيائين ۽ مفصل (سورتن) جي علمن کي سورة فاتحة ۾ امانت رکيائين جنهن شخص سورة فاتحة جو تفسير سکيو ان ڄڻ سمورن آسماني ڪتابن جو علم سکيو.

**شيطان چئن موقعن تي رنو:**

49. وڪيع پنهنجي "تفسير" ۽ ابن الانباريءَ "المصاحف" ۾، ابوالشيخ "العظمة" ۾ ۽ ابو نعيم "حلية الاولياء" ۾ حضرت مجاهد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: شيطان چئن موقعن تي رڙيون ڪري رُنو 1. سورة فاتحة جي نازل ٿيڻ وقت 2. مٿس لعنت پوڻ وقت 3. زمين تي لهڻ وقت 4. نبي صلي الله عليه وسلم جن جي بعثت (نبوت ملڻ) وقت.

www.maktabah.org

### ابليس کي تکليف پهتي:

50. ابن ضريس حضرت مجاهدؒ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن سورة الحمد لله رب العالمين نازل ٿي تہ ابليس کي ڏاڍي تکليف پهتي ۽ ڪونگهرن وانگر ڏاڍا آواز ڪڍيائين، حضرت مجاهد فرمائي ٿو تہ جيڪو وڏي واڪي (رڙيون ڪري) روئي يا ڪونگهرن وانگر آواز ڪڍي اهو لعنتي آهي.

### شيطان رڙيون ڪري رُنو:

51. ابن ضريس، حضرت عبدالعزيز بن رفيعؒ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن سورة فاتحہ نازل ٿي تہ شيطان ائين رڙيون ڪري رُنو جيئن لعنت واري ڏينهن رڙيون ڪري رُنو هو.

### سوال جو ذريعو ۽ دعا:

52.ابو عبيد، حضرت مکحول رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ سورة فاتحہ جي قرائت ۾ سوال جو ذريعو ۽ دعا آهي.

### هر ضرورت کان:

53. ابوالشيخ "الثواب" ۾ حضرت عطا رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو جڏهن تون ڪنهن ضرورت جو ارادو ڪرين تہ سورة فاتحہ پڙهندو ڪر تہ جيئن ان کي پورو ڪرين. انشاء الله تعاليٰ حاجت پوري ٿي ويندي.

54. ابن قانع "معجم الصحابہ" ۾ رجاء الغنوي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ اُن سان شفاعت حاصل ڪريو جنهن سان الله تعاليٰ مخلوق جي تعريف ڪرڻ کان اڳ پنهنجي تعريف، مدح ۽ ساراهہ ڪئي آهي اسان عرض ڪيو تہ اي الله جا نبي! اها ڪهڙي آهي؟ فرمايائون: سورة "الحمدلِلهِ ۽ قل هو الله احد" ياد رکو! جنهن جي قرآن شفاعت نہ ڪندو ان جي الله تعاليٰ بہ شفاعت نہ ڪندو.

### ملائڪن واري نماز:

55. ابو عبيد ۽ ابوالمنهال، يسار بن سلامت جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه وٽ هڪ مهاجر شخص ترسيو. حضرت عمر رضي الله عنه رات جو تهجد پڙهندو هو جنهن ۾ رڳو سورت فاتحه پڙهندو هو ۽ تکبير ۽ تسبيح چئي پوءِ رکوع ۽ سجدو ڪندو هو صبح جو ان شخص حضرت عمر رضي الله عنه کان پڇيو تہ سائين! اوهان ائين نماز ڇو پئي پڙهي؟ حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو: تنهنجي ماءُ ويل ۾ پوي! توکي خبر نہ آهي تہ اها ملائڪن واري نماز آهي.

**فائدة:** علامہ سيوطيءَ "درمنثور" ۾ هن حديث بابت فرمايو آهي تہ بيشڪ ملائڪن کي سورة فاتحه جي قرائت جي اجازت ڏني وئي آهي ۽ هيءَ خصوصيت سورة فاتحه سان آهي ۽ ابن صلاح لکيو آهي تہ بيشڪ قرآن پاڪ جي قرائت، خاص انسانن کي عطا ڪئي وئي آهي ۽ ملائڪن کي اها شيءِ حاصل نہ آهي. هو انسانن کان صرف ٻڌڻ لاءِ لهندا آهن. علامہ ڪمال دميريؒ فرمايو آهي تہ "اوتيتها البشر دون الملائكة". (انسانن کي قرآن جي قراءت جي اجازت

www.maktabah.org

آهي ملائڪن ڪي نہ) ۾ بحث آهي. ڇاڪاڻ تہ حضرت جبرائيل عليه السلام جي ذريعي نبي ڪريم ﷺ جن تي قرآن پاڪ نازل ٿيو ۽ الله تعاليٰ ملائڪن جي وصف ۾ فرمايو آهي والتٰليٰتِ ذڪراً يعني: قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندڙ آهن علامہ ابنِ حجر مڪيؒ پنهنجي "الفتاويٰ الحديثية" ۾ لکيو آهي تہ اهڙي طرح جنَ بہ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندا آهن ۽ نماز بہ پڙهندا آهن ۽ انهن ڳالهين جو ثبوت حديث مان ملي ٿو.

### سورة فاتحة جي منڍ ۽ آخر ۾ حاضري:

56. ابن ضريس، حضرت ابو قلابہ جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة فاتحه جي منڍ ۾ حاضر ٿيوؓ اهو ڄڻ الله جي رستي، فتح ۾ حاضر ٿيو ۽ جيڪو شخص سورة فاتحه جي آخر ۾ حاضر ٿيو ۽ اهو ڄڻ غنيمت جي ورهاست مهل حاضر ٿيو.

### سمهڻ مهل سورة فاتحہ:

57. ابن عساڪر "تاريخ دمشق" ۾ حضرت شداد بن اوسؓ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان مان جيڪو شخص سمهڻ لاءِ بستري تي اچي تہ سورة فاتحه ۽ سورة اخلاص (قل هو الله احد) پڙهي پوءِ بيشڪ الله تعاليٰ هڪ مؤڪل ملائڪ مقرر ڪندو آهي جيڪو هن سان جاڳڻ مهل تائين گڏ هوندو آهي.

### سورة فاتحہ، الله تعاليٰ ۽ ٻانهي جي وچ ۾:

58. امام مالڪؒ "مؤطا" ۾، سفيان بن عيينة پنهنجي "تفسير" ۾، ابوعبيده "فضائل" ۾، ابن ابي شيبه، امام احمد "مسند" ۾، عبد بن حميد پنهنجي "تفسير" ۾، امام بخاري "جزء القراءة" ۾، امام مسلم "صحيح مسلم" ۾ ۽ ابو دائود ۽ ترمذي ۽ نسائي ۽ ابن ماجه ۽ ابن الا نباري "مصاحف" ۾ دارقطني ۽ بيهقيءِ "سنن" ۾ حضرت ابو سائب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن نماز پڙهي پوءِ ان ۾ سورة فاتحة نہ پڙهيائين. ان لاءِ ٽي ڀيرا فرمايائون تہ اها نماز اڻ پوري آهي، اڻ پوري آهي، اڻ پوري آهي حضرت ابوسائب رضي الله عنه فرمايو: تہ مون حضرت ابو هريرة رضي الله عنه کي چيو تہ آءٌ ڪڏهن ڪڏهن امام جي پويان هوندو آهيان پوءِ هٿ سان اشارو ڪري فرمايائين اڙي فارسي! پنهنجي دل ۾ پڙهہ. مون نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو آهي تہ فرمايائون: الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ مون نماز کي پنهنجي ۽ ٻانهي جي وچ ۾ اڌو اڌ ڪيو آهي يعني: اڌ منهنجي لاءِ آهي ۽ اڌ هُن لاءِ آهي ۽ ٻانهي کي اها شيءِ ملندي جنهن جو هو سوال ڪندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو: ٻانهو "الحمد لله رب العالمين" چوندو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائندو آهي تہ ٻانهي منهنجي تعريف ڪئي ۽ جڏهن ٻانهو "الرحمن الرحيم" چوندو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائيدو آهي تہ منهنجي ٻانهي منهنجي واکاڻ ڪئي ۽ ٻانهو چوندو آهي "مالڪ يوم الدين" تہ الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ ٻانهي منهنجي بزرگي بيان ڪئي ۽ جڏهن ٻانهو چوندو آهي "اياڪ نعبدو اياڪ نستعين" تہ الله

www.maktabah.org

تعاليٰ فرمائيندو آهي ته هيءَ آهي منهنجي ۽ منهنجي ٻانهي جي وچ ۾ پهريون جملو منهنجي لاءِ آهي ۽ ٻيون جملو ٻانهي لاءِ آهي ۽ ٻانهو جنهن جو سوال ڪندو سو ڪيس ملندو ۽ جڏهن ٻانهو چوندو آهي "اِهۡدِنَا الصِّرَاطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ ۝ صِرَاطَ الَّذِيۡنَ اَنۡعَمۡتَ عَلَيۡهِمۡ ۙ غَيۡرِ الۡمَغۡضُوۡبِ عَلَيۡهِمۡ وَلَا الضَّآلِّيۡنَ ۝"

ترجمو: اسان کي سڌو رستو ڏيکار انهن جو رستوجن تي تو فضل ڪيو، جن تي نه ته تنهنجي ڪاوڙ ٿيل آهي ۽ نه انهن کان رستو گم ٿي ويو آهي.

ته الله تعاليٰ فرمائيندو آهي ته هيءَ منهنجي ٻانهي لاءِ آهي هو جنهن جو سوال ڪندو سو ڪيس ملندو.

**الحمد جي آخر ۾ آمين چئو:**

59. امام بخاري ۽ امام مسلم، حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جڏهن امام "ولاالضالين" چوي ته توهان آمين چئو (معنيٰ: اي الله! قبول ڪر) پوءِ جنهن جي آمين، ملائڪن جي آمين سان موافق ٿي وئي ته ان جا اڳيان سڀ گناهه معاف ڪيا ويندا.

**ٻانهي جي بخشش:**

60. عبدالرزاق، حضرت عڪرمه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته زمين وارن جون صفون آسمان وارن جي صفن تي آهن پوءِ جڏهن زمين وارن جي آمين، آسمان وارن جي آمين سان ملندي آهي ته ٻانهي کي بخشيو ويندو آهي.

نوٽ: سورة فاتحه جون ڪجهه فضيلتون سورة بقره جي پهرين چئن آيتن جي فضيلت ۾ ۽ الله تعاليٰ جي فرمان "شهد الله انه لا اله الاهو" آيت جي فضيلت ۾ ۽ سوره حمٓ السؤمن ۽ سورة القدر ۽ سورة الاخلاص جي فضيلت ۾ اينديون.

## سورة بقره جون فضيلتون

**سورة بقرة ۽ آل عمران بابت نبوي سمجهاڻي:**

61. امام احمد، امام بخاريءِ "تاريخ" ۾، امام مسلم، ترمذيءِ، حضرت نواس بن سمعان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته اهو فرمائي ٿو ته مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته قيامت جي ڏينهن قرآن پاڪ کي پيش ڪيو ويندو ۽ انهن ماڻهن کي به پيش ڪيو ويندو جيڪي مٿس عمل ڪندا هئا. سورة بقره ۽ آل عمران سندن اڳيان اڳيان هونديون. فرمايائين ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن انهن ٻن سورتن لاءِ ٽي مثال ڏئي سمجهايو، جيڪي اجا تائين مون کان وسريا نه آهن. فرمايائون: بيشڪ هيءَ ٻئي سورتون پنهنجي پڙهندڙن کي پنهنجي پاڇي ۾ اهڙي طرح وٺي اينديون جڻ ته انهن جي مٿان ڪڪر يا ڇهڙ جون ڇٽيون هونديون يا پکين جي ٻن ولرن وانگر هونديون، جيڪي پنهنجي پڙهندڙ لاءِ (رب کان) سفارش ڪنديون.

www.maktabah.org

**فائدة**. امام ترمذيؒ فرمائي ٿو هن حديث جي معنيٰ عالمن وٽ هيءَ آهي تہ سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي پڙهندڙن کي ثواب ملندو.

علامہ جزري "حصن حصين" جي شرح ۾ لکيو آهي تہ هنن سورتن جو ثواب ٻن ڪڪرن جيان ايندو.

### سورة بقره جي سکڻ جو حڪم:

62. ابن ابي شيبة، امام احمد بن حنبل، ابن ابي عمرالعدني پنهنجي "مسندن" ۾، دارمي، ۽ حاڪم جنهن هن کي صحيح بہ قرار ڏنو آهي، حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة بقره سکو! ڇاڪاڻ تہ بيشڪ هن کي وٺڻ برڪت آهي ۽ ڇڏڻ ڏيڻ حسرت آهي.

باطل ماڻهو هن جي حاصل ڪرڻ جي سگهہ نہ رکي سگهندا. پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٿورڙي دير خاموش ٿي ويا ان کان پوءِ فرمايائون: سورة بقرة ۽ سورة آل عمران سکو ڇاڪاڻ تہ هيءَ سهڻا چمڪندڙ گل آهن جيڪي پنهنجي پڙهندڙن تي قيامت جي ڏينهن ڇانورو ڪنديون ڇن تہ اهي ڪڪرن يا ڇٽين يا پکين جي ولرن جي صورت ۾ ڇانوَ ڪنديون.

### سورة بقرة پڙهڻ برڪت ۽ ڇڏي ڏيڻ حسرت آهي:

63. ابوعبيد، امام احمد، حميد بن زنجويہ "فضائل الاعمال" ۾، امام مسلم، ابن ضريس، حاڪم ۽ ابوذر الهروي "فضائل" ۾ ۽ بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت ابو امامہ باهليءَ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي اهو فرمائي ٿو تہ مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قرآن پڙهو! ڇاڪاڻ تہ هيءَ قيامت جي ڏينهن پڙهندڙن جي شفاعت ڪندو. ۽ "زهراوان" (سج ۽ چند) يعني: سورة بقرة ۽ آل عمران پڙهو ڇاڪاڻ تہ قيامت جي ڏينهن ڇٽين يا ڪڪرن يا پکين جي ولرن جي صورت ۾ (پڙهندڙ مٿان) اينديون. ان جي باري ۾ رب پاڪ وٽ احتجاج (جهيڙو) ڪنديون ۽ سورة بقره پڙهندا ڪريو ڇاڪاڻ تہ هن جو وٺڻ برڪت ۽ ڇڏي ڏيڻ حسرت آهي ۽ باطل ماڻهو هن جي سگهہ ئي نہ رکي سگهندا.

### سورة بقره ۽ آل عمران جي باري ۾ هڪ خواب:

64. ابو عبيد ۽ دارميءَ حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: توهان جي هڪ ڀاءُ خواب ۾ ڏٺو آهي تہ ماڻهو جابلو اُڀ ڪپرئي رستي تي پئي ويا. مٿي جبل تي بہ ساوا وڻ هئا جيڪي هاتفي آواز ۾ پڇي رهيا هئا تہ ڇا توهان ۾ ڪو سورة بقره ۽ آل عمران جو پڙهندڙ آهي؟ پوءِ جيڪڏهن ڪو شخص وراڻي پيو تہ هائو! مان ٻڌهندو آهيان، اهو ٻڌي اهي وڻ ٽارين سميت ان جي ويجهو اچي پيا وڃن تانتہ اهو انهن ۾ چنبڙي پيو پوي، جنهنڪري جبل جي ڏکيائين کان بچي پيو وڃي.

www.maktabah.org

### الله جي اسم اعظم واريون سورتون:

65. دارميءَ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان وٽ هڪ شخص سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي قراءت ڪئي ان کي چيائين تہ تون اهڙيون سورتون پڙهيون آهن جن ۾ الله جي اسم اعظم جو ذڪر آهي، جنهن جي ذريعي ڪائنس جيڪا بہ دعا گهري ويندي آهي سا قبول ڪندو آهي جيڪو بہ ان کان سوال ڪيو ويندو آهي سو ضرور عطا ڪندو آهي.

66. ابو عبيد ۽ ابو ضريس، حضرت ابو منيب جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن کي سندس چاچي ٻڌايو تہ هڪ شخص سورة بقره ۽ سورة آل عمران جي قراءت ڪئي جڏهن ان نماز پڙهي پوري ڪئي تہ ان کي حضرت ڪعب رضي الله عنه چيو: ڇا تو سورة بقره ۽ آل عمران پڙهي؟ عرض ڪيائين: هائو پڙهيم. فرمايائين: مونکي قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي تہ بيشڪ انهن سورتن ۾ الله جي اهڙي اسم جو ذڪر ڪيل آهي جنهن جي ذريعي جڏهن دعا گهري ويندي آهي تہ اها ضروري اگهامندي آهي پوءِ ان شخص عرض ڪيو تہ مون کي ٻڌايو تہ اسم اعظم جا ڪهڙا لفظ آهن؟ حضرت ڪعب رضي الله عنه فرمايس: الله جو قسم! آءٌ توکي نہ ٻڌائيندس. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن توکي ٻڌائيندس تہ تون ٿي سگهي ٿو اهڙي دعا گهرندين جو مان بہ هلاڪ ٿي ويندس ۽ تون بہ هلاڪ ٿي ويندين.

### عظمت ماڻيندڙ شخص:

67. ابو نعيم "دلائل النبوة" ۾ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة بقرة ۽ آل عمران پڙهندو اهو اسان ۾ عظمت ماڻيندو.

**فائدو**: مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمه الله فرمائي ٿو تہ حديث پاڪ ۾ لفظ بقرة ۽ آل عمران يا ٻي ڪنهن سورت جو نالو سورة جي لفظ کانسواءِ اچي تہ ان مان مراد ان نالي واري سورت هوندي آهي جيئن صحيح مسلم، جامع ترمذيءَ ۽ سنن نسائيءَ ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه کان روايت ڪيل حديث ۾ آيو آهي تہ بيشڪ شيطان اهڙي گهر مان ڀڄي ويندو آهي جنهن ۾ بقره پڙهي وڃي ٿي يعني: سورة بقره پڙهي وڃي ٿي.

### سورة بقره جو اُن جي پڙهندڙ لاءِ الله تعاليٰ کي عرض:

68. دارميءَ، حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص سورة بقرة ۽ سورة آل عمران پڙهندو تہ قيامت جي ڏينهن اُهي ان لاءِ الله تعاليٰ وٽ عرض ڪنديون تہ اي رب! هن تي اج ڪابہ پڪڙ نہ ڪر.

### جمعي جي رات سورة بقره ۽ آل عمران پڙهڻ جي فضيلت

69. اصبهانيءَ "ترغيب" ۾ حضرت عبدالواحد بن ايمن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي رات سورة بقرة ۽ آل عمران پڙهندو تہ ان کي ستين زمين ۽ ستين آسمان جي وچ جيترو اجر ملندو.

www.maktabah.org

عرش کان وٺي زمين جي تري تائين نور.

70. حميد بن زنجويه "فضائل الاعمال" ۾ عبدالواحد بن ايمن جي روايت نقل ڪئي آهي ان حميد شاميءَ کان روايت ڪئي آهي ته جيڪو شخص رات جو سورة بقره ۽ سورة آل عمران پڙهندو ته ان جو اجر ستين آسمان کان وٺي ستين زمين تائين هوندو.

71. حميد بن زنجويه "فضائل الاعمال" ۾ محمد بن ابي سعيد جي سند سان وهب بن منبه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص جمعي جي رات سورة بقرة ۽ آل عمران پڙهندو ته ان لاءِ عرش کان وٺي زمين جي تري تائين نور هوندو.

## قاتل وٽان سڄو قرآن هليو ويو:

72. ابو عبيد، حضرت ابو عمران جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان حضرت ابودرداء رضي الله عنه کي فرمائيندي ٻڌو ته هڪڙو شخص قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندو هو هڪ دفعي ان پنهنجي پاڙيسريءَ کي حملو ڪري قتل ڪري وڌو، پوءِ ان کي ان جي قصاص ۾ قتل ڪيو ويو ته قرآن پاڪ ان مان هڪ هڪ سورة ٿي ڪري نڪري ويو. تانته سورة آل عمران ۽ هوريان هوريان ان مان نڪري وئي باقي وڃي سورة بقرة ان وٽ بچي. ان کي چيو ويو ته منهنجي قول ۾ ڪابه تبديلي ڪانه ايندي ۽ مان ٻانهن تي ظلم ڪندڙ نه آهيان تنهن ڪري تون هن کي ڇڏي وڃ پوءِ اها سورة به ان مان ڪڪر جيان نڪري هلي وئي.

**فائدو:** ابو عبيد فرمائي ٿو ته هي ٻئي سورتون قبر ۾ انسان سان ورونهن خاطر گڏ هونديون آهن ۽ ان شخص وٽ قرآن پاڪ جون بچيون به وڃي اهي ئي ٻئي سورتون هيون سي به روئنديون هوريان هوريان نڪري ويس.

## رات جو سورة بقرة ۽ سورة آل عمران پڙهڻ جو ثواب:

73. ابو عبيد، سعيد بن منصور، عبد بن حميد، بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة بقرة ۽ آل عمران پڙهندو ته ان کي عابدن ۾ لکيو ويندو.

## ڏينهن جو سورة بقرة ۽ سورة آل عمران پڙهڻ جو ثواب:

74. ابوعبيد، سعيد بن عبدالعزيز التنوخيءَ کان روايت نقل ڪئي اهي ته يزيد بن الاسود الجرشي رضي الله عنه حديث ٻڌائيندو هو ته جيڪو شخص ڏينهن جو سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي تلاوت ڪندو، اهو شام تائين نفاق کان بچي ويندو ۽ جيڪو رات جو انهن ٻنهي سورتن جي تلاوت ڪندو، اهو صبح تائين نفاق کان بچي ويندو. يزيد پاڻ روزانو رات جو بنا ناغي جي سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي تلاوت ڪندو هو.

www.maktabah.org

**نماز ۾ سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي تلاوت:**

75. ابوذر الهرويءَ "فضائل" ۾ سعيد بن ابي هلال رحمه الله کان روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن رڪعت ۾ سورة بقرة ۽ سورة آل عمران جي تلاوت ڪري تو پوءِ جنهن بہ شيءِ جو سوال ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ ان کي اها شيءِ عطا ڪري ٿو.

**پنهنجي گهرن کي آباد ڪريو:**

76. ابوعبيد، امام احمد، امام مسلم، ترمذيءَ، نسائيءَ ۽ ابن ضريس، حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: پنهنجي گهرن کي نمازن سان آباد ڪريو. انهن کي قبرستان نہ بڻايو ۽ پنهنجا آواز قرآن پاڪ سان سنواريو ڇاڪاڻ تہ شيطان اهڙي گهر مان ڀڄي ويندو آهي جنهن ۾ سورة بقره پڙهي ويندي آهي.

**سورة بقرة ٻڌي شيطان ڀڄي ويندو آهي:**

77. ابو عبيد، حضرت انس رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: تہ بيشڪ شيطان جڏهن سورة بقرة ٻڌندو آهي تہ ان گهر مان ڀڄي ويندو آهي.

**سورة بقرة جي تلاوت ۽ شيطان جو ڀڄڻ:**

78. علامہ ابن عدي "الڪامل" ۾ ۽ ابن عساڪر "تاريخ" ۾ حضرت ابو درداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي، اهو فرمائي ٿو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قرآن پاڪ سکو! مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ شيطان اهڙي گهر مان نڪري ويندو آهي جنهن ۾ سورة بقرة جي تلاوت ڪئي ويندي آهي.

**جنهن گهر ۾ سورة بقرة جي تلاوت ٿئي ٿي:**

79. طبرانيءَ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن مغفل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن گهر ۾ سورة بقرة پڙهي وڃي ٿي ان رات جو ان گهر ۾ شيطان داخل نہ ٿيندو آهي.

80. ابن ضريس، نسائي، ابن الانباري "المصاحف" ۾، طبرانيءَ "معجم اوسط" ۽ "معجم صغير" ۾ ۽ ابن مردويہ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: آءٌ نہ ٿو چاهيان تہ ڪوبہ پنهنجي ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي بي پرواهہ ٿي ويهي ۽ سورة بقرة پڙهڻ ڇڏي ڏئي ڇا ڪاڻ تہ شيطان ان گهر کان ڀڄي ويندو آهي جنهن گهر ۾ سورة بقرة پڙهي ويندي آهي.

**قرآن پاڪ جي بلندي:**

81. دارميءَ، ابن ضريس، حاڪم جنهن هن کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي اِن فرمايو تہ هر شيءِ کي چوٽي (بلندي) ٿيندي آهي. قرآن پاڪ جي چوٽي (بلندي) سورة بقرة آهي. بيشڪ شيطان ان گهر مان ٽڙ ڏئي ڀڄي ويندو آهي جنهن ۾ سورة بقرة جي تلاوت ڪئي ويندي آهي.

www.maktabah.org

## شيطان هن گهر ۾ ٽي ڏهاڙا نہ ايندو:

82. ابو يعلي، ابن حبان، طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ ”شعب الايمان“ ۾ حضرت سهل بن سعد الساعدي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: بيشڪ هر شيءِ ڪي چوٽي ٿيندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي چوٽي سورة بقرة آهي جيڪو شخص ڏينهن جو گهر ۾ هيءَ سورة پڙهندو تہ شيطان ان گهر ۾ ٽي ڏهاڙا نہ ايندو ۽ جيڪو شخص رات جو پڙهندو تہ شيطان ان گهر ۾ ٽي راتيون نہ ايندو.

## وڏي ۾ وڏي فضيلت واري سورة ۽ آيت:

83. وڪيع ۽ حارث بن ابي اسامہ ۽ ابن ضريس، صحيح سند سان حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: قرآن پاڪ ۾ وڏي ۾ وڏي فضيلت واري سورت، سورة بقرة آهي ۽ وڏي ۾ وڏي آيت، آية الڪرسي آهي ۽ بيشڪ شيطان ان گهر مان ڀڄي ويندو آهي جنهن گهر ۾ سورة بقرة تلاوت ڪئي ويندي آهي.

## آيتن جي سردار آيت:

84. سعيد بن منصور، ترمذي، ابن منذر، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ ”شعب الايمان ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: بيشڪ هر شيءِ ڪي چوٽي ٿيندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي چوٽي سورة بقرة آهي ۽ هن سورة ۾ هڪ آية آهي جيڪا قرآن پاڪ جي سمورين آيتن جي سردار آهي اها آيت الڪرسي آهي جنهن بہ گهر ۾ هيءَ سورة پڙهي ويندي آهي ان مان شيطان ڀڄي ويندو آهي.

## قرآن پاڪ جي چوٽي:

85. امام بخاريءَ ”التاريخ“ ۾ حضرت سائب بن خباب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة بقرة قرآن پاڪ جي چوٽي آهي.

## قرآن جي ڇانوٽي:

86. ديلميءَ، حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن سورة ۾ ”بقرة“ جو بيان آهي سا قرآن جي ڇانوٽي آهي هن سورة کي سکو! ڇاڪاڻ تہ هن جو سکڻ برڪت آهي ۽ ڇڏي ڏيڻ حسرت آهي ۽ باطل ماڻهو هن جي پڙهڻ جي سگهہ نہ رکندا آهن.

87. دارميءَ خالد بن معدان جي انهن ئي لفظن جهڙي موقوف روايت نقل ڪئي آهي.

## سورة بقرة جي هر آيت سان اسي ملائڪ نازل ٿيا:

88. امام احمد ۽ طبرانيءَ صحيح سند سان معقل بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة بقرة قرآن پاڪ جي چوٽي آهي ان جي هر آيت سان اسي ملائڪ نازل ٿيا هئا ۽ آيت الڪرسيءَ کي عرش جي هيٺان نڪتي آهي جا بعد ۾ هن سورة سان ملي آهي.

www.maktabah.org

**وڏي فضيلت واري آيت:**

89. امام بغوي "معجم الصحابہ" ۾ ۽ ابن عساڪر "التاريخ" ۾ ربيعہ الجرشي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪان پڇيو ويو تہ قرآن پاڪ ۾ افضل سورة ڪهڙي آهي؟ فرمايائون: اها سورة جنهن ۾ "بقرة" جو بيان آهي. پڇا ڪئي وئي تہ سورة بقرة ۾ ڪهڙي آيت وڏي فضيلت واري آهي؟ فرمايائون: آيت الڪرسي ۽ سورة بقرة جون آخري آيتون جيڪي عرش جي هيٺان ڪان نازل ٿيون آهن.

**عجيب ڪيفيت:**

90. ابو عبيد، امام احمد، امام بخاري "صحيح بخاري" ۾ ۽ امام مسلم، امام نسائي، حاڪم، ابونعيم، بيهقيءَ ٻنهين "دلائل النبوة" ۾ اسيد بن حضير رضي الله عنه جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اوچتو وٽس ٻڌل گهوڙو ٽهڻ لڳو جي هن ماٺ ٿي ڪئي تہ گهوڙو بہ ماٺ ڪري بيهي ٿي رهيو. پوءِ جيئن ئي قرآن پڙهيائين تہ گهوڙو ساڳي طرح ئي ٽهڻ لڳو. جي ماٺ تہ گهوڙو بہ ماٺ. وري بہ جي پڙهي پيو تہ گهوڙو بہ ٽهي پيو. حضرت اُسيد رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ اتي منهنجو پٽ يحيٰ بہ هئو، مونکي خوف ٿيو تہ متان ان کي لتاڙي نہ وجهي پوءِ متو متي ڪٽي ڏٺم تہ ڇٽ وانگر ڪا شيءِ آهي جنهن ۾ ڏين وانگر ڪا شيءِ ٻري رهي هئي جا آسمان تائين چڙهي وئي تانته منهنجي نظر ڪان ئي اوجهل ٿي وئي. صبح جو اها ڳالهہ مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ٻڌائي پاڻ فرمايائون تہ توکي خبر آهي تہ اهو ڇا هو؟ عرض ڪيم: نہ اي الله جا رسول! فرمايائون: اهي ملائڪ هئا جيڪي آواز تي لهي آيا هئا جيڪڏهن صبح تائين پڙهين هان تہ ٻيا ماڻهو بہ اهو منظر ڏسن ها انهن ڪان لڪي نہ سگهي ها.

فائدة: هن حديث جهڙي ٻي حديث بہ حضرت اسيد بن حضير رضي الله عنه جي شان ۾ سورة ڪهف جي فضائل ۾ انشاء الله ايندي. پوءِ شايد اهو بہ ٻي دفعا واقعو ٿيو آهي جو مختلف سورتن بابت اها فضيلت آئي آهي. (والله اعلم)

**گهر ۾ روشنائي:**

91. ابو عبيد، محمد بن جرير بن يزيد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ مديني پاڪ جي محدثن سڳورن ڪيس حديث ٻڌائي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ٻڌايو ويو تہ سائين جن کي خبر هوندي تہ ڪالهہ رات ثابت بن قيس بن شماس رضي الله عنه جو گهر يڪو ڏيئن وانگر چمڪي رهيو هو (خبر نہ آهي ائين الائي ڇو پئي ٿيس) فرمايائون: ثابت بن قيس متان سورة بقرة جي تلاوت ڪئي هجي.

**سورة بقرة جي ڪري اميرائپ جو عهدو مليو:**

92. ترمذيءَ جنهن هن حديث کي حسن چيو آهي، نسائي ابن ماجہ، ابن حبان ۽ محمد بن نصر المروزي "ڪتاب الصلوة" ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي رسول صلي الله عليه وسلم جن هڪ جماعت کي جٿي جي صورت ۾ ڪيڏانهن موڪلڻ پئي چاهيو تہ پهريان انهن کي فرمايائون تہ جنهن کي جيترو قرآن ياد آهي اهو پڙهي ٻڌائي. هرهڪ ڪان قرآن

www.maktabah.org

پڙهايائون. انهن ۾ هڪ نوجوان بہ هيو ان کان پڇيائون توکي ڇا ياد آهي؟ عرض ڪيائين: ڦلاڻي ڦلاڻي سورة ۽ سورة بقرة بہ ياد آهي. فرمايائونس تہ سورة بقرة بہ توکي ياد آهي؟ عرض ڪيائين: هائو سائين ياد آهي. پوءِ فرمايائونس تہ تون هنن سان گڏ وڃ ۽ تون هنن جو امير آهين. پوءِ انهن مان حيثيت واري هڪ شخص چيو تہ الله جو قسم! مونکي، سورة بقرة جي سکڻ کان هن ڳالهہ روڪيو آهي جو آءٌ ان کي سنڀالي نہ سگهندس يعني: رات جو اٿي نماز ۾ نہ پڙهي سگهندس نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: قرآن پاڪ سکو ۽ ان کي پڙهو ڇاڪاڻ تہ قرآن جو مثال ان شخص لاءِ جيڪو ان کي پڙهي ٿو ۽ سکي ٿو ۽ رات جو نماز ۾ بہ پڙهي ٿو ائين آهي جيئن مشڪ جي ٿيلهيءَ جو منهن کليل هجي جو هر جاءِ تي ان جي خوشبو پئي وڪري ۽ ان شخص جو مثال جيڪو قرآن سکي ٿو ۽ ننڊ ٿو ڪري ائين آهي جيئن مشڪ جي ٿيلي بند ٿيل هجي.

**سورة بقرة جي ڪري فوقيت:**

93. بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ عثمان بن ابي العاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ان فرمايو: مونکي رسول الله ﷺ جن گورنر مقرر ڪيو جڏهن تہ ثقيف قبيلي جي وفد ۾ آيل ڇهن ڄڻن ۾ ننڍي ۾ ننڍو آءٌ هيس. ان جو وجهہ هيءُ هو جو آءٌ سورة بقرة جي تلاوت ڪندو هوس.

**سورة بقرة جي پڙهندڙ کي تاج پارايو ويندو:**

94. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ضعيف سند سان حضرت صلصال بن دلهمس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: پنهنجي گهرن ۾ سورة بقرة پڙهندا ڪريو ۽ انهن کي قبرستان نہ بنايو. فرمايائون تہ جيڪو شخص سورة بقرة پڙهندو ان کي جنت ۾ تاج پارايو ويندو.

95. وڪيع، دارميءَ، محمد بن نصر ۽ ابن ضريس حضرت عبدالرحمن بن اسود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة بقرة جي تلاوت ڪندو ان کي جنت ۾ تاج پارايو ويندو.

**جنهن سورة بقره پڙهي ان گهڻو ڪجهہ ڪيو:**

96. طبرانيءَ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن شخص سورة بقره پڙهي ان گهڻو ڪجهہ ڪيو ۽ پلو ڪيو.

97. وڪيع ۽ ابوذر هرويءَ "فضائل" ۾ حضرت تميمي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان پڇيو: تہ قرآن پاڪ ۾ ڪهڙي سورة افضل آهي؟ فرمايائين: سورة بقرة. مون پڇيو تہ پلا! ڪهڙي آيت افضل آهي؟ فرمايائين: آية الكرسي.

**هنن سورتن جي سکڻ جو حڪم:**

98. حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابوذر هرويءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة بقرة، سورة نساء، سورة مائده، سورة حج ۽ سورة نور سکو، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ احڪامن جو ذڪر آهي.

www.maktabah.org

**هڪ عورت جو نڪاح:**

99. دارقطنيءَ ۽ بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت عبدالله ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ عورت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن وٽ آئي عرض ڪيائين: اي الله جا رسول! منهنجي باري ۾ اوهان جو جيڪو مشورو هجي (يعني: جنهن سان چاهيو ان سان منهنجو نڪاح ڪرايو) رسول الله صلي الله عليه وسلم جن أن شخص کي فرمايو: جنهن هن عورت جو سڱ ڇڪايو هو تہ توکي قرآن پاڪ مان ڪجهہ اچي ٿو عرض ڪيائين: سورة بقرة ۽ مفصل سورتن منجهان هڪڙي سورة اچي ٿي. پوءِ فرمايائونس تہ مون تنهنجو هن عورت سان هن شرط تي نڪاح ڪرايو تہ تون هن کي قرآن پڙهائيندين ۽ سيڪاريندين.

100. ابو دائود ۽ بيهقيءَ، حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان شخص (نڪاح ڪندڙ) کي فرمايو: قرآن پاڪ مان ڪجهہ ياد اٿئي؟ عرض ڪيائين: سورة بقرة ۽ ٻي اها سورة جا ان سان گڏ آهي يعني: (آل عمران). رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايس: وڃ ۽ هن کي ويهہ آيتون سيکار، هيءَ تنهنجي گهر واري آهي.

حضرت مڪحولؒ فرمايو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ اهڙي قسم جي نڪاح ڪرائڻ جي ڪنهن کي بہ اجازت نہ آهي يعني: مهر طور قرآن جي تعليم تي نڪاح ڪرائڻ صحيح نہ آهي. (اها سائينجن صلي الله عليه وسلم جن جي ئي خصوصيت هئي)

**سورت بقرة جي مهابي معافي:**

101. زبير بن بڪار "الموفقيات" ۾ حضرت حمران بن ابان جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي حضرت عثمان رضي الله عنه وٽ هڪ چور کي پيش ڪيو ويو ان کي فرمايائين: تون تہ سهٹو سيبتو آهين تو جهڙو تہ چوري ڪندو ئي نہ آهي. بڌاءِ تہ توکي قرآن پاڪ مان ڪجهہ ياد آهي. عرض ڪيائين تہ جي سائين! آءٌ سورة بقرة جي تلاوت ڪندو آهيان فرمايائين تہ هاڻي هليو وڃ. سورة بقرة جي مهابي تنهنجو هٿ نہ ٿو ڪٽيان.

**سورة بقرة کي ٿاهي ٿاهي پڙهڻ:**

102. بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت ابوجمره رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کي چيو: اُبَيَ قرآن پاڪ تڪڙو تو پڙهي. فرمايائين تہ سورة بقرة کي ٿاهي ٿاهي پڙهڻ سڄي قرآن (کي تڪڙي) پڙهڻ کان مون کي وڌيڪ پسند آهي.

**سورة بقرة جي سکيا ۾ عرصو:**

103. خطيب "رواة مالک" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حضرت عمر رضي الله عنه سورة بقرة ٻارنهن سالن ۾ سکي پوءِ جڏهن ان کي پورو ڪيائين تہ (خيرات) ۾ اُٺ ذبح ڪيائين.

104. امام مالکؒ "موطاءَ" ۾ روايت آندي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما سورة بقرة سکڻ لاءِ اٺ سال صرف ڪيا.

www.maktabah.org

105. ابن سعد "طبقات" ۾ حضرت ميمون جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما چئن سالن ۾ سورة بقرة سکي.

**حضرت ابوبکر جي فجر نماز ۾ قراءت:**

106. حضرت مالک ۽ سعيد بن منصور ۽ امام بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت عروه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابوبکر صديق رضي الله عنه فجر واري نماز جي ٻنهي رڪعتن ۾ سورة بقرة پڙهندو هئو.

107. امام شافعيؒ "الام" ۾، سعيد بن منصور، ابن ابي شيبة "مصنف" ۾ ۽ امام بيهقيءَ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابو بکر صديق رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائيندو هو تہ سورة بقرة پرهندو هو حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو: صبح جي نماز ماڻهن کي پڙهايو تا سج بہ ايرڻ جي ويجهو ٿي وجي ٿو. حضرت ابو بکر صديق رضي الله عنه فرمايو: جيڪڏهن ايري پيو تہ اسان کي غافل نہ ڏسندو.

**حضرت ابو بکر رضي الله عنه جي عيد نماز ۾ قراءت:**

108. ابن ابي شيبة حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابو بکر صديق رضي الله عنه عيد واري ڏينهن سورة بقرة پڙهي، ايتري قدر جو هڪ جهوني شخص کي ڏٺم تہ قيام جي ڊگهي ٿيڻ جي ڪري ڪِرَڻ جي قريب هو.

**ميت تي سورة بقرة جو پڙهڻ:**

109. ابن ابي شيبة ۽ مروزيءَ "جنائز" ۾ ۽ ابوذر هرويءَ "فضائل" ۾ حضرت شعبي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ انصاري صحابي ميت وٽ سورة بقرة پڙهندا هئا.

110. ابو بکر بن الانباري "المصاحف" ۾ ابن وهب جي سند سان حضرت سليمان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ربيعہ رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ سورة بقرة ۽ آل عمران کي اڳ ۾ ڇو رکيو ويو آهي حالانڪہ ان کان اڳ ۾ مکي پاک ۾ اسيءَ کان مٿي سورتون نازل ٿيون هيون. ان مجلس ۾ آءٌ بہ حاضر هوس. حضرت سليمان رضي الله عنه فرمايو: ان ذات جي علم جي ڪري جنهن انهن ٻنهن سورتن کي مقدم ڪيو آهي، تنهن ڪري ان جي باري ۾ سوال نہ ڪيو وجي (تہ بهتر آهي) يعني: انهن کي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حڪم مطابق مقدم ڪيو ويو آهي.

**جنگ يمامہ ۾ شعار:**

111. عبدالرزاق ۽ ابن ابي شيبة ٻنهين "المصنف" ۾ حضرت عُروه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ مسيلمة (جنگ يمامة) واري ڏينهن هڪ ٻئي کي سڏڻ لاءِ مسلمانن جو شعار هي هو "يا اصحاب البقرة" يعني: اي سورة بقرة وارؤ!

**سورة بقرة جون ميارون:**

112. امام احمد "الزهد" ۾ ۽ حڪيم ترمذيءَ" نوادر الا صول" ۾ سليمان بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي رات جو حضرت ابو سعيد انصاري رضي الله عنه أٿيو ۽ چيائين:

www.maktabah.org

"إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" پوءِ فرمايائين تہ آءٌ روزانو رات جو سورة بقرة جو ورد ڪندو آهيان پر اڄ رات مون کان وسري وئي آهي. رات خواب ۾ ڏٺم تہ سورة بقرة مون کي مهڻا ۽ ميارون ڏئي رهي آهي.

**سورة بقرة جو قسم:**

113. ابن ابي شيبة، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص سورة بقرة جو قسم ڪنيو ۽ هڪ روايت جا لفظ آهن تہ جنهن شخص قرآن پاڪ جي ڪنهن بہ سورت جو قسم ڪنيو تہ ان تي هر آيت جي عوض قسم آهي.

**هر آيت جو قسم:**

114. ابن ابي شيبة، حضرت مجاهد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص قرآن پاڪ جي ڪنهن بہ سورة جو قسم ڪنيو تہ ان تي ان جي هر آيت جي عوض وجوبي قسم آهي پوءِ جنهن کي وڻي تہ قسم مان آجو ٿئي يا قسم ٽوڙي گناهہ جو بار کڻي.

**رمضان المبارڪ جي هڪ رات:**

115. ابن ابي شيبة "المصنف" ۾ ۽ امام احمد، مسلم، ابو داؤد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت حُذيفه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان رمضان المبارڪ جي هڪڙي رات نماز پڙهي تہ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جن سورة بقرة شروع ڪئي. مون پئي سوچيو تہ شايد هڪ رڪعت ۾ پوري ڪندا، پر جيئن ئي سورة بقرة پوري ٿي تہ سورة نساء شروع ڪيائون. ان کان پوءِ سورة آل عمران آرام سان پڙهيائون. جڏهن تسبيح واري آيت پئي تلاوت ڪيائون تہ رب پاڪ جي تسبيح پئي ڪيائون ۽ جڏهن سوال واري آيت پئي پڙهيائون تہ سوال ٿي ڪيائون ۽ جڏهن تعوذ (پناهہ) واري آيت پئي پڙهيائون تہ رب پاڪ جي پناهہ ٿي گهريائون.

**رات جو سورة بقرة پڙهڻ:**

116. امام احمد، ابن ضريس، بيهقيءَ، حضرت عائشة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ رات جو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان گڏ اٿندي هيس تہ پاڻ سڳورا صلى الله عليه وسلم جن سورة بقرة، آل عمران ۽ سورة نساء پڙهندا هئا پوءِ جيڪڏهن ان ۾ خوشخبريءَ واري ڪا آيت ايندي هئي تہ رغبت ۽ شوق سان دعا گهرندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪا اهڙي آيت پڙهندا هئا جنهن ۾ خوف ۽ ڊڄ جو ذڪر هوندو هو تہ دعا گهرندا هئا ۽ الله جي پناهہ بہ گهرندا هئا.

117. حضرت ابودائود، ترمذي "شمائل" ۾، نسائيءَ، بيهقيءَ حضرت عون بن مالڪ الاشجعي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ هڪ دفعي رات جو نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن سان اٿيس تہ پاڻ سڳورا صلى الله عليه وسلم جن نماز ۾ بيٺا تہ ان ۾ سورة بقرة پڙهيائون پوءِ جنهن آيت ۾ رب جي رحمت جو ذڪر اچي پيو تہ اتي وقفو ڪري الله پاڪ کان دعا گهرن پيا ۽ جي عذاب

www.maktabah.org

واري آيت پئي پڙهيائون ته الله جي پناهه گهرن پيا ان کانپوءِ قيام جيترو رڪوع ڪيائون جنهن ۾ سبحان ذي الجبروت والملكوت والكبرياء والعظمة“ واري تسبيح پڙهيائون پوءِ ٻي رڪعت ۾ سورة آل عمران پڙهيائون پوءِ هڪڙي ٻي سورة پڙهيائون.

118. ابن ابي شيبة رحمه الله ”المصنف“ ۾ حضرت سعيد بن خالد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي. ان فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن نماز پڙهي جنهن جي هڪ رڪعت ۾ سبع طوال (ست وڏيون سورتون) پڙهيائون.

## سورة بقرة جي پهرين چئن آيتن جي فضيلت

119. عبدالله بن احمد بن حنبل ”زوائد المسند“ ۾ حسن سند سان ۽ ابن ماجه، حاڪم ۽ بيهقيءَ ”الدعوات“ ۾ حضرت اُبَيُّ بن ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آءٌ وينو هوس ته هڪ ٻهراڙيءَ جو رهاڪو آيو ۽ عرض ڪيائين: اي الله جا رسول! منهنجي ڀاءُ کي تڪليف آهي. سائين جن ﷺ پڇيس ته ڇاجي تڪليف اٿس؟ عرض ڪيائين ته چريائپ اٿس ’متي ۾ سور به پوندو اٿس‘ پروري ڇڏي به ويندو اٿس. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس ته هيڏي وٺي اچيس پوءِ هو ويو ۽ ان کي وٺي آيو ۽ سائين ﷺ جن جي آڏو ويهاريائينس. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة فاتحه ۽ سورة بقرة جون پهريون چار آيتون ۽ آية: 163 يعني: (والهكم اله واحد... الخ) ۽ آية الكرسي ۽ سورة بقره جون آخري 3 آيتون ۽ آل عمران جي آية 18 (شهد الله انه لا اله الا هو) ۽ سورة الاعراف جي آية 54 يعني: (ان ربكم الله الذى... الخ) ۽ سورة المومنون جي آخري آية يعني: فتعالىٰ الله الملك الحق ۽ سورة جن جي آيت نمبر 3 يعني: وانه تعالىٰ جد ربنا ۽ سورة صافات جون پهريون ڏهه آيتون ۽ سورة حشر جون آخري ٽي آيتون ۽ سورة قل هو الله احد ۽ سورة قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهيون پوءِ اهو شخص اُٿيو ڄڻ ته سور هيس ئي ڪونه.

120. علامة ابن سني ”عمل اليوم والليلة“ ۾ عبدالرحمٰن ابن ابي ليليٰ جي سند سان هڪ شخص پنهنجي پيءُ کان متين حديث جهڙي روايت ڪئي آهي.

### شيطان ۽ چريائپ کان:

121. دارميءَ ۽ ابن ضريس، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص سورة بقرة جون ڏهه آيتون يعني: چار منڍ واريون ۽ آية الكرسي ۽ ٻه ان کان بعد واريون ۽ سورة بقرة جون آخري ٽي آيتون پڙهندو ته ان ڏينهن شيطان، ان جي ۽ ان جي اهل و عيال جي ويجهو نه ايندو نه ئي ڪا اهڙي شيءِ ڏسندو، جاهن جي اهل ۽ مال کي پريشان ڪري ۽ جيڪڏهن مجنون (چرئي) تي اهي آيتون پڙهيون ويندون ته اهو صحيح ٿي ويندو.

## سورة بقرة جي ڏهن آيتن جي فضيلت

122. دارميءَ ۽ طبرانيءَ، حضرت عبدالله ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة بقرة جون ڏهه آيتون پڙهندو ته ان رات جي صبح تائين ان

www.maktabah.org

جي گھر ۾ شيطان داخل نہ ٿيندو. يعني: چار پهريون آيتون ۽ آية الكرسي ۽ ان کانپوءِ واريون ہہ آيتون ۽ سورة بقرة جون آخري ٽي آيتون يعني: لله مافي السموات کان آخر تائين.

**قرآن نہ وسارڻ جو وظيفو:**

123. سعيد بن منصور، دارميءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي شاگرد حضرت مغيره بن سبيع جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سمهڻ مهل سورة بقرة جون ڏهہ آيتون پڙهندو تہ اهو قرآن ڪي نہ وساريندو يعني: چار آيتون منڍ واريون ۽ آية الڪرسي ۽ ہہ آيتون ان کان بعد واريون ۽ آخري ٽي آيتون.

**دفنائڻ کان پوءِ قبر تي ڇا پڙهجي؟**

124. طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو آهي تہ جڏهن توهان مان ڪو وفات ڪري وڃي تہ ان کي دفنائڻ ۾ دير نہ ڪجو. قبر ڏي جلدي ڪڍي وڃجوس ۽ دفنائڻ کانپوءِ ان جي مٿي کان سورة بقرة جون منڍ واريون آيتون پڙهجو ۽ ان جي پيرن کان آخري آيتون پڙهجو.

**پيءُ جي پٽ کي وصيت:**

125. طبرانيءَ "معجم ڪبير" ۾ عبدالرحمٰن بن العلاء ابن اللجلاج جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون کي منهنجي پيءُ چيو تہ پٽ! جڏهن مون کي لحد ۾ لاهين تہ "بسم الله وعلىٰ ملة رسول الله" پڙهجانءِ ان کانپوءِ منهنجي مٿان آرام سان مٽي ورائجانءِ آخر ۾ منهنجي مٿن کان سورة بقرة جون منڍ واريون آيتون پڙهجانءِ.

**قبر مٿان سورة بقرة جون آيتون پڙهڻ مستحب آهن:**

126. بيهقيءَ "سنن" ۾ حَسَنُ سند سان روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما ميت کي دفنائڻ کان پوءِ ان جي قبرتي سورة بقرة جي پهرين ۽ ان جي آخري آيتن جي پڙهڻ کي مستحب سمجهندو هو.

**فائده:** هيءُ روايت علامه نووي "ڪتاب الاذڪار" ۾ بہ آندي آهي.

**جان ۽ مال جي حفاظت لاءِ:**

127. ابن نجار "تاريخ" ۾ محمد بن علي المطلبي جي سند سان حضرت خطاب بن سنان جي روايت آندي آهي ان حضرت قيس بن ربيع کان ان حضرت ثابت بن ميمون کان ان محمد بن سيرين کان روايت نقل ڪئي آهي تہ اسان هڪ ٻيٽ ۾ هڪڙي قوم وٽ پهتاسين تہ اتان جي رهاڪن مان هڪ ڪٽنب اسان وٽ آيو اسان کي چيائون تہ هتان هليا وڃو ڇاڪاڻ تہ هتي جيڪو بہ ترسيو آهي، ان کان ان جو مال ڦريو ويو آهي. پوءِ منهنجا ساٿي هليا ويا پر آءٌ ان حديث جي ڪري ترسي پيس جيڪا حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما مون کي ٻڌائي هئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو ٽيٽيهہ آيتون پڙهندو تہ ان کي ان رات نہ ڪوئي

www.maktabah.org

ڦاڙيندڙ جانور نقصان رسائيندو، نہ ئي کو ڦورو ان سان هٿ چراند ڪندو ۽ صبح تائين ان جي جان ۽ مال محفوظ رهندا. پوءِ جڏهن شام ٿي تہ مون ننڊ نہ ڪئي ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ڏٺم تہ ٿيهن کان وڌيڪ ماڻهو تلوارون تاڻيون اچي پهتا. پر مون کي ڪجهہ بہ نہ چيائون. صبح جو جڏهن مون سفر جي تياري ڪئي تہ هڪ پوڙهي شخص چيو تہ تون انسان آهين يا جن؟ مون چيو آءٌ تہ انسان آهيان. پوڙهي چيو تہ تون ڪيئن بچي وئين؟ اسان تو وٽ ستر کان بہ وڌيڪ پيرا آياسين پر لوهہ جو هڪ ڪوٽ هو جيڪو تنهنجي ۽ اسان جي وچ ۾ اوٽ بڻجي پئي ويو. پوءِ مون ان کي اها حديث ٻڌائي.

**فائده**: ٿينيهہ آيتون هيءُ آهن سورة بقرة جون پهريون چار آيتون "مفلحون" تائين ۽ آية الڪرسي ۽ ان کان بعد واري ٻہ آيتون "خالدون" تائين ۽ سورة بقرة جون آخري ٽي آيتون يعني: "لله مافي السموات" کان آخر تائين ۽ اعراف جون ٽي آيتون يعني: "ان ربک الله" کان "من المحسنين" تائين ۽ سورة بني اسرائيل جون آخري آيتون يعني: "قل ادعو الله او ادعو الرحمن" کان آخر تائين ۽ سورة صافات جون منڍ واريون ڏهہ آيتون "ثاقب" تائين ۽ سورة رحمنٰ جون ٽي آيتون يعني: "يا معشر الجن والانس" کان "فلا تنتصران" تائين ۽ سورة حشر جون آخري آيتون يعني: "لوانزلنا هذا القرآن علىٰ جبل" کان سورة جي پڇاڙيءَ تائين ۽ ٻہ آيتون سورة جن جون يعني: "وانهٗ تعالىٰ جد ربنا" کان "شططا" تائين پوءِ هيءَ حديث شعيب بن حرب کي ٻڌايم ان چيو تہ اسان هنن آيتن کي "آية الحرز" يعني: حفاظت واريون آيتون چوندا آهيون ۽ کي چون ٿا تہ هنن آيتن ۾ سو بيمارين کان شفا آهي چريائپ، بگ، ڪوڙهہ ۽ ٻيون بہ ڪوڙ بيماريون آهن جن جو علاج هنن آيتن ۾ آهي. محمد بن علي فرمايو: اسان جي استاد کي اڌرنگو (فالج) ٿي پيو پوءِ اسان ان تي هيءُ آيتون پڙهيون تہ الله جي حڪم سان اسان جو استاد صاحب تندرست ٿي ويو.

128. امام بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة بقرة جون ڏهہ آيتون صبح جو پڙهندو تہ شام تائين شيطان ان جي ويجهو نہ ايندو ۽ جيڪڏهن شام جو پڙهندو تہ صبح تائين ان جي ويجهو نہ ايندو ۽ نہ ئي ڪا شيءِ ان جي مال ۽ اهل کي پريشان ڪندي ۽ جيڪڏهن مجنون (چرئي) تي پڙهيون وڃن تہ صحيح ٿي ويندو. اهي آيتون هيءُ آهن سورة بقرة جون منڍ واريون چار آيتون ۽ آية الڪرسي ۽ ان ڪانپوءِ واريون ٻہ آيتون ۽ سورة بقرة جون آخري ٽي آيتون.

### ربنا تقبل منا...... (البقره آيت: 127) بابت:

129. دار قطنيءَ حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن روزو افطار ڪندا هئا تہ هيءَ دعا پڙهندا هئا "اللهم لک صمنا وعلىٰ رزقک افطرنا فتقبل منا انک انت السميع العليم.

ترجمو: اي الله! تنهنجي خاطر روزو رکيوسين ۽ تنهنجي رزق تي چوڙيوسين. تنهن ڪري تون اسان جو هي عمل قبول فرماءِ! بيشڪ تون ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهين.

www.maktabah.org

**آمنا بالله وما انزل الينا**...... (سورة البقره: آيت 136) **بابت**:

130. امام احمد، مسلم، ابوداؤد، نسائيءَ ۽ بيهقيءَ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي سنت جي پهرين رڪعت ۾ سورة بقرة جي آيت "قُولُوٓا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ اِلٰٓى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَمَآ اُوْتِيَ النَّبِيُّوْنَ مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ ۖ وَنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ۝"

۽ ٻي رڪعت ۾ آمنا بالله واشهد بانا مسلمون..... سڄي آيت ۽ "قل يا اهل الكتب تعالوا الي كلمة"....الآية پڙهندا هئا هن جي وضاحت ايندڙ حديث ۾ اچي ٿي.

131. امام احمد "مسند" ۾ ۽ حاڪم "مستدرڪ" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي ٻن رڪعتن ۾ گهڻو ڪري هي آيتون پڙهندا هئا.

پهرئين ۾ "قولو آمنا بالله وما انزل الى ابراهيم" سڄي آيت ۽ ٻيءَ ۾ "قل يا اهل الكتب تعالوا الى كلمة" سڄي آيت پڙهندا هئا.

فائده: امام حاڪم فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث امام مسلم جي شرطن تي صحيح آهي.

**اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ** (سورة البقره: آيت 156) **جي فضيلت**

132. ابن جرير، ابن المنذر، ابن ابي حاتم، طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ: الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ بيشڪ مومن جڏهن الله جي امر کي مڃيو اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ پڙهيائين تہ ان لاءِ ٽي چڱيون خاصيتون لکي ڇڏيندو آهي. 1. الله تعاليٰ جي طرفان درود 2. رحمت 3. هدايت جي رستي جي توفيق.
رسول الله ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص مصيبت وقت "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝" پڙهندو تہ الله پاڪ ان مصيبت جي نقصان جو پورائو ڪندو ۽ ان جي عاقبة چڱي ڪندو ۽ ان کي اهڙو چڱو بدلو عطا ڪندو جو اهو خوش ٿي ويندو.

**هن امت کي هڪ خاص دعا ملي:**

133. طبرانيءَ ۽ ابن مردوية حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: منهنجي امت کي هڪ اهڙي شيءِ عطا ڪئي وئي آهي جا اڳ ۾ ڪنهن بہ امت کي نہ ملي آهي. اها آهي مصيبت وقت "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝" جو ورد ڪرڻ.

134. وڪيع، عبد بن حميد، ابن جرير ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ سعيد بن جبير رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هن امت کي مصيبت وقت هڪ اهڙي شيءِ عطا ڪئي وئي آهي جا اڳين نبين مان ڪنهن بہ هڪ کي نہ ڏني وئي آهي ۽ جيڪڏهن نبين مان ڪنهن بہ نبيءَ کي ملي ها تہ حضرت يعقوب عليه السلام کي ملي ها. جڏهن هو چوي پيو تہ "يا اسفي علىٰ يوسف" (افسوس جو مون کي يوسف جو غم آهي) ۽ اها شيءِ اٿو "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝"

www.maktabah.org

بيهقيءَ جا لفظ هيءُ آهن "هن امت کانسواءِ ڪنهن بہ امت کي "إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" جهڙو وظيفو نہ ڏنو ويو ۽ حضرت يعقوب عليه السلام کان جيڪي لفظ حضرت يوسف عليه السلام جي وڇوڙي وقت ٻڌا ويا سي هيءُ هئا "يا اسفيٰ علي يوسف" (افسوس جو مون کي يوسف جو غم آهي)

**هنن خصلتن واري لاءِ جنت آهي:**

135. ابن ابي الدنيا، بيهقيءَ، عمرو بن شعيب جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان أن حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن ۾ چار خصلتون هونديون آهن تہ الله پاڪ ان لاءِ جنت ۾ جاءِ بنائيندو آهي. 1. جنهن جي معاملي جي عصمت (حفاظت) "لا اله الا الله" هجي 2. مصيبت وقت "إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" پڙهي 3. جڏهن ڪا شيءِ مليس تہ "الحمد الله" چوي 4. جڏهن ڪو گناهہ ڪري تہ "استغفرالله" چوي.

136. امام احمد، ابن ماجه، بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت حسين بن علي رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ڪنهن بہ مسلمان کي ڪابہ مصيبت پهچندي آهي پوءِ هو ان کي ياد ڪري نئين سر "إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" پڙهندو آهي تہ الله تعاليٰ ان کي مصيبت پهچڻ واري ڏينهن جي اجر برابر اجر عطا ڪندو. جيتوڻيڪ ان کي ڪافي زمانو گذري چڪو هجي.

137. سعيد بن منصور، عقيلي "الضعفاء" ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي ان جهڙي حديث نقل ڪئي آهي.

138. حڪيم ترمذيءَ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ڪنهن بہ نعمت تي باوجود عرصي گذرڻ جي جڏهن بانهو الله تعاليٰ جو حمد (ساراهہ) نئين سر ڪندو آهي تہ الله تعاليٰ بہ ان جو ثواب نئين سر ان کي عطا ڪندو آهي ۽ ڪنهن بہ مصيبت پهچڻ تي باوجود عرصي گذرڻ جي جڏهن بانهو "إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" پڙهندو آهي تہ الله تعاليٰ بہ ان کي نئين سر ثواب ۽ اجر عطا ڪندو آهي.

**حضرت ام سلمة رضي الله عنها جي دعا:**

139. امام احمد ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ام سلمة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ ڏينهن منهنجو گهروارو ابو سلمة رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن وٽان تي مون وٽ آيو. مون کي چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کان هڪڙي ڳالهہ ٻڌي آهي، جنهن سان مون کي خوشي پهتي آهي. فرمايائون تہ ڪوبہ مسلمان مصيبت وقت "إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ﴿١٥٦﴾" پڙهي تو ۽ ان کان پوءِ هيءُ دعا پڙهي تو يعني: اللهم اجرني في مصيبتي واخلف لي خيراً منها (اي الله! مون کي هن مصيبت ۾ اجر ڏي ۽ هن کان وڌيڪ ڀلو مون کي عطا ڪر) تہ ان کي اها شيءِ ملي وڃي ٿي. حضرت ام سلمة رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ مون

www.maktabah.org

اها دعا ياد ڪري ڇڏي هئي، جڏهن منهنجو گهر وارو ابوسلمة ﷛ وفات ڪري ويو تہ مان "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝" ۽ مٿين دعا بہ پڙهندي هيس، پوءِ دل ۾ سوچيندي هيس تہ ابوسلمة ﷛ کان وڌيڪ ڀلو ڪير ٿي سگهي ٿو. پوءِ الله تعاليٰ ان جي بدلي ۾ ابوسلمة کان وڌيڪ ڀلو گهر وارو رسول الله ﷺ جن عطا ڪيو جو آءٌ سندن گهرواري ٿيس.

140. امام مسلم، حضرت ام سلمة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ فرمايائين: مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو تہ ڪوبہ ٻانهو مصيبت وقت "انا لله وانا اليه راجعون اللهم اجرني في مصيبتي واخلف لي خيرا منها" پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ ان کي ان مصيبت ۾ اجر عطا ڪري ٿو ۽ بدلي ۾ ان کان وڌيڪ ڀلو ڏئيس ٿو. حضرت ام سلمة رضي الله عنهما فرمائي ٿي تہ جڏهن منهنجو مڙس ابو سلمة ﷛ گذاري ويو تہ مون بہ اها دعا پڙهي. پوءِ الله تعاليٰ ابو سلمة کان وڌيڪ ڀلو مڙس رسول الله ﷺ جن جي صورت ۾ مون کي عطا ڪيو.

**ٻارجي وفات وقت دعا:**

141. امام احمد ۽ ترمذيءَ جنهن هن حديث کي "حسن" چيو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو موسيٰ ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جڏهن ڪنهن جو ٻار وفات ڪري وڃي ٿو تہ: الله پاڪ ملائڪن کي چوي ٿو تہ: منهنجي ٻانهي جي ٻچڙي جو توهان روح قبض ڪيو؟ عرض ڪن ٿا: جي سائين! وري فرمائين ٿو تہ: انهن جي دل جي ٽڪري جو روح قبض ڪري آيا آهيو؟ عرض ڪن ٿا تہ جي سائين! پوءِ پڇين ٿو تہ: ان مهل منهنجو ٻانهو ڇا پيو چوي؟ عرض ڪيائون تہ سائين! تنهنجي ساراهہ پيو ڳائي ۽ " اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝ " پيو پڙهي. الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمائي ٿو تہ: منهنجي ان ٻانهي لاءِ جنت ۾ هڪڙو گهر ٺاهيو ۽ ان جو نالو "بيت الحمد" رکو.

**پنهنجي پاءُ جي وفات وقت دعا:**

142. طبرانيءَ (جنهن هن حديث کي "حسن" قرار ڏنو آهي) حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷛ جن فرمايو: موت ۾ گهبراهٽ آهي تنهن ڪري توهان مان جنهن کي پنهنجي پاءُ جي وفات جي خبر پهچي تہ اهو هيءَ دعا پڙهي "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ۝ وَاِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنْقَلِبُوْنَ ۝

ترجمو: بي شڪ اسان الله جا آهيون ۽ ان ڏانهن ئي موٽنداسين ۽ بي شڪ اسان پنهنجي رب ڏي موٽندڙ آهيون.

**جُتيءَ جي ڇڃي پوڻ مهل دعا:**

143. طبرانيءَ ضعيف سند سان حضرت ابولبابه ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن جي جتي مبارڪ جو پٽو ڇڃي پيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ" صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو: اي الله جا رسول ﷺ

www.maktabah.org

ڇا اها بہ مصيبت آهي؟ فرمايائون: مومن کي جيڪو بہ اڻوڻندڙ واقعو پيش اچي ٿو سو مصيبت ۾ شامل آهي.

144. امام بزار "مسند" ۾ ضعيف سند سان ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن توهان جي جُتيءَ جو پٽو ڇڄي پوي تہ "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ" پڙهندا ڪريو ڇا ڪاڻ تہ اها بہ هڪ قسم جي مصيبت آهي.

145. امام بزار ضعيف سند سان حضرت شداد بن اوس رضي الله عنه جي ان جهڙي موفوع روايت نقل ڪئي آهي.

### جتيءَ جو ڇڄڻ بہ مصيبت آهي:

146. ابن ابي شيبه ۽ ابن ابي الدنيا، عون بن عبدالله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي جيڪڏهن پند ڪندي جتي ڇڄي پوندي هئي تہ "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ "پڙهندو هئو ۽ فرمائيندو هو تہ هيءَ بہ مصيبت آهي.

147. ابن ابي الدنيا "العزاء" ۾ شهر بن حوشب رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن شخص جي جتيءَ جو پٽو ڇڄي پوي تہ "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ "پڙهي، ڇاڪاڻ تہ اها بہ هڪ قسم جي مصيبت آهي.

### ڏيئي جو وسامي وڃڻ بہ مصيبت آهي:

148. عبد بن حميد ۽ ابن ابي الدنيا "العزاء" ۾ حضرت عڪرمة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن جو ڏيئو مبارڪ وسامي ويو تہ چيائون: "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ "ڪنهن پڇيو تہ سائين! اها بہ مصيبت آهي ڇا؟ فرمايائون: هائو اها بہ هڪ قسم جي مصيبت آهي ۽ هر اها شيءِ مصيبت ۾ شامل آهي جا مؤمن کي ايذائي.

149. ابن ابي الدنيا، عبدالعزيز بن رواد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون کي هيءَ حديث پهتي آهي تہ هڪ دفعي ڏيئو وسامي ويو تہ نبي ڪريم ﷺ جن "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ "پڙهي ۽ فرمايائون تہ جيڪا بہ شيءِ توکي بري محسوس ٿئي سا مصيبت آهي.

### جماعت سان نماز نڪري وڃڻ بہ مصيبت آهي:

150. عبد بن حميد، حسن کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن توکان جماعت سان نماز پڙهڻ فوت ٿي وڃي تہ "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ " پڙهندو ڪر ڇاڪاڻ تہ اها بہ هڪ مصيبت آهي.

151. عبدبن حميد، شوار بن دائود جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي حضرت سعيد بن المسيب کان جماعت سان نماز فوت ٿي وئي تہ "اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّآ اِلَيْهِ رٰجِعُوْنَ ﴿۱۵۶﴾ "پڙهيائين، ايتري قدر جو سندس آواز مسجد جي ٻاهران بہ ٻڌو ويو.

www.maktabah.org

### والهكم الٰہ واحد..... البقره آيت: 394 جي فضيلت

### الله تعاليٰ جو اسم اعظم:

152. ابن ابي شيبة، امام احمد، دارميءَ، ابودائود، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي "صحيح" به قرار ڏنو آهي ۽ ابن ماجه، ابو مسلم الڪجي "السنن" ۾، ابن ضريس، ابن ابي حاتم، بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ اسماء بنت يزيد بن السڪن رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله پاڪ جو اسم اعظم هنن ٻن آيتن ۾ آهي.

1. وَاِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ﴿١٦٣﴾ سورة بقره، آيت نمبر: 163

ترجمو: الله پاڪ توهان جو الله هڪڙو آهي. ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي مگر اهو ٻاجهارو آهي مهربان آهي.

2. الٓمّٓ ﴿١﴾ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ﴿٢﴾ (سورة آل عمران، آيت: 1-2)

ترجمو: آلمٓ (الله تعاليٰ کي ئي هنن لفظن جي معنيٰ جي خبر آهي) الله پاڪ ڪانسواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي هو زنده ۽ سڀ کي قائم رکندڙ آهي.

### جنّن تي وڏيڪ سخت آيت:

153. علامه ديلميءَ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سرڪش جنن تي سورة بقرة جي هنن آيتن يعني والهكم اله واحد ....... کان وڌيڪ ڪابه شي سخت نه آهي.

### گهٻراهٽ ۽ چرپائپ کان علاج:

154. ابن عساڪر، ابراهيم بن وثيمه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص هنن آيتن کي روزانو لازم ڪري وٺندو يعني: پڙهندو ته الله تعاليٰ ان جي چريائپ واري مرض کي ختم ڪري ڇڏيندو. آيتون هيءُ آهن.

1. الهكم اله واحد (سورة بقره آيت نمبر: 163) ۽ آية الڪرسي ۽ سورة بقرة جي آخري آيت ۽ ان ربڪم المحسنين کان المسلمين تائين يعني: سورة الاعراف آيت 54 کان 56 تائين ۽ سورة حشر جي آخري آيت. اسان کي حديث پهتي آهي ته اهي آيتون عرش جي ڪندن تي لکيل آهن ۽ حضرت ابراهيم بن وثيمه رضي الله عنه فرمائيندو هو ته ٻارڙن کي گهٻراهٽ ۽ چريائپ جهڙن مرضن کان اهيءَ آيتون لکي پارائيندا ڪريو.

### ربنا آتنا في الدنيا حسنة... الخ جي فضيلت:

155. ابن ابي شيبة ۽ امام احمد، امام بخاري، مسلم، ابودائود، نسائي ۽ ابو يعلي حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن اڪثر دعا جيڪا گهرندا هئا سا هيءَ هوندي هئي "رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ﴿٢٠١﴾ (سورة البقره: آيت 201)

www.maktabah.org

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار! اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ چڱائي عطا ڪر ۽ اسان کي جهنم جي عذاب کان بچاءِ.

**هر شيءِ جي لاءِ دعا:**

156. ابن ابي شيبة، امام احمد، عبد بن حميد ۽ امام بخاريءَ "الادب المفرد" ۾، امام مسلم، ترمذي، نسائي، ابن حبان، ابن ابي حاتم ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ انصاري صحابيءَ کي غير حاضر ڏسي پڇا ڪئي ته اهو ڪاٿي آهي؟ ڪين ٻڌايو ويو ته اهو بيمار آهي پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن عيادت لاءِ ڏانهس ويا اسان به ساڻن گڏ هئاسين. اُتي پهتاسين ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: طبيعت ۾ ڇاٿو محسوس ڪرين؟ عرض ڪيائين ته جابه شيءِ وات ۾ وڏي وجي ٿي سا هينان نڪري وڃي ٿي. رسول الله ﷺ جن فرمايس: الله تعاليٰ کان ڪا دعا گهرين ٿو؟ عرض ڪيائين: هائو سائين! آءٌ هيئن دعا گهران ٿو ته اي الله! آخرت ۾ جيڪا سزا ڏيڻي اٿئي سا هتي دنيا ۾ ئي ڏئي ڇڏ. رسول الله ﷺ جن فرمايس: سبحان الله! تو ۾ ان جي سهڻ جي طاقت ۽ سگهه ئي نه آهي. (اهڙي دعا ڇو ٿو گهرين.) هيئن دعا ڇو نه ٿو گهرين ته رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ (٢٠١)

ترجمو: اي رب اسان جا! اسان کي دنيا ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ آخرت ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ جهنم جي باهه کان بچاءِ.

پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن ان لاءِ دعا گهري ته الله تعاليٰ ان کي ان مرض کان شفا ڏئي ڇڏي.

**حضرت ثابت رضي الله عنه جي دعا:**

157. ابن ابي شيبة، امام بخاري "الادب المفرد" ۾ ۽ ابن ابي حاتم، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت ثابت رضي الله عنه کي سندس يائرن گڏجي چيو ته اسان جي حق ۾ دعا گهر. حضرت ثابت رضي الله عنه دعا گهري چيائين: "اللهم ربنا آتنا في الدنيا حسنة و في الآخرة حسنة وقنا عذاب النار".

ترجمو: اي الله! اي اسان جا رب! اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ چڱائي عطا ڪر ۽ جهنم جي عذاب کان بچاءِ. وري دعا جا ساڳيا لفظ دهرايائين. پوءِ فرمايائين ته توهان سمجهو ٿا ته مان توهان لاءِ معمولي دعا گهري آهي. جڏهن رب تعاليٰ توهان کي دنيا ۾ چڱائي ڏني ۽ آخرت ۾ چڱائي عطا ڪئي ۽ باهه جي عذاب کان بچايو ته ڄڻ توهان کي سڀ چڱايون عطا ڪيون ويون.

**رڪن يماني ۽ حجراسود جي وچ ۾ نبوي دعا:**

158. امام شافعي، ابن سعد، ابن ابي شيبه امام احمد، امام بخاري "التاريخ" ۾، ابوداڻد، نسائي، ابن خزيمه، ابن الجارود، ابن حبان، طبراني، حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار

www.maktabah.org

ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن سائب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن رڪن يماني ۽ حجر اسود جي وچ ۾ هيءَ دعا گهرن پيا.

"رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ﴿۲۰۱﴾".

ترجمو: اي اسان جا رب! اسان کي دنيا ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ آخرت ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ باهه جي عذاب کان بچاءِ.

**ملائڪ جي رڪن يمانيءَ وٽ آمين:**

159. ابن مردويه، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: آءٌ رڪن يمانيءَ وٽان گذريس اتي ڏٺم ته هڪ ملائڪ سڳورو آمين چئي رهيو آهي. تنهن ڪري توهان جڏهن به رڪن يمانيءَ وٽان گذرو ته هيءُ دعا گهرندا ڪريو. "رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ﴿۲۰۱﴾".

ترجمو: اي اسان جا رب! اسان کي دنيا ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ آخرت ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ باهه جي عذاب کان بچاءِ.

160. ابن ابي شيبة ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته بيشڪ جڏهن کان الله تعاليٰ آسمان ۽ زمين کي خلقيو آهي تڏهن کان رڪن يمانيءَ وٽ هڪ ملائڪ سڳورو مقرر ڪيو اٿائين جيڪو چوي ٿو پيو آمين، آمين! تنهن ڪري توهان دعا ۾ چوندا ڪريو "رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ﴿۲۰۱﴾".

ترجمو: اي اسان جا رب! اسان کي دنيا ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ آخرت ۾ به چڱائي عطا ڪر ۽ باهه جي عذاب کان بچاءِ.

161. ابن ماجه ۽ جنديءَ "فضائل مكة" ۾ حضرت عطاء بن ابي رباح رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ڪائنس رڪن يمانيءَ بابت پڇيو ويو: ان وقت پاڻ طواف ڪري رهيو هو فرمايائين ته مونکي حضرت ابو هريره رضي الله عنه ٻڌايو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: هتي ستر ملائڪ مقرر ڪيا ويا آهن پوءِ جيڪو چوي ٿو ته: "اللهم انى اسالك العفو والعافيه فى الدنيا والآخرة، ربنا آتنا فى الدنيا حسنة وفى الآخرة حسنة وقنا عذاب النار"

ته موٽ ۾ ملائڪ چون ٿا آمين. معني: اي الله! هن جي دعا قبول ڪر.

دعا جو ترجمو: اي الله! بيشڪ آءٌ توکان بخشش ۽ دنيا ۽ آخرت جي عافيت گهران ٿو. اي اسان جا رب! دنيا ۽ آخرت ۾ چڱائي ڏي ۽ جهنم جي عذاب کان بچاءِ.

162. ازرقيءَ ابن ابي نجيح جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه ۽ حضرت عبدالرحمن ابن عوف رضي الله عنه طواف دوران اڪثر هيءَ دعا پڙهندا هئا.

www.maktabah.org

"رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ۝٢٠١"

163. ابن ابي شيبة ۽ عبدالله ابن احمد "زوائد الزهد" ۾ حبيب بن صهبان ڪاهلي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ بيت الله جو طواف ڪري رهيو هوس ۽ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه بہ طواف ڪري رهيو هئو، بدم تہ سندن زبان تي هيءَ دعا هئي.

"رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ۝٢٠١"

ان ڪانسواءِ بي ڪابہ دعا نہ پئي گهريائون.

**ايام تشريق ۾ دعا:**

164. عبد بن حميد، حضرت عڪرمة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هو ايام تشريق (11، 12، 13 ذوالحج) ۾ هيءَ دعا پڙهڻ مستحب سمجهندو هو. "رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ۝٢٠١".

165. عبد بن حميد، حضرت عطاء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جنهن ماڻهو جي مهماني ڪئي وڃي تي ان لاءِ مناسب آهي تہ جڏهن گهر ڏي نڪري تہ هيءَ دعا پڙهي.

"رَبَّنَآ اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ ۝٢٠١"

## آية الڪرسيءَ جون فضيلتون

**وڏي عظمت واري آيت:**

166. امام احمد، امام مسلم، امام ابو دائود، ابن الضريس، حاڪم، هرويءَ "الفضائل" ۾ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن ڪائنس پڇيو تہ قرآن پاڪ ۾ وڏي ۾ وڏي عظمت واري ڪهڙي آيت آهي؟ چيائين: "اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ" يعني: آية الڪرسي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايس: توکي علم جي مبارڪ هجي اُبَيَّ! مونکي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي قبضي ۽ قدرت ۾ منهنجي جان آهي تہ بيشڪ هن آيت کي هڪ زبان ۽ بہ چپ آهن جنهن سان هوءَ عرش هيٺان الله جي پاڪائي بيان ڪندي آهي.

**جنّ جو ڀڄايل وظيفو:**

167. نسائي، ابو يعليٰ، ابن حبان، ابوالشيخ "العظمة" ۾. طبرانيءَ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار بہ ڏنو آهي ۽ ابو نعيم، بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ حضرت اُبَيَّ بن ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون وٽ ڪتل جو ڍيرو (ڪوڙ) هو جنهن جي سار سنڀال ڪندو هوس. هڪ دفعي ڏٺم تہ ان مان ڪجهہ ڪتل آهي. پوءِ رات جو ان تي چونڪي ڏيڻ شروع ڪيم تہ اوچتو هڪ جانور ڏسڻ ۾ آيو جنهن جي شڪل شباهت نوجوان ڇوڪريءَ جهڙي هئي. مون ان کي سلام ڪيو. ان بہ سلام جو جواب ڏنو. پوءِ مون پڇيومانس تہ تون جن آهين يا انسان؟ چيائين تہ آءٌ جن آهيان. مون چيومانس تہ مون سان هٿ ملاءِ. هن هٿ ملايو. ڏٺم تہ ان جو

www.maktabah.org

هٿ ڪُتي جي هٿ جهڙو هو ۽ وار ٻڪتي جي وارن جهڙا هيس مون پڇيو ته جنن جي مخلوق هيئن هوندي آهي؟ جن چيو ته مون ڪا وڏيڪ ڪوبه جن طاقتور نه آهي. مون چيومانس ته ڪتل مان تون ڇو ڪٽندو هئين؟ چيائين: مون ٻڌو ته تون صدقو خيرات ڪرڻ پسند ڪندو آهين تنهنڪري اسان به چاهيو ته تنهنجي ڪتل مان ونڊڙو وٺون. مون چيومانس: ڀلا! ڪهڙي شيء آهي جنهن سان اسان توهان کان حفاظت ۾ رهون؟ جن چيو ته سورة بقرة ۾ آيت آهي جنهن کي "آية الكرسي" چئبو آهي. جيڪو شخص صبح جو پڙهندو ته شام تائين اسان کان حفاظت ۾ رهندو ۽ جيڪو شام جو پڙهندو ته صبح تائين حفاظت ۾ رهندو. پوء مون صبح جو نبي ڪريم ﷺ جن کي سڄو احوال ڏنو فرمايائون ته خبيث (جن) سچ چيو آهي.

**عظمت واري آيت:**

168. امام بخاريء "التاريخ" ۾ ۽ طبرانيء صحيح سند سان، حضرت ابن الا سقع البكري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن صفه وارن وٽ آيا ته هڪ شخص ڪانئن پڇيو ته سائين! قرآن پاڪ جي ڪهڙي آيت وڏي ۾ وڏي عظمت واري آهي؟ فرمايائون ته: "الله لا اله الاهو الحي القيوم" يعني: آية الكرسي. پوء ڪيس سڄي پڙهي ٻڌايائون.

**آية الكرسي آهي ته سڀ ڪجهه آهي:**

169. امام احمد، ابن الضريس ۽ هرويء: "الفضائل" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ صحابيء کان پڇيو ته تون شادي ڪئي آهي؟ ان عرض ڪيو ته نه سائين! مون وٽ ايترو (پيسو ڏوڪڙ) نه آهي جو آءُ شادي ڪري سگهان. فرمايائونس ته توکي "قل هو الله احد" ياد نه آهي؟ عرض ڪيائين ته هائو سائين ياد آهي. فرمايائونس ته "قل هو الله احد" (سورة اخلاص) قرآن پاڪ جو چوٿون حصو آهي. ڀلا! توکي "قل يا ايها الكافرون" سورت ياد آهي؟ عرض ڪيائين ته جي سائين ياد آهي فرمايائونس ته اها قرآن پاڪ جو چوٿون حصو آهي ڀلا! توکي "اذا زلزلت الارض زلزالها" (سورة زلزال) ياد آهي؟ عرض ڪيائين ته جي سائين ياد آهي. فرمايائونس ته اها به قرآن پاڪ جو چوٿون حصو آهي. ڀلا! توکي "اذا جآء نصرالله" (سورة نصر) ياد آهي؟ عرض ڪيائين: جي سائين ياد اٿم. فرمايائونس ته اها سورة به قرآن جو چوٿون حصو آهي. ڀلا! توکي آية الكرسي ياد آهي؟ عرض ڪيائين: هائو سائين اُها به ياد آهي. فرمايائونس ته اها آية الكرسي به قرآن پاڪ جو چوٿون حصو آهي. بس تون وڃي شادي ڪر (تو وٽ سڀ ڪجهه آهي).

**آية الكرسي ۽ حفاظت:**

170. بيهقيء "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص هر فرض نماز کان پوء آية الكرسي پڙهندو ته ٻي نماز تائين ان جي حفاظت ڪئي ويندي ۽ ان جي نبي يا صديق يا شهيد ئي حفاظت ڪري سگهي ٿو.

www.maktabah.org

**عظمت واري آيت:**

171. خطيب بغداديءَ "تاريخ" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توهان کي خبر آهي تہ قرآن پاڪ ۾ اعظم (وڏي ۾ وڏي عظمت واري) آية ڪهڙي آهي؟ صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جي رسول کي رڌيڪ خبر آهي. فرمايائون: "الله لا اله الا هو الحي القيوم" (آية الڪرسي)

**الله جي ذمي ۾ شخص:**

172. طبرانيءَ، حضرت حسن بن علي رضي الله عنهما جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص فرض نماز کان پوءِ آيت الڪرسي پڙهندو تہ اهو ٻي نماز تائين الله جي ذمي ۾ هوندو.

**شڪر گذار دل ۽ صديقن وارو عمل:**

173. ابن نجار "تاريخ بغداد" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص فرض نماز کانپوءِ آية الڪرسي پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي شاڪرن (شڪر گذار ٻانهن) واري دل ۽ صديقن وارو عمل نصيب ڪندو ۽ نبين وارو ثواب عطا ڪندو ۽ مٿس رحمت جو هٿ ڪشادو ڪندو ۽ جنت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ان کي صرف مرڻ جي دير آهي.

**بي برڪتيءَ جي شڪايت جو حل:**

174. ابو الحسين محمد بن احمد بن سمعون الواعظ "الامالي" ۾ ۽ ابن النجار حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ شخص نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ منهنجي گهر ۾ برڪت ئي ڪانہ ٿي ٿئي؟ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايس: تون ڪاٿي آهين. آية الڪرسي جي باري ۾ خبر ڪانہ پئي اٿئي ڇا؟ جنهن بہ ڪاڌي ۽ ٻوڙ تي آية الڪرسي پڙهي ويندي آهي ان ۾ الله تعاليٰ برڪت وجهندو آهي.

**رحمت جي خزانن واري آيت:**

175. دارميءَ حضرت ايقع بن عبدالله الڪلاعي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ شخص نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! قرآن پاڪ ۾ ڪهڙي آيت آهي جا وڏي ۾ وڏي عظمت واري آهي؟ فرمايائونس: آية الڪرسي يعني: "الله لا اله الا هو الحي القيوم" ان شخص پڇيو تہ يلا! قرآن پاڪ جي ڪهڙي آيت اوهان چاهيو ٿا جو توهان کي ۽ توهان جي امت کي پهچي؟ فرمايائونس: تہ سورة بقرة جي آخري آيت. ڇاڪاڻ تہ اها رحمت جي خزانن مان هڪ آهي الله تعاليٰ هن امت کي اها عرش تان عطا ڪئي آهي جا دنيا ۽ آخرت جي هر ڀلائي تي مشتمل آهي.

www.maktabah.org

**جنت ۾ وڃڻ لاءِ صرف مرڻ جي دير آهي:**

176. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ محمد بن الضواء بن صلصال بن دلهمس جي روايت نقل ڪئي جيڪا ان پنهنجي پيءُ کان ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص هر نماز ڪانپوءِ آية الڪرسي پڙهندو ته ان جي ۽ جنت جي وچ ۾ صرف موت ئي رڪاوٽ آهي جڏهن وفات ڪري ويندو ته سڌو جنت ۾ ويندو.

177. نسائي، ابن حبان، دار قطني، طبراني، ابن مردويه، حضرت ابو امامه رضي الله عنه جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص آية الڪرسي هر نماز کان پوءِ پڙهي ان کي جنت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ رڳو مرڻ جي دير آهي

**وڏي عظمت واري آيت:**

178. سعيد بن منصور ۽ ابن المنذر ۽ ابن الضريس ۽ طبرانيءَ ۽ هرويءَ "فضائل" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: بيشڪ قرآن پاڪ ۾ وڏي ۾ وڏي عظمت واري آيت "الله لا اله الاهو الحي القيوم" يعني: آيت الڪرسي آهي.

**آسمان، زمين، جنت ۽ جهنم کان به عظمت واري آيت:**

179. عبيد، ابن ضريس، محمد بن نصر حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: الله تعاليٰ آسمان، زمين، جنت ۽ جهنم ڪنهن کي به آيت الڪرسي کان وڌيڪ عظمت وارو نه خلقيو آهي.

**فائدة:** علامہ مقدسيءَ "المصباح" ۾ لکيو آهي ته سفيان بن عيينهؒ ۽ ان حديث جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته آية الڪرسي الله جو ڪلام آهي ۽ الله جو ڪلام آسمان ۽ زمين جي مخلوق کان اعظم آهي.

180. سعيد بن منصور، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ "الاسماء" والصفات" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آسمان، زمين، ميدان ۽ جبل مان ڪو به آية الڪرسيءَ کان وڌيڪ عظمت وارو نه آهي.

**جنّ، انسان کي وظيفو ڏنو:**

181. ابو عبيد "الفضائل" ۾، دارميءَ، بيهقيءَ ۽ ابو نعيم "الدلائل" ۾ حضرت عبدالله ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ انسان کي جِنّ مليو. جنهن چيس ته توکي سگهه آهي جو مون سان ملهه وڙهي سگهين؟ جيڪڏهن مقابلي ۾ مارجي وئين ته پوءِ آءٌ توکي هڪ اهڙي آيت سيکاريندس جو جيڪڏهن تون اها پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل پڙهندين ته شيطان ان گهر ۾ داخل نه ٿيندو پوءِ انسان، جن سان ملهه وڙهي جا انسان کٽي ويو. پوءِ جِنّ چيس ته آية الڪرسي پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ ته جيڪو به گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل آية الڪرسي پڙهندو ته ان گهر مان شيطان گڏهه وانگر ٽٽ ڏئي ڀڄي ويندو آهي.

www.maktabah.org

182. المحامليءَ "الفوائد" ۾ حضرت ابن مسعود رضی اللہ عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ هڪ شخص نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مونکي اهڙي شيءِ سيکاريو جنهن سان الله وٽان مونکي نفعو حاصل ٿئي. فرمايائونس: تون آية الڪرسي پڙهندو ڪر ڇاڪاڻ تہ اها تنهنجي، تنهنجي اولاد جي ۽ تنهنجي گهر جي حفاظت ڪندي ايتري قدر جو تنهنجي گهر جي چوڌاري جيڪي بہ گهوڙا آهن تن جي بہ حفاظت ڪندي.

**عظمت، عدل، خوف ۽ اميد واريون آيتون:**

183. ابن مردويه ۽ شيرازيءَ "الالقاب" ۾ ۽ هرويءَ "الفضائل" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪڙي ڏينهن حضرت عمر بن الخطاب رضی اللہ عنہ ماڻهن سان مليو ڪاڻن پڇائين تہ توهان مان مونکي ڪير ٻڌائيندو تہ قرآن پاڪ ۾ عظمت، عدل، خوف ۽ اميد واريون آيتون ڪهڙيون آهن؟ سڀ ماٺ ٿي ويا ڪنهن کي بہ جواب نہ ٿي آيو. حضرت عبدالله بن مسعود رضی اللہ عنہ چيو: مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو هو تہ پاڻ فرمايائون:

**اعظم آيت (يعني: وڏي ۾ وڏي آيت):**

اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ۚ لَا تَاْخُذُهٗ سِنَةٌ وَّلَا نَوْمٌ ۭ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ مَنْ ذَا الَّذِيْ يَشْفَعُ عِنْدَهٗٓ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ۭ يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ ۚ وَلَا يُحِيْطُوْنَ بِشَيْءٍ مِّنْ عِلْمِهٖٓ اِلَّا بِمَا شَاۗءَ ۚ وَسِعَ كُرْسِيُّهُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ ۚ وَلَا يَـــُٔـوْدُهٗ حِفْظُهُمَا ۚ وَھُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ ﴿٢٥٥﴾ (سورة بقرة آيت: 255)

ترجمو: الله اهو آهي ان ڪانسواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي اهو سدائين جيئرو، جهانن کي بيهڪ ڏيندڙ آهي، ڪيس نڪي پنڪي ۽ نہ کي ننڊ وٺندي آهي. جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي زمينن ۾ آهي، سڀ سندس ملڪيت آهي، ڪير آهي جو سندس موڪل ڪانسواءِ آهي وٽس پارت ڪري سگهي، جيڪي انهن مخلوقن جي اڳيان آهي ۽ جيڪي سندن پوئيان آهي سو سڀ ڄاڻيندو آهي ۽ جيڪو گهري تنهن ڪانسواءِ سندس علم مان ڪنهن ذري کي "اهي" گهيرو ڪري نہ سگهندا. سندس بادشاهيءَ جي ڪرسي آسمانن ۽ زمين کي ماپايو آهي ۽ انهن جي سنڀال ڪيس نہ ٿڪائيندي آهي ۽ اهو سڀ کان مٿاهون وڏي وڏائي وارو آهي.

**عدل واري آيت هيءَ آهي:**

اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَاۗئِ ذِي الْقُرْبٰى وَيَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَاۗءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ ۚ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٩٠﴾ (سورة النحل: آيت: 90)

ترجمو: بيشڪ الله انصاف ۽ ڀلائي ڪرڻ ۽ مائٽي وارن کي ڏيڻ جو حڪم ڪري ٿو ۽ بي حيائي ۽ مدائي ۽ زبردستيءَ کان جهلي ٿو اوهان کي نصيحت ڪري ٿو تہ من اوهين نصيحت وٺو.

**خوف واري آيت هي آهي:**

فَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَّرَهٗ ﴿٧﴾ وَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ ﴿٨﴾ (الز لزال: 7-8)

www.maktabah.org

ترجمو: پوءِ جنهن ذري جيترو چڱو ڪم ڪيو هوندو سو ان کي ڏسندو ۽ جنهن ذري جيترو بڇڙو ڪم ڪيو هوندو سو ان کي ڏسندو.

### اميد واري آيت هي آهي:

قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿٥٣﴾ (الزمر: 53)

ترجمو: منهنجي طرفان انهن کي چئو ته اي منهنجا اهي ٻانهو! جن پاڻ تي ظلم ڪيو، اوهين الله جي ٻاجهه کان نا اميد نه ٿيو ڇو ته الله سڀ گناهه بخشيندو آهي. بيشڪ اهو ئي بخشڻهار مهربان آهي.

184. ابن مردويه، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن به سورة بقرة جون آخري آيتون ۽ آيت الڪرسي پڙهندا هئا ته کلندا هئا. ۽ فرمائيندا هئا ته هيءُ ٻئي عرش هيٺان الله جي خزانن مان آهن ۽ جڏهن " مَنْ يَّعْمَلْ سُوْٓءًا يُّجْزَ بِهٖ وَلَا يَجِدْ لَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿١٢٣﴾" (النساء: 123)

(ترجمو: جيڪو بڇڙو عمل ڪندو تنهن کي ان جو بدلو ڏنو ويندو ۽ هو پاڻ لاءِ الله کان سواءِ دوست ۽ نه ڪو مددگار لهندو) پڙهندا هئا ته انا لله وانا اليه راجعون پڙهندا هئا ۽ عاجزيءَ جو اظهار ڪندا هئا.

### هر شيءِ کان وڌيڪ فضيلت واري آيت:

185. ابن ضريس ۽ محمد بن نصر ۽ هرويءَ "الفضائل" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته الله تعاليٰ آسمانن، زمين، ميدانن ۽ جبلن مان ڪنهن کي به سورة بقرة ۽ آية الڪرسي کان وڌيڪ عظمت وارو نه خلقيو آهي.

### گهر جي هر ڪنڊ ۾ آيت الڪرسي پڙهڻ:

186. ابن ابي شيبه، ابو يعلي، ابن المنذر ۽ ابن عساڪر حضرت عبدالرحمن بن عوف رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته پاڻ جڏهن به گهر ۾ داخل ٿيندو هو ته ان جي هر ڪنڊ ۾ آيت الڪرسي پڙهندو هو.

### آيتن جي سردار:

187. ابن الانباريءَ "المصاحف" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت علي بن ابي طالب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: قرآن پاڪ جي آيتن جي سردار "الله لا اله الاهو الحي القيوم" (آية الڪرسي) آهي.

### هر گهر امن ۾:

188. بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص هر نماز کانپوءِ آيت الڪرسي پڙهندو ته ان کي جنت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ صرف مرڻ جي دير

www.maktabah.org

آهي ۽ جيڪو شخص سمهڻ مهل آيت الڪرسي پڙهندو ته الله تعاليٰ ان جي گهر، ان جي پاڙيسريءَ جي گهر ۽ ان جي چوڌاري گهرن وارن کي امن ۾ رکندو.

**آيت الڪرسي ۽ مسلمان:**

189. ابو عبيد، ابن ابي شيبه، دارميءَ، محمد بن نصر، ابن ضريس، حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ ڄاڻي ڄام مسلمان ۽ بلوغت ۽ عقل بعد اسلام قبوليندڙ شخص لاءِ آية الڪرسي پڙهڻ کان سواءِ رات گذارڻ مناسب نه ٿو سمجهان. توهان کي خبر آهي ته اها ڇا آهي؟ الله تعاليٰ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي عرش جي خزانن مان عطا ڪئي آهي جا اڳ ۾ ڪنهن به نبيءَ کي عطا نه ڪئي وئي آهي آءٌ روزانه رات جو ٽي ڀيرا (آية الڪرسي) پڙهندو آهيان ۽ سومهڻيءَ جي سنت جي ٻنهين رڪعتن ۾ ۽ وتر ۾ ۽ بستري تي آرام ڪرڻ مهل به پڙهندو آهيان.

**عظمت واري آيت:**

190. ابن راهوية رحمة الله عليه "مسند" ۾ حضرت عوف بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي حضرت ابو ذر رضي الله عنه رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان پڇيو: الله تعاليٰ اوهان تي وڏي ۾ وڏي عظمت واري آيت ڪهڙي نازل ڪئي آهي؟ فرمايائون: "الله الا اله الاهو الحي القيوم" پوءِ سڄي آية الڪرسي پڙهي ويا.

**حضرت معاذ رضي الله عنه ۽ شيطان جو مقابلو:**

191. ابن ابي الدنيا "مڪائد الشيطان" ۾، محمد بن نصر، طبرانيءَ، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، ابو نعيم ۽ بيهقيءَ ٻنهين "دلائل النبوة" ۾ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي صدقي جون کارڪون منهنجي حوالي ڪيون ويون پوءِ مون انهن کي هڪ ڪمري ۾ سانڍي رکيو. پر روزانه انهن ۾ کوٽ پئي محسوس ڪيم. پوءِ مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ان جي شڪايت ڪئي. فرمايائون: اهو شيطان جو ڪم آهي. هاڻي ان جي تاڙ ۾ رهه. پوءِ آءٌ ان جي تاڙ ۾ ويهي رهيس. رات جو ڪافي وقت گذري چڪو هو. نيٺ هيءُ به هاٿيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو. جڏهن دروازي وٽ پهتو ته صورت بدلائي دروازي جي وٿين مان اندر گهڙي آيو. پوءِ کارڪن مان هن جيئن ئي کائڻ شروع ڪيو ته مون وچي ڪيس پڪڙي پنهنجي ڪپڙي سان ٻڌو. پوءِ چيومانس ته آءٌ شاهدي ٿو ڏيان ته الله تعاليٰ کانسواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي ۽ محمد صلي الله عليه وسلم ان جوٻانهو ۽ رسول آهي. اي الله جا دشمن! صدقي جي کارڪن تي ٽپلانگ ڏئي به کڻي ٿو وڃي. هاڻي لائق هن جي آهين جو توکي ٻڌي سڌو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ڏي کڻي هلان. اهو ٻڌي هن ڪلي ڏنو ۽ وعدو ڪيائين ته هيءَ دفعو ڇڏ. پوءِ مون ان کي ڇڏي ڏنو. صبح جو آءٌ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيس ته مون کان پڇيائون ته تنهنجي قيديءَ جو ڇا ٿيو؟ مون عرض ڪيو ته سائين! هن وعدو ڪيو ته مان آئنده نه ايندس. تنهنڪري مون ڪيس ڇڏي ڏنو. رسول الله رضي الله عنه جن فرمايو ته اهو وري موٽي ايندئي، سڀاڻي رات به تاڙ ۾ ويهجانس.

www.maktabah.org

پوءِ آءٌ تاڙ ۾ وينو رهيس. نيٺ هو آيو ۽ ڪالهو ڪو ساڳئو ئي طريقو اپنايائين. پوءِ مون ان کي پڪڙي ورتو. پر هن وري به وعدو ڪيو ته هيءَ دفعو ڇڏ آءٌ وري نه ايندس پوءِ مون ان کي ڇڏي ڏنو. اها ڳالهه صبح جو رسول الله ﷺ جن کي ٻڌايم. سائين جن فرمايو ته اهو وري ايندئي اڄ رات خيال ڪجانءِ. پوءِ آءٌ ويهي رهيس ته ٿوري دير بعد ڏٺم ته هو واقعي به آيو. پوءِ جيئن ئي ڪارڪون چورائڻ لڳو ته مون وجي پڪڙيو مانس ۽ چيومانس ته ٻه ڀيرا وعدو ڪري ڇڏائي هليو وئين. هاڻي وري ٽيون ڀيرو به آيو آهين؟ مونکي چيائين ته آءٌ اهل ۽ اولاد وارو آهيان "نصيبين" شهر کان آيو آهيان، جيڪڏهن مون ڪجهه کنيو آهي ته اهو ان کان گهٽ هوندو جيڪو آءٌ توکي ڏيندس. اسان اصل رهاڪو هن شهر (مديني) جا آهيون، جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن تي ٻه آيتون نازل ٿيون ته اسان هتان ڀڄي وياسين. هاڻي "نصيبين" شهر ۾ رهون ٿا. چاڪاڻ ته جنهن به گهر ۾ ٽي ڀيرا اهي آيتون پڙهيون وينديون آهن ته شيطان ان ۾ داخل نه ٿيندو آهي. جيڪڏهن مونکي ڇڏيندين ته مان توکي انهن جي ڄاڻ ڏيندس. مون چيو ته ٺيڪ آهي. آءٌ توکي ڇڏيان ٿو. چيائين ته هڪ "آية الڪرسي" ٻيو سورة بقرة جون آخري آيتون آمن الرسول کان وٺي آخر تائين پڙهندو ڪر. پوءِ صبح جو رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ڪين شيطان جون ڳالهيون ٻڌايم. فرمايائون ته خبيث وڏو ڪوڙو هوندو آهي پر ڳالهه سچي ٻڌائي اٿائين. حضرت معاذ رضي الله عنه فرمائي ٿو ته ان کانپوءِ اهي آيتون پڙهي ڇڏيندو هوس ته ان ۾ ڪوبه نقصان نه ٿيندو هو.

**ڀوت کان بچاءُ:**

192. ابن ابي الدنيا "مڪائد الشيطان" ۾، محمد بن نصر، طبراني، ابو نعيم "دلائل النبوة" ۾ حضرت ابو اسيد ساعدي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته مون پنهنجي باغ مان ڪجور لاهي متي ڪمري ۾ رکي هليو ويس ته منهنجي وڃڻ کان پوءِ غول (ڀوت) جهڙي هڪ شيءِ آئي جنهن ڪجور به چورائي ته ان جي ڍير کي ڪنڌيڙي به ڇڏيائين. پوءِ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي ان جي شڪايت ڪئي. سائيجن جن فرمايو ته اهو "جنّ" آهي جيڏي مهل ان جو فخر ڪرڻ ٻڌين ته چوئيس "بسم الله اجيبي رسول الله" يعني: الله جي نالي سان توکي پڪڙيان ٿو هلي رسول الله ﷺ جن کي جواب ڏي. جنّ وراڻيو: اي ابو اسيد! هيءَ دفعو معافي ڏي مون کي رسول الله ﷺ جن ڏي وٺي نه هل. آءٌ توکي الله جو واعدو ٿو ڏيان ته آءٌ تنهنجي گهر ڪونه ايندس نه ئي تنهنجيون ڪارڪون چوري ڪندس ۽ توکي هڪ اهڙي آيت ٿو ڏسيان جو جيڪڏهن تون اها پنهنجي گهر تي پڙهندين ته تنهنجي نه هوندي به تنهنجي گهر ڏانهن ڪير ڪونه ايندو ۽ پنهنجي ڪنهن ٿانو تي پڙهندين ته ان جو ڍڪڻ به ڪير نه کوليندو. بهرحال ان جنّ ابو اسيد رضي الله عنه سان ايترا وعدا ڪيا جو هو راضي ٿي ويو. جنّ ٻڌايس ته اها آيت، آيت الڪرسي آهي. حضرت ابو اسيد رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ سڄو قصو ٻڌايائين ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: آهي ڪوڙو، پر اهو سچ ڳالهايو اٿس.

www.maktabah.org

## اسم اعظم ڪهڙين سورتن ۾ آهي؟

193. ابن ابي الدنيا، "الدعاء" ۾ طبرانيءَ ابن مردوية ۽ هرويءَ "الفضائل" ۾ ۽ بيهقيءَ "الا سماء والصفات" ۾ حضرت ابوامامہ رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: الله جو اسم اعظم اهڙو آهي جنهن جو واسطو ڏئي دعا گهربي آهي تہ قبول پئجي ويندي. اهو ٽن سورتن ۾ آهي.

1. سورة بقرة ۾
2. سورة آل عمران ۾
3. سورة طٰهٰ ۾

حضرت ابو امامہ رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ پوءِ مون انهن سورتن ۾ ڳولهيو تہ اسمِ اعظم سورة بقرة جي آية الڪرسي ۾ هو يعني: "الله لا الٰہ الاهو الحي القيوم" ۽ آل عمران ۾ هو: يعني: "الم الله لا الٰہ الاهو الحي القيوم" ۽ سورة طٰهٰ ۾ هو "وعنت الوجوه للحي القيوم".

## جنڙيءَ سچ ٻڌايو آهي:

194. امام حاڪم، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن حضرت ابو ايوب انصاريءَ وٽ هڪ ڪمري ۾ ترسيل هئا. حضرت ايوب رضي الله عنه جو ڪاڏو ننڍي ڪمري ۾ هڪ هنديءَ ۾ رکيل هوندو هو. پوءِ روشندان مان ٻليءَ جهڙو هڪ جانور اچي ان ڪاڏي مان کائي ويندو هو. حضرت ابو ايوب رضي الله عنه، رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي شڪايت ڪئي تہ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جن فرمايس: اها جنڙي اٿئي. هاڻي جيڪڏهن اچي تہ چئجانس: رسول الله صلى الله عليه وسلم جن تولاءِ پڪو پهہ ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ حضرت ابو ايوب رضي الله عنه هن کي ائين ئي چيو جنڙي چيس تہ هيءُ دفعو مونکي ڇڏ. الله جو قسم تہ آئنده مان نہ ايندس ۽ توکي هڪڙو فيڻو ٿي ڏسيان جيڪڏهن تون اهو پڙهندين تہ شيطان تنهنجي گهر ۾ اها رات ۽ اهو ڏينهن تہ نہ ايندو پر ٻئي ڏينهن بہ نہ ايندو. اهو هيءُ تہ تون آية الڪرسي پڙهندو ڪر. حضرت ابو ايوب رضي الله عنه رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کي جنڙيءَ جون ڳالهيون ٻڌايون پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: آهي وڏي ۾ وڏي ڪوڙي پر اها ڳالهہ سچي ٻڌائي اٿائين.

## آهي ڪوڙو پر ٻڌايو سچ اٿائين:

195. ابن ابي شيبہ، امام احمد، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي حسن چيو آهي ۽ ابن ابي الدنيا "مڪائد الشيطان" ۾، ابوالشيخ "العظمة" ۾، طبرانيءَ، حاڪم، ابو نعيم "الدلائل" ۾ حضرت ابو ايوب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون وٽ وراندي ۾ ڪتل رکيل هئي. هڪڙو جن اچي هربو جو روزانو ان مان ڪجهہ کڻي هليو ويندو هو. پوءِ مون اها ڳالهہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ٻڌائي. پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جن مون کان پڇيو تہ پوءِ تو ان کي ڇا ڪيو؟ مون چيو تہ سائين! مون ان کي پڪڙيو پر چيائين تہ هيءَ دفعو مونکي ڇڏ. آئنده نہ ايندس، پوءِ مون بہ ڪيس ڇڏي ڏنو. نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: اهو وري موٽي ايندئي. پوءِ ٽيو

www.maktabah.org

بہ ائين جو هو ٿي پيرا آيو. پر هر ڀيري وعدو ڪري ڇڏائي هليو پئي ويو. نبي ڪريم ﷺ جن مون کان روزانو پڇندا هئا تہ تنهنجي قيديءَ (جن) جو ڇا ٿيو؟ مون عرض ڪيو تہ مان پڪڙيانس ٿو پر هو وعدو ڪري ٿو تہ آءٌ وري نہ موٽندس. پوءِ مان بہ ان کي ڇڏي ڏيان ٿو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: اهو وري موٽي ايندئي خيال ڪجانءِ. پوءِ واقعي بہ ائين ئي ٿيو پوءِ جيئن ئي هو آيو تہ مون ان کي پڪڙيو. چيومانس تہ هاڻي توکي ڪڏهن بہ نہ ڇڏيندس هن چيو تہ مون کي ڇڏ تہ مان توکي هڪڙو ڏس ڏيان، جي اهو تون پڙهندين تہ ڪابہ شيءِ تنهنجي ويجهو نہ ايندي. اها اٿئي آية الڪرسي پوءِ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي اها ڳالهہ ٻڌائي فرمايائون تہ آهي ڪوڙو پر ڳالهہ سچي ٻڌائي اٿائين.

196. امام احمد، ابن ضريس، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوذر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ سائين! اوهان تي وڏي ۾ وڏي عظمت واري آيت ڪهڙي نازل ٿي آهي؟ فرمايائون: آية الڪرسي يعني: "اللّٰه لا اله الا هو الحی القیوم".

**آية الڪرسي ۽ سورة بقرة جون آخري آيتون:**

197. علامہ ابن السنيءَ حضرت قتاده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص پريشانيءَ وقت آية الڪرسي ۽ سورة بقرة جون آخري آيتون پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان جي مدد ڪندو.

**الله تعاليٰ جي حضرت موسيٰ عليہ السلام کي وصيت:**

198. ابن مردويه، حضرت ابو موسيٰ اشعري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليه السلام کي وصيت فرمائي هئي تہ هر فرض نماز کانپوءِ آية الڪرسي پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ جيڪو شخص هر نماز کانپوءِ اها آية پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي شڪر وارن جي دل ۽ ذڪر وارن جي زبان ۽ نبين وارو ثواب ۽ صديقن وارا عمل، عطا ڪندو ۽ ان جي پڙهڻ تي هميشگي نبي سڳورو يا صديق ڪندو آهي يا اهڙو ٻانهو ڪندو آهي جنهن جي دل ايمان سان رڱيل هوندي آهي يا اهڙو شخص ڪندو آهي جنهن لاءِ شهادت مقدر ٿيل چڪي هوندي آهي.

**فائدة:** علامہ ابن ڪثير فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث تمام گهڻي "مُنڪَر" آهي.

**وڏي ۾ وڏي عظمت واري شيءِ:**

199. امام احمد ۽ طبرانيءَ حضرت ابو أمامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! اوهان تي ڪهڙي شيءِ وڏي ۾ وڏي عظمت واري نازل ٿي آهي؟ فرمايائون تہ "اللّٰه لا اله الا هو الحی القیوم" يعني: آية الڪرسي.

200. علامہ ابن السني "عمل اليوم والليلة" ۾ علي بن الحسين رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي، جنهن پنهنجي والد کان ان پنهنجي ماءُ حضرت فاطمه رضي الله عنها کان روايت ڪئي

www.maktabah.org

آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن بي بي فاطمه رضي الله عنها جي اولاد سان وينا هئا تہ حضرت ام سليم ۽ (حضرت انس رضي الله عنه جي والده) ام المؤمنين زينب بن جحش رضي الله عنهما کي فرمايائون تہ فاطمہ رضي الله عنها وٽ وڃي آية الڪرسي ۽ ان ربڪم الله... الخ (اعراف آية نمبر 54) پڙهي ٻڌايوس ۽ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس جو ڦيٿو بہ سيکاريوس.

**آية الڪرسي ڪانسواءِ رات گذارڻ:**

201. علامہ ديلميءَ، علي بن ابي طالب رضي الله عنه جن روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ: آءٌ عاقل بالغ مسلمان لاءِ مناسب نہ ٿو سمجهان تہ هو "آية الڪرسي" پڙهڻ ڪانسواءِ رات گذاري جيڪڏهن توهان کي خبر پئي تہ ان ۾ ڇا آهي تہ توهان ڪنهن بہ حال ۾ ان کي پڙهڻ نہ ڇڏيو. ڇاڪاڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مونکي عرش جي خزانن مان آية الڪرسي عطا ڪئي وئي آهي جا اڳ ۾ ڪنهن بہ نبي کي نہ ملي آهي حضرت علي رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ جنهن ڏينهن کان وٺي اها حديث ٻڌي اٿم تہ مون ڪابہ رات آية الڪرسي پڙهڻ ڪانسواءِ ڪانہ گذاري آهي.

**جنّن کان حفاظت لاءِ:**

202. طبرانيءَ، حضرت ابو ايوب انصاريءَ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون وٽ گهر، جي وڏي ڪمري ۾ ڪارڪون رکيل هيون، ڏنم تہ روزانہ گهٽجنديون ٿيون وڃن. پوءِ مون اها ڳالهہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻڌائي. پاڻ فرمايائون تہ سياڻي ڏسندين تہ توکي اتي ٻلي نظر ايندي. جي نظر اچئي تہ ان کي چئجان تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي هلي جواب ڏي. حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ ٻئي ڏينهن اندر ويس تہ واقعي بہ هڪ ٻلي بيٺي هئي مون ان کي چيو تہ هل نبي ڪريم ﷺ جن کي هلي جواب ڏي. هن اهو ٻڌي پوڙهيءَ واري شڪل اختيار ڪئي ۽ مونکي چيائين تہ الله جو نالو اٿئي مونکي ڇڏ. اڳتي وري نہ ايندس. پوءِ مون ان کي ڇڏي ڏنو. ان ڪانپوءِ رسول الله ﷺ جن وٽ آيس. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ ٻليءَ جو ڇا ٿيو؟ مون سڄو احوال ڪين ٻڌايو. فرمايائون تہ ڪوڙ ٿي ڳالهائي، اها وري ايندئي. ٻئي ڏينهن ڏٺم تہ واقعي بہ موٽي آئي. چيومانس تہ ڪالهہ تو چيو هو تہ آءٌ نہ ايندس. هاڻي توکي نہ ڇڏيندس ۽ هل نبي ڪريم ﷺ جن کي هلي جواب ڏي. مون کي چيائين تہ الله جو واسطي هيءُ دفعو مونکي ڇڏ، آءٌ وري نہ ايندس. پوءِ وري بہ مون انکي ڇڏي ڏنو. ان ڪانپوءِ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيس. سائين جن ساڳي ڳالهہ ورجائي فرمايائون تہ وري ايندئي پوءِ ٽيون بہ ائين جو هوءِ ٽيهر آئي مون ان کي ٽي ڀيرا نبي ڪريم ﷺ جن وارا لفظ چيا. پوءِ مونکي ان چيو تہ ابو ايوب! الله کي ياد ڪر. مونکي ڇڏ، مان توکي هڪ اهڙي شيءِ ٻڌايان ٿي جو شيطان ان جي ٻڌڻ سان ڀڄي ويندو آهي. اها اٿئي آيت الڪرسي جو جنهن بہ گهر ۾ پڙهي ويندي آهي تہ ان ۾ شيطان ترسندو ئي نہ آهي. پوءِ مون نبي ڪريم رضي الله عنه جن کي اها ڳالهہ ٻڌائي. پاڻ فرمايائون تہ جيتوڻيڪ ڪوڙي آهي پر سچ ڳالهائي وئي آهي.

www.maktabah.org

203. طبراني، حضرت ابو ايوبؓ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون هڪڙي جنڙيءَ کي پڪڙيو. ان مونکي چيو ته مون کي ڇڏ ته توکي هڪ اهڙي شيءِ ٻڌايانءِ جو جيڪڏهن اها پڙهندين ته اسان مان ڪوبه جنُ توهان کي نقصان ڏيڻ جي سگهه نه رکندو. مون چيومانس ته ٻڌاءِ اها ڪهڙي شيءِ آهي؟ چيائين ته اها آهي آية الڪرسي. يعني: الله لا اله الا هو الحي القيوم“. پوءِ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي اها ڳالهه ٻڌائي. فرمايائون ته آهي ڪوڙي پر ڳالهه سچي ٻڌائي اٿائين.

## شيطان کان بچڻ لاءِ

204. طبرانيءِ حضرت ابو ايوب انصاري ؓ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪارڪون رکندو ويندو هوس. چڱي طرح ڏٺم ته ان مان روزانه ڪجهه کٽنديون ٿيون وڃن. پوءِ مون ان جي شڪايت نبي ڪريم ﷺ جن کي ڪئي ۽ اسان جي گهر ۾ روشندان به لڳل هو. سائين جن فرمايو ته تون ان جي تاڙ ۾ ويهي رهه. جيڏي مهل ڪا شيءِ ڏسين ته ان کي چئجانءِ مار پوئي! توکي رسول الله ﷺ جن سڏين ٿا. پوءِ آءٌ گهڻ وٺي ويهي رهيس ڏٺم. ته اوچتو هڪ شيءِ آهي جا روشندان مان لڙڪي رهي آهي. ان سڌو ڪارڪن تي ٽپو ڏنو. مون چيومانس ته مار پوئي! الله جو رسول ﷺ توکي سڏي ٿو. پوءِ مون انکي پڪڙي ورتو. پر هن عاجزي ۽ نهٺائي ڏيکاري ۽ چيائين ته آءٌ اڳتي نه ايندس رڳو هي دفعو ڇڏ. پوءِ مون ان کي ڇڏي ڏنو صبح ٿيو ته رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون کان پڇيائون ته تنهنجي قيديءَ جو ڇا ٿيو؟ مون سڄو احوال ڪين ٻڌايو. فرمايائون ته اهو وري ايندئي پوءِ واقعي به آيو ۽ ٽي ڀيرا مون انکي پڪڙيو. آخري ڀيري ۾ چيومانس ته تون مون کان ڇڏائي نه سگهندين مان توکي نبي ڪريم ﷺ جن ڏي وٺي هلندس پوءِ هن مونکي الله جو قسم ڏنو. ڏاڍيون منٿون ڪيائين ۽ چيائين ته مونکي ڇڏ ته توکي اهڙي شيءَ ٻڌايان جو جيڪڏهن تون اها پڙهندين ته تنهنجي ويجهو نه جن ايندو نه ئي ڪو چور ايندو. پوءِ آية الڪرسي پڙهي ٻڌايائين. مون به ان کي ڇڏي ڏنو. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيس ته فرمايائون ته تنهنجي قيديءَ جو ڇا ٿيو؟ مون عرض ڪيو ته سائين! هن الله جو قسم ڏنو ۽ ڏاڍيون منٿون ميڙون ڪيائين. پوءِ مونکي به رحم اچي ويو نيٺ ڇڏي ڏنو مانس پر هن هڪ اهڙي شيءِ جو ڏس ڏنو جو ان جي پڙهڻ سان منهنجي ويجهو نه جِنُ ايندو نه چور. فرمايائون: واقعي سچ ڳالهايو اٿائين حالانڪ آهي ته وڏو ڪوڙو.

205. امام بخاريءَ، ابن ضريس، نسائيءَ، ابن مردوية، ابونعيم ”الدلائل“ ۾ حضرت ابو هريرة ؓ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن مونکي صدقة الفطر جي مال جي حفاظت لاءِ مقرر فرمايو. مون پهرو ڏنو ته هڪڙو شخص آيو ۽ ان مان ٻُڪَ ڀرڻ شروع ڪيائين. مون ان کي وجي پڪڙيو. چيومانس ته مان توکي رسول الله ﷺ جن ڏي وٺي هلندس. ان چيو ته ائين نه ڪر! آءٌ مسڪين، محتاج، عيالدار آهيان. مون کي سخت ضرورت

www.maktabah.org

هئي تنهنکري هن مان کنيو اٿم. صبح جو رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ته مون کان پڇيائون ته رات تنهنجي قيديءَ جو ڇا ٿيو؟ عرض ڪيم ته اي الله جا رسول! سخت ضرورت جي شڪايت پئي ڪيائين ۽ چيائين ته آءٌ عيال دار آهيان مونکي به رحم اچي ويو. پوءِ مون ڇڏي ڏنومانس. فرمايائون ته توسان ڪوڙ ڳالهائي ويو آهي، اهو وري ايندئي. پوءِ آءٌ ٻي رات ان جي تاڙ ۾ ويهي رهيس، نيٺ هو آيو ۽ اناج مان ٻُڪَ ڀرڻ شروع ڪيائين ته مون وجهي ان کي پڪڙيو، چيومانس ته توکي رسول الله ﷺ جن ڏي ضرور وٺي هلندس. چيائين ته آءٌ مسڪين، محتاج، عيالدار آهيان اڳتي نه ايندس هيءُ دفعو ڇڏ. هن جي منٿن تي مون کي رحم اچي ويو. پوءِ مون به ڇڏي ڏنومانس. صبح جو نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ته فرمايائون: تنهنجي قيديءَ جو ڇا ٿيو؟ عرض ڪيم ته سائين! ان محتاجيءَ ۽ عيالداريءَ جي شڪايت ڪئي. مون کي به رحم اچي ويو، سو وري به ڇڏي ڏنومانس. سائين جن فرمايو: توسان ڪوڙ ڳالهائي ويو آهي اهو وري به ايندئي! پوءِ آءٌ ٽيون ڀيرو ان جي تاڙ ۾ ويهي رهيس، واقعي هو آيو ۽ اناج مان جيئن ئي ٻڪ ڀرڻ شروع ڪيائين ته مون وجهي ان کي پڪڙيو، چيومانس ته هن دفعي توکي رسول الله ﷺ جن ڏي ضرور ڏني هلندس؟ تو پڪ به ڏني هئي ته نه موٽندس پر وري به موٽي آيو آهين؟ چيائين ته مونکي ڇڏ ته توکي اهڙا اکر سيکاريان جو پڙهندين ته الله تعاليٰ وٽ نفعو ماٽيندين. مون چيو ته ٻڌاءِ ڀلا! اهي ڪهڙا اکر آهن چيائين: جيڏي مهل رات جو بستري تي سمهڻ جو ارادو ڪرين ته آية الڪرسي پڙهندو ڪر. ڇا ڪاڻ ته ان جي پڙهڻ سان الله تعاليٰ صبح ٿائين تولاءِ هڪ حفاظت ڪندڙ ملائڪ مقرر ڪري ڇڏيندو ۽ شيطان تنهنجي ويجهو نه ايندو. پوءِ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي هن جا اهي اکر ٻڌايا ته پاڻ فرمايائون: آهي ٿاپ جو ڪوڙو پر ڳالهه سچي ٻڌائي ويو آهي.

**جنڙيءَ جو ڏس:**

206. بيهقيءَ "**دلائل النبوة**" ۾ حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون وٽ اناج رکيل هو ان ۾ ڪوٽ محسوس ڪيم. هڪ دفعي رات جي پهر ۾ ڏٺم ته هڪ جنڙي آئي جيڪا اناج جي ڪوڙ ۾ لڪي ويهي رهي. مون وجهي ان کي پڪڙيو. چيومانس ته توکي تيستائين نه ڇڏيندس جستائين رسول الله ﷺ جن ڏي نه وٺي هلان. جنڙيءَ چيو ته مونکي جهجهو اولاد آهي، هي دفعو ڇڏ ٻيهر نه ايندس. پر هو نه مڙي ٻيو دفعو به آئي مون ان کي پڪڙيو ته چيائين مون کي ڇڏ ته توکي اهڙي شيءِ جو ڏس ڏيان جو جيڪڏهن تون اها پڙهندين ته ڪوبه جن تنهنجي سامان جي ويجهو نه ايندو ۽ اها هيءُ آهي ته بستري تي سمهڻ مهل پاڻ تي ۽ پنهنجي مال تي به پڙهندو ڪر. اها آيت الڪرسي اٿئي. مون نبي ﷺ جن کي اها خبر ٻڌائي ته پاڻ فرمايائون: سچ ڳالهائي وئي آهي حالانڪ آهي ڪوڙي.

www.maktabah.org

**آيتن جي سردار:**

207. سعيد بن منصور، حاکم ۽ بيهقيءَ، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: سورة بقرة ۾ هڪڙي آية آهي جيڪا قرآن پاڪ جي آيتن جي سردار آهي اها جنهن به گهر ۾ پڙهي ويندي ته ان مان شيطان ڀڄي ويندو.

**شام تائين حفاظت ۾:**

208. دارميءَ ۽ ترمذيءَ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو سورة حٰمٓ (المومن... ڪان اليه المصير) تائين ۽ آية الڪرسي پڙهندو ته اهو شام تائين حفاظت ۾ رهندو ۽ جيڪو شام جو پڙهندو ته اهو صبح تائين حفاظت ۾ رهندو.

209. امام بخاريءَ "التاريخ" ۾ ۽ ابن ضريس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جنَ فرمايو: مونکي عرش جي خزانن مان آية الڪرسي عطا ڪئي وئي آهي.

**بستري تي سمهڻ مهل آية الڪرسي:**

210. ابن ابي الدنيا "مڪائد الشيطان" ۾ ۽ دينوري "المجالسة" ۾ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: مون وٽ جبرائيل عليه السلام آيو، چيائين ته هڪ ٽنگ جنَ اوهان سان مڪر ۽ فريب ڪندو. تنهنڪري جڏهن به بستري تي سمهڻ جو ارادو ڪريو ته "آية الڪرسي" پڙهندا ڪريو.

**جنن کان تعويذ:**

211. ابن ابي الدنيا "مڪائد الشيطان" ۾، ابوالشيخ "العظمة" ۾ ابواسحاق جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي زيد بن ثابت رضي الله عنه پنهنجي باغ ۾ رات جو ويو ته ڪيس هڪ قسم جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. پڇيائين ته اهو ڇا آهي؟ هڪڙي جنَ چيو ته سائين! اسان تي ڏڪر آيو آهي تنهنڪري مون ارادو ڪيو ته اوهان جي ڦلن. فروٽن مان ڪجهه کاوان تنهنڪري اسان کي خوشيءَ سان اجازت ڏيو. حضرت زيد رضي الله عنه فرمايو: اوهان کي اجازت آهي پوءِ حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه چيس: ڀلا! اسان کي اهڙي شيءِ جو ڏس ڏيو جو توهان کان پناهه ۾ رهون؟ جنَ چيو ته "آية الڪرسي" پڙهندا ڪريو.

**توريت، انجيل ۽ زبور ۾ اهڙي ڪابه سورة نه آهي:**

212. ابو عبيد، حضرت سلمة بن قيس رضي الله عنه جي راويت نقل ڪئي آهي جيڪو "ايليا" شهر تي ڦهريون ڦهريون امير هو. ان فرمايو ته الله تعاليٰ توريت، انجيل ۽ زبور ۾ "الله لا اله الا هو الحي القيوم" (آية الڪرسي) کان وڌيڪ عظمت واري ڪابه آيت نازل نه ڪئي آهي.

**ڪهڙو عمل وڌيڪ فضيلت وارو آهي؟**

213. ابن ضريس، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ شخص جو پاءُ وفات ڪري ويو ڪجهه وقت کانپوءِ ان کي خواب ۾ ڏٺائين. پڇيائينس ته پائو ڪهڙو عمل وڌيڪ

www.maktabah.org

فضيلت وارو آهي؟ چيائين تہ: قرآن پاڪ. وري پڇيائينس تہ: ڀائو ڀلا! قرآن پاڪ جي آيتن ۾ ڪهڙي آيت وڏي فضيلت واري آهي؟ چيائين تہ:آية الڪرسي يعني: الله لا اله الا هو الحي القيوم پوءِ پڇيائين تہ: توهان اسان جي لاءِ ڪنهن شيءِ جي اميد رکو ٿا؟ چيائين: هائو. چيائين: توهان عمل ڪندا آهيو پر ڄاڻندا نہ آهيو تہ ان ۾ ڪيترو ثواب آهي ۽ اسان ڄاڻندا تہ آهيون پر عمل نٿا ڪري سگهون.

**سمهڻ مهل آية الڪرسي:**

214. ابن ضريس، حضرت قتاده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو بستري تي سمهڻ مهل آية الڪرسي پڙهي ٿو تہ ان لاءِ بہ ملائڪ مقرر ڪيا وڃن ٿا جيڪي صبح تائين ان جي حفاظت ڪندا رهن ٿا.

215. ابن حبان، حضرت سهل بن سعد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آية الڪرسي قرآن پاڪ جي آيتن جي سردار آهي. جيڪڏهن مال ۽ ٻار تي پڙهين تہ انهن ڪي شيطان ويجهو نہ ايندو. "حصن حصين" جي مصنف ۽ ان جي شارح بہ اها روايت نقل ڪئي آهي.

216. ديلميءَ "مسند الفردوس" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص وضو کان فارغ ٿئي تہ آيت الڪرسي پڙهي.

نوٽ: اها روايت علامہ سيوطيءَ "الاذڪار النبوية" ۾ بہ نقل ڪئي آهي.

آ ءِ چوان ٿو تہ آيت الڪرسيءَ جو بيان سورة فاتحہ ۽ سورة بقره جي فضيلتن ۾ ۽ سورة بقره جي پهرين ڇئن آيتن جي فضيلتن ۾ ۽ "الهڪم اله واحد" جي فضيلت ۾ گذري چڪو آهي. ۽ اڳتي هن جو ڪجهہ ذڪر سورة بقره جي آخري آيتن جي فضيلت ۾ ۽ شهد الله انه لا اِله الا هو آيت جي فضيلت ۾، سورة النحل، سورة القدر ۽ سورة الاخلاص جي فضيلت ۾ بہ ايندو.

**لا اڪراه في الدين** (سورة البقره: 256) **جي فضيلت**

فائدة: سورة بقرة جي پهرين ڇئن آيتن جي فضيلت ۾ هنن آيتن جي فضيلت گذري چڪي آهي.

**سورة بقرة جي آخري آيتن جي فضيلت**

217. سعيد بن منصور ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ضحاڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ آمن الرسول کان وٺي سورة بقرة جي آخر تائين جبرائيل عليه السلام ڪٺي آيو ۽ سائس ٻيا بہ ملائڪ سڳورا گڏ هئا. جڏهن "ربنا لا تو اخدنا ان نسينا او اخطئنا" تائين پهتو تہ جبرائيل عليه السلام چيو "اهو توهان لاءِ آهي" اهڙي طرح هر ڪلمي جي پويان چوي پيو.

**هر لفظ تي جبرائيل عليہ السلام چوي پيو....**

218. سفيان بن عيينه ۽ عبد بن حميد، حضرت ضحاڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت جبرائيل عليہ السلام، سورة بقرة جون آخري آيتون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي آڏو

www.maktabah.org

پڙهيون جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ياد ٿي ويون ته جبرائيل عليه السلام چيو ته وري پڙهي ٻڌايو. پاڻ سڳورن ﷺ جن پڙهڻ شروع ڪيون ته ان جي هر حرف تي جبرائيل چوي پيو ته اهو توهان لاءِ آهي، اهو توهان لاءِ آهي تانته آخر تائين پڙهي ويا.

**آمين يا رب العالمين:**

219. عبد بن حميد، حضرت عطاء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جڏهن هي آيتون "ربنا لا تؤاخذنا ان نسينا اوا خطانا" الخ نازل ٿيون ته جبرائيل عليه السلام جيڪو به ڪلمو پڙهيو پئي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمائن پيا: آمين يا رب العالمين! معني: اي جهانن جا پالڻهار قبول فرماءِ.

**الله تعاليٰ جي طرفان ڪفايت ڪندڙ آيتون:**

220. ابوعبيد، سعيد بن منصور، امام احمد، دارميءَ، امام بخاريءَ، امام مسلم، ابوداڻود، ترمذي، نسائي، ابن ماجه، ابن ضريس، بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة بقرة جون آخري ٻه آيتون پڙهندو ته الله تعاليٰ جي طرفان ان کي ڪفايت ڪري ويندون.

**فائدة**: علامه نوويءَ لکيو آهي ته ڪفايت جي معنيٰ ۾ عالمن جا ٻه رايا آهن 1. ان رات ۾ مصيبتن آفتن کان هي آيتون ڪفايت ڪنديون. يعني: انهن کان بچي ويندو. 2. رات جي عبادت کان ان کي ڪفايت ڪنديون. تنهنڪري آءٌ چوان ٿو ته ٻئي مراد وٺجن يعني جيڪو شخص رات جو اهي آيتون پڙهندو ته ان رات مصيبتن ۽ آفتن کان محفوظ به رهندو ۽ سڄي رات عبادت جو ثواب به پيو ملندس.

**ان گهر ۾ شيطان نه ايندو:**

221. ابوعبيد، دارميءَ، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي حسن به قرار ڏنو آهي، نسائي، ابن ضريس، محمد بن نصر، ابن حبان ۽ حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "الاسماء والصفات" ۾ حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ کان ٻه هزار سال اڳ هڪ ڪتاب لکيو، جنهن مان ٻه آيتون نازل فرمايائين اهي آيتون اُهي آهن جن سان سورة بقرة جي پڇاڙي ٿي. جنهن به گهر ۾ اهي ٻئي آيتون ٽي راتيون پڙهيون وينديون ته ان ۾ شيطان نه ايندو.

222. طبرانيءَ صحيح سند سان حضرت شداد بن اوس رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**عرش تان آيتون عطا ڪيون ويون آهن:**

223. امام احمد، ابوعبيد ۽ محمد بن نصر، عقبه بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو آهي ته پاڻ فرمايائون ته سورة بقرة جي هنن ٻن

www.maktabah.org

آيتن يعني: آمن الرسول-الخ جي تلاوت كندا كريو، ڇاڪاڻ ته منهنجي رب مونکي عرش تان اهي آيتون عطا ڪيون آهن.

**نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ خاص چونڊ:**

224. طبرانيءَ حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته سورة بقرة جي هنن ٻن آيتن يعني: "امن الرسول-الخ کي بار بار پڙهندا ڪريو ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ اهي خاص محمد ﷺ جن لاءِ چونڊ ڪيون آهن.

**عرش جي خزانن مان عطا ڪيل آيتون:**

225. امام احمد، نسائيءَ، طبرانيءَ، ابن مردوية، بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ صحيح سند سان حضرت حذيفہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمائيندا هئا ته مونکي سورة بقرة جون آخري آيتون عرش جي خزانن مان عطا ڪيون ويون آهن جيڪي اڳ ۾ ڪنهن به نبي سڳوري کي نه مليون آهن.

226. اسحق بن راهوية، امام احمد ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو ذر رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**سدرة المنتهي تي ٽن شين جو تحفو:**

227. امام مسلم، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: معراج واري رات رسول الله ﷺ جن کي سدرة المنتهيٰ تي ٽي شيون عطا ڪيون ويون.

1. پنج نمازون 2. سورة بقرة جون آخري آيتون 3. امتين کي شرڪ کانسواءِ وڏن گناهن جي بخشش جو تحفو.

**هي آيتون پاڻ به سکو، عورتن کي به سيکاريو:**

228. حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو ذر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ الله تعاليٰ، سورة بقرة جي اهڙين ٻن آيتن سان پڄاڻي فرمائي آهي جيڪي عرش جي هيٺان واقع خزاني مان مونکي عطا ڪيون ويون آهن تنهن ڪري پاڻ به سکو ۽ پنهنجي عورتن ۽ اولاد کي به سيکاريو ڇاڪاڻ ته اهي نماز آهن (يعني: ان ۾ پڙهيون وينديون آهن) ۽ قرآن ۽ دعا به آهن.

**رحمٰن کي راضي ڪرڻ واريون آيتون:**

229. ابو عبيد، ابن ضريس ۽ ابو جعفر فريا بيءَ "الذڪر" ۾ محمد بن المنڪدر جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن سورة بقرة جي آخري آيتن جي باري ۾ فرمايو ته بيشڪ اهي قرآن آهن ۽ دعا آهن ۽ جنت ۾ به وٺي هلنديون ۽ اهي رحمٰن کي به راضي ڪنديون.

**الله تعاليٰ جون پسنديده آيتون:**

230. علامہ ديلميءَ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: به آيتون قرآن آهن، شفا آهن ۽ الله کي به پسند آهن اهي سورة بقرة جون آخري آيتون آهن.

www.maktabah.org

**عقلمند انسان لاءِ مناسب نہ آهي.....**

231. مسدد، حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ عقلمند انسان لاءِ مناسب نہ ٿو سمجهان تہ سورة بقرة جي آخري آيتن جي پڙهڻ کانسواءِ ننڊ ڪري ڇاڪاڻ تہ اهي عرش هيٺان واقع خزاني مان آهن.

232. دارميءَ، محمد بن نصر، ابن ضريس ۽ ابن مردويہ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مان نہ ٿو سمجهان تہ ڪوبہ عقل، سمجهہ رکي تانتہ سورة بقره جون آخري ٽي آيتون پڙهي ۽ بيشڪ هيءُ آيتون عرش هيٺان خزاني مان آهن.

233. ابوبڪر بن ابي دائود صحيح سند سان امام بخاريءَ، مسلم جي شرطن تي حضرت علي رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

234. علامہ فريابيءَ، ابوعبيد، طبرانيءَ ۽ محمد بن نصر، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة بقرة جون آخري آيتون عرش هيٺان واقع خزاني مان نازل ٿيون آهن.

**هن تمام سنو ڪيو:**

235. طبرانيءَ حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن شخص رات جو سورة بقرة جون آخري آيتون پڙهيون ان ڇڻ گهڻو ڪجهہ ڪيو ۽ تمام سنو ڪيو.

236.خطيب "تلخيص المتشابة" ۾ حضرت عبدالله ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جنهن شخص سورة بقرة جون آخري ٽي آيتون پڙهيون ان ڇڻ گهڻو ڪجهہ ڪيو ۽ تمام سنو ڪيو.

**رات جي عبادت کان ڪفايت ڪندڙ:**

237. علامہ ابن عديءَ، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله تعاليٰ جنت جي خزانن مان بہ آيتون نازل فرمايون آهن، جيڪي مخلوق پيدا ڪرڻ کان بہ هزار سال اڳ پنهنجي هٿن سان پاڻ لکيون هئائين، جيڪو شخص سومهڻيءَ کانپوءِ انهن کي پڙهندو تہ ان کي رات جو عبادت کان ڪفايت ڪري ونديون.

**عرش جي خزانن مان عطا ڪيل:**

238. ابن ضريس، حضرت عبدالله بن مسعود بدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص رات جو سورة بقرة پڙهي سمهندو تہ ان کي سڄي رات جي عبادت کان ڪفايت ڪري ونديون. فرمايائين تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي سورة بقرة جون آخري آيتون عرش جي هيٺان واقع خزاني مان عطا ڪيون ويون آهن.

**فجر جي نماز ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي قرائت:**

239. ابو يعلي، حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فجر جي ٻن رڪعتن ۾ پڙهندي ٻڌو تہ پاڻ پهرين

www.maktabah.org

رکعت ۾ بقره جون آخري آيتون آمن رسول کان آخري تائين ۽ ٻي رکعت ۾ آل عمران جي آيت "قل يا اهل الكتاب تعالوا الي كلمة.... آخر تائين تلاوت فرمايائون.

**چار آيتون:**

240. ابو عبيد، حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي چار اهڙيون آيتون عطا ڪيون ويون، جيڪي حضرت موسيٰ عليه السلام کي نه مليون هيون ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام کي هڪ اهڙي آيت ملي جا محمد صلي الله عليه وسلم جن کي به نه ملي. چار آيتون جيڪي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن کي مليون سي هيءُ آهن. "لله ما فى السموات وما فى الارض" سورة بقرة جي آخر تائين ٽي آيتون ۽ چوٿين آية الڪرسي.

۽ جيڪا آيت حضرت موسيٰ عليه السلام کي ملي اها هيءَ آهي. "اللّٰهم لا تولج الشيطان فى قلوبنا وخلصنا منهٔ من اجل ان لک الملكوت والايد والسلطان والملک والحمد والارض والسماء والدهر الداهر ابدا ابدا آمين آمين"

ترجمو: اي الله! اسان جي دلين ۾ شيطان کي داخل نه ڪر ۽ اسان کي ان کان آجو ڪر ڇاڪاڻ ته شهنشاهي طاقت، حاڪميت، بادشاهي، ساراهه، زمين، آسمان ۽ زمانو به هميشه هميشه سڀ تولا ئي آهن.

241. عبد بن حميد، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هو جڏهن به سورة بقرة جي آخري آيتن جي تلاوت ڪندو هو ۽ فرمائيندو هو ته "يا لک نعمة يالک نعمة" معنيٰ واه جي نعمت آهي واهه جي نعمت آهي.

**فائدة:** اڄ چوان ٿو ته سورة بقرة جي آخري آيتن جون ڪجهه فضيلتون سورة فاتحه جي فضيلت ۾ ۽ سورة بقرة جي پهرين چئن آيتن ۽ آيت: الهكم الله واحد ۽ آية الڪرسي جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

## سورة آل عمران جون فضيلتون

**جمعي جي ڏينهن سورة آل عمران جو ورد:**

242. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ضعيف سند سان حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة آل عمران جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ۽ ان جا ملائڪ سج لٿي تائين ان تي رحمتون موڪليندا.

243. دارميءَ حضرت ابوالسليل يعني: ضريب بن نقير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ شخص زخمي ٿي پيو، ان اڃي محنة واديءَ (ماتريءَ) ۾ پناهه ورتي جتي ڪوبه نانگ جي ڏنگ کانسواءِ ڏينهن ٽاري نه سگهندو هئو. ۽ ان واديءَ جي ڪناري تي به راهب (عالم به) رهندا هئا جڏهن شام ٿي ته انهن مان هڪڙي ٻئي کي چيو ته الله جو قسم! اهو شخص هلاڪ ٿي

www.maktabah.org

ويو! راوي چوي ٿو تہ پوءِ ان شخص سورة آل عمران پڙهڻ شروع ڪئي تہ راهب چيو: سڄي سورة پڙهي اٿس اميد تہ چوٽڪارو ماڻي ويندو. راوي چوي ٿو تہ پوءِ اهو صحيح سلامتي رهيو، ڏنگ ڪان بچي ويو.

**حڪيمن (دانائن) جي لسٽ ۾:**

244. سعيد بن منصور ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي روايت ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة بقرة ۽ سورة آل عمران، سورة نساء جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ وٽ ان کي حڪيمن (دانائن) جي فهرست ۾ لکيو ويندو.

**سورة آل عمران جو پڙهندڙ غني آهي:**

245. دارميءَ، محمد بن نصر ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة آل عمران جي تلاوت ڪري ٿو اهو غني آهي. يعني: ڪنهن جو بہ محتاج نہ آهي.

**گداگر جو پلي ۾ پلو خزانو:**

246. دارميءَ ۽ ابوعبيد "الفضائل" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: گداگر (فقير) جو پلي ۾ پلو خزانو، سورة آل عمران آهي جنهن جي ذريعي ماڻهو رات جي پوئين پهر ۾ عبادت ڪندو آهي، يعني: تهجد ۾ ان جي قرائت ڪندو آهي.

**توريت ۾ سورة آل عمران جو نالو "طيبة" آهي:**

247. سعيد بن منصور، حضرت ابو عطاف رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تورات ۾ سورة آل عمران جو نالو "طيبة" آهي.

248. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن هو بصري جو امير هو تہ اتي سج گرهڻ ٿي پئي، پوءِ هن بہ رڪعتون نماز پڙهائي جنهن ۾ هن سورة بقره ۽ آل عمران تلاوت ڪيون.

**اسم اعظم ذريعي سوال:**

249. ابن ابي شيبة ۽ عبدالملڪ بن عمير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ شخص سورة بقرة ۽ آل عمران جي تلاوت ڪئي. تنهن تي حضرت ڪعب رضي الله عنه فرمايو: هن شخص اهڙين بن سورتن جي تلاوت ڪئي آهي جن ۾ اهڙو اسم آهي جو ان جي ذريعي جڏهن بہ دعا گهري ويندي آهي تہ قبول ٿيندي آهي.

250. ابن ابي شيبة، "المصنف" ۾ حضرت يحي بن عبدالرحمٰن بن حاطب جي رراويت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه بن رڪعتن ۾ سورة آل عمران تلاوت ڪئي. يعني: ورهائي پڙهيائين.

www.maktabah.org

**حضرت عمر رضي الله عنه جو عمل:**

251. ابن ابي شيبة، "المصنف" حضرت ابورافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ حضرت عمر رضي الله عنه حج واري نماز ۾ سورة بقرة جون هڪ سو آيتون تلاوت ڪندو هئو ۽ ان سان گڏ مثاني يا "صدورالمفصل" مان ڪا سورة ملائيندو هئو ۽ سورة آل عمران جون هڪ سو آيتون ۽ ان سان گڏ "مثاني" يا "صدورالمفصل" ملائي پڙهندو هو.

**فائده**: سورة بقرة جون سؤ آيتون "بَلٰى مَنۡ اَسۡلَمَ وَجۡهَهٗ لِلّٰهِ وَهُوَ مُحۡسِنٌ فَلَهٗۤ اَجۡرُهٗ عِنۡدَ رَبِّهٖ وَلَا خَوۡفٌ عَلَيۡهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُوۡنَ ﴿۱۱۲﴾ (سورة بقرة: 112)تائين ٿين ٿيون.

۽ سورة آل عمران جون سؤ آيتون وَ كَيۡفَ تَكۡفُرُوۡنَ وَاَنۡتُمۡ تُتۡلٰى عَلَيۡكُمۡ اٰيٰتُ اللّٰهِ وَفِيۡكُمۡ رَسُوۡلُهٗ وَمَنۡ يَّعۡتَصِمۡ بِاللّٰهِ فَقَدۡ هُدِىَ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿۱۰۱﴾ (سورة آل عمران: 101) تائين ٿين ٿيون.

**سورتن جي ورڇ:**

**فائده**: قرآن پاڪ جون سورتون چئن قسمن جون آهن

1. الطوال 2. المئون 3. المثاني 4. المفصل

**الطوال**: هي ست سورتون آهن.

1. سورة بقرة 2. سورة آل عمران 3. سورة نساء 4. سورة مائده 5. سورة انعام 6. سورة اعراف ۽ ستين سورة جي باري ۾ اختلاف آهي. ڪي چون ٿا تہ سورة توبه آهي ۽ ڪي چون ٿا تہ سورة يونس آهي.

**المئون**: جنهن سورة ۾ سؤ کان مٿي يا ان جي لڳ ڀڳ آيتون هجن اُهي هيءَ آهن.

1. سورة توبه 2. سورة النحل 3. سورة هود 4. سورة يوسف 5. سورة الڪهف 6. سورة بني اسرائيل 7. سورة انبياء 8. سورة طٰهٰ 9. سورة المؤمنون 10. سورة الشعراء 11. سورة الصافات.

**المثاني**: انهن سورتن کي چئبو آهي جن ۾ سو کان تمام گهٽ آيتون هجن ۽ طوال، مئون ۽ مفصل سورتن کان علاوه جيڪي سورتون آهن انهن کي "مثاني" هن ڪري چيو وڃي ٿو جو مثاني ورتل آهي ثانيءَ مان جنهن جي معني آهي ٻيو. جيئن تہ هي سو آيتن وارين سورتن کان ٻئي نمبر تي آهن ۽ سو آيتن واريون سورتون هنن سورتن جي اعتبار سان ڪرڻ پهريون آهن. تنهن ڪري هنن سورتن کي مثاني چيو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سڄي قران کي بہ مثاني چوندا آهن، ڇاڪاڻ تہ قرآن پاڪ ۾ ڪافي قصا ٻہ ٻہ دفعا آيا آهن ۽ انهن جو نزول بہ بار بار ٿيو ۽ مثانيءَ جي معني بہ آهي ٻہ ٻہ ڀيرا دهرائجندڙ شيءِ.

**المفصل**: سورة حجرات کان سورة الناس تائين وارين سورتن کي چئبو آهي انهن کي مفصل هن ڪري چيو وڃي ٿو جو مفصل جي معني آهي جدا ڪيل، جيئن تہ انهن سورتن کي گهڻي قدر "بسم الله الرحمن الرحيم" سان الڳ ڪري پڙهيو ويندو آهي ان ڪري انهن کي مفصل چيو وڃي ٿو هيءُ "الاتقان" ۾ علامہ سيوطيءَ رحمه الله طرفان آندل ڳالهين جو خلاصو آهي.

www.maktabah.org

**فائده:** سورة آل عمران جون گهڻيون فضيلتون سورة بقرة جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

سورة آل عمران جي پهرين آيت جي فضيلت " الهکم اله واحد" آيت ۾ اچي چڪي آهي.

**نوٽ:** مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ صاحب فرمايو آهي تہ سورة بقرة جون سؤ آيتون "بلي من اسلم وجهہ" تائين آهن جڏهن تہ موجوده قرآني نسخن ۾ ان تي 112 آيتون ٿين ٿيون ۽ آل عمران جي جيڪا 100 آيت ڏسي اٿن، اها موجوده نسخن ۾ 101 آهي ممڪن آهي تہ مخدوم ٺٽويءؒ صاحب آيتن جي ڳڻپ بابت قراء ڪرام جي ٻي ڪنهن روايت جو لحاظ ڪيو هجي ڇو تہ ڪن قارين وٽ ٻن آيتن کي گڏي هڪ آيت شمار ڪيو ويو آهي. از: سليم الله

## ربنا لا تزغ قلوبنا بعد اذ هديتنا (سورة آل عمران آية: 8) جي فضيلت

252. ابن جرير ۽ ابن ابي حاتم، حضرت ام سلمه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن دعا ۾ فرمائيندا هئا "يا مقلب القلوب ثبت قلبي عليٰ دينک" (اي دلين کي موڙيندڙ! منهنجي دل کي پنهنجي دين تي ثابت ڪر) ان ڪانپوءِ هيءَ دعا گهرندا هئا "رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوْبَنَا بَعْدَ اِذْ هَدَيْتَنَا وَهَبْ لَنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْوَهَّابُ ۝" (آل عمران 8).

ترجمو: اي اسان جا پالڻهار! اسان جي دلين کي هدايت عطا ڪرڻ ڪانپوءِ نہ ڦيراءِ ۽ پاڻ وٽان اسان کي رحمت عطا ڪر. بي شڪ تون ئي گهڻو ڏيندڙ آهين.

### حضرت ابو بڪر رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز ۾ هيءَ دعا پڙهي:

253. امام مالڪ، امام شافعي، ابن ابي شيبة، ابو دائود ۽ بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت ابو عبدالله الصنابحي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هو حضرت ابو بڪر رضي الله عنه جي خلافت جي دؤر ۾ مدينه منوره آيو ۽ حضرت ابو بڪر رضي الله عنه جي پويان نماز پڙهيائين جنهن ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه پهرين ٻن رڪعتن ۾ الحمد سان گڏ قصار المفصل سورتن مان هڪ سورة پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ الحمد شريف کان بعد هيءَ آية يعني: "ربنا لا تزغ قلوبنا بعد اذ هديتنا وهب لنا من لدنک رحمة انک انت الوهاب" پڙهيائون.

254. ابو دائود ۽ نسائي ۽ بيهقيءَ "الاسماء والصفات" ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن رات جو جڏهن بہ جاڳندا هئا تہ هيءَ دعا پرهندا هئا "لا اله الا انت سبحنک اني استغفرک لذ نبي واسئلک رحمتک اللهم زدني علما ولا تزغ قلبي بعد اذ هديتني وهب لي من لدنک رحمة انک انت الوهاب".

ترجمو: الله تعاليٰ کانسواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي. اي الله! تنهنجي ذات پاڪ آهي اي الله! آءٌ پنهنجي اوڻاين جي معافي طلبيان ٿو ۽ توکان رحمت جو سوال ڪريان ٿو. اي الله! مون کي علم ۾ وڌاءِ ۽ هدايت کان بعد منهنجي دل کي نہ ڦيراءِ ۽ مون کي پاڻ وٽان رحمت عطا ڪر. بيشڪ تون گهڻو ڏيندڙ آهين.

www.maktabah.org

## ربنا انک جامع الناس (سورة آل عمران آية:9) جي فضيلت

### گم ٿيل شيءِ لاءِ دعا:

255. علامه ابن نجار "التاريخ" ۾ جعفر بن محمد بن الخلدي جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص گم ٿي ويل شيءِ لاءِ هيءَ آيت ۽ دعا پڙهندو ته الله پاڪ ان کي اها شيءِ واپس موٽائي ڏيندو.

"رَبَّنَآ اِنَّكَ جَامِعُ النَّاسِ لِيَوْمٍ لَّا رَيْبَ فِيْهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُخْلِفُ الْمِيْعَادَ ۝ فاجمع بيني و بين مالي انک علی کل شی قدير

ترجمو: اي اسان جا رب! بي شڪ تون اسان کي هڪ ڏينهن گڏ ڪندين جنهن ۾ ڪوبه شڪ نه آهي تون وعدي جي مخالفت نه ڪندو آهين، تنهن ڪري مون کي ۽ منهنجي مال کي ملاءِ بيشڪ تون هر شيءِ تي قادر آهين.

## شهد الله انه لا اله الاهو (سورة آل عمران الآية: 18) جي فضيلت

256. علامه ابن سنيءَ "عمل اليوم والليلة" ۾ ۽ ابو منصور الشحامي "الا ربعين" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ سورة فاتحة ۾ آية الڪرسي ۽ سورة آل عمران جون ٻه آيتون عرش سان تعلق رکن ٿيون. الله پاڪ ۽ انهن جي وچ ۾ ڪوبه حجاب نه آهي چون ٿيون ته اي الله! اسان کي پنهنجي زمين ۽ پنهنجي نافرمانن ڏي لاهين ٿو؟ الله تعاليٰ فرمايو: بي شڪ مون قسم ڪنيو آهي ته توهان کي منهنجي ٻانهن مان جيڪو به پڙهندو آءٌ ان جي جاءِ جنت ۾ ڪندس ۽ جيڪي ڪجهه ان ۾ نعمتون آهن اهي به ان لاءِ هونديون ۽ ان کي جنت الفردوس ۾ ٽڪائيندس ۽ ان ڏي پنهنجي لڪل اک سان روزانو ستر ڀيرا نهاريندس ۽ روزانو ان جون ستر حاجتون پوريون ڪندس جنهن مان گهٽ ۾ گهٽ حاجت مغفرت هوندي ۽ ان کي هر دشمن کان پناهه ۾ رکندس ۽ انهن کان ان جي مدد ڪندس. آيتون هيءَ آهن.

"شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۙ وَالْمَلٰۗىِٕكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ قَاۗىِٕمًۢا بِالْقِسْطِ ۭ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝ اِنَّ الدِّيْنَ عِنْدَ اللّٰهِ الْاِسْلَامُ ۣ وَمَا اخْتَلَفَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَاۗءَھُمُ الْعِلْمُ بَغْيًۢا بَيْنَھُمْ ۭ وَمَنْ يَّكْفُرْ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ فَاِنَّ اللّٰهَ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ۝ قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاۗءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاۗءُ ۡ وَتُعِزُّ مَنْ تَشَاۗءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَاۗءُ ۭ بِيَدِكَ الْخَيْرُ ۭ اِنَّكَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝ تُوْلِجُ الَّيْلَ فِي النَّهَارِ وَتُوْلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيْلِ ۡ وَتُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَتُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ ۡ وَتَرْزُقُ مَنْ تَشَاۗءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ۝

ترجمو: الله شاهدي ڏني ته سندس ذات کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي ۽ ملائڪن ۽ علم وارن به (شاهدي ڏني) اهوئي انصاف (جهان کي) هلائيندڙ آهي ان کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي (اهو) زبردست (۽) حڪمت وارو آهي بيشڪ (معتبر) دين الله وٽ اسلام آهي ۽

www.maktabah.org

ڪتاب وارن (اسلام قبول ڪرڻ ۾) وٽن علم پهچڻ ڪان پوءِ پاڻ ۾ ضد جي ڪري اختلاف ڪيو ۽ جيڪو الله جي آيتن جو انڪار ڪندو ته الله جي طرفان حساب جلد وارو آهي. (اي رسول!) چؤ ته اي الله ملڪ جا مالڪ! جنهن کي گهرين ٿو تنهن کي بادشاهي ڏين ٿو ۽ جنهن کي گهرين ٿو تنهن کان کسين ٿو. ۽ جنهن کي گهرين تنهن کي عزت وارو ڪرين ٿو ۽ جنهن کي گهرين تنهن کي خوار ڪرين ٿو، تنهنجي هٿ ۾ چڱائي آهي، بيشڪ تون سڀ ڪنهن شيءِ تي قدرت رکندڙ آهين. رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪرين ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪرين ۽ جيئري کي مئل مان ڪڍين ٿو ۽ مئل کي جيئري مان ڪڍين ٿو، جنهن کي گهرين ٿو تنهن کي بيشمار رزق ڏين ٿو.

257. علامه ديلميءَ "مسندالفردوس" ۾ حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي ته جڏهن سورة فاتحه، آيت الڪرسي ۽ شهد الله انه لا اله ۽ قل اللهم مالڪ الملڪ کان بغير حساب تائين نازل ٿيون ته عرش عظيم مان چنبڙي پيون ۽ چون پيون ته (لا اِله الله!) تو اسان کي اهڙي قوم تي نازل ڪيو آهي جيڪي تنهنجي نافرماني ڪن ٿا. الله تعاليٰ فرمايو: مون پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم ته جيڪو به بانهو هر فرضي نماز کان پوءِ اهي آيتون تلاوت ڪندو ته ان کي جن گناهن ۾ مبتلا هوندو اهي معاف ڪري ڇڏيندس ۽ ڪيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏيندس ۽ ان ڏانهن روزانو ستر ڀيرا نهاريندس ۽ ان جون ستر حاجتون پوريون ڪندس جن مان گهٽ ۾ گهٽ مغفرت آهي.

**آءٌ ان جي شاهدي ٿو ڏيان:**

258. امام احمد ۽ ابن ابي حاتم ۽ طبرانيءَ حضرت زبير بن عوام رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن عرفات جي ميدان ۾ شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ وَالْمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ قَآئِمًا بِالْقِسْطِ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿١٨﴾ (آل عمران: 18) جي تلاوت فرمائي ان ڪانپوءِ فرمايائون ته مان انهيءَ جي شاهدي ڏيندڙ آهيان.

۽ طبراني رحمه الله جي حديث جا لفظ هيءَ آهن وانا اشهد انڪ لا اِله اِلا انت العزيز الحڪيم: يعني: آءٌ شاهدي ٿو ڏيان ته بيشڪ تو کان سواءِ ڪو به عبادت جي لائق نه آهي مگر تون زبردست آهين، حڪمت وارو آهين.

259. ابن عدي، طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ۽ خطيب "تاريخ بغداد" ۾ جنهن هن حديث کي ضعيف به قرار ڏنو آهي ان غالب القطان جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ واپار وٽج لاءِ ڪوفي ويس ته اتي اعمش رحمه الله (سليمان بن مهراڻ) جي گهر جي ويجهو هڪ جاءِ تي رهيس. رات جو مون هيٺ لهڻ جو ارادو ڪيو، ڇا ڏسان ته اعمش رات جو تهجد بينو ٿو پڙهي. جڏهن هن آيت "شهد الله انه لا اله الاهو ڪان ان الدين عندالله الاسلام" تائين پڙهيائين ته چيائين: آءٌ شاهدي ٿو ڏيان جنهن جي شاهدي الله تعاليٰ ڏني آهي ۽ آءٌ هن شاهديءَ کي الله تعاليٰ جي امانت ۾ رکان ٿو ۽ هيءَ الله تعاليٰ وٽان مون لاءِ امانت آهي. اهي اکر هن بار بار پئي چيا. مون پنهنجي دل ۾ چيو ته شايد هن ان جي باري ۾ ڪجهه ٻڌو آهي. پوءِ

www.maktaban.org

مون ان کان پڇيو. پوءِ هن چيو: مون کي ابو وائل حضرت عبدالله رضي الله عنه جي روايت ٻڌائي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هن جي پڙهندڙ کي قيامت جي ڏينهن پيش ڪيو ويندو. پوءِ الله تعاليٰ چوندو تہ منهنجي ٻانهي مون سان واعدو ڪيو ۽ مان واعدي وفائي جو وڌيڪ حقدار آهيان. منهنجي ٻانهي کي جنت ۾ داخل ڪريو. جڏهن الحمد لله رب العالمين (سورة فاتحه) ۽ آية الڪرسي ۽ شهد الله..... آل عمران آيت نمبر: 18 ۽ قل اللهم مالڪ الملڪ ........ آيت نمبر: 26.27 نازل ٿين پيون تہ عرش سان چنبڙيل هيون. عرض ڪن پيون تہ اي الله! اسان کي اهڙي قوم تي لاهين ٿو جا تنهنجي نا فرمانيءَ وارا عمل ڪندي. الله تعاليٰ فرمايو: مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم! توهان کي جيڪو بہ ٻانهو فرض نماز ڪانپوءِ پڙهندو تہ آءٌ ان کي بخشي ڇڏيندس ۽ ڪيس جنت الفردوس ۾ رهائيندس ۽ ان ڏانهن روزانو ستر ڀيرا نهاريندس ۽ ان جون ستر حاجتون پوريون ڪندس، جنهن مان گهٽ ۾ گهٽ (حاجت) مغفرت هوندي.

"الطريقة الواضحة الى اسرار الفاتحة" ۾ روايت آهي تہ بيشڪ جيڪو شخص شهد الله انه لا اله الاهو.. پڙهي ٿو ان کي جڳائي تہ "العزيز الحڪيم" ڪانپوءِ هي اکر چوي تہ آءٌ ان شيءِ سان شاهدي ٿو ڏيان جنهن جي الله پاڪ پنهنجي ذات لاءِ شاهدي ڏني آهي ۽ ان ڳالهہ تي ان جي ملائڪن کي بہ شاهد بڻاريان ٿو ۽ هن شاهديءَ کي الله تعاليٰ جي امانت ۾ رکان ٿو ۽ اها مون لاءِ الله وٽان امانت آهي. اهي اکر ٽي ڀيرا چوي ٿو پوءِ چوي ٿو تہ ان الدين عندالله الاسلام (بيشڪ الله تعاليٰ وٽ دين، اسلام آهي). هن روايت کي علامه واحديءَ رحمه الله نبي ڪريم ﷺ جن تائين مرفوع طور نقل ڪيو آهي جنهن جي آخر ۾ چيائين تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هن جي پڙهندڙ کي قيامت جي ڏهاڙي پيش ڪيو ويندو. پوءِ الله تعاليٰ فرمائيندو تہ بيشڪ منهنجي هن ٻانهي لاءِ مون وٽ واعدو آهي ۽ مان واعدي وفائيءَ جو وڌيڪ حقدار آهيان. تنهن ڪري منهنجي (هن) ٻانهي کي جنت ۾ داخل ڪريو.

259. عبدبن حميد ۽ ابن المنذر، حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ بيت الله جي چوڌاري ٽي سو بت هوندا هئا جن ۾ عرب جي هر قبيلي جو هڪ يا ٻہ بت هوندا هئا پوءِ الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي "شهدالله انه لا اله الا هو......" الآية آل عمران آيت نمبر: 18 سعيد بن جبير فرمائي ٿو تہ پوءِ سيئي بت ڪعبي ڏانهن سجدي ۾ ڪري پيا.

**فائده**: هن آيت جون ڪجهہ فضيلتون سورة بقرة جي پهرين چئن آيتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

### قل اللهم مالڪ الملڪ (سورة آل عمران الآية :26) جي فضيلت

261. ابن المنذر حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڏي حضرت جبرائيل عليه السلام آيو. چيائين: اي محمد! ﷺ پنهنجي رب کان سوال ڪر. چئو "اللهم مالڪ الملڪ تؤتي الملڪ من تشاء" کان "بغير حساب" تائين آل عمران آية نمبر 26.27 ان

www.maktabah.org

ڪانپوءِ وري جبرائيل عليه السلام آيو. چيائين: اي محمد! ﷺ الله تعاليٰ ڪان سوال ڪر چئو "رب ادخلني مدخل صدق واخرجني مخرج صدق واجعل لي من لدنک سلطانا نصيرا" (بني اسرائيل آيت نمبر: 80)

ترجمو: اي رب! مون کي سچائيءَ سان داخل ڪر ۽ مونکي سچائيءَ سان ٻاهر ڪڍ ۽ مونکي پاڻ وٽان مدد ڪندڙ طاقت (حڪومت) ڏي.

پوءِ رسول الله ﷺ جن الله تعاليٰ جي انهن ڪلمن سان دعا گهري ته ڪين اهي شيون عطا ڪيون ويون (جن بابت سوال ڪيو هئن)

**اسم اعظم جي ذريعي دعا:**

262. طبرانيءَ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ جو اسم اعظم اهڙو آهي جڏهن به ان جي ذريعي دعا گهري وئي ته سورة آل عمران جي هن آيت ۾ ان جو جواب مليو.

" قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ....." آل عمران 26.27.

**اسم اعظم:**

263. ابن ابي حاتم، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: الله پاڪ جو اسم اعظم هيءُ آهي "قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ ڪان بغير حساب" تائين (آل عمران 26.27).

**قرض ڪان دعا:**

264. ابن ابي الدنيا حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو ته قرض جام ٿي ويو آهي ڪو ڏس ڏيو. فرمايائون: معاذ! ڇا تون چاهين ٿو ته پنهنجو قرض ادا ڪرين. عرض ڪيم: جي سائين: فرمايائون ته هيءَ دعا پڙهندو ڪر. "قل اللهم ملک الملک توتي الملک من تشاءُ وتنزع الملک ممن تشاءُ وتعز من تشاءُ وتذل من تشاءُ بيدک الخير انک علیٰ ڪل شيءِ قدير. رحمان الدنيا والآخرة ورحيمهما تعطي من تشاءُ منهما وتمنع منهما من تشاءُ واقض عني ديني". جيڪڏهن توتي زمين جيتري سون جيترو قرض هوندو ته به ادا ٿي ويندو.

ترجمو: اي الله! بادشاهيءَ جا مالڪ! جنهن کي چاهين بادشاهي ڏين ۽ جنهن ڪان کسين ۽ جنهن کي عزت ڏين ۽ جنهن کي ذلت ڏين تنهنجي هٿ ۾ خير آهي بيشڪ تون هر شيءِ تي قادر اهين اي دنيا ۽ آخرت جا رحمان ۽ رحيم! دنيا ۽ آخرت مان جا شيءِ چاهين سا عطا ڪرين ۽ جيڪا چاهين سان روڪي رکين ۽ منهنجي پاران منهنجو قرض ادا ڪر.

265. طبرانيءَ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي ڏينهن ان کي مجلس ۾ نه ڏٺو جڏهن نماز پڙهائي فارغ ٿيا ته سڏو حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه وٽ آيا ۽ فرمايائونس ته: معاذ! ڇا ٿيو هيئي جو اڄ ڏسڻ ۾ ڪونه پئي آئين؟ عرض ڪيائين ته سائين! هڪڙي يهوديءَ جو مون تي چاليهه درهم قرض هئو سو اوهان

www.maktabah.org

ڏي پئي آيس تہ ان مونکي روڪي ڇڏيو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توکي هڪڙي دعا نہ سيکاريان جو جيڪڏهن توتي صُبير (ٻي روايت ۾ آهي صير) جبل جيترو قرض هوندو تہ بہ الله تعاليٰ تنهنجي پاران ادا ڪري ڇڏيندو.

معاذ! هيءَ دعا پڙهندو ڪر "قل اللهم مالک الملک توتی الملک من تشاءُ وتنزع الملک ممن تشاءُ تعز من تشاءُ وتذل من تشاءُ بيدک الخير. انک علیٰ کل شیءٍ قدير. رحمان الدنيا والآخرة ورحيمهما تعطی من تشاءُ منهما وتمنع من تشاءُ منهما ارحمنی رحمة تغنينی بها عن رحمة من سواک اللهم اغننی من الفقر واقض عنی الدين وتوفنی فی عبادک وجهاد فی سبيلک."

ترجمو: اي الله! بادشاهيءَ جا مالڪ جنهن ڪي چاهين بادشاهي ڏين ۽ جنهن کان چاهين کسين ۽ جنهن کي عزت ڏين ۽ جنهن کي ذلت ڏين. تنهنجي هٿ ۾ خير آهي بيشڪ تون هر شيءِ تي قادر آهين دنيا ۽ آخرت جا رحمٰن ۽ رحيم! جنهن کي چاهين ڏين ۽ جنهن کي چاهين نہ ڏين مون تي اهڙي رحمت ڪر جا تنهنجي غير جي رحم ڪرم کان مون کي بي پرواهہ ڪري ڇڏي. اي الله! فقيريءَ کان بچاءِ ۽ منهنجي پاران قرض ادا ڪر ۽ مون کي پنهنجي ٻانهن ۾ وفات ڏيءِ ۽ پنهنجي رستي ۾ جهاد ۾ مار.

### جبل جيترو قرض بہ ادا ٿي وڃي:

266. طبراني "المعجم الصغير" ۾ صحيح سند سان حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ توکي اهڙي دعا نہ ڏسيان جو جيڪڏهن تون اها پڙهندين تہ جي احد جبل جيترو قرض هوندئي تہ بہ الله تعاليٰ تنهنجي پاران ادا ڪري ڇڏيندو. اها دعا هيءَ آهي. "قل اللهم مالک الملک تؤتی الملک من تشاءُ وتنزع الملک ممن تشاءُ وتعز من تشاءُ وتذل من تشاءُ بيدک الخير انک علیٰ کل شیءٍ قدير. رحمان الدنيا والآخرة ورحيمهما تعطيهما هما من تشاءُ وتمنع منهما من تشاءُ. ارحمنی رحمة تغنينی بها عن رحمة من سواک"

نوٽ: ترجمو گذري چڪو آهي.

فائده: قل اللهم مالک الملک الآية جون ڪجهہ فضيلتون "شهد الله انه لا اله الاهو" جي فضيلتن ۾ بہ گذري چڪيون آهن.

## قل يا اهل الكتاب تعالوا الي كلمة.... الآية بابت

### فجر جي سنت ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي قراءت:

267. ابن ابي شيبه، مسلم، ابوداؤد، نسائي ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي سنت جي پهرين رڪعت ۾ "قولو آمنا بالله وما انزل الينا (الآية البقرة: 136) ۽ ٻيءَ رڪعت ۾ قل يا اهل الكتاب تعالوا الي كلمة (آل عمران: 64) پڙهندا هئا.

www.maktabah.org

**نبوي خط:**

268. عبدالرزاق، بخاري، مسلم، نسائي ۽ ابن ابي حاتم، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون کي ابو سفيان ٻڌايو تہ هر قل بادشاهہ رسول الله ﷺ جن جو خط گهرائي پڙهيو ان ۾ هو "بسم الله الرحمن الرحيم من محمد رسول الله ﷺ الى هرقل عظيم الروم سلام على من اتبع الهدىٰ. اما بعد! فانى ادعوک بدعاية الاسلام اسلم تسلم واسلم يوتک الله اجرک مرتين فان توليت فان عليک اثم الاريسين ويآ اهل الکتب تعالوا الى کلمة سواء بيننا و بينکم ان لا نعبد الا الله ولا نشرک به شيئاً الى قوله اشهدو بانا مسلمون."

ترجمو: بسم الله الرحمن الرحيم هيءُ خط محمد رسول الله ﷺ جن ڪان روم جي عظيم بادشاهہ هر قل ڏانهن آهي. هدايت جي پيروڪار تي سلام آهي اما بعد! بي شڪ آءٌ توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو اسلام آڻيندين تہ (دنيا ۽ آخرت ۾) سلامت رهندين اسلام آڻيندين تہ الله تعالىٰ توکي ٻہ ڀيرا اجر ڏيندو ۽ جي اسلام ڪان منهن موڙيندين تہ تنهنجي پوئلڳ ماڻهن جو بہ گناهہ توکي ٿيندو ۽ اي اهل ڪتاب! ان ڳالهہ ڏي اچو جا اسان ۽ توهان جي وچ ۾ برابر آهي تہ الله ڪان سواءِ ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪريون ۽ نہ ان اسان ڪنهن کي شريڪ ڪريون ۽ نہ اسان مان ڪو الله ڪانسواءِ ٻين کي پنهنجا پالڻهار ڪري وٺي پوءِ جيڪڏهن منهن ڦيرن تہ پوءِ اوهان کين چئو تہ اوهين شاهد رهو تہ اسين فرمانبردار آهيون.

**ڪافر ڏي لکيل نبوي خط ۾ آيت جو ذڪر:**

269. طبرانيءَ، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن ڪافرن ڏي جيڪو خط لکندا هئا تہ ان ۾ هيءَ آيت لکندا هئا.

"تَعَالَوْا اِلٰى كَلِمَةٍ سَوَآءٍۢ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمْ" (آل عمران: 64)

**"افغير دين الله يبغون"** (سورة آل عمران: آيت 83) **بابت:**

270. بيهقي "الدعوات" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن توهان جو ڪو جانور ارڏائي ڏيکاري يا ٿهي تہ ان جي ڪن ۾ هيءَ آية پڙهو. "اَفَغَيْرَ دِيْنِ اللّٰهِ يَبْغُوْنَ وَلَهٗۤ اَسْلَمَ مَنْ فِى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّاِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ ۝٨٣"

ترجمو: ڇا پوءِ الله جي دين ڪانسواءِ (ٻيو دين) گهرن ٿا هوڏانهن جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سي خوشيءَ ۽ مجبوريءَ سان سندس فرمانبردار آهن ۽ ان ڏي ئي موٽايا ويندا.

نوٽ: هيءَ حديث علامه سيوطيءَ بہ "الاتقان" ۾ آندي آهي.

**خراب عادت ڪان دعا:**

271. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: دوستن ۽ جانورن ۽ ٻارن مان ڪنهن جو بہ خلق (عادت) خراب ٿي پوي تہ ان جي ڪن ۾ هيءَ آيت پڙهو.

www.maktabah.org

”اَفَغَيْرَ دِيْنِ اللّٰهِ يَبْغُوْنَ وَلَهٗۤ اَسْلَمَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّاِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ ﴿٨٣﴾

ترجمو: گذري چڪو آهي.

**يا ايها الذين آمنو اتقوا الله** (سورة آل عمران: آيت 102) **بابت:**

هن آيت بابت سورة نساء جي فضيلتن ۾ انشاء الله ايندو

**سورة آل عمران جي آخري ڏهن آيتن جي فضيلت، ان في خلق السموات.... آخري آيتن بابت:**

272. امام بخاري، مسلم، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجه ۽ بيهقي حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: ”هڪ دفعي آءٌ پنهنجي ماسيءَ ميمونه رضي الله عنها وٽ رات رهيس. نبي ڪريم ﷺ جن آرام ۾ پئجي ويا آڌي رات تي يا ٿورڙو وڌيڪ وقت گذريو ته پاڻ سڳورا ﷺ جن اُٿيا ۽ پنهنجي چهري مبارڪ تان پنهنجي هٿ سان ننڊ (جي خمارن) کي ٻه ختم ڪيائون پوءِ سورة آل عمران جون آخري ڏهه آيتون پڙهيائون.

**تهجد ۾ هنن آيتن جي تلاوت:**

273. عبدالله بن احمد ”زوائدالمسند“ ۾، طبرانيءَ، حاڪم ”الڪنيٰ“ ۾، بغويءَ ”معجم الصحابة“ ۾ صفوان بن معطل السلمي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن سان سفر ۾ هوس ۽ سندن رات واري نماز تي منهنجي نظر هئي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن سومهڻيءَ جي نماز پڙهي ننڊ پئجي ويا، جڏهن آڌي رات ٿي ته جاڳيا پوءِ سورة آل عمران جون آخري ڏهه آيتون تلاوت ڪيائون ۽ ڏندڻ ڏئي وضو ڪري يارنهن رڪعتون نماز پڙهيائون.

**جنهن هنن آيتن ۾ غور و فڪر نه ڪيو اهو هلاڪ ٿئي:**

274. عبد بن حميد، ابن ابي الدنيا ”التفڪر“ ۾، ابن حبان ”صحيح ابن حبان“ ۾، ابن مردوية، اصبهانيءَ ”الترغيب“ ۾ ۽ ابن عساڪر حضرت عطاء رحمة الله جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون حضرت عائشة رضي الله عنها کي عرض ڪيو ته مونکي ٻڌايو ته توهان رسول الله ﷺ جن ۾ عجيب ۾ عجيب ڪهڙي ڳالهه ڏٺي؟ فرمايائين ته سائين جن جي ڪهڙي ڳالهه عجيب نه هئي؟ (سندن هر قول ۽ فعل اعليٰ ۽ عجيب هئو).

هڪڙي رات جو مون وٽ آيا هڪ چادر ۾ مون سان گڏ آرامي ٿيا. ٿوري دير ڪانپوءِ چيائون ته مونکي ڇڏ ته آءٌ پنهنجي رب جي عبادت ڪريان پوءِ اٿي وضو ڪري نماز پڙهيائون پوءِ ايترو ته رُنا جو سندن لڙڪ مبارڪ سيني مبارڪ تي وهي هليا پوءِ رڪوع ۽ سجدو ڪيائون ۽ ان ۾ به رنا. پوءِ مٿو مبارڪ مٿي ڪڍي وري رنا، يڪو رئندا رهيا تان ته حضرت بلال رضي الله عنه آيو جنهن نماز لاءِ ڪين اطلاع ڏنو. مون عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! ايترو ڇا جي ڪري ٿا روئو؟ جڏهن ته اوهان جون اڳيون پويون سڀ اوڻايون الله تعاليٰ معاف ڪري ڇڏيون آهن.

www.maktabah.org

فرمايائون: ڇا آءٌ الله تعاليٰ جو شاڪر ٻانهو نہ ٿيان؟ ۽ ائين ڇو نہ ڪيان؟ اڄ رات مون تي هيءُ آيتون نازل ٿيون آهن. ”اِنَّ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافِ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿۱۹۰﴾ الَّذِيْنَ يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيٰمًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰى جُنُوْبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُوْنَ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هٰذَا بَاطِلًا سُبْحٰنَكَ فَقِنَا عَذَابَ النَّارِ ﴿۱۹۱﴾

ترجمو: بيشڪ آسمانن ۽ زمينن جي ٺاهڻ ۽ رات ۽ ڏينهن جي ڦير گهير ۾ عقل وارن لاءِ نشانيون آهن. جيڪي الله کي بيٺي ۽ ويٺي ۽ پاسن پر ياد ڪن ٿا ۽ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۾ فڪر ڪن ٿا (۽ چون ٿا تہ) اي اسان جا پالڻهار! تو هي بي فائدو پيدا نہ ڪيو آهي، تون پاڪ آهين پوءِ اسان کي باھ جي عذاب کان بچاءِ.

پوءِ فرمايائون تہ ان شخص لاءِ هلاڪت آهي جنهن هيءُ آيتون پڙهيون پر انهن ۾ غور ويچار نہ ڪيائين.

275. ابن ابي الدنيا ”التفڪر“ ۾ حضرت سفيان رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن سورة آل عمران جون آخري آيتون پڙهيون پر انهن ۾ غورو فڪر نہ ڪيائين تہ ان لاءِ هلاڪت آهي پوءِ ڏھ پيرا آڱرين تي (اهي آيتون) ڳڻيائون.

**فائده**: امام اوزاعي رحمه الله کان ڪنهن پڇيو تہ غور ۽ فڪر جي انتها ڇا آهي؟ فرمايائون تہ جيستائين انهن کي سمجهي نہ سگهجي تيستائين پڙهبيون رهجن.

**جامع دعا**:

276. ابن ابي شيبہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي موقوف روايت نقل ڪئي آهي تہ انهن فرمايو: جڏهن توهان مان ڪو نماز ۾ التحيات پڙهي بس ڪري تہ هيءُ دعا پڙهي ”اللهم اسئلک من الخير کله ماعلمت منه ومالم اعلم، اللهم انی اسئلک من خير ماسئلک عبادک الصالحون واعوذبک من شر ماعاذ منه عبادک الصالحون، ربنا آتنا فی الدنيا حسنه وفی الآخره حسنه وقنا عذاب النار. ربنا اننا امنا فاغفرلنا ذنوبنا و کفر عنا سياتنا وتوفنا مع الابرار ربنا وآتنا ماوعد تناعلی رسلک ولا تخزنا يوم القيامه انک لا تخلف الميعاد“ (آل عمران 193.194)

ترجمو: اي الله! آءٌ توکان هر ان چڱائيءَ جو سوال ٿو ڪريان جا آءٌ ڄاڻان ٿو ۽ جا نٿو ڄاڻان ۽ آءٌ هر ان شر کان تنهنجي پناھ ٿو گهران جا آءٌ ڄاڻان ٿو ۽ جا آءٌ نٿو ڄاڻان. اي الله! آءٌ توکان ان چڱائيءَ جو سوال ٿو ڪريان جنهن جو توکان تنهنجي نيڪ صالح ٻانهن سوال ڪيو آهي ۽ ان شر کان تنهنجي پناھ ٿو گهران جنهن کان تنهنجي نيڪ صالح ٻانهن تنهنجي پناھ گهري آهي. اي رب اسان جا! اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ چڱائي عطا ڪر ۽ جهنم جي عذاب کان بچاءِ اي رب اسان جا! اسان جا گناھ معاف ڪر ۽ اسان جون بڇڙايون اسان کان ميٽ ۽ اسان کي نيڪي ڪندڙن سان گڏ موت ڏي. اي رب اسان جا! اسان کي اهو ڪجھ ڏي جو تو رسولن جي معرفت اسان سان وعدو ڪيو ۽ اسان کي قيامت جي ڏينهن خوار نہ ڪر بيشڪ تون وعدي خلافي نہ ڪندو آهين.

www.maktabah.org

277. ابن سنيءَ "عمل اليوم والليلة" ۾ ابن مردويه، ابو نعيم ۽ ابن عساڪر، حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن روزانو رات جو سورة آل عمران جون آخري ڏهہ آيتون پڙهندا هئا.

278. دارمي ۽ بيهقيءَ حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ انهن فرمايو تہ جيڪو شخص رات جو سورة آل عمران جون آخري آيتون تلاوت ڪندو تہ ان لاءِ سڄي رات عبادت جو ثواب لکيو ويندو.

فائده: سورة آل عمران جي آخري ڏهن آيتن جون ڪجهہ فضيلتون سورة القدر ۾ بہ اينديون.

## سورة النساء جون فضيلتون

### احڪامن واريون سورتون:

279. سورة بقرة جي فضليت ۾ گذري چڪو آهي تہ حاڪم ۽ ٻين محدثن حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ اُن فرمايو: سورة بقرة، سورة نساء ۽ سورة مائدة سکو ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ فرائض يعني: احڪام آهن.

### حضرت ابراهيم عليہ السلام جي امڙ جون اکيون ٺري پيون:

280. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت عمرو بن ميمون رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه يمن ۾ فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن سورة نساء تلاوت ڪئي جڏهن "واتخذوا ابراهيم خليلا...." آيت تي پهتو تہ هڪ شخص چيو: حضرت ابراهيم جي امڙ جون اکيون ٺري پيون.

## سورة نساء جي پهرين آيت جي باري ۾

### نڪاح جو خطبو:

281. امام احمد، دارمي، ابو دائود، ترمذي، نسائي، ابن ماجہ، حاڪم، ابوعوانه ۽ ٻين محدثن صحيح سند سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان کي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن "خطبة الحاجة" يعني: نڪاح جو خطبو هيئن سيکاريو:

الحمد لله نحمده و نستعينه و نعوذ بالله من شرور انفسنا و من سيات اعمالنا من يهده الله فلا مضل له و من فلا هادی له و اشهد ان لا اله الا الله وحده لا شريک له و اشهد ان محمداً عبده و رسوله.

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ حَقَّ تُقٰتِهٖ وَلَا تَمُوْتُنَّ اِلَّا وَاَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۱۰۲﴾ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ وَّخَلَقَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَبَثَّ مِنْهُمَا رِجَالًا كَثِيْرًا وَّنِسَآءً وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْ تَسَآءَلُوْنَ بِهٖ وَالْاَرْحَامَ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا ﴿۱﴾ (النساء 1)

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَقُوْلُوْا قَوْلًا سَدِيْدًا ﴿۷۰﴾ يُّصْلِحْ لَكُمْ اَعْمَالَكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيْمًا ﴿۷۱﴾ (الاحزاب: 71-70)

www.maktabah.org

ترجمو: اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو، جيئن ان کان ڊڄڻ جو حق آهي ۽ نہ مرو مگر فرمانبردار ٿي (آل عمران: 102) اي انسانو! پنهنجي پالڻهار کان ڊڄو جنهن اوهان کي هڪ جان (يعني: آدم) مان پيدا ڪيو ۽ سندس زال پيدا ڪيائين ۽ انهن ٻنهي مان گهڻا مرد ۽ زالون پکيڙيائين ۽ الله کان ڊڄو جنهن (جي نالي) سان هڪ ٻئي کان گهرو ٿا ۽ مائٽي (ڇنڻ) کان (ڊڄو) بيشڪ الله اوهان تي نگهبان آهي (النساء: 1) اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ سڌي ڳالهہ چئو تہ (الله) اوهان لاءِ اوهان جا ڪم سڌاري ۽ اوهان جا گناهہ اوهان کي معاف ڪري ۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جي فرمانبرداري ڪندو سو بيشڪ ڪامياب ٿيندو (الاحزاب 70.71).

**فائدة**: ترمذيءَ هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي.

**فائدة**: علامہ بڪري ؒ "شرح الاذڪار النووية" ۾ لکيو آهي تہ "خطبة الحاجة" مان مراد نڪاح جو خطبو آهي تنهن ڪري جيڪو بہ نڪاح جو ارادو ڪري تہ ايجاب ۽ قبول کان اڳ ۾ ان جي لاءِ مستحب آهي تہ هيءُ خطبو پڙهي ۽ افضل خطبو بہ اهو ئي آهي جيڪو روايت ۾ آيو آهي.

## سورة المائده جون فضيلتون

### ارڙهن حڪمن واري سورة:

282. علامه بغوي ؒ پنهنجي تفسير ۾ حضرت ابوميسره ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ الله تعاليٰ هن سورت يعني: مائده ۾ ارڙهن اهڙا حڪم نازل فرمايا آهن جيڪي ٻين سورتن ۾ نہ آهن. اُهي هيءُ آهن.

1. المنخفة (گهٽو ڏيئي ماريل جانور) جو حڪم
2. الموقوذة (ڌڪ سان مئل جانور) جو حڪم
3. المتردية (ڪِري مري پيل جانور) جو حڪم
4. النطيحة (ڍور جي نوڪر سان مئل جانور) جو حڪم
5. وَمَآ اَكَلَ السَّبُعُ اِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ (۽ ان جانور جو حڪم جنهن کي ڪنهن ڦاڙيندڙ جانور کاڌو)
6. ۽ انهن جانورن جو حڪم جيڪي آستانن تي ذبح ڪيا وڃن.
7. وَاَنْ تَسْتَقْسِمُوْا بِالْاَزْلَامِ ۽ (جوا جي تيرن ذريعي پنهنجا حصا معلوم ڪرڻ) جو حڪم
8. وما علمتم من الجوارح مكلبين شڪاري جانورن مان جن کي اوهان شڪار ڪرڻ جي سکيا ڏني، اهڙن جانورن جي شڪار جو حڪم.
9. وَطَعَامُ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ حِلٌّ لَّكُمْ (اهل ڪتاب جي کاڌي جي حلال هجڻ) جو حڪم.

www.maktabah.org

10. وَالْمُحْصَنٰتُ مِنَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ (اهل ڪتاب جي پاڪدامن عورتن) جو اوهان لاءِ حلال هجڻ جو حڪم.
11. اِذَا قُمْتُمْ اِلَى الصَّلٰوةِ فَاغْسِلُوْا (مڪمل پاڪائي) جو حڪم.
12. السارق والسارقة آيت ۾ چور مرد ۽ چوڙ عورت جو حڪم.
13. لَا تَقْتُلُوا الصَّيْدَ وَاَنْتُمْ حُرُمٌ (احرام جي حالت ۾ شڪار نہ ڪرڻ) جو حڪم.
14. بحيرة جو حڪم
15. سائبة جو حڪم
16. وصيلة جو حڪم
17. حام جو حڪم.
18. شهادت بينڪم اذا حضر احد ڪم الموت (موت جي وقت وصية ڪرڻ لاءِ شاهدن مقرر ڪرڻ) جو حڪم.

---

فائده: هن سورة ۾ ذڪر ڪيل ارڙهن حڪمن جي مختصر تشريح.

1. المنخنقه آيت نمبر 3: يعني: گهٽو ڏئي ماريل جانور جو گوشت ڪائڻ حرام آهي.
2. الموقوذة آيت نمبر 3: ڏڪ هڻي ماريل جانور جو گوشت ڪائڻ حرام آهي.
3. المتردية آيت نمبر 3: ان جانور جو گوشت ڪائڻ بہ حرام آهي جيڪو ڪري مري ويو يعني: جبل تان ڪري يا کوهہ وغيره ۾ ڪري مري ويو.
4. النطيحة آيت نمبر 3: ان جانور جو گوشت ڪائڻ بہ حرام آهي جيڪو ڪنهن جانور جي نوڪر لڳڻ ڪري مري پيو توڙي اها نوڪر نڙيءَ ۾ لڳي ۽ رت نڪري آيس.
5. وَمَا اَكَلَ السَّبُعُ اِلَّا مَا ذَكَّيْتُمْ آيت نمبر 3: يعني: اهڙو جانور بہ حرام آهي جيڪو ڦاڙيندڙ جانور يا پکين جي پنڌ سان مري ويو. البتہ انهن سمورن جانورن کي ساهہ نڪرڻ کان اڳ سير وڏي وجي تہ حلال آهي.
6. وَمَا ذُبِحَ عَلَى النُّصُبِ آيت نمبر 3: يعني: اهڙو جانور بہ حرام آهي جيڪو آستانن (۽ قبن) وارن جي خوش ڪرڻ خاطر ذبح ڪيو وجي ۽ ان تي بسم الله پڙهجي يا نہ پڙهجي انهيءَ سان هتي ڪوبہ فرق نہ پوندو.
7. وَاَنْ تَسْتَقْسِمُوْا بِالْاَزْلَامِ آيت نمبر 3: جوا طور گوشت وغيره جي تيرن ذريعي ورهاست ڪرڻ حرام آهي. ياد رهي تہ جاهليت جي زماني ۾ عربن وٽ يارنهن 11 تير مقرر هوندا هئا جن تي حصا يا حصن کان "خالي" لکيل هوندو هو ماڻهو گڏجي ڪوجانور وٺي ان کي کهي انهن تيرن سان گوشت جي ورهاست ڪندا هئا. پوءِ جنهن جي نصيب ۾ جيترا حصا نڪرندا هئا تہ اُن کي اوترو گوشت ڏيندا هئا ۽ جنهن جي نصيب ۾ خالي تير نڪرندو تہ اهو ٺلهو موٽي ويندو هو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ ذالڪم فسق انهن شين جو واپرائڻ گناهہ (فسق) آهي.

www.maktabah.org

8. وَمَا عَلَّمْتُم مِّنَ الْجَوَارِحِ مُكَلِّبِينَ آيت نمبر 4: هن آيت ۾ اهڙي ڪتي يا باز جي شڪار جو حڪم آهي جيڪي اوهان جا سڪاريل آهن يعني: جانور کي اوهان لاءِ ماري ٿا اچن ۽ پاڻ ان مان نہ ٿا کائن ۽ شرعي دستور مطابق يعني "بسم الله الله اڪبر" پڙهي شڪار تي انهن کي ڇڏيو ويو تہ انهن جو ماريل جانور حلال آهي. جڻ تہ اها مجبوريءَ واري سير آهي ۽ گويا اهي اوهان جي ڪاتي آهن. ڇنهبيلو ڪانءُ يا تير بہ ائين ئي آهي.

9. وَطَعَامُ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ حِلٌّ لَّكُمْ آيت نمبر 5: آسماني ڪتاب وارن مذهبي ماڻهن جو کاڌو يعني: کُني توهان لاءِ حلال آهي ڇاڪاڻ تہ أهي بہ ذبح اوهان وانگر ڪن ٿا ڇو تہ سيني آسماني مذهبن جو بنياد ساڳيو آهي.

10. وَالْمُحْصَنَاتُ مِنَ الَّذِينَ أُوتُوا الْكِتَابَ مِن قَبْلِكُمْ آيت نمبر 5: يعني ڪني وانگر اهل ڪتاب جو حيادار پاڪدامن عورتون بہ مسلمانن لاءِ حلال آهن جڏهن ڪابينون ادا ڪري حلال ۽ نڪاح جي طريقي سان ڪين پاڻ وٽ رکن. نہ غلط طريقي سان. ياد رهي تہ اهل ڪتاب ۾ يهودي ۽ عيسائي ۽ ٻيا ڪتابي مذهب شامل آهن.

11. إِذَا قُمْتُمْ إِلَى الصَّلَاةِ فَاغْسِلُوا وُجُوهَكُمْ وَأَيْدِيَكُمْ إِلَى الْمَرَافِقِ وَامْسَحُوا بِرُءُوسِكُمْ وَأَرْجُلَكُمْ إِلَى الْكَعْبَيْنِ ۚ وَإِن كُنتُمْ جُنُبًا فَاطَّهَّرُوا ۚ وَإِن كُنتُم مَّرْضَىٰ أَوْ عَلَىٰ سَفَرٍ أَوْ جَاءَ أَحَدٌ مِّنكُم مِّنَ الْغَائِطِ أَوْ لَامَسْتُمُ النِّسَاءَ فَلَمْ تَجِدُوا مَاءً فَتَيَمَّمُوا صَعِيدًا طَيِّبًا فَامْسَحُوا بِوُجُوهِكُمْ وَأَيْدِيكُم مِّنْهُ ۚ مَا يُرِيدُ اللَّهُ لِيَجْعَلَ عَلَيْكُم مِّنْ حَرَجٍ وَلَٰكِن يُرِيدُ لِيُطَهِّرَكُمْ وَلِيُتِمَّ نِعْمَتَهُ عَلَيْكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ ﴿٦﴾ آيت نمبر 6: هن آيت ۾ پاڪائيءَ جو مڪمل بيان آهي. يعني جڏهن توهان نماز پڙهڻ جو ارادو ڪريو تہ پنهنجا منهن ۽ پنهنجا هٿ نونئين تائين ڌوئو ۽ پنهنجي مٿن تي مسح ڪريو ۽ پنهنجا پير پيڏين تائين (ڌوئو) ۽ جيڪڏهن توهان کي تڙ پيو هجي تہ غسل ڪريو ۽ جيڪڏهن بيمار هجو يا مسافريءَ تي هجو يا اوهان مان ڪو پائخاني مان اچي يا زالن کي هٿ لايو (جماع ڪريو) پوءِ پاڻي نہ لهو تہ پاڪ مٽي ڏسو يعني: تيمم ڪريو پوءِ ان سان پنهنجي منهن ۽ پنهنجن هٿن کي مسح ڪريو الله اوهان تي ڪا تنگي ڪرڻ نہ ٿو گهري پر اوهان کي پاڪ ڪرڻ ۽ اوهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪرڻ گهري ٿو من اوهين شڪر ڪريو.

12. وَالسَّارِقُ وَالسَّارِقَةُ فَاقْطَعُوا أَيْدِيَهُمَا جَزَاءً بِمَا كَسَبَا نَكَالًا مِّنَ اللَّهِ ۗ وَاللَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ ﴿٣٨﴾ آيت نمبر 38: يعني: چوري ڪندڙ مرد ۽ چوري ڪندڙ عورت جا هٿ وڍي ڇڏيو سندن ڪيل ڪم جي سزا لاءِ جا الله جي طرفان عبرت آهي ۽ الله زبردست (۽) حڪمت وارو آهي.

13. **ولا تقتلوا الصيد وانتم حرم** آيت نمبر 95: يعني: اي ايمان وارؤ! اوهين احرام جي حالت ۾ شڪار کي نہ ماريو. يعني: شڪار نہ ڪريو ۽ جيڪو اوهان مان ان کي ڄاڻي واڻي ماريندو تنهن تي ان ماريل جانور جهڙو بدلو چوپائي مال مان آهي جنهن جو اوهان مان ٻہ انصاف وارا فيصلو ڪندا ان کي نياز طور ڪعبي تائين پهچايو ويندو. يا ان تي

www.maktabah.org

ڪفارو يعني: ڪجھ مسڪينن جو کاڌو يا ان جي برابر روزا رکڻا پوندا هن لاءِ تہ پنهنجي ڪم جي سزا چکي جو ڪجھ گذري چڪو سو الله معاف ڪيو ۽ جيڪو موٽي ڪندو تنهن کان الله بدلو وٺندو ۽ الله زبردست آهي ۽ بدلي وٺڻ وارو آهي.

14. مَا جَعَلَ اللّٰهُ مِنۢ بَحِيْرَةٍ وَّلَا سَآئِبَةٍ وَّلَا وَصِيْلَةٍ وَّلَا حَامٍ ۙ وَّلٰكِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَفْتَرُوْنَ عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ ؕ وَاَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿۱۰۳﴾ آيت نمبر 103: يعني: الله نڪي بحيره ۽ نڪي سائبه ۽ نڪي وصيله ۽ نڪي حام (نهرائڻ) جو حڪم ڪيو آهي. پر ڪافر الله تي ڪوڙ گهڙين ٿا ۽ انهن مان گهڻن کي عقل نہ آهي. هن آيت ۾ عرب مشرڪن ۽ جاهلن جو هڪ مثال ڏنو ويو آهي. يعني انهن جاهلاڻہ ۽ وهم پرستيءَ جون ڪي هٿ ٺوڪيون رسمون پاڻ تي لازم ڪيون هيون انهن، ڪن جانورن کي مقدس قرار ڏئي پاڻ کي انهن جي نفعي وٺڻ کان هروڀرو محروم ڪري ڇڏيو هو. انهن مان هڪ قسم هو.

**بحيرة**: يعني اها ڏاچي جنهن پنج ڦر ڏنا ۽ آخري ڦر نر ڏنائين تہ ان جو ڪن چيري نشاني ڪري ان کي آزاد ڪري ڇڏيندا هئا پوءِ ان تي ڪوبہ ماڻهو نہ چڙهندو هو ۽ نہ ئي ان جو کير پيئندو هو.

15. **سائبة**: ٻيو سائبة اهڙي جانور کي چوندا هئا جنهن کي ڪا نشاني ڪري بتن ۽ پيرن جي نالي ڪري ڇڏيندا هئا پوءِ ان مان ڪوبہ نفعو نہ وٺندو هو.

16. **وصيلة**: هيءُ ٽيون قسم آهي. وصيلة ان ٻڪري کي چوندا هئا جنهن ساندھ ٻہ ٻہ ڦر ڏنا هجن يا ستين ويم ۾ ٻہ ڦر ڏنا هجن ان کي بہ برڪت ڀريو سمجهي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ ڪوبہ ان مان نفعو نہ وٺندو هو.

17. **حام**: چوٿون قسم آهي حام، ان نر اٺ کي چوندا هئا جنهن مان ڏھ ڦر ٿيا هجن ان کي بہ برڪت وارو سمجهي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ ڪوبہ ان مان نفعو نہ وٺندو هو.

نوٽ: انهن شين کي مشرڪ پاڻ مرادو حرام ڪري الله تي ڪوڙ هڻي چوندا هئا تہ ائين ڪرڻ جو حڪم الله ڏنو آهي.

18. يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا شَهَادَةُ بَيْنِكُمْ اِذَا حَضَرَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ حِيْنَ الْوَصِيَّةِ اثْنٰنِ ذَوَا عَدْلٍ مِّنْكُمْ اَوْ اٰخَرٰنِ مِنْ غَيْرِكُمْ اِنْ اَنْتُمْ ضَرَبْتُمْ فِى الْاَرْضِ فَاَصَابَتْكُمْ مُّصِيْبَةُ الْمَوْتِ ؕ تَحْبِسُوْنَهُمَا مِنْۢ بَعْدِ الصَّلٰوةِ فَيُقْسِمٰنِ بِاللّٰهِ اِنِ ارْتَبْتُمْ لَا نَشْتَرِىْ بِهٖ ثَمَنًا وَّلَوْ كَانَ ذَا قُرْبٰى ۙ وَلَا نَكْتُمُ شَهَادَةَ اللّٰهِ اِنَّاۤ اِذًا لَّمِنَ الْاٰثِمِيْنَ ﴿۱۰۶﴾

آيت نمبر 106: يعني: اي ايمان وارو! جنهن وقت اوهان مان ڪنهن کي موت پهچي تنهن وقت وصيت ڪرڻ مهل اوهان (مسلمانن) مان اعتبار وارا ٻہ شخص اوهان جي وچ ۾ شاهد ٿين يا جيڪڏهن اوهين زمين ۾ مسافريءَ تي هجو تہ پوءِ اوهان کي موت جي مصيبت پهچي تہ (ان حالت ۾) اوهان ڪانسواءِ ٻين مان ٻہ ڄڻا (شاهد ٿين) جيڪڏهن اوهان کي (انهيءَ شاهديءَ ۾) شڪ پوي تہ اوهين انهن ٻنهين کي وچينءَ جي نماز کان پوءِ روڪيو پوءِ اُهي ٻئي الله جو قسم کڻي چون تہ جيتوڻيڪ اهو (جنهن جي فائدي ۾ شاهدي ڏيون

www.maktabah.org

ٿا) اسان جو مائٽ هجي تڏهن بہ ان (قسم) جي بدلي ۾ نہ ڪجھ بہ ملھ ٿا وٺون ۽ نہ اسين شاهدي ٿا لڪايون (جيڪڏهن اسان لڪائي آهي تہ) بيشڪ اسين تڏهن گناهگارن مان آهيون.

(از: سليم الله سومرو)

## نماز ۾ سورة المائده

283. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت عطاء بن السائب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ حضرت عرفجة رضي الله عنه جي پويان نماز پڙهندو هوس تہ ڪڏهن ڪڏهن هو فجر جي نماز ۾ سورة مائده پڙهندو هو.

نوٽ: سورة مائده جون ڪجھ فضيلتون سورة نساء جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن. ۽ سورة نور جي فضيلتن ۾ بہ هن جون ڪجھ فضيلتون اينديون مثلاً: حضرت مجاهد کان مرفوع روايت آهي تہ ان فرمايو: مردن ۽ عورتن کي سورة مائدة ۽ سورة نور سيکاريو.

284. علامہ شيخ عبدالحق محدث دهلوي ؒ جي شرح "الصراط المستقيم" ۾ ابودائود، نسائي جي حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة مائدة ۽ سورة اعراف پڙهندا هئا.

## سورة انعام جون فضيلتون

### ملائڪن اڀ کي پري ڇڏيو:

285. حاڪم جنهن هن کي صحيح قرار ڏنو آهي حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن سورة انعام نازل ٿي تہ رسول الله ﷺ جن الله تعاليٰ جي تسبيح بيان ڪئي پوءِ فرمايائون: هن سورة جي نازل ٿيڻ مهل ايترا تہ ملائڪ لڳاتار لٿا جو اُڀ کي ئي ڍڪي ڇڏيائون.

علامہ مقدسيءَ "المصباح" ۾ ۽ اهڙي طرح "حصن حصين" جي مؤلف ۽ شارح بہ اها روايت آندي آهي.

### هڪ دفعي ئي هيءَ سورت نازل ٿي:

286. ابو نعيم "حلية الاولياء" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مون تي سورة انعام هڪ ئي دفعي نازل ٿي هن سان گڏ ستر هزار ملائڪ خوشيءَ وچان وڏي آواز سان تسبيح ۽ حمد ڪندا نازل ٿيا.

**فائده**: حافظ ابن حجر رحمة الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ هن حديث جي سند ضعيف آهي پر آءٌ (محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو تہ ضعيف حديث، فضائل اعمال ۾ عمل کان مانع نہ آهي. ۽ اها ڳالھ بار بار گذري چڪي آهي.

www.maktabah.org

### ملائڪن تسبيح پڙهي:

287. علامه بغويؒ پنهنجي تفسير ۾ لکيو آهي تہ سورة انعام هڪ ئي دفعي هڪڙي رات ۾ مڪي ۾ نازل ٿي ان جي چوڌاري ستر هزار ملائڪ هئا جن اوپر ۽ اولهہ ۾ آسمان کي ڀري ڇڏيو هو ۽ وڏي آواز سان تسبيح پڙهندي نازل ٿيا پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ”سبحان ربي العظيم“ پڙهندي سجدي ۾ هليا ويا.

### ملائڪن جون دعائون:

288. علامه بغويؒ روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة انعام جي تلاوت ڪندو ان لاءِ ستر هزار ملائڪ ڏينهن ۽ رات بخشش جون دعائون گهرندا.

**فائده:** آءُ محمد هاشم ٺٽويؒ چوان ٿو تہ مون هيءَ حديث هن ڪري نقل ڪئي آهي جو علامه بغويؒ جو تفسير موضوع روايت کان محفوظ آهي ٻئي فصل جي شروع ۾ اهڙي ڳالهہ انشاء الله ايندي البت علامه ثعلبيءَ، زمخشريءَ ۽ بيضاوي وارن جا تفسير سورتن جي فضيلتن ۾ موضوع روايتن کان محفوظ نہ آهن تنهن ڪري مون انهن کان ڪابہ شيءِ نقل نہ ڪئي آهي ها باقي جي علامه سيوطي ۽ ٻيا محدث انهن کان نقل ڪندا آهن جن کي صحيح ۽ غير صحيح حديث ۾ نکيڙ جو علم آهي تہ پوءِ انهن جي روايت آڻيندو آهيان.

### افضل سورت:

289. دارميءَ ۽ ٻين، حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي موقوف روايت نقل ڪئي آهي تہ سورة انعام قرآن پاڪ جي افضل سورتن مان آهي.

### شفاء واري سورت:

290. بيهقيءَ ”شعب الايمان“ ۾ غير معروف سند سان حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن بہ مريض تي سورة انعام پڙهي ويندي ان کي الله تعاليٰ شفا ڏيندو.

نوٽ: انهن حديثن کي علامه سيوطيءَ ”الاتقان“ ۾ بہ آندو آهي.

**فائده:** آءُ چوان ٿو تہ علامه سيوطيءَ هن حديث کي باوجود سند غير معروف هئڻ جي نقل ڪيو آهي ان جو سبب هيءُ آهي تہ ان حديث جي موضوع هجڻ جو ڪوبہ دليل نہ هو تنهن ڪري نقل ڪيو آهي انهي وجهہ جي ڪري بيهقيءَ بہ ”شعب الايمان“ ۾ نقل ڪئي آهي. علامه سيوطيءَ پنهنجي ڪتاب ”اللآلى المصنوعة فى الاحاديث الموضوعة“

سورة طٰهٰ جي فضيلتن ۾ اچي ٿو تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مون کي سورة انعام ”ذڪر اول“ مان عطا ڪئي وئي آهي.

www.maktabah.org

## سورة انعام جي پهرين آيتن بابت

فاتحة التورات:

291. عبدالله بن احمد "زوائد الزهد" ۾ ۽ ابن الضريس "فضائل القرآن" ۾ ۽ ابن جرير ۽ ابو الشيخ حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته "فاتحة التورات" "فاتحة الانعام" آهي ۽ "خاتمة التوراة" "خاتمة هود" آهي. يعني: اُهي آيتون هي آهن:
وَلِلّٰهِ غَيْبُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاِلَيْهِ يُرْجَعُ الْاَمْرُ كُلُّهٗ فَاعْبُدْهُ وَتَوَكَّلْ عَلَيْهِ وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۱۲۳﴾

(هود: 123)

اِنِّيْ وَجَّهْتُ وَجْهِيَ لِلَّذِيْ فَطَرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ حَنِيْفًا وَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿۷۹﴾ قُلْ اِنَّ صَلَاتِيْ وَنُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۶۲﴾ لَا شَرِيْكَ لَهٗ وَبِذٰلِكَ اُمِرْتُ وَاَنَا اَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿۱۶۳﴾ (سورة الانعام آيت 79- 162- 163) بابت

**نماز جي نيت:**

292. امام مسلم ۽ ترمذيءَ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جڏهن به نماز پڙهڻ جو ارادو ڪندا هئا ته چوندا هئا "اِنِّيْ وَجَّهْتُ وَجْهِيَ لِلَّذِيْ فَطَرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ حَنِيْفًا وَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ﴿۷۹﴾ قُلْ اِنَّ صَلَاتِيْ وَنُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۶۲﴾ لَا شَرِيْكَ لَهٗ وَبِذٰلِكَ اُمِرْتُ وَاَنَا اَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿۱۶۳﴾"

ترجمو: مون (باطل مذهبن کان) هڪ طرفو ٿي پنهنجو منهن ان ذي ڪيو، جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي ۽ آءٌ (الله پاڪ سان ڪنهن کي به) شريڪ ڪندڙن مان نه آهيان. بي شڪ منهنجي نماز، منهنجي قرباني، منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ، جهانن جي پاليندڙ الله لاءِ آهي ان جو ڪوبه شريڪ نه آهي ۽ ان (توحيد) جو ئي مون کي حڪم ڪيو ويو آهي ۽ آءٌ فرمانبردارن مان پهريون فرمانبردار آهيان.

## سورة الاعراف بابت:

هن جي فضليتن ۾ ڪابه حديث وغيره نه ملي سگهي آهي البت فضليتن کان علاوه هي روايتون آهن.

293. امام بخاريءَ "صحيح بخاريءَ" ۾ مروان بن الحڪم جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون کي زيد بن ثابت رضي الله عنه فرمايو ته توکي ڇا ٿيو آهي جو سانجهيءَ جي نماز ۾ "قصار مفصل" سورتن مان ٿو پڙهين؟ حالانڪ مون ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ٻن وڏين سورتن مان هڪ کي پڙهندي ٻڌو آهي.

**فائده**: علامه عينيءَ صحيح بخاريءَ جي شرح ۾ لکيو آهي ته سمورن جو اتفاق آهي ته طوليٰ (ڊگهي سورت) مان مراد سورة اعراف آهي. امام ابو دائود ؒ پنهنجي روايت ۾ ان جي وضاحت ڪئي آهي ۽ الطوليين (ٻن وڏين سورتن) جي باري ۾ اختلاف آهي هڪڙا چون ٿا ته

www.maktabah.org

انهن مان مراد سورة نساء ۽ سورة اعراف آهن. ڇاڪاڻ تہ سورة بقرة کان پوءِ اهي ئي ٻہ وڏيون سورتون آهن.

**سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة اعراف:**

294. نسائيءَ حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة اعراف هن طرح پڙهندا هئا جو ٻن رڪعتن ۾ پوري ٿي ويندي هئي.

295. ابن ابي شيبة، حضرت ابو ايوب رضي الله عنه جي ان جهڙي ئي روايت نقل ڪئي آهي.

**فائده:** علامه عينيءَ، بخاري شريف جي شرح ۾ بہ اها حديث آندي آهي.

**"ان ربكم الله الذي خلق السمٰوات والارض" ۽ آخري ٽن آيتن جي فضيلت:**

سورة بقرة جي پهرين ڇئن آيتن ۽ سورة بقرة جي آيت الهكم اله واحد ۽ آيت الڪرسيءَ جي فضيلت ۾ هن آيت (الاعراف: آيت نمبر 54) جي فضيلت جو ذڪر ٿي چڪو آهي.

**فوقع الحق وبطل ما كانوا يعملون** (سورة الاعراف: 118) **جي فضيلت**

**جادوءَ جي اثر ڪان:**

296. ابن ابي حاتم ۽ ابوالشيخ حضرت ليث بن ابي سليم کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ هيءَ آيتون جادوءَ جي اثر کان شفاء آهن هڪ ٿانو ۾ پاڻيءَ تي پڙهي پوءِ جادوءَ ڪيل شخص جي مٿي تي هاري ڇڏجي.

آيتون هي آهن:

1- فَوَقَعَ الْحَقُّ وَبَطَلَ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١١٨﴾ 2- فَغُلِبُوْا هُنَالِكَ وَانْقَلَبُوْا صٰغِرِيْنَ ﴿١١٩﴾ 3. وَاُلْقِيَ السَّحَرَةُ سٰجِدِيْنَ ﴿١٢٠﴾ 4- قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٢١﴾ (آيت الاعراف: 118کان 121) 5- فَلَمَّآ اَلْقَوْا قَالَ مُوْسٰى مَا جِئْتُمْ بِهِ ۙ السِّحْرُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ سَيُبْطِلُهٗ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُصْلِحُ عَمَلَ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٨١﴾ وَيُحِقُّ اللّٰهُ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٨٢﴾ (سورة يونس 81.82) 6- وَاَلْقِ مَا فِيْ يَمِيْنِكَ تَلْقَفْ مَا صَنَعُوْا ۭ اِنَّمَا صَنَعُوْا كَيْدُ سٰحِرٍ ۭ وَلَا يُفْلِحُ السَّاحِرُ حَيْثُ اَتٰى ﴿٦٩﴾ (طه: 69)

نمبر آيتن جو بالترتيب ترجمو هن طرح آهي:

1. پوءِ سچ ثابت ٿيو ۽ جيڪو انهن پئي ڪيو سو غلط ٿيو.
2. پوءِ اتي هاريائون ۽ خوار ٿي موٽيا.
3. ۽ جادوگر سجدي ۾ ڪري پيا.
4. چيائون تہ اسان جهانن جي پالڻهار تي ايمان آندو.
5. پوءِ جڏهن اُڇلايائون تہ موسيٰ عليه السلام چيو تہ جيڪي اوهان آندو آهي سو جادو آهي، بيشڪ الله ان کي ضرور ناس ڪندو (چو تہ) بيشڪ الله فسادين جي ڪم کي نہ ٿو سڌاري ۽ الله پنهنجن ڳالهين سان سچ کي ثابت ڪندو، جيتوڻيڪ ڏوهاري ناپسند ڪن.

www.maktabah.org

6. ۽ ڇا تنهنجي ساڄي هٿ ۾ (لٺ) آهي سا اُڇلاءِ تہ جيڪو بنايو اٿن تنهن کي ڳهي وڃي، جيڪي بنايو اٿن سو رڳو جادوگر جو فريب آهي، ۽ جادوگر جتي بہ وڃي ڪامياب نہ ٿو ٿئي.

**فائده**: علامه سيوطيءَ "الاتقان" ۾ بہ اها حديث آندي آهي.

## سورة الانفال بابت

سورة الانفال جي فضيلت ۾ ڪا بہ حديث ڪانہ لڌي آهي البت فضيلتن کان علاوه روايتون هيءُ آهن.

### سورة الانفال جون چاليھہ آيتون:

297. صحيح بخاريءَ ۾ امام بخاري رحمة الله عليہ سورة الانفال بابت تعليقاً ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه پهرين رڪعت ۾ سورة انفال جون چاليھہ آيتون پڙهيون ۽ ٻيءَ ۾ مفصل مان هڪ سورة پڙهي.

**فائده**: علامه عينيءَ لکيو آهي تہ هن روايت مان هن ڳالھہ جو ڏس نہ ٿو ملي تہ پهريون يا وچيون يعني: ڪهڙيون بہ چاليھہ آيتون پڙهجن پر علامه عبدالرزاق ۽ سعيد بن منصور ان روايت کي هن طرح آندو آهي فافتتح الانفال حتيٰ بلغ قوله ونعم النصير يعني: حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه سورة انفال منڍ کان شروع ڪئي تانتہ "نعم النصير" تائين پهتو ۽ انهن لفظن تي پهريون چاليھہ آيتون ٿين ٿيون.

### سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة الانفال:

298. علامه طبرانيءَ "المعجم الڪبير" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة الانفال" جي قراءت ڪئي.

علامه سيوطيءَ "الاذڪار النبويہ" ۾ بہ اها حديث آندي آهي.

## سورة توبہ بابت

سورة توبة جي ڪا خاص فضيلت نہ ملي آهي سواءِ انهن جي جيڪي سبع طوال جون فضيلتون گذري چڪيون آهن.

### ست وڏيون سورتون:

299. امام احمد ۽ حاڪم حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جنهن سبع طوال (ستن وڏين سورتن) کي ياد ڪيو ۽ انهن تي عمل ڪيو تہ اهو وڏو عالم آهي.

★ علامه ابن الاثير "النهايہ" ۾ لکيو آهي تہ سبع طوال هيءُ آهن. 1. سورة البقرة 2. سورة آل عمران 3. سورة النساء 4. سورة مائده 5. سورة انعام 6. سورة الاعراف 7. سورة التوبة. ڪن جو چوڻ آهي تہ ستين سورت يونس آهي. سورة توبة نہ آهي.

www.maktabah.org

**لقد جاء كم رسول من انفسكم..... النج ہن آيتن (سورة التوبه: 182) بابت**

**آخري آخري آيتون:**

300. ابن ابي شيبة، اسحاق بن راهوية، ابن منيع "سند" ۾، ابن جرير، ابن المنذر، ابوالشيخ، ابن مردوية ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ يوسف بنٰ مهران جي سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڪان روايت ڪئي آهي ته ان فرمايو: آخري آخري آيت جيڪا نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تي نازل ٿي سا هيءَ آهي. لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٢٨﴾ (التوبہ: 128)

روايت جي ہين لفظن ۾ آهي ته قرآن پاڪ جون آخري آخري هي ٻه آيتون نازل ٿيون.

لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٢٨﴾ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُلْ حَسْبِيَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ﴿١٢٩﴾ (التوبہ 128.129)

ترجمو: بيشڪ اوهان مان هڪ اهڙو رسول آيو آهي جنهن کي اوهان جو تڪليف ۾ ڦاسڻ ڏکوئيندڙ آهي، اوهان جي ڀلائيءَ جي خواهش اٿس ايمان وارن تي گهڻي شفقت ڪندڙ نهايت رحم وارو آهي. پوءِ جيڪڏهن ڦرن ته (اي پيغمبر! ڪين) چؤ ته مون کي الله ڪافي آهي ان ڪان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي. مٿس ڀروسو ڪريان ٿو ۽ اهو وڏي عرش جو مالڪ آهي.

301. ابن ضريس "فضائل القرآن" ۾، ابن جرير، ابن الانباري ۽ ابن مردويه حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته بيشڪ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه فرمائيندو هو ته الله تعاليٰ وٽان (يا آسمان مان) تازي ۾ تازو (يعني: آخري) لٿل قرآن هيءَ ٻه آيتون آهن. يعني:

لقد جاء كم رسول من انفسكم آخر تائين

**قرآن پاڪ جي جمع ٿيڻ جي حڪايت:**

302. ابن سعد، امام احمد، امام بخاريءَ، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن جرير ۽ ابن ابي دائود "المصاحف" ۾ ۽ ابن حبان، ابن المنذر، طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جنگ يمامه ڪان پوءِ سنت ئي حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه مون ڏي نياپو موڪليو. آءٌ وٽن ويس ته اتي حضرت عمر رضي الله عنه به ويٺو هو. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه مون کي فرمايو ته هاڻي هاڻي عمر رضي الله عنه مونکي ٻڌايو آهي ته يمامه ۾ سخت لڙائي ٿي آهي ۽ مون کي خوف آهي ته ان ۾ ڪافي حافظ ۽ قاري به شهيد ٿي ويا آهن. جيڪڏهن قرآن پاڪ جا حافظ ائين شهيد ٿي ويا ته قرآن پاڪ اڻ لڀ ٿي ويندو تنهن ڪري منهنجو مشورو آهي ته قرآن پاڪ کي جمع (گڏ) ڪرڻ شروع ڪريو تنهن تي مون حضرت عمر رضي الله عنه کي چيو ته جيڪو ڪم نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نه ڪيو ته آءٌ ڪيئن ڪريان؟ حضرت عمر رضي الله عنه چيو: الله جو قسم ته هيءُ ڪم هر حال ۾ چڱو آهي، ان ڪانپوءِ حضرت عمر رضي الله عنه مون کي بار بار پيو چوندو رهيو تانته الله پاڪ منهنجو به شرح صدر ڪيو. هاڻي منهنجي راءِ به اُها آهي جا حضرت عمر رضي الله عنه جي آهي، حضرت

www.maktabah.org

زيد رضي الله عنه فرمائي تہ ان کانپوءِ حضرت ابوبکر رضي الله عنه مون کي فرمايو تہ "تون نوجوان ۽ سمجهدار ماڻهو آهين، اسان کي تون ۾ بدگماني بہ نہ آهي تون رسول الله ﷺ جن وٽ وحيءَ جي ڪتابت جو بہ ڪم ڪندو هئين. تنهن ڪري تون قرآن پاڪ جي آيتن کي ڳولي گڏ ڪر."
حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه فرمايو تہ الله جو قسم! جيڪڏهن هيءُ بزرگ مون کي جبل هٽائڻ جو حڪم ڪن ها تہ مون تي ايترو ڏکيو نہ هجي ها جيترو قرآن پاڪ کي گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏکيو آهي. مون کين عرض ڪيو تہ اوهان اهو ڪم ڪيئن ٿا ڪريو. جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن نہ ڪيو هو؟ حضرت ابو بکر رضي الله عنه فرمايو: الله جو قسم! هيءُ ڪم هر حال ۾ چڱو آهي ۽ ڪرڻو ئي آهي، ان کانپوءِ حضرت ابوبکر رضي الله عنه مون کي بار بار فرمائيندا رهيا تانته الله پاڪ ان راءِ لاءِ منهنجو بہ اهوئي شرح صدر ڪيو جيڪا حضرت ابوبکر رضي الله عنه ۽ عمر رضي الله عنه جي راءِ هئي. ان کانپوءِ مون قرآن پاڪ جي آيتن جي ڳولا شروع ڪئي تانته کجيءَ جي ڦرهن ۾ پٿر جي تختين ۽ ماڻهن جي سينن مان قرآن پاڪ کي جمع ڪيم، ايتري قدر جو سورة توبة جون هيءُ بہ آيتون "لقدجاء کم رسول من انفسکم" کان آخر سورت "وهورب العرش العظيم" تائين. حضرت خزيمه بن ثابت انصاري رضي الله عنه کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ياد نہ هيون. پوءِ اهي ڪاغذ جا صحيفا جن تي قرآن پاڪ لکيو ويو هو سي حضرت ابوبکر رضي الله عنه وٽ محفوظ رهيا. انهن جي وفات کانپوءِ حضرت عمر رضي الله عنه وٽ رهيا تانته اهي بہ وفات ڪري ويا پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه جي نياڻي حفصہ رضي الله عنها وٽ رهيا.

## سورة توبة جي آخري آيت بابت:

303. ابوالشيخ، محمد بن ڪعب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ هڪ جنگ ۾ روم ويس واٽ تي هڪ همراهہ ڪري پيو جنهن جي ران وٽان ڄنگهہ ڀڄي پئي سندس ساٿي ان کي ڪٽي نہ سگهيا پوءِ ان جي گهوڙي کي ان وٽ ٻڌائون ۽ ڀاٽي ۽ سامان ان وٽ رکي اڳتي هليا. جڏهن هنن پني ڏني تہ هڪ شخص آيو جنهن هن کي چيو تہ توکي ڇا ٿيو آهي جو هتي وينو آهين؟ ان وراڻيو تہ منهنجي ڄنگهہ ڀڄي پئي آهي ۽ منهنجا ساٿي مون کي ڇڏي هليا ويا آهن. پوءِ ان شخص چيو تہ جتي سور اٿئي اتي هٿ رک ۽ چؤ "وان تولو فقل حسبی الله لا اله الاهو عليه توکلت وهورب العرش العظيم" هن ائين ڪيو ۽ اتي جو اتي ٺيڪ ٿي ويو پوءِ گهوڙي تي چڙهي پنهنجي ساٿين سان وڃي مليو.

## اهم ڪمن لاءِ وظيفو:

304. ابو دائود ۽ ابن سني حضرت ابودائود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي اهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو ۽ شام جو "حسبي الله لا اله الاهو عليه توکلت وهو رب العرش العظيم" ست ڀيرا پڙهندو تہ الله پاڪ دنيا ۽ آخرت ۾ ان جا اهم ڪم پورا ڪندو.

www.maktabah.org

**غمن دور ڪرڻ لاءِ وظيفو:**

305. ابن النجار "التاريخ" ۾ حضرت حسين رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص صبح جو ست دفعا "حسبي الله لا اله الاهو عليه توڪلت وهو رب العرش العظيم" پڙهندو تہ ان کي ان ڏينهن ۽ رات ۾ غم، مصيبت يا ڪا ڏکيائي نہ پهچندي.

## سورة يونس عليہ السلام

هن جي ڪابہ خاص فضيلت نہ ملي آهي سواءِ عام فضيلتن جي مثلاً:

**انجيل جي جاءِ تي سورتون:**

306. ابن مردويه، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مون کي الله تعاليٰ الرايات ۽ طواسين سورتون انجيل جي جاءِ تي عطا ڪيون آهن.

**فائدة:** "الرايات" انهن سورتن کي چيو وڃي ٿو جن جي منڍ ۾ "آلر" آهي ۽ الطواسين انهن سورتن کي چئبو آهي تہ جن جي منڍ ۾ طس ۽ طسم هجي.

**فضيلتن ڪان علاوه روايتون:**

307. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت احنف رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عمر رضي الله عنه جي پويان فجر جي نماز پڙهي جنهن ۾ هن سورة يونس ۽ سورة هود تلاوت ڪئي.

308. طبرانيءَ "المعجم الڪبير" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ هو سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة يونس ورد طور پڙهندو هو.

### فلما القوا قال موسيٰ ما جئتم بہ السحر.... آيت نمبر 81-82 جي فضيلت

هن جي فضيلت سورة اعراف ۾ گذري چڪي آهي.

### وان يمسسڪ الله بضر (سورة يونس آيت: 107) جي فضيلت

**هر ڳالهہ ڪان ڪفايت ڪندڙ آيتون:**

309. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عامر بن قيس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: قرآن پاڪ ۾ ٽي آيتون اهڙيون آهن جيڪي سمورين ڳالهين ڪان ڪفايت ڪري وينديون آهن.

1. وَإِنْ يَمْسَسْكَ اللَّهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهُ إِلَّا هُوَ وَإِنْ يُرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلَا رَادَّ لِفَضْلِهِ يُصِيبُ بِهِ مَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ وَهُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ ﴿١٠٧﴾ (يونس: 107)

ترجمو: جيڪڏهن الله توکي ڪو ڏک پهچائي تہ ان ڏاران ڪو ان جي لاهڻ وارو نہ آهي ۽ جيڪڏهن تولاءِ ڪا چڱائي گهري تہ سندس فضل کي ڪوهڻائڻ وارو نہ آهي.

2. مَا يَفْتَحِ اللَّهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَحْمَةٍ فَلَا مُمْسِكَ لَهَا وَمَا يُمْسِكْ فَلَا مُرْسِلَ لَهُ مِنْ بَعْدِهِ وَهُوَ الْعَزِيزُ

www.maktabah.org

الْحَكِيمُ ﴿٢﴾ (فاطر: 2)

ترجمو: الله تعاليٰ ماڻهن لاءِ ٻاجهه مان جيڪي کوليندو تنهن کي ڪو بند ڪرڻ وارو نه آهي ۽ جنهن کي بند ڪندو تنهن کي ان ڪانپوءِ ڪو کولڻ وارو نه آهي.

3. وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِي الْاَرْضِ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ رِزْقُهَا وَيَعْلَمُ مُسْتَقَرَّهَا وَمُسْتَوْدَعَهَا كُلٌّ فِي كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٦﴾ (هود: 6)

ترجمو: ۽ ڪو چرندڙ زمين ۾ نه آهي پر سندس روزي الله تي آهي. ۽ اهو ان جي رهڻ جي جاءِ کي ۽ جتي ان کي امانت رکيو وڃي ٿو تنهن کي به ڄاڻي ٿو، سيڪجهه ظاهر ڪتاب ۾ (لکيل) آهي.

فائدة: هن آيت جون ڪجهه فضيلتون سورة فاطر جي فضيلتن ۾ به اينديون.

## سورة هود جون فضيلتون

**سورة هود ۽ جمعي جو ڏينهن:**

310. دارميءَ، ابودائود "مراسيل" ۾، ابوالشيخ، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جمعي جي ڏينهن سورة هود پڙهندا ڪريو.

**نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي پوڙهپ جو سبب:**

311. ابن المنذر، طبرانيءَ، ابوالشيخ، ابن مردوية، ابن عساڪر، حضرت مسروق جي صحيح سند سان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! اوهان تي پوڙهپ اچي پهتي آهي (جلد ۾ اڇا وار پئجي ويا آهن) فرمايائون: سورة هود، سورة واقعه، سورة الحاقة، سورة عم يتساءلون ۽ سورة هل اتاڪ حديث الغاشية، مون کي پوڙهو ڪري ڇڏيو آهي. (ڇاڪاڻ ته انهن ۾ قيامت جا ڪيترا ئي احوال آهن)

312. ابن مردويه، ۽ ابن عساڪر، يزيد رقاشي جي سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته سائين جن کي پوڙهپ جلد ۾ اچي پهتي آهي؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: هائو، سورة هود ۽ ان جهڙين ٻين سورتن الواقعة، سورة القارعة، سورة الحاقة، سورة اذالشمس ڪورت ۽ سال سائل (سورة المعارج) پوڙهو ڪري ڇڏيو اٿم. (ڇاڪاڻ ته انهن ۾ قيامت جا احوال آهن)

313. علامه عينيءَ "شرح البخاري" ۾ روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه فجر جي نماز ۾ سورة يونس ۽ سورة هود جي تلاوت ڪندا هئا.

**وما من دابة في الارض الا علي الله رزقها** (سورة هود آيت:6) **جي فضيلت:**

هن جي ڪجهه فضيلت سورة يونس ۾ گذري چڪي آهي ۽ سورة فاطر ۾ به ڪجهه فضيلت ايندي.

www.maktabah.org

## بسم الله مجريها ومرسلها (سورة هود آيت: 41) جي فضيلت

### پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ کان دعا:

314. ابن ابي حاتم ۽ طبرانيءَ ۽ ابن مردويه حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: منهنجي امت لاءِ پاڻيءَ ۾ ٻڏڻ جي خوف کان بچاءُ هن ۾ آهي تہ ٻيڙيءَ ۾ سفر ڪرڻ وقت هيءَ دعا پڙهي وڃي.

"بِسم الله الملك وَمَا قَدَرُوا اللهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌ بِيَمِيْنِهٖ ۭ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۞" (الزمر: 67)

ترجمو: الله جي نالي سان جيڪو بادشاهه آهي. ۽ الله جو قدر نہ ڪيائون جيئن ان جي قدر جو حق آهي ۽ قيامت جي ڏينهن ساري زمين سندس مٺ ۾ هوندي ۽ آسمان سندس ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل هوندا اهو پاڪ آهي ۽ جن کي ساڻنس شريڪ ڪن ٿا تن کان بلند آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖىهَا وَمُرْسٰىهَا ۭ اِنَّ رَبِّيْ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۞" (هود: 41)

ترجمو: الله جي نالي سان سندس هلڻ ۽ بيهڻ آهي بيشڪ منهنجو رب بخشيندڙ، مهربان آهي.

### ٻيڙيءَ تي سفر ڪرڻ مهل دعا:

315. ابو الشيخ "النوادر" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص ٻيڙيءَ تي سفر ڪرڻ مهل هيءَ آيتون پڙهندو تہ ان کي الله تعالىٰ ٻڏڻ کان بچائيندو.

" بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖىهَا وَمُرْسٰىهَا ۭ اِنَّ رَبِّيْ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۞ " (هود: 41) وَمَا قَدَرُوا اللهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌ بِيَمِيْنِهٖ ۭ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۞ (الزمر: 67)

ترجمو: الله جي نالي سان ان جو هلڻ آهي ۽ ان جو بيهڻ آهي. بيشڪ منهنجو رب معاف ڪندڙ، نهايت رحم وارو آهي، ۽ الله جو قدر نہ ڪيائون، جيئن ان جي قدر جو حق آهي ۽ قيامت جي ڏينهن زمين ساري سندس مٺ ۾ هوندي ۽ آسمان سندس ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل هوندا ۽ جن کي ساڻس شريڪ ڪن ٿا تن کان بلند آهي.

316. ابو يعلي، طبرانيءَ، ابن عدي، ابوالشيخ، ابن مردوية، ابن سنيءَ حضرت حسين بن علي رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بچاءُ هن ۾ آهي تہ ٻيڙيءَ تي سفر ڪرڻ مهل هيءَ آيت دعا (آيتون) پڙهجي. " وَقَالَ ارْكَبُوْا فِيْهَا بِسْمِ اللّٰهِ مَجْرٖىهَا وَمُرْسٰىهَا ۭ اِنَّ رَبِّيْ لَغَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۞ "(هود: 41)

ترجمو: ان جو هلڻ ان جو بيهڻ الله جي نالي سان آهي بيشڪ منهنجو رب معاف ڪندڙ، نهايت رحم وارو آهي.

وَمَا قَدَرُوا اللهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌ بِيَمِيْنِهٖ ۭ سُبْحٰنَهٗ

www.maktabah.org

وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ۝ (الزمر: 67)

ترجمو: گڏري چڪو آهي.

علامہ بڪري فرمائي ٿو تہ "الاذڪار النوويه" جي شرح ۾ آهي تہ "ءِ ٻي آيت سورة زمر ۾ آهي ءِ اها مڪمل هن طرح آهي والارض جميعا قبضته يوم القيامه والسمٰوات مطويات بيمينه سبحانه وتعاليٰ عما يشرڪون.

## اني توڪلت علي الله ربي وربڪم (هود آيت: 56) جي فضيلت:

317. ابن ابي حاتم، يحيٰ بن سعيد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن کي عادي چور يا نقصان رسائيندڙ جانور يا شيطان سرڪش جو خوف هجي تہ هيءَ آيت پڙهي تہ ان جي برڪت سان الله تعاليٰ ان جي حفاظت ڪندو. " اِنِّيْ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللّٰهِ رَبِّيْ وَرَبِّكُمْ ؕ مَا مِنْ دَآبَّةٍ اِلَّا هُوَ اٰخِذٌۢ بِنَاصِيَتِهَا ؕ اِنَّ رَبِّيْ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۝ "(هود 56)

ترجمو: بيشڪ مان ڀروسو ڪيو پنهنجي ءِ توهان جي پالڻهار تي ڪو بہ جاندار نہ آهي جنهن جي پيشاني الله کان سواءِ ٻيو ڪو ونندڙ هجي. بيشڪ منهنجو رب سڌي واٽ تي آهي.

**فائدة:** هن آيت جون ڪجهہ فضيلتون سورة بني اسرائيل جي آخري آيتن جي فضيلت ۾ بہ اينديون.

## وما توفيقي الا بالله..... جي فضيلت:

318. ابوالشيخ، حضرت اسحاق فزاريءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون ڪهڙي بہ سخت جهڳڙالو شخص وٽ جڏهن بہ هي آيت پڙهيون تہ اهو جهيڙي کان ٽري سنئين راهہ تي اچي ويو "اِنْ اُرِيْدُ اِلَّا الْاِصْلَاحَ مَا اسْتَطَعْتُ ؕ وَمَا تَوْفِيْقِيْٓ اِلَّا بِاللّٰهِ ؕ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ ۝ "(هود: 88)

ترجمو: مان فقط سڌارو آڻڻ ٿو چاهيان جيتري قدر بہ منهنجو وس پڄي ءِ مان الله جي توفيق ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهان ءِ منهنجو ان تي آسرو آهي ءِ ان ڏانهن رجوع ڪندو آهيان.

نوٽ: آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هن آيت جي باري ۾ ڪجهہ فضيلتون سورة اسرائيل جي فضيلتن ۾ اينديون.

## وما توفيقي الا بالله... هود آيت: 88 جي فضيلت

319. ابو نعيم "حليه الاولياء" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مون کي ڪا نصيحت ڪريو! فرمايائون تہ چؤ ربي الله (منهنجو رب الله آهي) ان ڪانپوءِ ان ڳالهہ تي ثابت قدم ٿي رهہ. مون چيو "ربي الله وما توفيقي الا بالله عليه توڪلت واليه انيب" (منهنجو رب الله آهي ءِ منهنجي توفيق الله جي هٿ ۾ آهي انهيءَ تي ئي توڪل اٿم ان ڏانهن ئي رجوع ڪيان ٿو(سورة هود:

www.maktabah.org

88) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: توکي علم جي مبارڪ هجي اي ابوالحسن! تو علم پيتو آهي ۽ چڱيءَ طرح ڍؤ ڪيو آهي.

**سورة هود جي آخري آيت ........ لله غيب السموات والارض جي فضيلت:**

320. عبدالله بن احمد "زوائد الزهد" ۽ ابن ضريس "فضائل القرآن" ۾ ۽ ابن جرير ۽ ابو الشيخ، حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: توريت جا ابتدائي ڪلمات سورة انعام جا ابتدائي ڪلمات آهن. ۽ توريت جا آخري ڪلمات سورة هود وارا آخري ڪلمات آهن. يعني: ولله غيب السموات والارض کان.... وما الله بغافل عما تعملون تائين.

**سورة يوسف عليہ السلام**

هن جي فضيلت بابت ڪابہ حديث نہ ملي سگهي، البت فضيلتن ڪانسواءِ ڪجهہ حديثون ۽ اثر هيءُ آهن.

**سورة يوسف ٻُڌي يهودي مسلمان ٿيا:**

321. بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ ڪلبيءَ جي سند سان حضرت ابو صالح جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمايو: رسول الله ﷺ جن وٽ يهودين جو هڪ وڏو عالم آيو. پاڻ سڳورا ﷺ جن ان مهل سورة يوسف جي تلاوت ڪري رهيا هئا، ان پڇيو تہ اي محمد! ﷺ اها سورة توهان کي ڪنهن سيکاري آهي؟ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ مون کي الله تعاليٰ سيکاري آهي. يهودي عالم کي ڏاڍو عجب ٿيو. يهودين کي اچي چيائين تہ محمد ﷺ قرآن پاڪ ائين پڙهي ٿو جيئن تورات ۾ آهي پوءِ يهودين جي جماعت رسول الله ﷺ جن وٽ آئي سائين جن سان "صف" ۾ مليا. سندن ڪلهن مبارڪن جي وچ ۾ نبوت واري مهربہ ڏٺائون. پوءِ سندن زبان مبارڪ مان سورة يوسف جي تلاوت پڻ ٻڌائون. ڏاڍو متاثر ٿيا ۽ ان وقت ئي اسلام قبول ڪيائون.

**حضرت عمر رضي الله عنه فجر جي نماز ۾ سورة يوسف پڙهندو هو.**

322. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت عبدالله بن عامر بن ربيع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون حضرت عمر رضي الله عنه کي فجر جي نماز ۾ سورة يوسف جي تلاوت ڪندي ٻڌو.

**حضرت عثمان رضي الله عنه سورة يوسف پڙهندو هو:**

323. بيهقيءَ "السنن" ۾ فرافصة بن عمير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون سورة يوسف، حضرت عثمان رضي الله عنه کان حاصل ڪئي جو هو اڪثر ڪري فجر جي نماز ۾ اها پڙهندا هئا.

**سورة يوسف جي آخري آيتن جي فضيلت**

**ويم جي سورن کان وظيفو:**

324. علامه ابن السنيءَ ۽ ديلميءَ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جڏهن عورت جو ويم ڏکيو ٿئي تہ هڪ صاف ٿانوَ تي هيءُ آيتون لکي. ان ڪانپوءِ ان کي ڌوئي ضرورت مند عورت کي پيارجي ۽ ان جي پيٽ تي ڇنڊا بہ هڻجن.

www.maktabah.org

1. كَاَنَّهُمْ يَوْمَ يَرَوْنَ مَا يُوْعَدُوْنَ لَمْ يَلْبَثُوْٓا اِلَّا سَاعَةً مِّنْ نَّهَارٍ بَلٰغٌ فَهَلْ يُهْلَكُ اِلَّا الْقَوْمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٣٥﴾. (الاحقاف: 35)

ترجمو: جنهن ڏينهن هنن انهيءَ شيءِ کي ڏٺو جنهن جو کين واعدو ڪيو پيو وڃي تہ ڪين ائين لڳندو ڄڻڪ دنيا ۾ تہ ڏينهن جي ڪنهن گهڙي پلڪ کان وڌيڪ تہ رهيا ئي نہ هئا. ڳالهہ پهچائي وئي فاسق قوم ئي هلاڪ ڪئي ويندي.

2. كَاَنَّهُمْ يَوْمَ يَرَوْنَهَا لَمْ يَلْبَثُوْٓا اِلَّا عَشِيَّةً اَوْ ضُحٰهَا ﴿٤٦﴾ (سورة نازعات: 46)

ترجمو: جنهن ڏينهن اهي ان کي ڏسندا تہ ائين لڳندو تہ ڄڻ ڏينهن جو بس ڪو پويون پهر يا اڳيون پهر مس ترسيا آهن.

3. لَقَدْ كَانَ فِيْ قَصَصِهِمْ عِبْرَةٌ لِّاُولِي الْاَلْبَابِ مَا كَانَ حَدِيْثًا يُّفْتَرٰى وَلٰكِنْ تَصْدِيْقَ الَّذِيْ بَيْنَ يَدَيْهِ وَتَفْصِيْلَ كُلِّ شَيْءٍ وَّهُدًى وَّرَحْمَةً لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿١١١﴾ (سورة يوسف: 111)

ترجمو: اڳاتن ماڻهن جي انهن قصن ۾ عقل وارن لاءِ عبرت آهي (هيءُ قرآن) بناوتي اکاڻي نہ آهي، پر جيڪي ڪتاب ڪائنس اڳ آهن تن کي سچو ڪندڙ آهي ۽ سڀ ڪنهن شيءِ لاءِ نکيڙ آهي ۽ ايمان واري قوم لاءِ هدايت ۽ ٻاجهہ آهي.

## سورة الرعد جي فضيلت

### ساهہ جي سهنجي نڪرڻ لاءِ:

325. ابن ابي شيبة ۽ المروزي "الجنائز" ۾ حضرت جابر بن زيد ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: قريب الموت شخص وٽ سورة الرعد پڙهڻ مستحب آهي ڇاڪاڻ تہ ان جي پڙهڻ سان ان تي هلڪائي ٿيندي ۽ ساهہ نڪرڻ ۾ سهنجائي ٿيندي.

نوٽ: حافظ ابن حجرؒ "تخريج الاحاديث النووية" ۾ لکيو آهي تہ هن حديث جي سند صحيح آهي ۽ جابر بن زيد جي ڪنيت ابوالشهثاء آهي ۽ هي تابعي ثقن (مضبوط) راوين مان آهي.

### سورة ابراهيم عليہ السلام بابت:

هن جي ڪا خاص فضيلت نہ ملي آهي.

### وما لنا ان لا نتوكل علي الله..... (ابراهيم آيت: 12) بابت

### مُنگهڻ جي تنگ ڪرڻ ڪان:

326. علامه ديلميءَ "مسند الفردوس" ۾ حضرت ابو درداء ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن توکي منگهڻ (جيت) تنگ ڪن تہ پاڻيءَ جو پيالو کڻي ان تي ست دفعا هيءَ آيت پڙهہ.

" وَمَا لَنَآ اَلَّا نَتَوَكَّلَ عَلَى اللّٰهِ وَقَدْ هَدٰىنَا سُبُلَنَا وَلَنَصْبِرَنَّ عَلٰى مَآ اٰذَيْتُمُوْنَا وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُتَوَكِّلُوْنَ ﴿١٢﴾ " (سورة ابراهيم: 12)

www.maktabah.org

ترجمو: ۽ اسان کي ڇا ٿيو آهي جو الله پاڪ تي ڀروسو نہ ڪريون ۽ بي شڪ اسان کي اسان جي سڌن رستن جي هدايت ڪيائين ۽ جيڪي اسان کي ڏکوئيندا آهيو تنهن تي ضرور صبر ڪنداسون ۽ ڀروسي ڪندڙن کي الله پاڪ تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي.

پوءِ تون پنهنجي بستري جي چوڌاري ڇٽڪاري ڇڏ تہ انشاء الله (منگهڻ) تنهنجي ويجهو نہ ايندا.

327. علامة لمستغفري "الدعوات" ۾ حضرت ابوذر ﷜ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن توکي منگهڻ تنگ ڪن تہ پاڻيءَ جو پيالو ڪٺي ان تي ست دفعا هيءَ آيت (سورة ابراهيم جي: آيت: 12) پڙهي، پنهنجي بستري جي چوڌاري ڇٽڪاري ڇڏ تہ سڄي رات توکي ڪجھ بہ نہ چوندا.

## سورة الحجر

هن سورت بابت ڪابہ فضيلت نہ ملي سگهي آهي.

## سورة النحل

هن جي ڪابہ فضليت نہ ملي سگهي آهي.

### "ان الله يا مركم بالعدل والاحسان" (النحل: 9) جي فضيلت

**جامع آيتون:**

328. سعيد بن منصور، امام بخاريءَ "الادب المفرد" ۾، ابن جرير، ابن المنذر، ابن ابي حاتم، طبرانيءَ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح بہ چيو آهي حضرت عبدالله بن مسعود ﷜ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: قرآن پاڪ ۾ وڏي ۾ وڏي عظمت واري آيت "الله لا اله هو الحي القيوم" آية الكرسي آهي ۽ خير ۽ شر جي باري ۾ جامع ۾ جامع آيت سورة نحل جي هيءَ آيت آهي: " اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَآئِ ذِی الْقُرْبٰى وَيَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ۝ " (سورة النحل: 90)

ترجمو: بيشڪ الله انصاف ڪرڻ ۽ ڀلائي ڪرڻ ۽ مائٽيءَ وارن کي ڏيڻ جو حڪم ڪري ٿو ۽ بي حيائيءَ ۽ بڇڙي ڪم ۽ سرڪشيءَ کان روڪي ٿو. اوهان کي حڪم نصحيت ڪري ٿو من اوهان ياد رکو.

**وڏي ۾ وڏي خوف واري آيت:**

وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّهٗ مَخْرَجًا ۝ وَّيَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ ۝ (سورة الطلاق: 2-3)

ترجمو: ۽ جيڪو الله تعالىٰ کان ڊڄندو، تہ ان لاءِ مشڪل مان نڪرڻ جو رستو پيدا ڪري ڏيندو.

اهڙي جاءِ تان رزق عطا ڪندس جتان ڪيس وهم گمان بہ نہ هوندو.

**۽ وڏي ۾ وڏي اميد واري آيت:**

" قُلْ يٰعِبَادِیَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ۚ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ۚ اِنَّهٗ هُوَ

www.maktabah.org

الغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿٥٣﴾ " (سورة الزمر: 53)

ترجمو: اي منهنجا ٻانهوءِ! جن پاڻ تي ظلم ڪيو، اوهين الله جي ٻاجھ کان نا اميد نہ ٿيو ڇو تہ الله تعاليٰ سڀ گناھ بخشيندو آهي. بيشڪ اهوئي بخشڻهار مهربان آهي.

329. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان هيءَ آيت "ان الله يامر بالعدل والاحسان" پوري آيت پڙهي فرمايو تہ بيشڪ الله تعاليٰ ساري خير ۽ شر جي ڄاڻ هن هڪڙي آيت ۾ سمائي ڇڏي آهي.

الله جو قسم! تہ عدل، احسان ۽ الله جي اطاعت مان ڪا بہ شيءِ ڇڏي نہ وئي آهي سڀ شيون ان ۾ اچي وڃن ٿيون. فحشاء، منڪر، بغي ۽ الله جي معصيتن (نافرمانين) مان ڪابہ شيءِ رهائي نہ وئي آهي.

**فائده**: حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي مرفوع روايت، آيت الڪرسيءَ جي فضيلت ۾ گذري چڪي آهي تہ بيشڪ اعدل الآية (عدل واري آيت) هيءَ آهي.

" اِنَّ اللّٰهَ يَاْمُرُ بِالْعَدْلِ وَالْاِحْسَانِ وَاِيْتَآئِ ذِى الْقُرْبٰى وَيَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ وَالْبَغْيِ يَعِظُكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٩٠﴾ " (سورة نحل: 90)

## سورة بني اسرائيل جي فضيلت

### پهريون پهريون سورتون:

330. امام بخاريءَ "صحيح بخاري" ۾، ابن الضريس ۽ ابن مردوية حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة بني اسرائيل، سورة ڪهف، سورة مريم، سورة طٰهٰ ۽ سورة انبياء نهايت عمده ۽ پهريون پهريون سورتون آهن. يعني: نزول جي اعتبار سان هيءُ پهريون سورتون آهن.

### نبوي معمول:

331. امام احمد، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي، نسائي، حاڪم ۽ ابن مردويه، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: روزانو رات جو "سورة بني اسرائيل" ۽ "سورة زمر" پڙهندا ڪريو.

### حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جو معمول

332. ابن ابي شيبه، حضرت ابو عمرو الشيباني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه اسان کي فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن بہ سورتون تلاوت ڪيون جن ۾ هڪ سورة بني اسرائيل هئي.

### حضرت سعيد بن جبير جي فجر جي نماز ۾ تلاوت:

333. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هو فجر جي ٻنهين رڪعتن ۾ سورة بني اسرائيل تلاوت ڪندو هو.

www.maktabah.org

## قل ادعو الله اواد عوا الرحمن.... (الاسراء: 110) جي فضيلت

### چورن کان امن لاءِ وظيفو:

334. بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ نهشل بن سعيد، حضرت ضحاڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان ڪنهن پڇيو تہ هن آيت جي فضيلت ڇا آهي؟

"قُلِ ادْعُوا اللّٰهَ اَوِ ادْعُوا الرَّحْمٰنَ ؕ اَيًّا مَّا تَدْعُوْا فَلَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى ۚ وَلَا تَجْهَرْ بِصَلَاتِكَ وَلَا تُخَافِتْ بِهَا وَابْتَغِ بَيْنَ ذٰلِكَ سَبِيْلًا ﴿۱۱۰﴾" (بني اسرائيل: 110)

ترجمو: چئو تہ الله چئي سڏيو يا رحمٰن چئي سڏيو، جنهن بہ نالي سان سڏيندؤ ان جا سٺا سٺا نالا آهن ۽ نماز ۾ اونچو نہ پڙهہ، نہ آهستي، ٻنهين جي درميان اختيار ڪر. فرمايائون تہ جيڪو شخص هيءَ آيت پڙهندو تہ اهو چورن کان امن ۾ رهندو. راوي فرمائي ٿو تہ هڪ مهاجر صحابي سڳورو سمهڻ مهل هيءَ آيت پڙهندو هو. هڪ دفعي ان جي گهر ۾ چور گهڙيو ۽ گهر جو سڄو سامان گڏ ڪري ڳنڍ ۾ ٻڌي مٿي تي رکي هلڻ لڳو. هيڏانهن صحابي سڳورو بہ جاڳيل هو. چور جڏهن دروازي تي پهتو تہ ڏٺائين تہ اهو بند پيو آهي. ڳنڍ رکي چور بہ ٽي ڀيرا ٻاهر نڪرڻ جي ڪئي پر نڪري نہ سگهيو. گهر جي مالڪ چور کي کلي چيو تہ مون گهر کي (قرآن جي آيت سان) پڙهي ڪوٽ چاڙهي ڇڏيو آهي.

**فائدة:** هن آيت جون ڪجهہ فضيلتون سورة بقرة جي پهرين چئن آيتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

## الحمد لله الذي لم يتخذ (الاسراء: 111) جي فضيلت

### طاقت ۽ غلبي واري آيت:

335. امام احمد ۽ طبرانيءَ حضرت معاذ بن انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: آية العز (طاقت ۽ غلبي واري آيت) هيءَ آهي " وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ لَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ يَكُنْ لَّهٗ شَرِيْكٌ فِي الْمُلْكِ وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ وَلِيٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَ كَبِّرْهُ تَكْبِيْرًا ﴿۱۱۱﴾ " (نبي اسرائيل: 111)

ترجمو: سڀ ساراهہ ان الله لاءِ آهي جنهن کي اولاد نہ آهي ۽ بادشاهيءَ ۾ ان جو ڪوبہ شريڪ نہ آهي ۽ نہ هيٺائي سبب سندس ڪو مددگار آهي ۽ هن جي گهڻي تدر وڏائي بيان ڪر.

### هر بيماريءَ کان دعا:

336. ابويعليٰ ۽ ابن سنيءَ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ رسول الله ﷺ جن سان گڏ نڪتس جو سائين ﷺ جن جو هٿ منهنجي هٿ ۾ هو، اتي هڪ شخص وٽان گذر ٿيو جيڪو تمام ڪمزور ۽ ڏٻري حالت ۾ هو سائينجن ﷺ ان کان پڇيو تہ ادا توکي ڇا ٿيو آهي، هيءَ حالت ڇو ٿي آهي؟ عرض ڪيائين تہ بيماريءَ ۽ تڪليف هن حالت تي پهچايو آهي.

www.maktabah.org

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس: آءٌ توکي اهڙي دعا نہ سيکاريان، جنهن سان تنهنجي بيماري ۽ تڪليف دور ٿي وڃي. (تون هيءَ دعا پڙهندو ڪر، انشاء الله نيڪ ٿي ويندين).
وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ لَمْ یَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ یَكُنْ لَّهٗ شَرِیْكٌ فِی الْمُلْكِ وَلَمْ یَكُنْ لَّهٗ وَلِیٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِیْرًا ﴿۱۱۱﴾ (بني اسرائيل: 111)

ترجمو: چؤ مون رب تي ڀروسو ڪيو جيڪو ڪڏهن بہ نہ مرندو سڀ ساراهہ ان الله لاءِ آهي جنهن کي اولاد نہ آهي ۽ بادشاهيءَ ۾ ان جو ڪوبہ شريڪ نہ آهي نہ کي هيٺائيءَ سبب سندس ڪو مددگار آهي ۽ هن جي گهڻي قدر وڏائي بيان ڪر.

روايت ۾ آهي تہ هن دعا کي ورد ڪرڻ ڪانپوءِ ان شخص وٽ ٻيهر رسول الله ﷺ جن آيا تہ هو تندرست ۽ توانو هو پڇيائونس تہ تنهنجو ڇا حال آهي؟ هاڻي ڪافي بهتري نظر ٿي اچي. عرض ڪيائين: اوهان جيڪا دعا سيکاري هئي سا ورد ڪيم (تہ الله تعاليٰ تندرستي عطا ڪئي.)

**ڪنهن بہ تڪليف يا پريشانيءَ ڪان نبوي دعا:**

337. ابن ابي الدنيا "ڪتاب الفرج" ۾ ۽ بيهقيءَ "الاسماء والصفات" ۾ حضرت اسماعيل بن ابي فديڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مون کي ڪابہ تڪليف يا پريشاني پيش ايندي هئي تہ جبرائيل عليه السلام اچي ڪين چوندو هو تہ اي محمد! هيءَ دعا پڙهہ وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ لَمْ یَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ یَكُنْ لَّهٗ شَرِیْكٌ فِی الْمُلْكِ وَلَمْ یَكُنْ لَّهٗ وَلِیٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِیْرًا ﴿۱۱۱﴾ (نبي اسرائيل: 111)

ترجمو: گذري چڪو آهي.

338. حاڪم بہ "مستدرڪ" ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

**پنهنجي اهل اولاد کي هيءَ دعا سيکارجي:**

339. ابن جرير، حضرت قتاده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ اسانکي ٻڌايو ويو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي اهل عيال جي ننڍي وڏي کي هيءَ آيت سيکاريندا هئا.
" وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ لَمْ یَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ یَكُنْ لَّهٗ شَرِیْكٌ فِی الْمُلْكِ وَلَمْ یَكُنْ لَّهٗ وَلِیٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِیْرًا ﴿۱۱۱﴾ (بني اسرائيل: 111)

ترجمو: سڀ تعريف ان الله پاڪ لاءِ آهي جنهن کي اولاد نہ آهي ۽ بادشاهيءَ ۾ ان جو ڪوبہ شريڪ نہ آهي، نہ کي هيٺائي سبب سندس ڪو مددگار آهي ۽ هن جي گهڻي قدر وڏائي بيان ڪر.

**ٻارن کي دعا جي سکيا:**

340. عبدالرزاق "المصنف" ۾ حضرت عبدالڪريم بن ابي اميه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: بني هاشم جو ڪو بہ ڇوڪرو جڏهن فصاحت (چٽائي) سان ڳالهائيندو هو تہ نبي ڪريم ﷺ جن ان کي هيءِ دعا سيکاريندا هئا.
(وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِیْ لَمْ یَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ یَكُنْ لَّهٗ شَرِیْكٌ فِی الْمُلْكِ وَلَمْ یَكُنْ لَّهٗ وَلِیٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِیْرًا ﴿۱۱۱﴾ (بني اسرائيل: 111)

www.maktabah.org

ترجمو: گذري چڪو آهي

**ٻار کي ڪڏهن دعا سيکارجي:**

341. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ عبدالڪريم جي سند سان عمرو بن شعيب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته بني عبدالمطلب جو جڏهن ڪو به ڇوڪرو چٽو ڳالهائيندو هو ته نبي ڪريم ﷺ جن ان کي ست دفعا هيءَ آيت سيکاريندا هئا. "وَقُلِ الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي لَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَلَمْ يَكُنْ لَهُ شَرِيكٌ فِي الْمُلْكِ وَلَمْ يَكُنْ لَهُ وَلِيٌّ مِنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِيرًا ﴿١١١﴾ (بني اسرائيل: 111)

ترجمو: سڀ ساراهه ان الله لاءِ آهي جنهن کي اولاد نه آهي ۽ بادشاهي ۾ ان جو ڪو به شريڪ نه آهي نه ڪي هيٺائيءَ سبب سندس ڪو مددگار آهي ۽ هن جي گهڻي قدر وڏائي بيان ڪر.

342. ابن سنيءَ به "عمل اليوم والليلة" ۾ عمرو بن شعيب جي سندس سان حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

**بي بي فاطمة** رضي الله عنها **کي دعا سيکاري وئي:**

343. ابن سنيءَ ۽ ديلميءَ حضرت فاطمة رضي الله عنها بنت رسول الله ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي ته بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو ته فاطمة! جڏهن به تون آرام ڪرڻ جو ارادو ڪرين ته هيءَ دعا پڙهندي ڪر "الحمدلله الکافی سبحان الله الاعلیٰ، حسبی الله و کفی ماشاء الله قضیٰ، سمع الله لمن دعا، لیس من الله منجاءَ ولا وراء الله ملجا. انی توکلت علی الله ربی وربکم مامن دابه الا هو آخذ بنا صیتها ان ربی علی صراط مستقیم الحمدلله الذی لم یتخذو لدا ولم یکن له شریک فی الملک ولم یکن له ولی من الذل و کبره تکبیرا"

ترجمو: سڀ ساراهه جڳائي ان الله کي جيڪو ڪافي آهي پاڪ آهي ذات الله أعلي جي. مون کي الله ڪافي آهي ۽ جيڪو هو چاهي ٿو سو ڪافي آهي ۽ جيڪا هو دعا ٻڌي ٿو سا پوري ڪري ٿو. الله ڪانسواءِ ڪا ڇوٽڪاري جي جاءِ نه آهي ۽ نه ئي الله ڪانسواءِ ڪا پناهه جي جاءِ آهي. بيشڪ مون الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪيو آهي جيڪو منهنجو رب آهي ۽ توهان جو رب آهي ڪو به جانور اهڙو نه آهي جنهن جي چوٽي ان جي هٿ ۾ نه هجي بيشڪ رب منهنجو سڌي رستي تي آهي. سڀ تعريفون الله لاءِ آهن جنهن کو اولاد نه ورتو آهي ۽ بادشاهيءَ ۾ ان جو ڪو به شريڪ نه آهي ۽ نه ئي هيٺائيءَ سبب ان جو ڪو مددگار آهي ۽ چڱي طرح ان جي وڏائي بيان ڪر. فرمايائون ته جيڪو مسلمان سمهڻ مهل هيءَ دعا نه ٿو پڙهي اهو شيطانن جي وچ (وڪڙ) ۾ آهي.

**فجر جي نماز ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي قراءت:**

344. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت ابو وائل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن سورة بني اسرائيل

www.maktabah.org

جي آخري آيت الحمد لله الذي لم يتخذ ولدا ولم يكن له شريک في الملک آخر تائين، تلاوت ڪئي پوءِ رڪوع ڪيائون.

## سورة ڪهف جون فضيلتون

345. امام احمد، امام بخاريءَ، امام مسلم، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن ابي حاتم، ابن حبان، ابن مردوية ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ حضرت براء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو هڪڙي شخص سورة ڪهف جي تلاوت پئي ڪئي ته گهر ۾ ٻن رسن سان ٻڌل گهوڙي ٽهڻ شروع ڪيو ۽ اوچتو ڪڪرن يا غبار جهڙي شيءِ هن کي ڍڪي ڇڏيو. صبح ٿيو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي اها ڳالهه ٻڌايائين ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايس: پڙهندو رهي هان! اها ته رحمت (سڪون) هئي جيڪا قرآن پاڪ جي ڪري نازل ٿي هئي.

فائدة: حافظ ابن حجر رحمة الله عليه شرح البخاريءَ ۾ لکيو آهي ته اهو شخص اسيد بن حضير رضي الله عنه هو.

### جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف جي تلاوت:

346. ابن مردويه ۽ ضياء "المختاره" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف پڙهندو ته اهو انهن ڏينهن تائين هر فتني کان محفوظ رهندو پوءِ جيڪڏهن دجال نڪتو ته ان کان به محفوظ رهندو.

### مڪي تائين نور:

347. حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، بيهقيءَ "سنن" ۾، طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ۽ ابن مردوية، ضياء حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف پڙهندو ته ان لاءِ اتان کان مڪي تائين نور روشن ٿي ويندو ۽ جيڪو شخص هن سورة جون آخري ڏهه آيتون پڙهندو ته اهو دجال جي نقصان کان محفوظ رهندو.

### قيامت جي ڏينهن نور:

348. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو سعيد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف ائين پڙهندو جيئن نازل ٿي آهي ته قيامت جي ڏينهن ان لاءِ نور هوندو.

**فائدة**: علامه علي قاريءَ "شرح الحصن ۾ لکيو آهي ته "جيئن نازل ٿي آهي" ان جو مطلب آهي ته ڪابه شيءِ ان ۾ نه وڌائي وڃي ۽ نه گهٽائي وڃي.

شرح الحصن جي خود مصنف لکيو آهي ته "جيئن نازل ٿي آهي" جو مطلب هيءُ آهي ته صحيح نموني سان ۽ تجويد سان پڙهي وڃي.

www.maktabah.org

**هڪ جمعي کان ٻئي جمعي تائين نور:**

349. حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف پڙهندو تہ ان لاءِ ٻئي جمعي تائين نور روشن ڪيو ويندو.

350. ابوعبيد، سعيد بن منصور، دارميءَ، ابن ضريس، حاڪم ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة الڪهف جمعي جي ڏينهن تلاوت ڪندو ان لاءِ الله تعاليٰ سندس کان وٺي بيت الله تائين نور روشن ڪندو.

351. بيهقيءَ بہ ٻي سند سان ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**دجال جو وس هلي نہ سگهندو:**

352. ابوعبيد، سعيد بن منصور، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف اهڙي طرح پڙهندو جيئن نازل ٿي آهي تہ ان تي دجال مسلط نہ ٿيندو ۽ ان تي ان جو ڪوبہ وس هلي نہ سگهندو.

**زمين کان آسمان تائين نور:**

353. امام احمد، طبرانيءَ ۽ ابن مردوية، حضرت معاذ بن انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف جون منڍ واريون ۽ آخري آيتون پڙهندو تہ مٿي کان وٺي پيرن تائين ان لاءِ نور هوندو ۽ جيڪو سڄي سورة پڙهندو تہ ان لاءِ زمين کان وٺي آسمان تائين نور هوندو.

**قدمن کان آسمان تائين نور:**

354. ابن مردوية حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف پڙهندو تہ سندس قدمن کان وٺي آسمان تائين نور چانئجي ويندو، جيڪو قيامت ڏينهن سندس لاءِ روشنيءَ جو ذريعو بڻبو ۽ ٻنهي جمعن (اچوڪي ۽ گذريل) جي وچ ۾ ڪيل گناھ معاف ڪيا ويندس.

**رات جي پهر ۾ جاڳڻ جو وظيفو:**

355. ابن مردوية، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: توهان کي اهڙي سورة ٻڌايان جنهن جي عظمت آسمان ۽ زمين جي وچ کي ڀري ٿي ڇڏي ۽ ان جي لکندڙ کي ان جيترو اجر ملي ۽ جيڪو جمعي جي ڏينهن پڙهي تہ ٻئي جمعي تائين ڪيل ان جا گناھ بخشيا وڃن ۽ وڌيڪ ٽن ڏينهن جا معاف ڪيا وڃن ۽ جيڪو شخص سمهڻ مهل ان سورة جون آخري پنج آيتون پڙهندو تہ رات جي جهڙي بہ حصي ۾ چاهي

www.maktabah.org

ته ان كي الله تعاليٰ اتاريندو. صحابن سڀني رضي الله عنهم عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! ضرور ٻڌايو. فرمايائون ته اها اٿو سورة ڪهف.

**ٻئي جمعي تائين رزق ڏنو ويندو:**

356. ابن ضريس، اسماعيل بن ابي رافع ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان کي ٻڌايان ته هڪ سورة آهي جنهن جي عظمت آسمان ۽ زمين جي وچ کي ڀري ٿي ڇڏي ۽ جنهن سان گڏ ستر هزار ملائڪ نازل ٿيا اها اٿو سورة ڪهف! جيڪو شخص ان کي جمعي جي ڏينهن پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي ٻئي جمعي تائين بخشي ڇڏيندو ۽ ان کانپوءِ وڌيڪ ٽي ڏينهن ٻيا به ان جي صدقي الله تعاليٰ ان کي ٻئي جمعي تائين رزق ڏيندو ۽ وڌيڪ ٽي ڏينهن ٻيا به ۽ ان کي اهڙو نور عطا ڪيو ويندو جيڪو آسمان تائين چانئجي ويندو ۽ ان کي دجال جي فتني کان بچايو ويندو ۽ جيڪو شخص سمهڻ مهل آخري پنج آيتون پڙهندو ته ان جي حفاظت ڪئي ويندي ۽ رات جي جهڙي به حصي ۾ چاهي ته اٿاريو ويندو.

**ٽن ڏينهن تائين محفوظ:**

357. ابو البرڪات هبة الله بن المبارڪ، علامه سقطيءِ "معجم" ۾ ۽ ابن النجار "تاريخ بغداد" ۾ حضرت ابي بن ڪعب ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف پڙهندو ته اهو ٽن ڏينهن تائين محفوظ رهندو.

**بيت الله تائين نور:**

358. سعيد بن منصور، خالد بن معدان جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص هر جمعي تي پيش اما م جي اچڻ کان اڳ سورة ڪهف پڙهندو ته ٻئي جمعي تائين ان جا گناهه معاف ڪيا ويندا ۽ ان جو نور بيت الله تائين پهچندو.

**گناهن کان ڪفارو:**

359. ابن ضريس، ابوالمهلب جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف پڙهندو ته ٻئي جمعي تائين اها ان لاءِ گناهن کان ڪفارو بڻجي ويندي.

**جهنم کان آڙ بڻجندڙ سورة:**

360. بيهقيءِ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورة ڪهف کي توريت ۾ "الحائلة" چيو ويو آهي. (جنهن جي معنيٰ آهي ڍوهي وجهندڙ، حائل ٿيندڙ) هيءَ سورة پنهنجي پڙهندڙ ۽ جهنم جي وچ ۾ حائل ٿيندي يعني: ان کي جهنم کان بچائيندي.

**شيطان گهر ۾ داخل نه ٿيندو:**

361. ابن مردويه، حضرت عبدالله بن مغفل ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن به گهر ۾ سورة ڪهف پڙهي ويندي آهي ته ان گهر ۾ ان رات شيطان داخل نه ٿيندو آهي.

www.maktabah.org

**روزانہ سورة كهف جي تلاوت:**

362. ابو عبيد، ابن جرير ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ام موسيٰ رضي الله عنها جي روايت نقل كئي آهي تہ ان فرمايو: حضرت حسن رضي الله عنه يا حضرت حسين رضي الله عنه روزانہ رات جو سورة كهف پڙهندو هو. جيكا هك پٽيءَ تي لكيل هوندي هيس ۽ جنهن گهر واريءَ جي گهر ۾ ويندو هو تہ اها پٽي اتي هوندي هيس.

**حضرت عمر جي فجر ۾ سورة كهف جي تلاوت:**

363. ابن ابي شيبه، حضرت زيد بن وهب رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه فجر جي نماز ۾ سورة كهف پڙهندو هو.

364. ابن سعد، حضرت صفيہ بنت عبيد رضي الله عنها جي روايت نقل كئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي باري ۾ ٻڌو تہ هر فجر جي نماز ۾ سورة كهف پڙهندو هو.

**ستر هزار ملائك نازل ٿيا:**

365. ديلميءَ "مسند الفردوس" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي تہ نبي كريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة كهف هك ئي دفعي نازل ٿي جنهن سان گڏ ستر هزار ملائك بہ هئا.

**جمعي جي رات سورة كهف جي تلاوت جو ثواب:**

366. دارميءَ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي موقوف روايت نقل كئي آهي تہ جيكو شخص جمعي جي رات سورة كهف پڙهندو تہ ان جي ۽ بيت الله جي وچ ۾ نور روشن كيو ويندو.

367. ابو الشيخ عبدالله بن محمد الا صبهانيءَ "كتاب الثواب" ۾ حضرت عكرمہ رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي جنهن حضرت عبد الله بن عباس رضي الله عنهما كان روايت نقل كئي آهي تہ نبي كريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيكو شخص جمعي جي رات سورة كهف پڙهندو تہ ان لاءِ ايترو نور هوندو جيترو (يمن جي شهر) صنعاء ۽ بصريٰ جي وچ ۾ فاصلو آهي ۽ جيكو شخص جمعي جي ڏينهن پڙهندو تہ ٻئي جمعي تائين محفوظ رهندو پوءِ جيكڏهن ٻئي جمعي تائين دجال نكتو تہ بہ ان كي كو نقصان نہ پهچائي سگهندو.

**فائدة:** هن سورة جون كجهہ فضيلتون بني اسرائيل ۾ گذري چكيون آهن.

**سورة كهف جي پهرين ڏهن ۽ ٽن آيتن جون فضيلتون**

368. امام احمد، مسلم، ابوداؤد، ترمذيءَ نسائي، ابن الضريس، ابن حبان، حاكم، بيهقيءَ "السنن" ۾ ۽ ابن مردوية حضرت ابو درداء رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي تہ نبي كريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيكو شخص سورة كهف جون پهريون ڏهہ آيتون ياد كندو اهو دجال جي فتني كان محفوظ رهندو.

www.maktabah.org

**فائدة**: سورة ڪهف جون پهريون ڏهه آيتون "وهي لنا من امرنا رشدا" تائين آهن.

**دجال کي ڏسڻ مهل دعا:**

369. مسلم ۽ ابودائود ۽ ترمذيءَ ۽ نسائيءَ ۽ ابن ماجه حضرت نواس بن سمعان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص دجال کي ڏسي ته ان تي سورة ڪهف جون ڏهه آيتون پڙهي.

**فائدة**: هن حديث کي "حصن حصين" جي مؤلف ۽ شارح به آندو آهي شارح لکيو آهي ته پهرين آيتن مان ڏهه يا ٽي آيتون مراد آهن.

**دجال کان محفوظ شخص:**

370. ابوعبيد ۽ ابن مردوية، حضرت ابو درداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف جون پهريون ڏهه آيتون ياد ڪندو ته پوءِ ان کي جيڪڏهن دجال ملي ويو ته ان کي ڪوبه نقصان پهچائي نه سگهندو. ۽ جيڪو شخص سورة ڪهف جون آخري آيتون ياد ڪندو ته ان لاءِ قيامت جي ڏينهن نور هوندو.

371. ترمذيءَ جنهن هن حديث کي صحيح چيو آهي، حضرت ابودرداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف جون پهريون ٽي آيتون پڙهندو اهو دجال جي فتني کان محفوظ رهندو.

**پهرين ۽ آخري آيتن جي فضيلت:**

372. ابن مردويه، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي، ان فرمايو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمائيندا هئا جيڪو شخص سمهڻ مهل سورة ڪهف جون پهريون ڏهه آيتون پڙهندو اهو دجال جي فتني کان محفوظ رهندو ۽ جيڪو شخص ننڊ مهل ان جون آخري آيتون پڙهندو ته قيامت جي ڏينهن ان جي مٿي کان وٺي پيرن تائين نور هوندو.

373. طبرانيءَ حضرت ابو امامه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تقرير ۾ اڪثر ڪري دجال جي فتني جو ذڪر ڪندا هئا. هڪ ڏينهن اسان کي نصيحت ڪندي فرمايائون ته الله تعاليٰ هر نبيءَ جي امت کي دجال جي فتني کان محفوظ رکيو آهي آءٌ آخري نبي آهيان ۽ توهان آخري امت آهيو. دجال توهان ۾ ئي پيدا ٿيندو پوءِ جيڪڏهن ظاهر ٿيو ۽ جي آءٌ توهان ۾ هوندس ته هر مسلمان کي بچائيندس ۽ جيڪڏهن مون کان پوءِ توهان ۾ ظاهر ٿي پيو ته هر ماڻهو پنهنجي نفس کي پاڻ بچائي ۽ الله هر مسلمان مٿان منهنجي طرفان پوءِ واري ڪندڙ آهي دجال عراق ۽ شام جي هڪ رستي مان نڪرندو ساڄي ۽ کابي پاسي فساد ڦهلائيندو. اي الله جا ٻانهؤ! ثابت قدم رهجو. ڇاڪاڻ ته هو چوندو ته "مان نبي آهيان". ياد رهي ته مون کان پوءِ ڪوبه نبي نه آهي ۽ ان جي اکين جي وچ ۾ "ڪافر" لکيل هوندو جنهن کي هر مومن پڙهي سگهندو. توهان مان جنهن کي به ملي ان کي گهرجي ته ان جي منهن تي ٿڪ هڻي ۽ سورة ڪهف منڍ واريون پڙهي. ان جو هڪ فتنو هي به هوندو جو ڪنهن انسان کي قتل ڪندو پوءِ

www.maktabah.org

وري ان کي زنده ڪندو ۽ ان ڪان پوءِ ٻئي ڪنهن کي به قتل نه ڪري سگهندو ۽ ٻئي ڪنهن تي به مسلط نه ٿي سگهندو ۽ ان جو هڪ فتنو هيءُ به هوندو ته ان سان گڏ جنت ۽ باهه (جهنم) هوندا پر حقيقت ۾ ان جي جنت جهنم هوندي ۽ باهه (جهنم) جنت هوندي. پوءِ جنهن کي باهه ۾ ڦٽو ڪري ته پنهنجون اکيون ٻوٽي ۽ الله کان مدد گهري ته اها باهه ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي پوندس. جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام تي ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي پئي هئي. هو (دنيا ۾) چاليهه ڏينهن رهندو جنهن جو هڪڙو ڏينهن سال برابر ۽ هڪڙو هفتو مهيني برابر ۽ هڪڙو ڏينهن هڪ هفتي برابر هوندو ۽ باقي ڏينهن عام ڏينهن جهڙا هوندا ۽ آخري ڏينهن رُج جيان هوندو جو مديني جي هڪ دروازي مان صبح جو داخل ٿيندو ته ٻئي دروازي تي پهچڻ کان اڳ شام ٿي ويندس. صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! انهن ننڍن ڏينهن ۾ نماز ڪيئن پڙهنداسين؟ فرمايائون ته جيئن ڊگهن ڏينهن ۾ اندازي سان پڙهندا آهيون ته اهڙيءَ طرح هنن ڏينهن ۾ به اندازي سان پڙهجو.

**فائدة**: هنن آيتن جون ڪجهه فضيلتون سورة ڪهف جي پهرين آيتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

### ماشاء الله لاقوة الا بالله (الڪهف: 39) جي فضيلت

374. سعيد بن منصور، ابن ابي حاتم ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عروه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جڏهن ڪيس پنهنجي مال متاع مان ڪا شيءِ وڻندي هئي يا ڪنهن باغ ۾ داخل ٿيندو هو ته چوندو هو: "ماشاء الله لاقوة الا بالله" ۽ هو اها دعا هن آيت مان وٺندو هو.

"وَلَوْلَآ اِذْ دَخَلْتَ جَنَّتَكَ قُلْتَ مَا شَآءَ اللّٰهُ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ" (الڪهف: 39)

ترجمو: جڏهن تون پنهنجي باغ ۾ داخل ٿئين تڏهن تو چو نه چيو ته جيڪو الله گهريو (سو ٿيڻو آهي ۽) الله جي مدد کانسواءِ ڪابه طاقت نه آهي.

### پنهنجي مال متاع کي ڏسڻ مهل:

375. ابن المنذر ۽ ابن ابي حاتم، حضرت زياد بن سعد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ابن شهاب جڏهن به پنهنجي مال متاع کي ڏسندو هو ته چوندو هو: "ماشاء الله لا قوة الا بالله" (جيڪي الله گهريو سو ٿيڻو آهي ۽) الله جي مدد کانسواءِ ڪابه طاقت نه آهي.

### حضرت مالڪ جي دعا:

376. ابن ابي حاتم، حضرت مطرف جي روايت نقل ڪئي آهي حضرت مالڪ رحمه الله جڏهن به پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيندو هو ته چوندو هو: "ماشاء الله". مون کين عرض ڪيو ته اوهان اهي لفظ ڇا جي ڪري چئو ٿا؟ فرمايائين ته تون قرآن پاڪ ۾ نه پڙهيو آهي ته الله تعاليٰ فرمايو آهي:

"وَلَوْلَآ اِذْ دَخَلْتَ جَنَّتَكَ قُلْتَ مَا شَآءَ اللّٰهُ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ" (الڪهف: 39)

www.maktabah.org

۽ جڏهن تون پنهنجي باغ ۾ داخل ٿين تڏهن تو ڇو نہ چيو تہ جيڪي الله گهريو (سو ٿيٺو آهي ۽) الله جي مدد کانسواءِ ڪا طاقت نہ آهي

**دروازي تي "ماشاء الله" لکيل هو:**

377. ابن ابي حاتم، حضرت حفص بن ميسره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت وهب بن منبة جي دروازي تي ڏٺو تہ لکيل هو "ماشاء الله لا قوة الا بالله" ۽ اهو الله جي قول ولولا اذ دخلت جنتک قلت ماشاء الله (ترجمو گذري چڪو آهي) مان ورتل آهي.

**افضل دعا:**

378. ابن ابي حاتم، حضرت عمرو بن مره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: بيشڪ افضل دعا "ماشاء الله" (الله جيڪو گهريو) آهي.

## حضرت موسىٰ عليہ السلام حاجت لاءِ دعا ڪيئن گهري؟

379. حضرت عبدالله بن احمد "زوائد الزهد" ۾ حضرت يحيٰ بن سليم الطائفيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان کي ڪنهن ٻڌايو تہ:

حضرت موسىٰ عليه السلام پنهنجي رب کان هڪ حاجت لاءِ دعا گهري پوءِ جڏهن ان جي پوري ٿيڻ ۾ دير ٿي تہ پوءِ هن چيو تہ "ماشاء الله" معنيٰ: جيئن الله گهريو. ان کانپوءِ سنت ئي ان جي حاجت پوري ٿي وئي. يعني: دعا اگهامي وئي. پوءِ الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين تہ اي رب! مون تہ پنهنجي حاجت ڪافي وقت کان پئي گهري. پر قبول اڄ ٿي. الله تعاليٰ فرمايس: موسىٰ! توکي خبر نہ آهي تہ "ماشاء الله" اهڙي دعا آهي جنهن جي ذريعي جيڪي بہ حاجتون گهريون ويندون آهن سي پوريون ڪندو آهيان.

**ماشاء الله چوڻ سان هر مصيبت ۽ آفت دور:**

380. ابو يعليٰ ۽ ابن مردويہ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله تعاليٰ ٻانهي تي اهل، مال ۽ اولاد جون جيڪي نعمتون ڪيون آهن (انهن جي باري ۾) جڏهن هو چوندو آهي تہ "ماشاء الله لاقوة الابالله" تہ الله تعاليٰ ان جي موت تائين ان تان هر آفت ۽ مصيبت کي ٽاري ڇڏيندو آهي يعني: مرڻ گهڙيءَ تائين ڪابہ مصيبت نہ ايندي. پوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن هيءَ آيت پڙهي " وَلَوْلَآ اِذْ دَخَلْتَ جَنَّتَكَ قُلْتَ مَا شَآءَ اللّٰهُ لَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ (الكهف 39)

**مال کي ڏسي "ماشاء الله" چئجي:**

381. ابن ابي حاتم، ٻي سند سان، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص پنهنجو مال ڏسي خوش ٿيو، پوءِ چيائين: "ماشاء الله لا قوة الا بالله" تہ ان جي مال تي ڪڏهن بہ آفت ۽ مصيبت نہ ايندي. ان کانپوءِ حضرت انس رضي الله عنه هيءَ آيت پڙهي **"ولولا اذ دخلت جنتک قلت ماشاء الله لاقوة الا بالله"**

www.maktabah.org

382. امام بيهقيءَ بہ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**نعمت سدائين ڪيئن رهي؟**

383. ابن مردويه حضرت عقبه بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن کي الله تعاليٰ ڪنهن نعمت سان نوازيو پوءِ اهو چاهي ٿو تہ وٽس اها سدائين رهي تہ هيءُ دعا گهڻي پڙهي. "لاحول ولا قوة الا بالله" پوءِ پاڻ سڳورن هيءُ آيت تلاوت ڪئي "ولو لا اذ دخلت جنتک قلت ماشاء الله لاقوه بالله".

**عرش جي خزانن مان مليل هڪ دعا:**

384. امام احمد، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون کي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: آءٌ توکي عرش هيٺان واقع جنت جي خزانن مان هڪ خزاني جو ڏس نہ ڏيان؟ مون عرض ڪيو تہ ضرور ٻڌايو. فرمايائون تہ هيءُ دعا پڙهندو ڪر "لاحول ولا قوة الابالله".

**شيطان جي ياري ۽ ان جو پڄڻ:**

385. ابن منده "الصحابہ" ۾ حماد بن سلمة جي سند سان ان حضرت سماڪ کان جنهن حضرت جرير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ هڪ دفعي آءٌ فارس (ايران) ويس اتي مون چيو، "ماشاء الله لا حول ولا قوة الا بالله" منهنجا اهي لفظ هڪ شخص ٻڌي ورتا ان چيو تہ هيءُ ڪهڙو ڪلام آهي جو جڏهن کان وٺي مون آسماني ڪلام ٻڌا آهن پر ان جهڙو ڪلام نہ ٻڌو آهي. مون ان کان پڇيو تون ڪير آهين؟ ۽ آسمان مان ٻڌڻ جو مطلب ڇا آهي؟ چيائين تہ آءٌ ڪسري (بادشاهہ) سان گڏ هوندو هوس. هڪ دفعي مون ان کي ڪنهن ڳالهہ لاءِ ڪيڏانهن موڪليو پوءِ آءٌ اوڏانهن هليو ويس ڪجهہ وقت بعد گهر آيس ڏسان تہ شيطان منهنجي ڪٽنب ۾ مون جهڙي شڪل ڪيو ويٺو آهي مون ان کي پڪڙي ورتو مونکي چيائين تہ هن شرط تي آءٌ ويندس تہ هڪ ڏينهن منهنجي لاءِ هوندو ۽ هڪ ڏينهن تنهنجي لاءِ نہ تہ مان توکي ماري ڇڏيندس پوءِ مون ان جو اهو شرط قبول ڪري ورتو، ان ڪانپوءِ هو منهنجو سنگتي ٿي پيو. مونکي ڳالهيون پيو ٻڌائيندو هو ۽ مان بہ ان سان رهاڻ پيو ڪندو هوس. هڪڙي ڏينهن مون کي چيائين تہ مون تي بہ چوريءَ ڳالهين ٻڌڻ جي ڊيوٽي آهي، ان ڪري اڄ رات منهنجو وارو آهي، مون چيومانس تہ مان بہ توسان گڏ هلي سگهان ٿو؟ چيائين: بلڪل هلي سگهين ٿو. پر منهنجي ڳچيءَ ۾ هٿ وجهيو هلجانءِ جي ائين نہ ڪندين تہ مري ويندين پوءِ مون ائين ڪيو. مٿي چڙهندا وياسين، تانجو مون آسمان کي وڃي هٿ لاتو. اتي ڪو چئي رهيو هو "ماشاء الله لا حول ولا قوة الا بالله" هن ائين چئي بس ڪئي تہ سيئي شيطان منهن پر وڃي ڪريا ۽ مان بہ ڪري پيس گهر موٽي آيس ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڏسان تہ اهو (شيطان) بہ گهر ۾ داخل ٿي رهيو آهي. مون ان کي ڏسي چيو: "ماشاء الله لا حول ولا قوة الا بالله" پوءِ ان ڳرڻ شروع ڪيو تانجہ

www.maktabah.org

مک جيترو ٿي ويو. مون کي چيائين تہ تون اهي ڪلمان ياد ڪري ويو آهين، هاڻي مان هلان ٿو. ان کان پوءِ هو اسان وٽ ڪڏهن بہ نہ آيو.

386. امام احمد "الزهد" ۾ يحيٰ بن سليم ﷺ طائفيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي استاد کان روايت ڪئي آهي تہ جڏهن شيطان چوريءَ ڪن ڏئي ڳالهيون ٻڌندا آهن تہ ملائڪ انهن کي جنهن ڪلمي سان پچائيندا آهن اهو "ماشاء الله" آهي.

**سورة ڪهف جي آخري ڏهن ۽ پنجن آيتن جون فضيلتون:**

387. امام احمد، مسلم، نسائيءَ، ابوعبيد "الفضائل" ۾، ابن حبان حضرت ابودائود ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف جون آخري ڏهہ آيتون پڙهندو تہ اهو دجال جي فتني کان محفوظ رهندو.

علامہ نوويءَ شرح مسلم ۾ لکيو آهي تہ سورة ڪهف جي آخري ڏهن آيتن جو منڍ افحسب الذين ڪفروا کان آهي. "شرح الحصن" ۾ ان جي مؤلف لکيو آهي تہ ان جو منڍ "وعرضنا جهنم يومئذ للڪافرين" کان آهي ۽ علامہ علي قاري "شرح الحصن" ۾ لکيو آهي تہ ان جو منڍ " الذين ڪانت اعينهم في غطاء عن ذڪر" کان آهي يا ان جو منڍ " افحسب الذين ڪفروا" کان آهي ۽ معنيٰ جي اعتبار سان اهوئي مناسب آهي (۽ قرآن پاڪ جي موجوده نسخي ۾ بہ اتان کان آهي. از مترجم)

**دجال جي فتني کان وظيفو:**

388. ابن ضريس، نسائي، ابو يعلي ۽ رويانيءَ حضرت ثوبان ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة الڪهف جون آخري ڏهہ آيتون پڙهندو تہ اهو دجال کان محفوظ رهندو.

**رات جو سجاڳ ٿيڻ لاءِ وظيفو:**

389. دارميءَ وغيره عبدة بن ابي لبابة جي سند سان زر بن حبيش تابعيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ جنهن شخص سورة الڪهف جون آخري آيتون هن ارادي سان پڙهيون تہ رات جي فلاڻي وقت تي سجاڳ ٿيان تہ اهو ان وقت تي سجاڳ ٿيندو.

**تجربو:**

**فائدة:** عبدة بن ابي لبابة فرمائي ٿو تہ اسان تجربو ڪري ڏٺو آهي تہ واقعي بہ ائين آهي. ۽ هيءَ روايت علامہ شهاب مقدسي " المصباح" ۾ ۽ علامہ سيوطي " الاتقان" ۾ بہ آندي آهي.

**فائدة:** آءٌ (مخدوم محمد هاشم) چوان ٿو تہ هتي سورة ڪهف جي آخر مان مراد آخري پنج آيتون آهن. ۽ هنن آيتن جون ڪجهہ فضيلتون سورة ڪهف جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

**من ڪان يرجو لقاء ربہ.....**(الڪهف: 110) **جي فضيلت**

**رڳو هيءَ آيت نازل ٿئي ها تہ بہ ڪفايت ڪري وڃي ها:**

390. ابن جرير، ابن مردويہ، حضرت معاويہ بن ابي سفيان ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان هيءَ آيت تلاوت فرمائي ان کان پوءِ فرمايائون تہ آخري آيت قرآن پاڪ جي هيءَ نازل ٿي.

www.maktabah.org

”فمن كان يرجوا لقآء ربه فليعمل عملا صالحا ولا يشرك بعبادة ربه احدا“(الكهف:110).

(ترجمو: پوءِ جيڪو شخص پنهنجي رب جي ملاقات جي اميد رکي ته اهو چڱو عمل ڪري ۽ پنهنجي رب جي عبادت ۾ ڪنهن ڪي به شريڪ نه ڪري.

391. طبرانيءَ ۽ ابن مردوية حضرت ابو حڪيم ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن منهنجي امت تي سورة ڪهف جي رڳو آخري آيت نازل ٿئي هان ته به ڪافي ٿي وڃي هان.

## عدن ابين کان مڪي تائين نور:

392. ابن راهويه، بزار، ابن مردوية ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح به چيو آهي ۽ شيرازيءَ ”الالقاب“ ۾ حضرت عمر بن الخطاب﷛ جي راويت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو هيءَ آيت پڙهندو ته ان لاءِ ”عدن ابين“ کان وٺي مڪي تائين نور هوندو جيڪو ملائڪن سان ڀريل هوندو.

**فائدة**: ”عدن ابين“ يمن جو مشهور شهر آهي.

## مٽي کان وٺي پيرن تائين نور:

393. ابن ضريس، حضرت ابو درداء﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص سورة ڪهف جي آخري آيت جي تلاوت ڪندو ته قيامت جي ڏينهن ان جي لاءِ مٽي کان وٺي پيرن تائين نور هوندو.

## سورة مريم جون فضيلتون

سورة بني اسرائيل جي شروع ۾ هڪ حديث گذري چڪي آهي جنهن ۾ سورة مريم جي فضيلت جو به بيان آهي.

## نندڙيءَ جو نالو مريم رکيو ويو:

394. طبرانيءَ، ابونعيم ۽ ديلميءَ، ابوبڪر بن عبدالله بن ابي مريم الغساني جي سند سان هڪ روايت نقل ڪئي آهي جيڪا ان پنهنجي پيءُ، کان، ان پنهنجي ڏاڏي(صحابي)﷛ کان نقل ڪئي آهي، ان فرمايو ته مون رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته اڄ رات مون کي نياڻي ڄائي آهي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته اڄ رات مون تي سورة مريم نازل ٿي آهي (تنهن ڪري) تون نندڙيءَ جو نالو به مريم رک.

## نجاشي بادشاهه ۽ ٻيا ماڻهو روئي ويٺا:

395. امام احمد، ابن ابي حاتم، بيهقيءَ ” دلائل النبوة“ ۾ حضرت اُم سلمة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نجاشي بادشاهه حضرت جعفر طيار بن ابي طالب ﷛ کي چيو ته تو وٽ اها شيءِ آهي جا نبي ڪريم ﷺ جن کي الله تعاليٰ جي طرفان ملي آهي. حضرت جعفر فرمايو: ته هائو آهي. پوءِ ڪهيعص (سورة مريم) جي تلاوت ڪيائين. بادشاهه تي ان جو ڏاڍو اثر ٿيو، ايترو ته رنو جو ڏاڙهي

www.maktabah.org

ئي آلي ٿي ويس ۽ ان سان گڏ جيڪي نصارن جا وڏا وڏا عالم وينا هئا اُهي بہ ايڏو تہ رُنا جو پنهنجي ڪتابن کي ئي پُسائي ڇڏيائون. تلاوت پوري ٿيڻ کان پوءِ نجاشيءَ چيو تہ بيشڪ هيءَ ۽ جيڪا حضرت موسيٰ عليه السلام آندي ھو (توريت) هڪ ئي جاري مان نڪتل نظر اچن ٿيون.

**ٻيپهريءَ جي نماز ۾ سورة مريم:**

396. ابن ابي شيبه، مورق العجلي جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي پويان ٻيپهريءَ جي نماز پڙهي. جنهن ۾ ان سورت مريم تلاوت ڪئي.

397. ابن ابي شيبه، حضرت مجاهد رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کي ٻيپهريءَ جي نماز ۾ ڪهيعص (سورة مريم) پڙهندي ٻڌو.

**پناهہ لاءِ سورة مريم سيڪاري وئي:**

398. ابن سعد، حضرت هاشم بن عاصم اسلميءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن مديني پاڪ ڏي، هجرت لاءِ نڪتا "غميم" وٽ پهتا تہ بريدة بن الحصيب وٽن آيو ۽ اسلام قبول ڪيائين. حضرت هاشم فرمائي ٿو تہ مون کي منذر بن جهم ٻڌايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت بريده کي سورة مريم جون پهريون آيتون سيڪاريون تہ جيئن سورة مريم جي پناهہ وٺي.

**فائده**: "الغميم" مديني پاڪ ۽ مڪي پاڪ جي وچ ۾ هڪ وادي آهي مديني پاڪ ۽ ان جي وچ ۾ بہ سؤ ستر ميلن جو فاصلو آهي ۽ مڪو پاڪ ان کان ٽيهہ ميل پري آهي.

**فجر جي نماز ۾ سورة مريم:**

399. ابن سعد حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ مديني پاڪ ۾ آيس ۽ نبي ڪريم ﷺ جن خيبر ۾ هئا تہ مون اتي غفار قبيلي جي هڪ شخص کي ڏٺوجيڪو فجر جي نماز پڙهائي رهيو هو پهرين رڪعت ۾ هن سورة مريم ۽ ٻي رڪعت ۾ ويل للمطففين تلاوت ڪئي.

400. علامه عينيءَ شرح البخاري ۾ لکيو آهي تہ ابن حبان "صحيح ابن حبان" ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ غفار قبيلي جي جنهن شخص جو ذڪر آهي ان جو نالو سباع بن عرفطہ رضي الله عنه آهي.

**فائده**: سباع بن عرفطہ غفاري مشهور صحابي آهي. نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن خيبر ويا تہ هن کي مديني ۾ "نائب" مقرر ڪيو هئائون. (محمد هاشم ٺٽوي)

401. ابن ابي شبيه، حضرت حمزه الاعور جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابراهيم رضي الله عنه ڪين جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن ڪهيعص (سورة مريم) تلاوت ڪئي.

www.maktabah.org

## سورة طٰـہ جون فضيلتون

### مبارڪ انهن سينن کي جيڪي هن کي سانديندا:

402. دارميءَ، ابن خزيمه "التوحيد" ۾، بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾، طبراني "معجم الاوسط" ۾، ابن عديءَ ۽ ابن مردويه حضرت ابو هريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ الله تبارڪ و تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ کان ٻه هزار سال اڳ سورة طٰهٰ ۽ يٰس تلاوت فرمائي. جڏهن ملائڪن قرآن پاڪ جي تلاوت ٻڌي ته چيائون: ان امت کي خوشخبري هجي جنهن تي هيءُ نازل ٿيندو ۽ مبارڪ هجي انهن سينن کي جيڪي هن کي سانديندا ۽ مبارڪ هجي انهن زبانن کي جيڪي هن جي تلاوت ڪنديون.

### خاص عنايتون:

403. ديلمي رحمة الله عليه به حضرت انس رضي الله عنه جي انهيءَ جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

404. ابن مردويه، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مون کي هڪ اهڙي سورت عطا ڪئي وئي آهي جنهن ۾ "ذڪر اول" مان انعامن جو بيان آهي. ۽ طٰهٰ ۽ طواسين موسيٰ عليه السلام جي الواح (پٽين) مان مليون آهن. ۽ سورة فاتحه ۽ سورة بقرة جون پڇاڙي واريون آيتون عرش تان عطا ڪيون ويون آهن. مفصل سورتون مون کي واڌاريون مليون آهن.

فائدو: "ذڪر اول" مان مراد لوح محفوظ آهي ۽ "طواسين" مان مراد سورة شعراء، سورة نمل ۽ سورة قصص آهي. "الواح موسيٰ" مان مراد اهي پٽيون (صحيفا) آهن جيڪي خاص ان کي مناجات (دعا) وقت مليون هيون ۽ اهي پٽيون زبر جد (پٿر جي هڪ اعليٰ قسم) جون هيون. ڪن جو چوڻ آهي ته زمرد (پٿر) جون هيون. اهي ست هيون. "المفصل" مان مراد سورة حجرات کان وٺي سورة الناس تائين آهن. انهن کي مفصل هن ڪري چيو وڃي ٿو جو منجهن فاصلا ۽ جز گهڻا آهن. "خالص" جو مطلب آهي ته اهي سورتون اڳ ۾ ڪنهن به نبي سڳوري کي نه مليون آهن، يعني: نبي ڪريم ﷺ جن کي ئي مليون آهن.

405. ابن مردويه حضرت ابو امامه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته: جنتين کان سڄو قرآن ڪنيو ويندو هو صرف سورة طٰهٰ ۽ سورة يٰس جي تلاوت ڪندا.

**فائدو**: هن سورة جون ڪجهه فضيلتون "سورة الانبياء" ۾ به اينديون.

### رَبِّ اشْرَحْ لِي صَدْرِي (طٰهٰ:25) الآيت جي فضيلت

406. ابن مردويه ۽ خطيب ۽ ابن عساڪر، حضرت اسماء بنت عميس رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي ڏٺو ته پاڻ مڪي پاڪ ۽ منيٰ جي وچ ۾ واقع جبل ثبير وٽ دُعا هيءُ پيا گهرن ته:

www.maktabah.org

اَللّٰهُمَّ انّى اَسئَلُکَ مِمَّا سَئَلَکَ اَخی مُوسی اَن تَشرَحَ لی صَدری وَ اَن تیسرلی امری وَاَن تحلَّ عُقدَةً مِّن لِّسَانی یفقَهُوا قَولی واجعَل لیِّ وَزیراً مِّن اَهلی عَلیاً اَخی اُشدُ دبه اَزری وَاَشرکه فیَ اَمری کی نُسبحَکَ کَثیراً وَّ نذکُرُکَ کَثیراً انَّکَ کُنتَ بنَا بَصیراً.

ترجمو: اي الله! آءُ توکان ان شيءِ جو سوال ٿو ڪريان جنهن جو توکان منهنجي ڀاءِ موسىٰ عليه السلام سوال ڪيو هو. اهو هيءُ آهي تہ منهنجو سينو ڪشادو ڪر ۽ مون لاءِ منهنجو ڪم آسان ڪر ۽ منهنجي زبان تان هٻڪ جي ڳنڍ کول تہ جيئن هو منهنجي ڳالھ سمجهن ۽ منهنجي اهل مان منهنجي ڀاءُ عليءُ کي منهنجو وزير مقرر ڪر ۽ ان کي منهنجي ڪم ۾ شريڪ ڪر تہ اسين تنهنجي پاڪائي وڏيڪ بيان ڪريون. بيشڪ تون اسان کي ڏسندڙ آهين.

## منها خلقناكم (طٰهٰ:55) جي فضيلت

407. امام احمد ۽ حاڪم، حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن حضرت امِ ڪلثوم رضي الله عنها بنت رسول ﷺ جي جنازي کي قبر ۾ رکيو ويو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: مِنهَا خَلَقناَ كُم وَ فِيهَا نُعِيدُ كُــم وَ مِنهاَ نُخرِجـكُم تَارَةً اُخرىٰ. بِسمِ اللهِ وَ فی سَبِيلِ اللهِ وَ عَلَىٰ مِلَّةِ رَسُولِ اللهِ.

ترجمو: ان مَنجهاَن توهان کيَ پيدا ڪيو سين ان ۾ توهان کي موٽائينداسين ۽ ان مان ٻيهر توهان کي اٿارينداسين. الله جي نالي سان ۽ الله جي رستي ۾ ۽ رسول الله جي ملة (دين) تي (هن جنازي کي رکان ٿو)

حضرت ابو امامہ رضي الله عنه فرمائي ٿو تہ جڏهن حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها جي قبر تي لحد ناهي وئي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن ان ۾ گاهہ کي رکايو ۽ فرمايائون تہ سرن جي وٿين کي ڀريو. پوءِ فرمايائون تہ هيءُ ڪجهہ بہ ناهي هيءُ شيون زندهہ ماڻهن جي دلين کي خوش ڪنديون آهن.

**انما صنعوا كيد ساحر(طٰهٰ: 69) جي فضيلت:**

هن آيت جي فضيلت سورة اعراف ۾ گذري چُڪي آهي.

## سورة الانبياءَ جي فضيلت

**پهريون پهريون نازل ٿيندڙ سورتون:**

408. امام بخاري ۽ ابن الضريس، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة بني اسرائيل، سورة ڪهف، سورة مريم، سورة طٰهٰ ۽ سورة الانبياء پهريون پهريون نازل ٿيندڙ سورتون آهن.

**اها سورت جنهن دنيا وساري ڇڏي:**

409. ابن مردويه ۽ ابو نعيم، "حلية الاولياءَ" ۾ ۽ ابن عساڪر، حضرت عامر بن ربيعة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان وٽ هڪ عرب شخص ٽڪيو. پوءِ حضرت عامر رضي الله عنه ان جي خاطر خواهہ عزت ۽ اڪرام ڪيو. ان جي باري ۾ رسول ڪريم ﷺ جن کي بہ ٻڌايائين. پوءِ اهو شخص سائين ﷺ جن وٽ بہ آيو چيائين تہ آءُ رسول الله ﷺ جن وٽ اهڙي واديءَ (ماٿري) مان

www.maktabah.org

سفر ڪري پهتو آهيان جو عرب ۾ ان جهڙي ڪا به ٻلي وادي نه آهي. منهنجي دل تي چاهي ته ان مان ڪجهه زمين جو ٽڪرو توکي به ڏيان جو تنهنجي لاءِ ۽ تنهنجي پونيرن جي لاءِ ڪم تي پوي. حضرت عامر رضي الله عنه چيو مون کي تنهنجي زمين جي ڪا به ضرورت نه آهي. اڄ اهڙي سورة نازل ٿي آهي جنهن اسان کان دنيا وساري ڇڏي آهي اها آهي اِقْتَرَبَ لِلنَّاسِ حِسَابُهُمْ وَهُمْ فِيْ غَفْلَةٍ مُّعْرِضُوْنَ ۝١ (الانبياء: 1)

ترجمو: ماڻهن جو حساب ڪتاب ويجهو ٿي چڪو آهي حالانڪ اهي غفلت ۾ منهن موڙي رهيا آهن.

410. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت ابو عبدالرحمٰن جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: اسان کي حضرت علي ڪرم الله وجههُ فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ سورة الانبياء تلاوت ڪيائون جڏهن آيت نمبر: 70 تي پهتا ته ڪانئن هڪ آيت رهجي وئي پوءِ ما بعد موٽائي پڙهيائون ته اها آيت ياد اچي وين پوءِ ساڳئي جاءِ تان قراءت شروع ڪيائون.

نوٽ: ستر آيتون : هن آيت ۾ وَنَجيناهُ وَلُوطاً اِلَيٰ الأرضِ الّتِي بارَكنَا فِيهاَ لِلعٰلمِينَ. تائين پوريون ٿين ٿيون.

## لا الـٰه الا انت سبحانک اني ڪنت من الظالمين (الانبياء:87) جي فضيلت

## حضرت يونس عليہ السلام کي نجات:

411. امام احمد، ترمذي، نسائيءَ، حڪيم ترمذيءَ "نوادر الاصول" ۾، ابن جرير، ابن ابي حاتم، بزار ۽ ابن مردويه، حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جڏهن حضرت يونس عليه السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ هيو ته هيءَ دُعا پڙهيائين.

لَّآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحٰنَكَ ۖ اِنِّىْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ ۝٨٧ (الانبياء: 87)

ترجمو: تو کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي تنهنجي ذات پاڪ آهي بيشڪ مان ظالمن مان آهيان.

۽ هيءَ دُعا اهڙي آهي جو جيڪو به مسلمان ان جي وسيلي دُعا گهرندو آهي ته الله تعاليٰ ان جي دُعا اگهائيندو آهي.

412. ابن جرير، حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته الله تعاليٰ جي اسم اعظم جو واسطو ڏئي جڏهن به دُعا گهري ويندي آهي ته قبول ٿيندي آهي. ۽ جنهن جو سوال ڪيو ويندو آهي سو ملندو آهي اها اِتو حضرت يونس عليه السلام واري دُعا.

حضرت سعد رضي الله عنه فرمايو ته مون پڇيو: اي الله جا رسول! اها دُعا حضرت يونس عليه السلام لاءِ خاص هُئي يا سمورن مسلمانن جي لاءِ به آهي. فرمايائون: اها دُعا حضرت يونس عليه السلام لاءِ خاص آهي ۽ مؤمن لاءِ عام آهي جڏهن به دُعا گهرن ته گهري سگهن ٿا. تو الله جو

www.maktabah.org

فرمان نہ ٻڌو آهي تہ وَ كَذٰلِكَ نُنۡجِي الۡمُؤۡمِنِيۡنَ. معنيٰ: اهڙي طرح اسان مؤمنن کي نجات ڏينداسون ۽ اهو الله جي طرفان دُعا گهرندڙ لاءِ شرط آهي.

**نبين سڳورن جي دُعا:**

413. ابن مردويه ۽ ديلميءَ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو هيءَ آيت نبين جي لاءِ پناھ جو آلو آهي. لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنۡتَ سُبۡحٰنَكَ اِنِّيۡ كُنۡتُ مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۸۷﴾ ترجمو گذري چڪو آهي.

**بيماريءَ کان دُعا:**

414. حاڪم، حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان کي اسم اعظم بابت ٻڌايان؟ اهو حضرت يونس عليه السلام جي دُعا ۾ اٿو. يعني: لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنۡتَ سُبۡحٰنَكَ اِنِّيۡ كُنۡتُ مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۸۷﴾

جيڪو بہ مسلمان جيڪا بہ (جائز) دُعا گهرندو تہ ان جي دُعا اگهامي ويندي ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ ڪنهن شخص چاليھ ڀيرا هيءَ دُعا پڙهي پوءِ جيڪڏهن ان بيماريءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو تہ ان کي شهيد جو اجر ملندو ۽ جيڪڏهن تندرست ٿي ويو تہ اهو بخشيو بخشايل هوندو.

415. ابن ابي حاتم، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: الله جو اسم اعظم اهو آهي جو ان جي ذريعي جيڪا بہ دُعا گهري ويندي آهي تہ اُها قبول ڪئي ويندي آهي ۽ جيڪو بہ ان جي ذريعي ڪائنس سوال ڪيو ويندو آهي تہ اهو ڏيندو آهي. اسم اعظم هيءُ آهي. لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنۡتَ سُبۡحٰنَكَ اِنِّيۡ كُنۡتُ مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ﴿۸۷﴾

## رب احكم بالحق (الانبياء: 112) جي فضيلت

**دشمن سان مهاڏي اٽڪائڻ مهل:**

416. ابن ابي حاتم حضرت قتادة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن بہ دشمن سان مهاڏو اٽڪائيندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ رَبِّ احۡكُمۡ بِالۡحَقِّ يعني: اي رب! حق جو فيصلو ڪر ۽ پاڻ سڳورا ﷺ جن ڄاڻندا هئا جڏهن تہ پاڻ حق تي ئي آهن ۽ سندن دشمن باطل (ناحق) تي آهي.

**حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي وضاحت:**

417. ابن جرير ۽ ابن المنذر، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي الله تعاليٰ جي قول "قل رب احكم بالحق" جي باري ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: الله تعاليٰ حق جو ئي فيصلو ڪندو آهي پر ان کان دنيا ۾ ئي تڪڙو طلب ڪيو ويندو آهي. پنهنجي رب کان پنهنجي قوم جي مقابلي ۾ سوال ڪندو آهي.

www.maktabah.org

## سورة الحج جي فضليت

**هيءَ سورتون سکو:**

418. سورة البقرة جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي تہ حاڪم ۽ ٻين محدثن حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة بقرة، سورة النساء، سورة مائدة ۽ سورة الحج سکو ڄاڻو تہ انهن ۾ فرائض يعني: احڪام آهن.

**سورة الحج جي فضيلت جو سبب:**

419. امام احمد، ابو دائود، ترمذيءَ، حاڪم، بيهقيءَ "سنن" ۾ ۽ ابن مردويه حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ: سائين! ڇا سورة الحج کي ٻن (تلاوتي) سجدن جي ڪري فضليت آهي؟ فرمايائون: هائو، ان جي ڪري ئي ان کي فضيلت آهي ۽ جيڪو ان ۾ تلاوت وارا سجدا نہ ڪري تہ اهو ان جي تلاوت بہ نہ ڪري.

**حضرت عمر رضي الله عنه فجر جي نماز ۾ سورة الحج تلاوت ڪئي:**

420. بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت عبدالله بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي پويان فجر جي نماز ۾ پڙهي جنهن ۾ هن سورة يوسف ۽ سورة الحج آهستي آهستي تلاوت ڪيون.

421. حافظ ابو موسيٰ المديني "ڪتاب الصحابہ" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمر الجهني رضي الله عنه فرمايو: مون نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن جي پويان فجر جي نماز پڙهي جنهن ۾ پاڻ سڳورن صلی الله عليه وسلم جن سورة الحج پڙهي ۽ سجدو تلاوت جو بہ ڪيائون. هن حديث کي علامہ عينيءَ شرح البخاري ۾ بہ آندو آهي.

## سورة المؤمنون بابت:

هن سورت جي فضيلت ڪنهن بہ حديث ۾ ڪا نہ ملي آهي باقي ڪجھ ٻيون خصوصيتون اتس جيڪي لکجن ٿيون.

422. امام شافعيءَ، سعيد بن منصور، ابن ابي شيبه، امام احمد ۽ امام بخاريءَ "التاريخ" ۾، مسلم، ابو دائود، ابن ماجہ، ابن خزيمہ، طحاويءَ، ابن حبان ۽ بيهقيءَ " السنن" ۾ حضرت عبدالله بن السائب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم جن فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ "سورة المومنون" تلاوت ڪيائون. جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت هارون عليه السلام يا حضرت عيسيٰ عليه السلام جو ذڪر آيو تہ ڪين ڪنگھ ٿي پئي، پوءِ پاڻ رڪوع ۾ هليا ويا.

**فائدو:** حضرت موسيٰ عليه السلام يا حضرت هارون عليه السلام جو ذڪر هن آيت ۾ آيو آهي.

"ثُمَّ أَرْسَلْنَا مُوسَىٰ وَأَخَاهُ هَارُونَ بِآيَاتِنَا وَسُلْطَانٍ مُّبِينٍ ﴿٤٥﴾ إِلَىٰ فِرْعَوْنَ وَمَلَئِهِ فَاسْتَكْبَرُوا وَكَانُوا قَوْمًا عَالِينَ ﴿٤٦﴾ (المؤمنون الآيت:45-46) ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جو ذڪر هن آيت ۾ آيو آهي.

وَجَعَلْنَا ابْنَ مَرْيَمَ وَأُمَّهُ آيَةً وَآوَيْنَاهُمَا إِلَىٰ رَبْوَةٍ ذَاتِ قَرَارٍ وَمَعِينٍ ﴿٥٠﴾ (الآيت : 50)

www.maktabah.org

**سورة المومنون جي پهرين ڏهن آيتن جي فضيلت:**

فائده: قَد اَفلَحَ المُومِنُونَ کان وٺي هُم فِيهاَ خٰلِدُونَ تائين ڏهه آيتون ٿين ٿيون. ( ياد رهي ته موجود نسخي ۾ 10 آيتون "الوارثون" تائين ٿين ٿيون. (ازمترجم)

**نبي ڪريم ﷺ جن وحيءَ ڪان پوءِ هي دُعا گهري:**

423. عبدالرزاق، امام احمد، عبد بن حميد، ترمذي، نسائي، ابن المنذر، عقيلي ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، بيهقيءَ " دلائل النبوة" ۾ ۽ علامه ضياء " المختارة" ۾ حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن تي وحي نازل ٿيندي هُئي ته وٽن ماکيءَ جي مکين جي ڀڻڪاٽ وانگر آواز محسوس ٿيندو هو. هڪ دفعي مٿن اها ئي حالت طاري ٿي وئي. ٿورڙي دير کان پوءِ جڏهن مٿن وحي نازل ٿي بس ٿي ته قبلي جي سامهون ٿي ويٺي هٿ کڻي هيءَ دُعا گهريائون. اَللّٰهُمَّ زدناَ وَ لاَ تَنقُصناَ وَ اکرمناَ وَلاَ تهناَ وَ اعطناَ وَ لاَ تحرمنا وَ اَرناَ وَلاَ تُؤثَر عَلَيناَ وَارض عَنَّا وَارضَناَ

ترجمو:اي اَللهُ! تونَ اسان کي وڌاءِ ۽ اسان کي نه گهٽاءِ ۽ اسان جي عزت ڪر، اسان کي ٻين جي مقابلي ۾ فضيلت ڏي، ٻين کي اسان تي فضيلت نه ڏي، اسان کان خوش ٿيءُ ۽ اسان کي خوش ڪر. پوءِ فرمايائون ته مون تي اهڙيون ڏهه آيتون نازل ٿيون آهن جو جيڪو شخص انهن تي عمل ڪندو ته اهو جنت ۾ داخل ٿيندو پوءِ پاڻ قدافلح المؤمنون کان ڏهه آيتون تلاوت ڪيائون.

**نبي ڪريم ﷺ جن جو اخلاق مبارڪ:**

424. امام بخاريءَ "الادب المفرد" ۾، نسائيءَ، حاڪم جنهن هن کي صحيح قرار ڏنو آهي، ابن المنذر، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ حضرت يزيد بن بابنوس جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: اسان حضرت عائشه رضي الله عنها کان پڇيو ته نبي ڪريم ﷺ جن جو خلق (اخلاق) ڪئين هو؟ فرمايائين ته سندن خلق قرآن هو. فرمايائين ته تو سورة المؤمنون پڙهي آهي پوءِ ان جون ڏهه آيتون پاڻ تلاوت ڪري وئي. پوءِ فرمايائين ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جو خلق اهو ئي هيو. يعني: هنن آيتن ۾ جيڪي ڪامياب مؤمنن جون وصفون آهن سي سڀ نبي ڪريم ﷺ جن ۾ هيون.

**"رب انزلني منزلا مباركاً"** (المؤمنون آيت: 29) **جي فضيلت**

**نوح عليہ السلام جي دُعا:**

425. ابن ابي شيبه، عبد بن حميد، ابن جرير، ابن المنذر ۽ ابن ابي حاتم نقل ڪيو آهي ته حضرت مجاهد رضي الله عنه

" وَقُلْ رَّبِّ اَنْزِلْنِىْ مُنْزَلًا مُّبٰرَكًا وَّاَنْتَ خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ ۞ (المومنون الآيت نمبر : 29) جي باري ۾ فرمايو ته هيءَ دُعا حضرت نوح عليه السلام ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيڻ مهل پڙهي هئي.

دُعا جو ترجمو: اي منهنجا رب! مون کي برڪت واري هنڌ ٽڪاءِ. تون سڀ کان چڱو لاهيندڙ آهين.

www.maktabah.org

**سواريءَ تي چڙهڻ ۽ لهڻ مهل دُعا:**

426. عبد بن حميد، ابن المنذر ۽ ابن ابي حاتم نقل ڪيو آهي تہ حضرت قتادة رضي الله عنه جي فرمان "قل رب انزلنی منزلا مبارکاً وانت خير المنزلين" جي باري ۾ فرمايو: الله تبارڪ و تعالىٰ توهان کي سيکاري ٿو تہ سواريءَ تي چڙهڻ مهل ڇا پڙهجي ۽ لهڻ مهل ڇا پڙهجي. سواريءَ تي چڙهڻ مهل هيءَ دُعا پڙهجي.

سُبحٰــنَ الَّذى سَخَّرَلَنَا هــٰذا وَ مَاكُنَّا لَهُ مُقرنينَ. وَ بسمِ الله مَجريهَا وَ مُرسٰــهاَ انَّ رَبّی لَغَفُورُ رَّحيم.

ترجمو: ان جو هلڻ ۽ ان جو بيهڻ الله جي نالي سان آهي بيشڪ منهنجو رب بخشيندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي. ۽ سواريءَ تان لهڻ وقت هيءَ دُعا پڙهجي: رَبِّ اَنزِلنِي مُنزلاً مُبَارَكاً وَ اَنتَ خَيرالمنزلِين.

ترجمو: اي منهنجا رب! ٻون کي برڪت واري هنڌ ٺڪاء ۽ تون سڀ کان چڱو لاهيندڙ آهين.

**رب اعوذ بک من همزات الشيطين**.... (المؤمنون آيت 97- 98) **جي فضيلت**

**گهبراهٽ کان دُعا:**

427. ابن ابي شيبه، امام احمد، ابو دائود، ترمذي جنهن هن حديث کي حسن حديث قرار ڏنو آهي ۽ نسائيءَ، بيهقيءَ "الاسماء و الصفات" ۾ حضرت عمرو بن شعيب جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن اسان کي هيءَ دُعا سيکاريندا هئا جا اسان سمهڻ مهل گهبراهٽ کان پڙهندا هئا سين.

"بسم الله اعوذ بکلمات الله التامه من غضبہٖ و عقابہٖ وشر عبادہٖ و من همزات الشياطين و ان يحضرون."

ترجمو: الله جي نالي سان (آءٌ آرام) ڪريان ٿو. آءٌ پناهہ ٿو گهران الله جي ڪامل ڪلمن جي سندس غضب ۽ عذاب کان ۽ سندس ٻانهن جي شر کان ۽ شيطانن جي وسوسن کان ۽ هن کان تہ هو مون وٽ اچن.

428. امام احمد، حضرت وليد بن وليد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مان وحشت (خوف) محسوس ڪريان ٿو. (ان لاءِ ڇا ڪجي؟) فرمايائون تہ جڏهن تون سمهڻ لاءِ بستري تي اچين تہ هيءَ دُعا پڙهندو ڪر پوءِ توکي ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. اعوذ بکلمات الله التامة من غضبہٖ و عقابہٖ و شر عبادہٖ و من همزات الشيٰــطين و ان يحضرون.

ترجمو: آءٌ الله جي ڪامل ڪلمن جي پناهہ گهران ٿو ان جي غضب ۽ عذاب کان ۽ ان جي ٻانهن جي شر کان ۽ شيطانن جي وسوسن کان ۽ هن کان تہ هو مون وٽ حاضر ٿين.

**افحسبتم انما خلقناکم عبثاً** (المؤمنون آيت 115) **جي فضيلت**

**مصيبت لاءِ دُعا**

429. حڪيم، ترمذيءَ، ابويعليٰ، ابن المنذر، ابن ابي حاتم، ابونعيم "حلية الاولياءَ" ۾، ابن

www.maktabah.org

السني ۽ ابن مردويه حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ مصيبت زده شخص جي ڪن ۾ هيءَ آيت آخر سورة تائين پڙهي ته ان جي مصيبت دور ٿي وئي. نبي ڪريم ﷺ جن ان کان پڇيو ته تو هن جي ڪن ۾ ڇا پڙهيو؟ پوءِ ان ٻڌايو ته مون هن جي ڪن ۾ فلاڻي آيت پڙهي، نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته مون کي قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ قدرت ۾ منهنجي جان آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص دل جي يقين سان اها آيت ڪنهن جبل تي پڙهندو ته اهو اُتان هٽي ويندو. آيت هيءَ آهي.

اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا وَّاَنَّكُمْ اِلَيْنَا لَا تُرْجَعُوْنَ ﴿١١٥﴾ فَتَعٰلَى اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْكَرِيْمِ ﴿١١٦﴾ وَمَنْ يَّدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ لَا بُرْهَانَ لَهٗ بِهٖ فَاِنَّمَا حِسَابُهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿١١٧﴾ وَقُلْ رَّبِّ اغْفِرْ وَارْحَمْ وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١١٨﴾ تائين. (مؤمنون 115 کان 118 تائين)

ترجمو: (اي انسانو!) پوءِ اوهين هيءُ خيال ڪريو ٿا ڇا ته اسان اوهان کي بي فائده پيدا ڪيو آهي؟ ۽ اوهان کي اسان ڏي نه موٽايو ويندو؟ سو الله (اهڙي ڪم ڪرڻ کان) بلند آهي جو بادشاهه برحق آهي ان کان سواءِ ڪو حاڪم نه آهي عزت واري عرش جو مالڪ آهي. جيڪو الله سان گڏ ٻئي حاڪم کي سڏيندو جنهن جي ان وٽ ڪا ثابتي نه آهي تنهن کي سندس پالينڌڙ وٽ ئي حساب ڏيڻو آهي بيشڪ ڪافر ڪامياب نه ٿيندا ۽ ( اي پيغمبر!) چئو ته اي منهنجا رب! معاف ڪر ۽ رحم ڪر تون سڀني رحم ڪندڙن کان چڱو آهين.

**فتح لاءِ وظيفو:**

430. علامه ابن سنيءَ، ابن منده ۽ ابو نعيم " المعرفة" ۾ حضرت محمد بن ابراهيم بن الحارث جي حسن سند سان روايت نقل ڪئي آهي ته ان پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي. ان فرمايو: اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن هڪ سرية (جنگ) ۾ موڪليو ۽ حڪم ڪيائون ته صبح ۽ شام هيءُ ضرور پڙهجو.

افحستم انما خلقناكم عبثا و انكم اليناﻻ ترجعون. (مؤمنه ن:115)

ترجمو: (ا ي انسانو!) پوءِ اوهين هي خيال ڪريو ٿا ڇا ته اسان اوهان کي بي فائده پيدا ڪيو آهي ۽ اوهان کي اسان ڏي نه موٽايو ويندو.

پوءِ اسان ان تي عمل ڪيو ۽ صبح شام ان جو ورد ڪيو سين ته اسان کي فتح به ملي، غنيمت به ملي ۽ سلامتيءَ سان موٽي به آياسين.

**فتعالیٰ الله الملک الحق کان آخري سورة تائين (المؤمنون: 116، 117، 118 جي فضيلت**

هن جي فضيلت سورة بقرة جي پهرين آيتن ۾ اچي چڪي آهي.

## سورة النور جي فضيلت

### عورتن کي سورة النور جي سکيا

431. حاڪم، بيهقيءَ " شعب الايمان" ۾ ۽ ابن مردويه حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو:

عورتن کي بالاخانن، ماڙين ۾ نه رهايو ۽ انهن کي ڪتابت (لکڻ) به نه سيکاريو بلڪ

www.maktabah.org

انهن کي ڪپڙا اُڻڻ ۽ سورة النور سيکاريو.

### حضرت عمر رضي الله عنه جو خط

432. ابو عبيد " الفضائل" ۾ حارثہ بن مضرب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان ڏي حضرت عمر رضي الله عنه خط لکيو تہ سورة النساء، سورة الاحزاب ۽ سورة النور سکو.

### مرد سورة المائده ، عورتون سورة النور سکن:

433. سعيد بن منصور ۽ ابن المنذر ۽ بيهقيءَ حضرت مجاهد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: پنهنجن مردن کي " سورة المائده" ۽ پنهنجين عورتن کي "سورة النور" سيکاريو.

### سورة النور جو تفسير

434. حاڪم حضرت ابووائل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ ۽ هڪ ٻيو ساٿي ۽ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ٽئي حج تي هئاسين تہ اتي حضرت ابن عباس رضي الله عنهما سورة النور جو تفسير شروع ڪيو، منهنجي ساٿيءَ چيو تہ سبحان الله! ڪهڙيون تہ پليون ڳالهيون هن شخص جي دماغ مان نڪري رهيون آهن جيڪڏهن ترڪمانستان (فارس ۽ روم) وارا هن جون اهي ڳالهيون ٻُڌن تہ اهي بہ مسلمان ٿي پون.

فائده: سورة بقرة جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي تہ حاڪم ۽ ٻين محدثن حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة النور سکو ڇاڪاڻ تہ ان ۾ فرائض (احڪام) آهن.

### سورة الفرقان جي فضيلت:

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ حديث نہ ملي آهي البت ان کان علاوه ان جي باري ۾ هيءُ روايتون مليون آهن.

435. ابن الانباري "المصاحف" ۾ حضرت حميد بن عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن صبح جي نماز پڙهائي جنهن ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن سورة الفرقان تلاوت فرمائي ۽ ان ۾ هڪ آيت رهائي ويا سلام ورائڻ کان پوءِ پڇيائون تہ توهان ۾ اُبي آهي؟ حضرت اُبي عرض ڪيو تہ جي سائين! اجهو آءٌ وينو آهيان، اي الله جا رسول! فرمايائون تہ آءٌ هڪ آيت ڇڏي ويو هئس نہ؟ حضرت اُبي عرض ڪيو تہ ها سائين. اوهان هڪ آيت ڇڏي وَيَو. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو مون کي لُقمو نہ ڏنئي؟ حضرت اُبي رضي الله عنه عرض ڪيو مون سمجهيو تہ شايد اِها آيت منسوخ ٿي وئي آهي! فرمايائون تہ مون کان رهجي وئي هُئي.

### "سورة الشعراء"

هن سورة جي ڪا خاص فضيلت نہ ملي آهي سواءِ ان جي جيڪا سورة طٰهٰ ۾ گذري چڪي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: مون کي سورة طٰهٰ ۽ طواسين موسيٰ عليه السلام جي تورات مان ڏنيون ويون آهن.

www.maktabah.org

**والذي خلقني فهو يهدين کان اٺن آيتن** (الشعراء: 78 کان 85) **جي فضيلت:**

436. ابن ابي الدنيا، "الذڪر" ۾ ۽ ابن مردويه حسن سند سان سمرة بن جندب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

(1) جڏهن ٻانهو فرضي نماز لاءِ چڱي طرح وضو ڪري پنهنجي گهر جي دروازي مان نڪرندو آهي ۽ ارادو مسجد ڏانهن هوندو اتس پوءِ نڪرڻ مهل هيئن چوندو آهي

ٱلَّذِي خَلَقَنِي فَهُوَ يَهْدِينِ ﴿٧٨﴾ يعني: الله جي نالي سان آءٌ نڪران ٿو جنهن مون کي خلقيو آهي پوءِ اهو ئي مون کي هدايت ڏيندو آهي تہ الله تعاليٰ ان کي صحيح عملن جي هدايت ڏيندو.

(2) جڏهن چوندو آهي وَٱلَّذِي هُوَ يُطْعِمُنِي وَيَسْقِينِ ﴿٧٩﴾

يعني: ۽ اهو الله مونـ کي کارائيندو ۽ پياريندو آهي تہ الله تعاليٰ ان کي جنت جا طعام کارائيندو

(3) جڏهن چوندو آهي: وَإِذَا مَرِضْتُ فَهُوَ يَشْفِينِ ﴿٨٠﴾ يعني: جڏهن آءٌ بيمار ٿيندو آهيان تہ هو مون کي شفا ڏيندو آهي تہ الله تعاليٰ اَن کي شفا ڏيندو آهي ۽ ان جي مرض کي گناهن جو ڪفارو بڻائي ڇڏيندو آهي.

(4) جڏهن چوندو آهي وَٱلَّذِي يُمِيتُنِي ثُمَّ يُحْيِينِ ﴿٨١﴾

يعني: ۽ اهو الله مونکي ماريندو ۽ بعد ۾ جياريندو. تہ الله تعاليٰ ان کي نيڪ بختن واري حياتي عطا ڪندو ۽ شهيدن وارو موت ان کي ڏيندو.

(5) جڏهن چوندو آهي: وَٱلَّذِي أَطْمَعُ أَن يَغْفِرَ لِي خَطِيٓـَٔتِي يَوْمَ ٱلدِّينِ ﴿٨٢﴾ يعني: جنهن ۾ اميد اٿم تہ اهو انصاف واري ڏينهن منهنجا گناهہ مونکي معاف ڪندو تہ الله تعالي ان کي جا گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو آهي جيتوڻيڪ سمنڊ جي جهگ کان بہ وڌيڪ چو نہ هجنس.

(6) جڏهن چوندو آهي:- رَبِّ هَبْ لِي حُكْمًا وَأَلْحِقْنِي بِٱلصَّٰلِحِينَ ﴿٨٣﴾

يعني: اي منهنجا رب! مونکي حڪمت عطا ڪر ۽ مونکي نيڪن سان ملاءِ. تہ الله تعالي ان کي حڪومت ڏيندو آهي ۽ گذريل صالحن ۽ باقي رهيل صالحن سان ملائيندو آهي.

(7) جڏهن چوندو آهي:- وَٱجْعَل لِّي لِسَانَ صِدْقٍ فِي ٱلْءَاخِرِينَ ﴿٨٤﴾ آيت نمبر: 84 ۽ پوين ۾ منهنجي چڱي طرح ياد گيري جاري ڪر، تہ الله تعالي هڪ اڇي پني تي لکي ڇڏيندو آهي تہ فلاڻو پٽ فلاڻي جو صادقين يعني سچارن مان آهي پوءِ ان کي الله تعالي صدق (سچ) جي توفيق ڏيندو آهي.

(8) جڏهن چوندو آهي:- وَٱجْعَلْنِي مِن وَرَثَةِ جَنَّةِ ٱلنَّعِيمِ ﴿٨٥﴾

يعني: مونکي نعمت واري باغ جي وارثن مَان ڪر. تہ الله تعالي ان جنت جون ماڙيون ۽ منزلون عطا ڪندو آهي- حسن جي روايت ۾ وڌيڪ لفظ هيءُ بہ آهي- واغفرلي ولوالدي ڪماربيا ني صغيرا- ۽ مونکي بخش ۽ منهنجي پيءُ ۽ ماءُ کي بہ بخش جيئن هنن مونکي ننڍپڻ ۾ پاليو.

437. حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو:- تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ابن جدعان

www.maktabah.org

مهمانن جي خدمت چاڪري ڪندو آهي ۽ مٽي مائٽي به ڳنڍيندو آهي ۽ ٻيا به نيڪي جا ڪم ڪندو آهي. ڇا ان کي اهي نفعو ڏيندا؟ فرمايائون نه:- ڇاڪاڻ ته هن ڪڏهن به رب اغفرلي خطيئتي يوم الدين- (يعني: اي رب! مونکي منهنجا گناهه قيامت جي ڏهاڙي ۾ معاف ڪر) نه چيو آهي.

## سيعلم الذين ظلموا اي منقلب ينقلبون (الشعراء: 227) جي فضيلت

## حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جو وصيت نامو:

438. ابن ابي حاڪم، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو:- بابا سائينءَ پنهنجي وصيت نامي ۾ هيءَ به سٽون لکيون هيون- "بسم الله الرحمان الرحيم" هذا ما اوصى به ابوبكر بن ابى قحافه عند خروجه من الدنيا حين يؤمن الكافر ويتقى الفاجر ويصدق الكاذب انى استخلفت عليكم عمربن الخطاب فان يعدل فذالک ظنى به ورجائى فيه وان يجر ويبدل فلا اعلم الغيب وسيعلم الذين ظلموا اى منقلب ينقلبون.

ترجمو:- الله جي نالي سان جيڪو مهربان نهايت رحم وارو آهي. هيءَ ابوبڪر بن ابي قحافه جو وصيت نامو آهي هن دنيا مان نڪرڻ وقت جڏهن ڪافر ايمان آڻيندو فاجر تقوي اختيار ڪندو ۽ ڪوڙو ماڻهو سچ ڳالهائيندو. بيشڪ آءٌ عمربن الخطاب کي توهان لاءِ خليفو بڻائي ٿو وڃان ٿو پوءِ جيڪڏهن هو عدل ڪري ٿو ته اهوئي منهنجو گمان آهي ۽ منجهس اميد به مونکي اهائي آهي ۽ جيڪڏهن ان جي عوض ٻي ڪاشيءَ آڻي ٿو ته آءٌ غيب دان نه آهيان- ۽ سگهوئي ظالم ماڻهو ڄاڻندا ته ڪهڙي موٽڻ جي هنڌ موٽن ٿا.

439. ابن ابي شيبه، حضرت عبدالله بن رباح جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو:- حضرت صفوان بن محرز جڏهن به هيءَ آيت پڙهندو هو ته روئي ڏيندو هيو. وسيعلم الذين ظلموا اي منقلب ينقلبون (الشعراء: 227)

ترجمو:- ۽ ظالم جلد ڄاڻندا ته ڪهڙي موٽڻ جي هنڌ موٽن ٿا.

## سورة النمل

هن سورة جي ڪا خاص فضيلت نه ملي آهي سواءِ ان جي جيڪا سورة طٰهٰ ۽ طواسين جي فضيلت ۾ گذري آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته مونکي اهي سورتون حضرت موسيٰ عليه السلام جي تورات مان مليون آهن.

## سورة القصص

هن سورة جي به ڪا خاص فضيلت نه ملي آهي سواءِ ان جي جيڪا سورة طٰهٰ ۽ طواسين ۾ گذري چُڪي آهي.

## سورة العنكبوت

هن سورة جي فضيلت ۾ ڪابه حديث نه ملي آهي البته ان کان علاوه هيءَ روايت آهي

www.maktabah.org

### سج ۽ چنڊ گرهڻ جي نماز ۾ تلاوت:

440. دارقطنيءَ "السنن" ۾ حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سج ۽ چنڊ گرهڻ جي موقعي تي چار رڪعتون نماز پڑهندا هئا، چار سجدا ڏيندا هئا ۽ پهرين رڪعت ۾ سورة ياسين پڑهندا هئا.

## سورة الروم

هن جي فضليت ۾ ڪابہ حديث نہ ملي سگهي آهي البتہ ان کان علاوه هيءُ روايتون آهن.

441. عبدالرزاق ۽ امام احمد، سندحسن سان هڪ صحابيءَ رضي الله تعاليٰ عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ڪين پڑهائي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن "سورة الروم" جي تلاوت فرمائي.

### فجر جي نماز ۾ سورة الروم:

442. بزار حضرت اغرالمزني ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ سورة الروم جي تلاوت فرمائي.

### جمعي جي نماز ۾ سورة الروم:

443. عبدالرزاق، حضرت معمر کان ان عبدالملڪ بن عمير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي ڏينهن جمعة المبارڪ جي نماز ۾ "سورة الروم" جي تلاوت فرمائي.

### نماز ۾ شڪ ڇو ٿيندا آهن؟

444. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ ۽ امام احمد، عبدالملڪ بن عُمير جي سند سان حضرت ابوروح رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي صبح جي نماز پڑهائي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة الروم تلاوت فرمائي. تلاوت ڪندي ڪندي ڪجهہ شڪ ۾ پئجي ويا يعني: ٿورو مُنجهي پيا. جڏهن نماز پڑهي فارغ ٿيا تہ فرمايائون: اسان کي نماز ۾ اهي ماڻهو مُنجهائيندا آهن، يعني: شڪ ۾ وجهندا آهن جيڪي بغير پاڪائيءَ جي نماز ۾ شامل ٿيندا آهن. تنهنڪري جيڪو بہ نماز جي لاءِ اچي تہ چڱي طرح پاڪائي ڪري پوءِ اچي.

### فسبحٰن الله حين تمسون ٽن آيتن (الروم: 17 کان 19 تائين) جي فضيلت:

### حضرت ابراهيم عليہ السلام خليل ڇو ٿيو؟

445. امام احمد، ابن جرير، ابن المنذر، ابن ابي حاتم، ابن سنيءَ "عمل اليوم والليلة" ۾ ۽ طبرانيءَ، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "الدعوات" ۾ حضرت معاذ بن انس رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان کي ٻڌايان تہ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم

www.maktabah.org

عليه السلام جو خليل چو نالو رکيو. جنهن وعدي وفائي ڪئي. ڇاڪاڻ تہ هو صبح ۽ شام هن آيت جي تلاوت ڪندو هو. "فَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ حِيۡنَ تُمۡسُوۡنَ وَحِيۡنَ تُصۡبِحُوۡنَ ﴿١٧﴾ وَلَهُ الۡحَمۡدُ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَعَشِيًّا وَّحِيۡنَ تُظۡهِرُوۡنَ ﴿١٨﴾" (الروم 18)

ترجمو: پوءِ جنهن مهل اوهان کي سانجهي ٿئي ۽ جنهن مهل اوهان کي صبح ٿئي تنهن مهل الله جي پاڪائي بيان ڪريو ۽ آسمانن ۽ زمين ۾ سندس تعريف آهي ۽ پوئين پهر ۾ ۽ جنهن مهل اوهانکي منجهند ٿئي. (تنهن مهل بہ سندس پاڪائي بيان ڪريو).

## رهجي ويل وظيفن کان ڇا ڪجي؟

446. ابوداؤد، طبراني، ابن السني ۽ ابن مردويہ، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو (سورة الروم) جون هيءُ آيتون پڙهندو تہ ان ڏينهن جا جيڪي بہ ورد وظيفا کانئس رهجي ويا هوندا تن جي ثواب جو پوراءُ ڪري ڇڏينديون ۽ جيڪو شخص شام جو هيءُ آيتون پڙهندو تہ ان جا رات جا جيڪي ورد وظيفا رهجي ويا هوندا تن جو پوراءُ ٿي ويندس.

" فَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ حِيۡنَ تُمۡسُوۡنَ وَحِيۡنَ تُصۡبِحُوۡنَ ﴿١٧﴾ وَلَهُ الۡحَمۡدُ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَعَشِيًّا وَّحِيۡنَ تُظۡهِرُوۡنَ ﴿١٨﴾ يُخۡرِجُ الۡحَىَّ مِنَ الۡمَيِّتِ وَيُخۡرِجُ الۡمَيِّتَ مِنَ الۡحَىِّ وَيُحۡىِ الۡاَرۡضَ بَعۡدَ مَوۡتِهَا ‌ؕ وَكَذٰلِكَ تُخۡرَجُوۡنَ ﴿١٩﴾ "
(الروم: 17-18-19)

447. ابن عساڪر حضرت حسن بصري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص هيءَ آيتون يعني: فَسُبحَانَ اللّٰهِ حِينَ تُمسُونَ وَحِينَ تُصبِحونَ کان آخر تائين پڙهندو تہ ان کان رات ۽ ڏينهن ۾ ڪابہ شيءِ (وردن ۽ وظيفن) مان رهجي نہ ويندي ۽ رات ۽ ڏينهن ۾ جيڪا شيءِ رهجي ويندس سا حاصل ڪري ويندو.

## سورة لقمان

هن سورة جي ڪا خاص فضيلت نہ ملي سگهي آهي البتہ فضيلتن کان علاوه روايتن ۾ هيئن آهي:

448. نسائيءَ ۽ ابن ماجہ حضرت براء بن عازب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان نبي ڪريم ﷺ جن جي اقتداء ۾ ٻيپهريءَ جي نماز پڙهندا هئاسين تہ سندن زبان مبارڪ مان سورة لقمان ۽ سورة ذاريات جون آيتون ٻڌڻ ۾ ايندڊيون هيون.

## سورة الم السجده جي فضيلت

449. ابن نصر، طبرانيءَ، بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ چار رڪعتون هن طرح پڙهي جوان جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ "قل ياايها الكفرون ۽ قل هو الله احد" ۽ پوين ٻن رڪعتن ۾ "الم تنزيل السجده ۽ تبارک الذی بيده الملک" پڙهيائين تہ ان کي ليلة القدر ۾ پڙهيل چئن رڪعتن جيترو ثواب ملندو.

www.maktabah.org

450. ابن مردويه، حضرت ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي وچ ۾ سورة الملڪ ۽ سورة الم السجده پڙهندو تہ ان ڄڻ قدر واري رات ۾ عبادت ڪئي.

## نورانيت واريون سورتون:

451. ابن مردويه، حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو "سورة الم سجده"، "سورة ياسين"، "سورة اقتربت الساعة" ۽ "سورة الملڪ" پڙهندو تہ ان لاءِ اهي سورتون نور ڄُو سبب بڻبيون ۽ شيطان کان حفاظت ۾ رهندو ۽ قيامت جي ڏينهن ان جا درجا بلند ٿيندا.

## پڙهندڙ مٿان ڇانورو:

452. ابن الضريس، حضرت مسيب بن رافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "سورةالم السجده" ڪي قيامت جي ڏينهن پَرَ ڏنا ويندا، جا پنهنجي پڙهندڙ جي مٿان ڇانورو ڪري بيهندي ۽ ان کي چوندي تہ توکان ڪوبہ پڇاڻو نہ آهي.

## سورة منجية ڪهڙي آهي؟

453. دارميءَ حضرت خالد بن معدان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة منجية (ڇوٽڪارو ڏياريندڙ سورة) پڙهندا ڪريو اها اٿو الم السجده. ڇاڪاڻ تہ مون کي هڪڙي شخص جي باري ۾ خبر پهتي آهي تہ اهو هيءَ سورة پڙهندو هو، ان کانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ پڙهندو هو ۽ اهو گنهگار بہ ڏاڍو هوندو هو. پوءِ هن سورة ان جي مٿان پنهنجا پَرَ پکيڙيا ۽ الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين تہ اي ربّ! هن کي بخش ڇاڪاڻ تہ هن مون کي گهڻو پڙهيو هو پوءِ الله تعاليٰ سفارش قبول ڪئي ۽ الله تعاليٰ ملائڪن کي فرمايو تہ هن جي هر گناھ جي عيوض نيڪي لکو ۽ هن جا درجا بہ بلند ڪريو.

## الله تعاليٰ وٽ سفارش ڪندڙ سورة:

454. دارميءَ حضرت خالد بن معدان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ قبر ۾ سورة الم السجده پنهنجي پڙهندڙ جي باري ۾ جهيڙو ڪندي، چوندي تہ اي الله! جيڪڏهن آءٌ تنهنجي ڪتاب مان آهيان تہ هن جي باري ۾ منهنجي سفارش قبول فرماءِ ۽ جيڪڏهن آءٌ تنهنجي ڪتاب مان نہ آهيان تہ مون کي ميٽي ڇڏ ۽ هيءَ سورة پکي وانگر پنهنجا پر ان جي مٿان پکيڙي بيهندي. پوءِ ان جي سفارش قبول ڪئي ويندي ۽ قبر جي عذاب کان ان کي بچائيندي رهندي.

**فائدو**: سورة تبارڪ جي بہ ان جهڙي فضيلت آهي.

حضرت خالد رضي الله عنه روزانہ رات جو اِهي ٻئي سورتون (الم السجده ۽ الملڪ) پڙهندو هو.

www.maktabah.org

**ستر نيڪيون ۽ ستر درجا:**

455. دارميءَ ۽ ابن الضريس حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص "سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ" پڙهندو تہ ان لاءِ ستر نيڪيون لکيون وينديون ۽ ان جون ستر برايون معاف ڪيون وينديون ۽ ان جا ستر درجا بلند ڪيا ويندا.

**سٺ درجا وڌيڪ فضيلت واريون سورتون:**

456. دارميءَ، ترمذيءَ ۽ ابن مردويه حضرت طائوس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ قرآن پاڪ جي هر سورة تي سٺ درجا وڌيڪ فضيلت رکن ٿيون.

457. ابوعبيد، حضرت عبدالله ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ ٻين سورتن تي سٺ درجا وڌيڪ فضيلت رکن ٿيون.

**ستر برايون معاف:**

458. ابن مردويه، حضرت طاؤس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هو سفر ۾ توڙي حضر ۾ سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ روزانہ عشاء ۽ فجر جي نماز ۾ پڙهندو هو، پوءِ فرمائيندو هو تہ جيڪو شخص اهي ٻئي سورتون پڙهندو تہ ان لاءِ هر آيت جي عيوض ستر نيڪيون لکيون وينديون. اها سڄي قرآن تي ڪين فضيلت آهي ۽ ان جون ستر برايون معاف ڪيون وينديون ۽ ان جا ستر درجا بلند ڪيا ويندا.

**نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن تيستائين آرام نہ ڪندا هئا:**

459. ابوعبيد "الفضائل" ۾ ۽ امام احمد، عبد بن حميد، دارميءَ، ترمذيءَ، نسائيءَ، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردويه حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جيستائين سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ نہ پڙهندا هئا تيستائين آرام نہ ڪندا هئا.

460. ابن الضريس، حضرت يحييٰ بن ڪثير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حضرت طاؤس رضي الله عنه جيستائين سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ نہ پڙهندو هو تيستائين آرام نہ ڪندو هو ۽ فرمائيندو هو تہ هن جي هر آيت ستر آيتن جي برابر آهي.

**قدر واري رات جيترو اجر:**

461. علامہ خرائطيءَ "مڪارم الاخلاق" ۾ حاتم بن محمد جي سند سان حضرت طاؤس رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ اهو فرمائيندو هو تہ هن ڌرتيءَ تي جيڪو بہ رات جو سورة الم السجده ۽ سورة الملڪ پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ قدر واري رات جيترو اجر لکي ٿو ڇڏي.

* حضرت حاتم فرمائي ٿو تہ مون اها ڳالهہ حضرت عطاء کي ٻڌائي، ان فرمايو تہ حضرت طاؤس رضي الله عنه سچ ٿو فرمائي، الله جو قسم تہ مون جڏهن کان وني اهي ٻڌيون آهن تڏهن کان وني

www.maktabah.org

پڙهڻ نہ ڇڏيون آهن، البت بيماريءَ جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن رهجي وينديون آهن.

**جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز ۾ تلاوت:**

462. ابن ابي شيبه ۽ امام بخاريءَ، مسلم، ابوداؤد، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن ماجه ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز ۾ سورة سجده ۽ سورة الدّهر تلاوت ڪندا هئا.

463. ابن ماجه ۽ بيهقي "السنن" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

464. علامہ عقيليءَ بہ حضرت علي رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

**ٻيپهريءَ جي نماز ۾ سورة سجده:**

465. ابن ابي شيبہ، ابوداؤد ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ سجده تلاوت ڪيائون، پوءِ اسان پڪ سمجهيوسين تہ پاڻ سڳورن ﷺ سوره الم تنزيل السجده تلاوت ڪئي آهي.

466. ابويعليٰ بہ حضرت براء رضي الله عنه جي اهڙي ئي روايت نقل ڪئي آهي.

467. امام احمد، امام مسلم ۽ ابويعليٰ، حضرت ابوسعيد خُدري رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان نبي ڪريم ﷺ جن سان ٻيپهريءَ جي نماز پڙهيسين تہ ان جي پهرين ٻن رڪعتن ۾ ٽيهہ آيتون کن قراءت ڪيائون جنهن مان اسان اندازو لڳايو تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة سجدة تلاوت ڪئي آهي.

468. عبدالرزاق حضرت ابوالعاليہ رضي الله عنه کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ صحابن سڳورن رضي الله عنهم نبي ڪريم ﷺ جن جي ٻيپهريءَ جي پهرين ٻن رڪعتن جي قيام مان اندازو لڳايو تہ سائينجن ﷺ ان ۾ سورة سجده تلاوت ڪئي آهي.

469. ابن ابي شيبہ، حضرت ابن طاؤس جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ بابا سائين (طاؤس رضي الله عنه) سومهڻيءَ جي نماز ۾ سورة سجده تلاوت ڪري پوءِ رڪوع ڪندو هو.

## سورة الاحزاب

هن جي ڪابہ خاص فضيلت نہ ملي آهي سواءِ ان جي جيڪا سورة نُور ۾ گذري چڪي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه سورة النور ۽ سورة الاحزاب سکڻ جو حڪم ڪيو هيو.

**ياايها الذين آمنوا تقوا الله وقولا قولاً سديدا بابت:**

هن جي باري ۾ روايت سورة النساء جي فضيلت ۾ گذري چڪي آهي.

## سورة سبا

هن جي فضيلت جي باري ۾ ڪابہ حديث نہ ملي آهي.

www.maktabah.org

## سورة فاطر

هن جي باري ۾ ڪابہ فضيلت نہ ملي آهي البتہ فضيلت کان علاوه هيءَ روايت آئي آهي.

470. ابن سعد، حضرت ابو مليڪة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ هڪڙي رڪعت ۾ سورة الملائڪة (فاطر) پڙهندو هوس.

**مايفتح الله للناس من رحمة** (سورة فاطر آيت: 2) **جي فضيلت**

471. ابن المنذر، حضرت عامر بن عبد قيس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: قرآن پاڪ ۾ چار آيتون آهن جو آءٌ جڏهن بہ پڙهندو آهيان تہ مون کي ٻئي ڪنهن بہ ورد جي ضرورت نہ پوندي آهي.

(1) مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ فَلَا مُمْسِكَ لَهَا ۚ وَمَا يُمْسِكْ ۙ فَلَا مُرْسِلَ لَهٗ مِنْ بَعْدِهٖ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢﴾ (فاطر: 2)

ترجمو: الله تعاليٰ ماڻهن لاءِ جا بہ رحمت کولي ٿو تنهن کي ڪوبہ روڪ ڪرڻ وارو نہ آهي. ۽ جيڪي روڪي ٿو تنهن کي ڪوبہ ان کان پوءِ کولڻ وارو نہ آهي ۽ اهو زبردست (۽) حڪمت وارو آهي.

(2) وَاِنْ يَّمْسَسْكَ اللّٰهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهٗ اِلَّا هُوَ ۚ وَاِنْ يُّرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلَا رَآدَّ لِفَضْلِهٖ ۗ يُصِيْبُ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ ۗ وَهُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿١٠٧﴾ (يونس 107)

ترجمو: جيڪڏهن الله تعاليٰ توکي ڪابہ تڪليف پهچائي تہ ان کان سواءِ ان تڪليف کي ڪو هٽائڻ وارو نہ آهي ۽ جيڪڏهن توکي ڀلائي پهچائڻ گهري تہ سندس فضل کي ڪو ڦيرڻ وارو نہ آهي.

(3) لِيُنْفِقْ ذُوْ سَعَةٍ مِّنْ سَعَتِهٖ ۗ وَمَنْ قُدِرَ عَلَيْهِ رِزْقُهٗ فَلْيُنْفِقْ مِمَّآ اٰتٰىهُ اللّٰهُ ۚ لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا مَآ اٰتٰىهَا ۚ سَيَجْعَلُ اللّٰهُ بَعْدَ عُسْرٍ يُّسْرًا ﴿٧﴾ (الطلاق: 7)

ترجمو: الله تنگي کان پوءِ جلد آساني ڪري ڏيندو ۽ جنهن جي آمدني ٿوري هجي تہ اهو ان مان خرچ ڪري جو الله ان کي ڏنو آهي، الله ڪنهن شخص کي تڪليف نہ ٿو ڏئي. مگر ان مطابق جيڪي ان کي ڏنو اٿس الله تنگي کان پوءِ جلد آساني ڪري ڏيندو.

(4) وَمَا مِنْ دَآبَّةٍ فِي الْاَرْضِ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ رِزْقُهَا وَيَعْلَمُ مُسْتَقَرَّهَا وَمُسْتَوْدَعَهَا ۚ كُلٌّ فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٦﴾ (هود: 6)

ترجمو: ۽ زمين تي هلڻ وارو ڪوبہ نہ آهي پر ان جي روزي الله تي آهي ۽ اهو ان جي رهڻ جي جاءِ کي ۽ جتي ان کي امانت رکيو وڃي ٿو، تنهن کي بہ ڄاڻي ٿو، سڀ ڪجهہ ڪتاب ۾ (لکيل) آهي.

472. ابن المنذر حضرت جعفر بن زبير رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عروه رضي الله عنه ڪجائي جي باري ۾ چوندو هو تہ الله جو قسم آهي تہ هيءَ رحمت آهي جا ماڻهن لاءِ کولي وئي آهي پوءِ هيءَ آيت تلاوت ڪندو هو. مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ فَلَا مُمْسِكَ لَهَا ۚ وَمَا

www.maktabah.org

يُمْسِكْ فَلَا مُرْسِلَ لَهُ مِنْ بَعْدِهِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ ۝ فاطر: ۲

ترجمو: الله ماڻهن لاءِ جا به رحمت کولي تنهن کي ڪوبه روڪڻ وارو نه آهي (۽) جيڪي روڪي ٿو تنهن کي ڪوبه ان کان کولڻ وارو نه آهي ۽ اهو زبردست ۽ حڪمت وارو آهي.

473. ابن ابي حاتم، ابن وهب جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي ته مون امام مالڪ کان ٻڌو آهي ته هو حديث بيان ڪري پيو ته حضرت ابوهريره رضي الله عنه جنهن رات برسات وسندي هئي ته صبح جو پنهنجي ساٿين کي چوندو هو ته اڄ رات اسان تي مينهن، فتح جي نکٽ جي ڪري وُٺو آهي ان کان پوءِ هيءَ آيت تلاوت فرمائيندو هو. مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ فَلَا مُمْسِكَ لَهَا ۚ وَمَا يُمْسِكْ فَلَا مُرْسِلَ لَهُ مِنْ بَعْدِهِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ ۝ (فاطر آيت: 2)

ترجمو: الله تعاليٰ ماڻهن لاءِ جابه رحمت کولي ٿو تنهن کي ڪو روڪڻ وارو نه آهي ۽ جيڪي روڪي ٿو تنهن کي ڪوبه ان کان پوءِ کولڻ وارو نه آهي ۽ اهو زبردست (۽) حڪمت وارو آهي.

فائدو: هن آيت جون ڪجهه فضيلتون سورة يونس ۾ به گذري چڪيون آهن.

## سورة يٰس جي فضيلت

### قرآن پاڪ جي دل:

474. دارميءَ، ترمذيءَ، محمد بن نصر ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ هر شيءِ کي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورة يٰس آهي. ۽ جيڪو شخص سورة يٰس پڙهندو ته ان لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن پاڪ جي ڏهن ختمن جو ثواب لکي ڇڏيندو.

**سوال:** ڪير سوال ڪري ته هن حديث پاڪ ۾ ته هڪ شيءِ جي فضيلت پنهنجو پاڻ تي لازم اچي ٿي. ڇاڪاڻ ته سورة يٰس به قرآن پاڪ ۾ آهي؟

**جواب 1:** آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته ائين لازم نه آهي چو ته ان ۾ اعتباري فرق ئي ڪافي آهي ڇاڪاڻ ته قرآن پاڪ ۾ ٻين سورتن سان ملائي تلاوت ڪرڻ کان اڪيليءَ جي تلاوت ڪرڻ جي الگ حيثيت آهي جيئن هڪڙي دوا جيڪڏهن ٻين دوائن سان ملائي کائجي ته ان جو ايترو اثر نه ٿيندو جيترو اڪيلي دوا کائڻ جو اثر ٿيندو. جيئن ڏسو کي خاص آيتون آهن جيڪي چوري چڪاريءَ کان حفاظت لاءِ مجرب آهن. قرآن پاڪ جي ٻين سورتن سان ملائي پڙهڻ سان انهن جي اها خاصيت نه ٿي رهي جيڪا اڪيلي پڙهڻ سان اٿن. ٻيو هن طرح سمجهڻ گهرجي ته جيئن هڪ شخص جي جيڪا اڪيلي طور عزت اڪرام ڪئي ويندي آهي سا ٻين ماڻهن سان گڏ نه ڪئي ويندي آهي.

**جواب2:** سورة يٰس جي اها خاصيت تڏهن آهي جڏهن ان کي تدبر يعني: سوچ ۽ ويچار سان پڙهجي.

**جواب3:** سڄي قرآن پاڪ جي پڙهڻ جو مطلب آهي ته سورة يٰس کان سواءِ پڙهيو وڃي ته

www.maktabah.org

پوءِ سورة (يٰس) جي اها فضيلت آهي.

ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ ان مان مراد آهي تہ بي انتها اجر ملندو. پر هنن سمورن جوابن مان پهريون جواب وڌيڪ مناسب آهي.

475. بزار، حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: بيشڪ هر شيءِ ڪي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورة يٰسين آهي.

## رات جو سورة يٰس جي تلاوت:

476. دارميءَ، ابويعلي ۽ طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ۽ ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو الله تعاليٰ جي رضا خاطر سورة يٰس پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي ان رات بخشي ڇڏيندو.

## قرآن پاڪ جي برابر سورة:

477. ابن حبان رحمة الله عليه ۽ علامہ ضياء، حضرت جندب بن عبدالله رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص الله جي رضا خاطر سورة ياسين پڙهندو تہ ان ڪي بخشيو ويندو.

478. دارميءَ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: الله جي رضا خاطر جيڪو شخص رات جو سورة يٰس پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي بخشي ڇڏيندو ۽ فرمايائين تہ مون ڪي هيءَ حديث بہ پهتي آهي تہ هيءَ سورة سڄي قرآن پاڪ جي برابر آهي.

## مرض الموت شخص تي سورة يٰس جي تلاوت:

479. امام احمد، ابوداؤد، نسائيءَ، ابن ماجه، محمد بن نصر، ابن حبان، طبرانيءَ، حاڪم ۽ بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت معقل بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة يٰس قرآن پاڪ جي دل آهي. جنهن شخص ڪي الله ۽ آخرت تي ايمان آهي ۽ اهو سورة يٰس پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ ان جا اڳيان سڀ گناهہ معاف ڪري ٿو ڇڏي، تنهنڪري توهان هن سورة ڪي پنهنجي مرض الموت ماڻهن تي پڙهندا ڪريو.

## قرآن جي ڏهن ختمن جو ثواب:

480. سعيد بن منصور ۽ بيهقيءَ حضرت حسان بن عطيہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص سورة يٰس جي تلاوت ڪئي، ان ڄڻ ڏهہ ڀيرا قرآن پاڪ جو ختم پڙهيو.

## هڪ هزار......

481. ابن ضريس، ابن مردويه، خطيب ۽ بيهقيءَ، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: توريت ۾ سورة يٰس ڪي "المعمه" (عام ڪري

www.maktabah.org

ڇڏيندڙ) چيو ويو آهي. جا پنهنجي پڙهندڙ لاءِ دنيا ۽ آخرت جون ڀلايون عام ڪري ڇڏيندي آهي ۽ ان ڪان دنيا ۽ آخرت جون مصيبتون معاف ڪري ڇڏيندي آهي ۽ ان ڪان آخرت جون هولناڪيون بہ ٽاري ڇڏيندي آهي ۽ هن سورة کي "الدافعة القاضيه" (دفع ڪندڙ ۽ پوراءِ ڪندڙ) بہ سڏيو ويو آهي. جيڪا پنهنجي پڙهندڙ تان هر برائي کي دفع ڪري ڇڏيندي آهي ۽ ان جي هر حالت کي پورو ڪري ڇڏيندي آهي. جيڪو شخص هيءَ سورة پڙهندو تہ ان کي ڏهن حجن جو ثواب ملندو ۽ جيڪو هن سورة کي ٻڌندو تہ ان کي ڏهہ هزار دينار الله تعاليٰ جي رستي ۾ خرچ ڪرڻ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو هن کي لکي پيئندو تہ ان جي پيٽ ۾ جڻ هڪ هزار دوائون ۽ هڪ هزار نور ۽ هڪ هزار يقين ۽ هڪ هزار برڪتون ۽ هڪ هزار رحمتون پئجي ويندريون ۽ ان مان سڀ ڪينا ۽ ڪُدورتون ۽ بيماريون ڪڍيون ويون.

فائدو: امام بيهقي فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث صرف عبدالرحمٰن بن ابي بڪر الجدعاني، سليمان بن رفاح کان نقل ڪئي آهي، جيڪو مُنڪر آهي، يعني ان جي روايت قابلِ قبول نہ آهي.

482. خطيب بہ حضرت انس ﵁ جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

فائدو: مون (محمد هاشم) هيءَ حديث حافظ سيوطيءَ جي تابعداري ڪندي آندي آهي، ڇاڪاڻ تہ ان بہ "الدرالمنثور" ۾ آندي آهي، ظاهر آهي تہ خطيب حضرت انس ۽ حضرت علي رضي الله عنهما جي ٻي سند سان نقل ڪئي آهي، ان سان جڻ اسان واري بيان ڪيل روايت کي تائيد ۽ تقويت ملي ٿي.

483. خطيب، حضرت علي ﵁ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة يٰس ٻڌندو تہ ان کي الله جي رستي ۾ ويهن دينارن خرچ ڪرڻ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو شخص هن کي پڙهندو تہ ان کي ويهن حجن برابر ثواب ملندو ۽ جيڪو هن کي لکي پيئندو تہ ان جي پيٽ ۾ هڪ هزار يقين، هڪ هزار نور، هڪ هزار برڪتون، هڪ هزار رحمتون ۽ هڪ هزار رزق وڌا ويندا ۽ ان مان سڀ ڪينا، ڪدورتون ۽ بيماريون ڪڍيون وينديون.

## ڏهہ ڀيرا قرآن پاڪ جي تلاوت جو ثواب:

484. ابن مردويه ۽ بيهقيءَ حضرت عثمان النهدي جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابوهريره ﵁ فرمايو: جنهن شخص هڪ ڀيرو سورة يٰس پڙهي ان جڻ ڏهہ ڀيرا سڄي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي. حضرت ابوسعيد ﵁ فرمايو: تہ جنهن شخص هڪڙو ڀيرو سورة يٰس پڙهي تہ ان جڻ ٻہ ڀيرا سڄي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي. حضرت ابوهريره ﵁ ان کي فرمايو تہ توهان اها حديث بيان ڪريو جيڪا توهان ٻڌي آهي ۽ آءٌ اها حديث بيان ڪريان جيڪا مون ٻڌي آهي.

## هر اُمتيءَ جي دل ۾ سورة يٰس هجي:

485. بزار، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ

www.maktabah.org

جن فرمايو تہ منهنجي دل تي چاهي تہ منهنجي هرهڪ اُمتيءَ ڪي سورة يٰس دل ۾ هجي.

**سورة يٰس جي هميشگي ڪرڻ:**

486. طبراني ۽ ان مردويه ضعيف سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص روزانہ رات جو سورة يٰس پڙهڻ تي هميشگي ڪئي ۽ مري ويو تہ جڻ اهو شهيد ٿي مري ويو.

487. دارميءَ حضرت عطاء بن ابي رباح رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو سورة يٰس پڙهندو تہ ان جون حاجتون پوريون ڪيون وينديون.

**حاجت لاءِ سورة يٰس:**

488. محامليؒ "امالي" ۾ حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص پنهنجي حاجت لاءِ پهريان سورة يٰس پڙهندو تہ ان جي اها حاجت پوري ٿي ويندي.

فائده: علامہ سيوطيءَ بہ "الاتقان" ۾ بہ اها حديث نقل ڪئي آهي ۽ فرمايائين تہ هن حديث جي تائيد دارميءَ جي مرسل روايت سان بہ ٿئي ٿي جيڪا متي گذري چڪي آهي.

**رات ۽ ڏينهن جون سهنجايون:**

489. دارميءَ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تہ جيڪو شخص صبح جو سورة يٰس پڙهندو تہ سڄو ڏينهن ان لاءِ سنهنجايون پيدا ٿينديون.

**موت ۾ آسانيءَ لاءِ:**

490. ابن ابي الدنيا "ذڪر الموت" ۾، ابن مردويه ۽ ديلميءَ حضرت ابودرداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو: جنهن بہ قريب الموت شخص وٽ سورة يٰسين پڙهي وڃي ٿي تہ الله تعاليٰ ان تي (موت ۾) آساني ڪري ٿو.

491. ابوالشيخ بہ "فضائل القرآن" ۾ ۽ ديلميءَ حضرت ابوذر رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

492. ابن سعد ۽ امام احمد "مسند" ۾ حضرت صفوان بن عمرو جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: بزرگ فرمائيندا هئا تہ جڏهن قريب الموت شخص وٽ سورة يٰس پڙهي ويندي آهي تہ ان جي برڪت سان ان تي هلڪائي ڪئي ويندي آهي.

فائده: اهو حضرت صفوان بن عمرو السڪسڪي رحمه الله ننڍن تابعين مان آهي ۽ بزرگن مان مراد يا تہ صحابي سڳورا آهن يا تہ وڏا تابعي مراد آهن.

**سورة يٰس جون چند عجيب خصوصيتون:**

493. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوقلابہؒ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تہ

www.maktabah.org

جيڪو شخص سورة يٰس پڙهندو ته الله تبارڪ و تعاليٰ ان کي بخشي ڇڏيندو ۽ جي بکايل شخص پڙهندو ته ان کي ڍؤ ٿي ويندو ۽ جي بي راهو پڙهندو ته اهو راهه تي اچي ويندو ۽ جي گم ٿيل شيءِ جي لاءِ پڙهي ويندي ته اها شيءِ ملي ويندي ۽ جيڪو ڪاڌي جي ٿورڙائيءَ جي خوف کان پڙهندو ته اهو ڪاڌو ان کي ڪفايت ڪري ويندو ۽ قريب الموت شخص تي پڙهڻ سان ان جي موت ۾ آساني ٿيندي ۽ ويم ۾ تڪليف محسوس ڪرڻ واري عورت تي پڙهڻ سان ان کي ٻار ڄڻڻ ۾ آساني ٿيندي ۽ جنهن هن جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ ٻارنهن ڀيرا سڄي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي ۽ هر شيءِ کي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورة يٰس آهي.

فائده: امام بيهقي فرمائي ٿو ته هيءَ حديث اسان کي هن سند سان حضرت ابوقلابه جي قول طور ملي آهي۽ هو وڏن تابعين مان هيو. اها ڳالهه پاڻ ته نٿو چئي سگهي ظاهر آهي ته اها روايت کيس رسول الله ﷺ جن جي طرفان پهتي هوندي.

494. آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته "حصن حصين" جي شرح ۾ مصنف مرفوع روايت آندي آهي ته جيڪڏهن هن سورة کي خوف وارو پڙهندو ته امن وارو ٿيندو ۽ جي بکايل پڙهندو ته ڌاول ٿيندو ۽ جي اگهاڙو پڙهندو ته ڪپڙا ملي ويندس ۽ اُڃايل شخص پڙهندو ته اُڃ لهي ويندس ۽ هن جون ٻيون به فضيلتون تمام گهڻيون آهن. هن کي حارث بن ابي اسامه "مسند" ۾ روايت ڪيو آهي. علامه علي قاريءَ "شرح الحصن" ۾ لکيو آهي ته هن روايت جي سند ضعيف آهي پر سڀورن جو اتفاق آهي ته ضعيف حديث تي فضائل ۾ عمل ڪيو ويندو آهي.

## دل جي سختيءَ کان:

495. حاڪم ۽ بيهقيءَ، ابوجعفر محمد بن علي جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص پنهنجي دل ۾ سختي محسوس ڪري ته هڪ ٿانوءَ تي زعفران سان سورة يٰس لکي پيئي.

## فجر جي نماز ۾ سورة يٰس:

496. سعيد بن منصور رحمه الله، سماڪ بن حرب رحمه الله جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي ته مديني جي هڪ شخص نبي ڪريم ﷺ جن جي اقتداء ۾ فجر جي نماز پڙهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة يٰس ۽ سورة (ق) تلاوت ڪئي.

## ڏهه ڀيرا قرآن پاڪ جو ختم:

497. ابن مردوية، حضرت عقبه بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص سورة يٰس جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ ڏهه ڀيرا قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي.

498. ابن مردوية حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته

www.maktabah.org

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هر شي کي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورة ياسين آهي ۽ جيڪو شخص سورة يٰس پڙهندو تہ ان جڻ ڏهہ ڀيرا قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي.

499. ابن مردويہ، حضرت ابوهريره رضي الله عنه ۽ حضرت انس رضي الله عنه جي ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي.

**هر جمعي تي ممبر تي سورة يٰس جي تلاوت:**

500. ابن مردويہ، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هر شي کي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل سورة يٰس آهي ۽ جنهن شخص سورة يٰس پڙهي ان جڻ ڏهہ ڀيرا قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي.

501. ابن سعد، حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هو هر جمعي تي ممبر تي ويهي سورة يٰس جي تلاوت ڪندو هو.

فائده: آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ حضرت عمار رضي الله عنہ ڪُوفي جي گورنري ملڻ کان پوءِ ائين ڪندو هو جڏهن کان حضرت عمر رضي الله عنہ کين اتان جو گورنر مقرر ڪيو هو.

**اڻئي پهر خوشيءَ ۾ گذارڻ جو وظيفو:**

502. ابن ضريس، حضرت يحيٰ بن ابي ڪثير جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص صبح جو سورة يٰس پڙهندو تہ اهو شام تائين خوشيءَ ۾ گذاريندو ۽ جيڪو شخص شام جو پڙهندو تہ صبح تائين خوشيءَ ۾ گذاريندو. اسان کي هيءَ ڳالهہ ان شخص ٻڌائي جنهن ان جو تجربو ڪيو هو ۽ ان ٻڌايو تہ سورة يٰس قرآن جي دل آهي.

**مجنون شخص تي سورة يٰس جو ڦيٽو:**

503. ابن ضريس، حضرت جعفر رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: سعيد بن جُبير رضي الله عنه هڪ مجنون شخص تي سورة يٰس پڙهي تہ هو ٺيڪ ٿي ويو.

**ڀُوت کان بچاءُ:**

504. ابوالشيخ "العظمة" ۾ حضرت محمد بن سهل المقريءَ حضرت احمد بن عبدالله بن محمد بن عمرو دباغ جي روايت نقل ڪئي آهي ان پنهنجي پيءُ کان نقل ڪيو آهي تہ ان فرمايو: آءٌ رستو ڏيو پئي ويس تہ وات تي هڪ ڀُوت ڏسڻ ۾ آيو. پوءِ اوچتو اها هڪ عورت هئي جنهن کي ڦِڪي رنگ جا ڪپڙا پهريل هئا. (لالٽين) ٻتي ٻاريو ڪٽ تي ويٺي هئي مون کي سڏي رهي هئي مون ان کي ڏسي سورة يٰس پڙهڻ شروع ڪئي تہ ان جي لالٽين وسامي وئي. مون کي چيائين تہ اي الله جا ٻانها! مون سان اهو ڇا ڪيئي؟ مون سان اهو ڇا ڪيئي؟ ائين آءٌ ان کان بچي ويس.

فائدو: علامہ مقريءِ فرمائي ٿو تہ توهان کي جيڪڏهن ڪو خوف يا بادشاهہ جو ڀوءُ يا

www.maktabah.org

دشمن جو ڊڄ ٿئي ته سورة يٰس پڙهندا ڪريو، انشاءالله ان جي برڪت سان توهان کي امن ملي ويندو.

**جنن جو آواز:**

505. محمد بن عثمان بن ابي شيبة "التاريخ" ۾، طبرانيءَ ۽ ابن عساڪر حضرت حريم بن فاتڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ پنهنجي اُٺ جي ڳولها ۾ نڪتس جنهن به ماٿريءَ ۾ پئي ترياسين ته ان واديءَ جي طاقتور جي پناهه پئي گهريسين. پوءِ مون پنهنجي ڏاچيءَ تي ٽيڪ ڏئي چيو: اعوذ بعزيز هٰذا الوادي يعني: آءُ هن واديءَ جي طاقتور جي پناهه گهران ٿو. ان دوران اوچتو هاتفي آواز ٻڌڻ ۾ آيو جنهن ۾ هيءُ شعر پڙهيا پئي ويا:

- ويحک عذبالله ذي الجلال
- مار پوئي! الله ذوالجلال جي پناهه گهر.
- منزل الحرام و الحلال
- جيڪو حلال ۽ حرام جو نازل ڪندڙ
- وحدالله ولا تبال
- الله کي اڪيلو ڄاڻ ۽ ٻئي ڪنهن جي پرواهه نه ڪر.
- ماڪيد ذي الجن من الاهوال
- انهن خطرن ۾ جنّ ڇا ٿا تدبير ڪري سگهن.
- اذ تذڪرالله علي الاميال
- الله کي ياد ڪر توڙي ڪوهين دور هجين.
- وفي سهول الارض وجبال
- ۽ زمين جي ميدانن ۾ ۽ ڏونگرن ۾
- وصار ڪيد الجن من سفال
- جنن جي تدبير ۽ شرارت هيٺ ٿي ويندي.
- الا التقي وصالح الاعمال.
- البت تقويٰ ۽ چڱا عمل باقي رهندا.
- فقلت: ياايها القائل ماتقول
- مون چيومانس: اي ڳالهائيندڙ! (هاتفي آواز وارا) ڇا ٿو چوين؟
- ارشد عندڪ ام تضليل؟
- تووٽ هدايت آهي يا گمراهي؟
- فقال: هٰذا رسول الله ذوالخيرات
- چيائين: هيءُ الله جو رسول، ڀلاين وارو اچي ويو آهي.
- وجاء يٰس وحاميمات

www.maktabah.org

- جنهن يٰس ۽ حواميم آنديون آهن
• وسور بعد مفصلات
- ۽ ٻيون مفصل سورتون ٻه آنديون اٿس.
• يامر بالصلوٰة والزكاة
- نماز ۽ زكوات جو حكم كري ٿو.
• ويزجر الاقوام عن هنات
- ۽ ماڻهن كي خراب كمن كان روكي ٿو
• قد كن في الانام منكرات
- ماڻهن ۾ به ته خرابيون واقع ٿي چڪيون آهن.

مون ان كان پڇيو ته تون كير آهين؟ وراڻيائين ته آءٌ جنن جي بادشاهن مان هڪ بادشاهه آهيان، مون كي رسول الله ﷺ جن نجد جي جنن جي "حن" قبيلي ڏي موكليو آهي. (جيكڏهن مون وٽ اهڙو كو شخص هجي جيكو منهنجن هنن اُنن كي منهنجي گهر پهچائي ته مان رسول الله ﷺ جن وٽ وڃان ۽ اسلام آڻيان ان تي ان جنّ چيو ته: اهي اُٺ مان پهچائيندس (تون پرواهه نه كر) مان هڪ اُٺ تي سوار ٿي هليس (مدينه) اچي پهتس ڏٺم، نبي كريم ﷺ جن منبر تي ويٺا آهن. مون كي ڏسي كري فرمايائون: (ٻڌاءِ ته؟) ان همراهه ڇا كيو جنهن تنهنجي اُنن پهچائڻ جي ضمانت كنئي هئي؟ انهن اهي اُٺ صحيح سالم تنهنجي ڳوٺ پهچايا؟

**قيامت جي ڏينهن سورة يٰس سفارش كندي:**

506. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حضرت جابر بن سمره رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي ته ان فرمايو: نبي كريم ﷺ جن صبح جو سورة يٰس جي تلاوت كندا هئا.

**سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة يٰس:**

507. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت نافع رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي ته بيشڪ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة يٰس جي تلاوت فرمائي.

**قيامت جي ڏينهن سورة يٰس جي سفارش:**

508. ابن نجار "التاريخ" ۾ حضرت ابوبكر صديق رضي الله عنه جي روايت نقل كئي آهي ته نبي كريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص جمعي جي ڏينهن پنهنجي پيءُ ماءُ يا انهن مان هڪڙي جي قبر جي زيارت كئي ۽ اتي سورة يٰس تلاوت كيائين ته الله تعاليٰ ان جي هر حرف جي عوض ان جي بخشش كندو.

509. ابوالنصر السخيري "الابانة" ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل كئي آهي ته ان فرمايو ته نبي كريم ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ قرآن پاڪ ۾ هڪ سورة آهي جنهن كي الله وٽ "العظيمة" سڏيو وڃي ٿو ۽ ان جي پڙهندڙ كي الله وٽ شريف سڏيو وڃي ٿو ۽

www.maktabah.org

قيامت جي ڏينهن ربيعه ۽ مضر قبيلي کان به وڌيڪ ماڻهن جي سفارش جو حق ان کي ملندو ۽ اها سورة يٰس آهي.

**دعاءِ حفظ القرآن:**

510. ترمذيءَ، طبرانيءَ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته حضرت علي ڪرم الله وجهه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! مون کان قرآن پاڪ وسري ٿو وڃي. (ڇا ڪجي؟) نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توکي اهڙا ڪلما ٿو سيکاريان جو جيڪڏهن تون اُهي پڙهندين ته الله تعاليٰ توکي انهن جي ذريعي نفعو ڏيندو ۽ جنهن کي سيکاريندي ته ان کي به نفعو ڏيندو. حضرت علي رضي الله عنه عرض ڪيو ته منهنجو ابو ۽ امڙ توهان تي گهور وڃن! اهي ڪلما مون کي ضرور سيکاريو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جمعي جي رات چار رڪعتون هن طرح پڙهه جو پهرين رڪعت ۾ الحمد ۽ سورة يٰس پڙهه ۽ ٽئين رڪعت ۾ الحمد ۽ سورة دُخان پڙهه ۽ ٻي رڪعت ۾ الحمد ۽ سورة الم تنزيل (السجده) پڙهه ۽ چوٿينءَ رڪعت ۾ الحمد ۽ سورة تبارک الذي بيده الملک پڙهه. التحيات کان فارغ ٿي ته پوءِ الله جي ثناء ڪر، نبين سڀني تي درود پڙهه ۽ سمورن مؤمنن لاءِ بخشش جي دعا گهر، پوءِ هيءَ دُعا پڙهه:

اللّٰهُمَّ ارحَمنی بتَرک المَعَاصی اَبَداً مَّا اَبقیْتَنِی وَاُرحَمنی اَنْ اَتکَلَّفَ مَالاَ یَعنِینِی وَارْزُقنِیُ حُسنَ النَّظر فیمَا یُرضِیکَ عَنِّی اَللّٰهُمَّ بَدِیْعَ السَّمٰوت وَالاَرُض ذَاالجَلال وَالاُکرَامِ وَاُلعزۃِ الَّتِی لاَتُرامُ اُسئَلکَ یَااَللّٰهُ یَارَحْمٰنُ بَجلاَلِکَ وَ نُور وَ جهکَ اَن تُلزِمَ قَلبی حفظَ کِتَابکَ کَمَا عَلَّمتَنِی وَ ارزُقنِی اَنْ اَتلُو عَلَی النَّحو الَّذیْ یُرضِیکَ عَنِّیُ واسئلکَ اَنْ تُنَور بکتَا بکَ بَصَرِی وَاَنْ تُطلِقَ به لِسَانِی وَاَنْ تُفرِّجَ به عَنْ قَلبِی وَاَنْ تَشرَحَ به صَدرِیُ وَاَنْ تغسِلَ بهٖ بَدَنِی فَانَّه لاَ یُعیِنُنِی عَلَی الحَقِّ غَیرُکَ وَلاَ یوفق لَه الاَّ اَنتَ.

ترجمو: اي اللهَ مون کي جيستائين جيارين هميشه گناهن کان بچڻ جي توفيق عطا فرماءِ ۽ اجاين ڳالهين ۾ محنت ڪرڻ کان بچڻ جي توفيق عطا ڪر. جن ڳالهين تي تون راضي آهين تن تي بصيرت عطا ڪر. اي الله! آسمانن ۽ زمينن کي نئين سر پيدا ڪندڙ! وڏائي ۽ عزت وارا! ۽ اهڙي عزت جا مالڪ جنهن کي ماڻڻ جو ارادو نٿو ڪري سگهجي. اي الله! اي رحمان آءٌ توکان تنهنجي بزرگيءَ ۽ تنهنجي ذات جي نور جو واسطو ڏئي سوال ٿو ڪريان ته منهنجي دل کي پنهنجي ڪتاب جي حفظ سان لازم ڪري وٺ ۽ مون کي ان جي تلاوت جي توفيق عطا فرماءِ جو تو مون کان راضي ٿي وڃين. توکان سوال ٿو ڪريان ته تون پنهنجي ڪتاب (قرآن) جي برڪت سان منهنجون اکيون منور ڪر ۽ منهنجي زبان کي جاري ڪر ۽ منهنجي دل مان غم دور ڪر ۽ ان جي برڪت سان منهنجو سينو کول ۽ منهنجي بدن کي استعمال ڪر ڇاڪاڻ ته توکان سواءِ حق تي منهنجي مدد ڪرڻ وارو ڪوبه نه آهي ۽ ان جي توفيق تون ئي ڏئي سگهين ٿو.

اي علي! هيءَ ڏسُ ٽي يا پنج يا ست جمعا ڪندين ته الله تعاليٰ جي حڪم سان قرآن پاڪ

www.maktabah.org

ياد ڪري ويندين ۽ اهو هر مؤمن کي ضرور فائدو ڏيندي. ان کان پوءِ حضرت علي ﷺ ستن جمعن کان بعد نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيا ۽ ڪين ٻڌايائون ته هاڻي قرآن پاڪ ۽ حديث شريف ياد ٿي وڃن ٿا. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته اها هر مؤمن کي سيکار! قسم آهي رب ڪعبه جو! اي ابوالحسن! (علي ﷺ!) ائين ٻه دفعا فرمايائونس.

511. علامه سيوطي "الاذڪار" ۾ لکيو آهي ته ٻيپهريءَ جي نماز ۾ سورة يٰس جي پڙهڻ بابت ذڪر آيو آهي.

فائده: سورة طٰهٰ جي فضيلتن ۾ ڪجهه سورة يٰس بابت به آيو هو ۽ اڳتي سورة دخان ۽ سورة قمر جي فضيلتن ۾ به ذڪر ايندو.

## سورة الصافات جون فضيلتون

512. ابن ابي دائود، "فضائل القرآن" ۾ ابن النجار "التاريخ" ۾ حضرت نهشل بن سعيد ورداني جي ۽ ترمذيءَ حضرت ضحاڪ ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت عبدالله ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة يٰس ۽ سورة الصافات پڙهي الله تعاليٰ کان دعا گهرندو ته الله تعاليٰ ان جي اها دُعا ضرور قبول ڪندو.

### نماز ۾ سورة الصافات:

513. ابن ابي شيبه، نسائي ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي فجر جي نماز ۾ هلڪائيءَ جو حڪم ڪندا هئا ۽ امامت ڪرائيندي نماز ۾ سورة صافات پڙهندا هئا.

### ٻيپهري جي نماز ۾ سورة صافات:

514. ابن ابي شيبه، "المصنف" ۾ حضرت ابراهيم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته آءٌ ٻيپهريءَ جي نماز ۾ سورة صافات جي تلاوت ڪندو آهيان.

515. علامه محدث عبدالحق دهلويءَ "شرح الصراط المستقيم" ۾ لکيو آهي ته سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة صافات" جي تلاوت جي روايت به آئي آهي.

## سورة صافات جي پهرين ڏهن آيتن جي فضيلت

سورة بقره جي پهرين چئن آيتن جي فضيلت ۾ هنن آيتن جي فضيلت گذري چڪي آهي.

## سبحان ربک رب العزت... (سورة الصافات: 182) جي فضيلت

### نماز ۾ سلام کان پوءِ:

516. طبرانيءَ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان

www.maktabah.org

فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ سلام ورائڻ کان پوءِ جماعت ذي منهن مبارڪ ڦيرڻ مهل هيءَ آيتون پڙهندا هئا:

سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ۝١٨٠ وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ۝١٨١ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١٨٢ (سورة الصافات: 180-181- 182)

ترجمو: (اي پيغمبر!) جيڪي اهي بيان ڪن ٿا تنهن کان تنهنجو پالڻهار عزت جو مالڪ پاڪ آهي ۽ پيغمبرن تي سلام هجي ۽ سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ آهن جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي.

517. سعيد بن منصور، ابن ابي شيبه، عبد بن حميد، ابويعليٰ ۽ ابن مردويه حضرت ابوسعيد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن به نماز ۾ سلام ڦيرائڻ جو ارادو ڪندا هئا ته هيءَ آيتون پڙهندا هئا: سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ۝١٨٠ وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ۝١٨١ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١٨٢ (سورة الصافات: 180-181- 182)

518. خطيب به حضرت ابوسعيد رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

اجر جو وڏو ماپو:

519. طبرانيءَ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص هر نماز کان پوءِ هيءَ آيتون ٽي دفعا پڙهندو ته ان ڄڻ اجر جو وڏو ماپو حاصل ڪري ورتو: سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ۝١٨٠ وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ۝١٨١ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١٨٢ (سورة الصافات: 180-181- 182)

520. ابن ابي حاتم حضرت شعبي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن کي پسند هجي ته قيامت جي ڏينهن اجر جو وڏو ماپو حاصل ڪري وٺي ته ان کي گهرجي ته هو ڪچهريءَ مان اٿڻ مهل هيءَ آيتون پڙهي: سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ۝١٨٠ وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ۝١٨١ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١٨٢ (سورة الصافات: 182)

521. علامه بغويؒ تفسير ۾ ٻي سند سان حضرت علي رضي الله عنه جي ان جهڙي موقوف روايت نقل ڪئي آهي.

522. حميد بن زنجويه "الترغيب" ۾ اصبغ بن نباتة جي سند سان حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جنهن کي هيءَ ڳالهه پسند هجي ته اجر جو وڏو ماپو حاصل ڪري وٺي ته اهو هيءَ آيت ٽي دفعا پڙهي: سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ۝١٨٠ وَسَلٰمٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ ۝١٨١ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١٨٢ (سورة الصافات: 180-181- 182)

**سڪرات مهل تلاوت:**

523. ابن ابي داؤد، خالد بن معدان تابعيءَ جي سند سان نقل ڪيو آهي ته جڏهن ڪو مريض موت جي ڪشمڪش (سڪرات) ۾ هوندو هو ته پاڻ ان تي سورة صافات جون آخري آيتون

www.maktabah.org

پڙهندو هو، اها روايت علامه بڪري شرح "الاذڪار النوويه" ۾ به آندي آهي.

## سورة "ص" جي باري ۾

هن جي ڪابه فضيلت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الزمر جي باري ۾

### روزانه رات جو تلاوت:

هن جي فضيلت ۾ ڪابه خاص حديث نه ملي آهي، البته فضيلت ڪان سواءِ هيءَ روايت آئي آهي.

524. امام احمد، نسائيءَ، ترمذيءَ ۽ حاڪم حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن روزانه رات جو سورة بني اسرائيل ۽ سورة الزمر جي تلاوت ڪندا هئا.

نوٽ: امام ترمذيءَ هن حديث کي "حَسَنُ" قرار ڏنو آهي.

## اَللّٰهُمَّ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ آيت بابت

525. امام مسلم، ابوداؤد ۽ بيهقيءَ، "الاسماءُ والصفات" ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن رات جو جڏهن نماز پڙهڻ لاءِ اٿندا هئا ته نماز جي شروع ۾ هيءَ دعا پڙهندا هئا: اللهم رب جبرئيل و ميڪائيل و اسرافيل فاطر السمٰوٰت والارض عالم الغيب والشهادة انت تحڪمين عبادک فيما ڪانوا فيه يختلفون. آيت نمبر: 26 اهدني لما اختلفت فيه من الحق باذنک انک تهدي من تشاءُ اليٰ صراط مستقيم.

ترجمو: اي الله! جبرئيل، ميڪائيل ۽ اسرافيل جا رب! آسمانن ۽ زمين جا پيدا ڪندڙ! ڳجهه ۽ ظاهر جا ڄاڻندڙ! تون ئي پنهنجن ٻانهن جي وچ ۾ جنهن ڳالهه ۾ اهي اختلاف پيا ڪن تنهن ۾ فيصلو ڪندين ۽ مون کي به پنهنجي حڪم سان هدايت ڏي جڏهن آءٌ ان ۾ حق کان اختلاف ڪيان، بيشڪ تون جنهن کي چاهين سڌي رستي جي هدايت ڏئي سگهين ٿو.

## قُلْ يَا عِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوا (سورة الزمر: 53) جي فضيلت

هن جي فضيلت سورة نحل جي فضيلتن ۾ گذري چڪي آهي ته.

### اميد جي وڏي ۾ وڏي آيت:

526. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي موقوف روايت آهي ته قرآن پاڪ ۾ اميد جي اعتبار سان وڏي ۾ وڏي آيت هيءَ آهي: قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ۝ (الزمر: 53)

ترجمو: اي پيغمبر! (منهنجي طرفان ڪين) چئو ته پاڻ تي زيادتي ڪندڙ، اي منهنجا ٻانهؤ! الله جي مهربانيءَ مان نااميد نه ٿيو بيشڪ الله سڀ گناهه معاف ڪري ٿو. بيشڪ اهوئي معاف

www.maktabah.org

ڪندڙ نهايت رحم وارو آهي.

**وسيع آيت:**

527. ابن جرير، امام ابن سيرين جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت علي رضي الله عنه پڇيو: الله تعاليٰ جي ڪتاب ۾ وڌيڪ وسيع آيت ڪهڙي آهي؟ پوءِ ڪنهن ڪهڙي ڪنهن ڪهڙي آيت تي ٻڌايو ۽ ڪنهن وري چيو ته هيءَ آيت وسيع آهي: وَمَنْ يَّعْمَلْ سُوْٓءًا اَوْ يَظْلِمْ نَفْسَهٗ ثُمَّ يَسْتَغْفِرِ اللّٰهَ يَجِدِ اللّٰهَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿١١٠﴾ (النساء 110)

ترجمو: ۽ جيڪو بڇڙو ڪم ڪري ٿو يا پاڻ تي ظلم ڪري ٿو ۽ پوءِ الله کان معافي گهري ٿو. سو الله کي گهڻو معاف ڪندڙ نهايت رحم وارو لهندو.

حضرت عليؓ فرمايو: ته هن آيت کان وڌيڪ ڪابه وسيع آيت قرآن پاڪ ۾ نه آهي قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ۭ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿٥٣﴾ (الزمر: 53) ترجمو گذري چڪو آهي.

**وحشي بن حرب جو اسلام آڻڻ:**

528. طبراني، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن حضرت حمزه رضي الله عنه جي قاتل وحشي بن حرب ڏي اسلام جي دعوت موڪلي هن نياپو ڪيو ته اي مُحَمَّدْ! مون کي ڪيئن ٿا دعوت ڏيو؟ جڏهن ته توهان جو يقين آهي ته جنهن "قتل ڪيو يا چوري ڪئي يا شرڪ ڪيو سو سزا ڏسندو ويضاعف له العذاب يوم القيٰمة ويخلدفيه مهانا. الزمر: 69 يعني: ان لاءِ قيامت جي ڏينهن عذاب ٻيڻو ڪيو ويندو ۽ خوار ٿي ان ۾ پيو رهندو" ۽ مون ۾ اهي سڀ ڳالهيون آهن. منهنجي لاءِ ڪو رحمت جو دروازو آهي؟ پوءِ الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي: اِلَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ عَمَلًا صَالِحًا فَاُولٰٓىِٕكَ يُبَدِّلُ اللّٰهُ سَيِّاٰتِهِمْ حَسَنٰتٍ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٧٠﴾ (النساء 116)

ترجمو: جن توبه ڪئي ۽ ايمان آندو ۽ چڱو ڪم ڪيو تن جي بڇڙاين کي الله تعاليٰ ڦيرائي چڱايون ڪندو ۽ الله معاف ڪندڙ نهايت رحم وارو آهي.

پوءِ وحشيءَ چيو ته هيءُ شرط سخت آهي يعني: اِلاَّ مَنُ تَابَ وَآمَنَ وَعَمِلَ صَالِحاً. شايد مون کان اهو نه ٿي سگهي. پوءِ الله هيءُ آيت نازل فرمائي: اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَاۗءُ ۭ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًۢا بَعِيْدًا ﴿١١٦﴾ (النساء 116)

ترجمو: بيشڪ الله (هن ڳالهه کي) معاف نه ٿو ڪري ته ان سان (ڪنهن کي) شريڪ ڪيو وڃي ۽ ان (گناهه) کانسواءِ ٻيا گناهه جنهن کي گهري تنهن کي معاف ڪري ٿو، وحشيءَ چيو: هن ۾ ته الله جي مشيت (چاهت) آهي خبر نه آهي ته مون کي بخشيو وڃي الائي نه بخشيو وڃي. ان کان علاوه ٻي ڪا صورت؟ پوءِ الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل فرمائي:

www.maktabah.org

قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿۵۳﴾ (الزمر 53)

ترجمو: مٿي گذري چڪو آهي.

وحشيءَ چيو تہ هيءَ بهتر آهي. ان کان پوءِ هن اسلام قبول ڪيو، ماڻهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول جيڪا شيءِ وحشيءَ ماٺي اها اسان بہ ماٺي سگهون ٿا؟ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اها شيءِ مسلمان لاءِ عام آهي.

## وما قدرو الله حق قدره.... الزمر (آيت: 67) جي فضيلت

هن جي فضيلت سورة هود ۾ گذري چڪي آهي، مڪمل آيت هن طرح آهي:

وَمَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌۢ بِيَمِيْنِهٖ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۶۷﴾ (الزمر 67)

ترجمو: الله جو قدر نہ ڪيائون جيئن قدر جو حق آهي ۽ قيامت جي ڏينهن زمين ساري سندس مُٺ ۾ هوندي ۽ آسمان سندس ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل هوندا. اهو پاڪ آهي جن سان ساڻس شرڪ ٿا ڪن تن کان بلند آهي...

## سورة حم مؤمن بابت

هن سورة جي ڪا خاص فضيلت نہ ملي آهي البتہ اهي ئي فضيلتون آهن جيڪي "حوا ميم" سورتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن. مثلاً:

### ٻين نبين تي فضيلت:

529. ابن مردويه، حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو آهي تہ پاڻ فرمايائون: الله تعاليٰ مون کي تورات جي جاءِ تي السَّبعُ (ست) ڏنيون آهن ۽ انجيل جي جاءِ تي مون کي "الرآت" کان "طواسين" تائين عطا ڪيون آهن ۽ زبور جي جاءِ تي مون کي "طواسين" کان "حواميم" تائين ڏنيون آهن ۽ مون کي "حواميم ۽ مفصل" سورتن سان ٻين نبين تي فضيلت بہ ڏني وئي آهي. جيڪي مون کان اڳ ڪنهن بہ نبيءَ نہ پڙهيون آهن.

### اصطلاحن جي وضاحت:

"السبع" مان مراد "سبع طوال" سورتون آهن هن جي وضاحت سورة توبہ ۾ گذري چڪي آهي. باقي "الرت" مان مراد اهي سورتون آهن جن جي منڍ ۾ "الر" آهي ۽ "طواسين" مان مراد ٽي سورتون آهن: (1) سورة الشعراء (2) سورة النمل (3) سورة القصص آهي ۽ "حواميم" مان مراد اهي سورتون آهن جن جي مُنڍ ۾ حٰم جو لفظ آهي ۽ مفصل جي معنيٰ: سورة (طٰهٰ) ۾ گذري چڪي آهي.

www.maktabah.org

530. ابوعبيد "الفضائل" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: بيشڪ هر شيءِ کي خلاصو هوندو آهي ۽ قرآن پاڪ جو خلاصو "حوا ميم" سورتون آهن يعني: اهي سورتون آهن جن جي مُنڍ ۾ "حٰم" جو لفظ آهي.

**حوا ميم سورتون:**

531. ابوعبيد، ابن المنذر ۽ محمد بن نصر، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن تو حوا ميم سورتون پڙهيون ڄڻ نرم زمين جي باغ ۾ آئين

**قرآن پاڪ جو مثال**

532. محمد بن نصر ۽ حميد بن زنجويه ٻي سند سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: بيشڪ قرآن پاڪ جو مثال ان شخص وانگر آهي جيڪو پنهنجي اهل عيال لاءِ گهرجي ڳولا لاءِ نڪتو پوءِ اهڙي جاءِ تي پهتو جتي مينهن جا اثرات هئا. هو هلندو رهيو ۽ خوش ٿيندو رهيو. اوچتو مٺاهين زمين تي ٿهيل باغات ۾ وڃي پهتو، چوڻ لڳو: آءٌ مينهن واري پهرين زمين تي اچرج ڪري رهيو هوس پر هي هند تہ وڌيڪ اچرج وارو ۽ وڻندڙ آهي، پوءِ ان کي ٻڌايو ويو تہ پهرين زمين قرآن جي عظمت جو مثال آهي، ۽ هيءَ مٺاهين زمين تي باغ ائين آهن جيئن قرآن جون "حوا ميم" سورتون.

**قرآن پاڪ جي سونهن ۽ سينگار:**

533. ابوعبيد، ابن ضريس، ابن المنذر، حاڪم ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حوا ميم سورتون قرآن پاڪ جو سونهن ۽ سينگار آهن.

534. ابوالشيخ، ابونعيم ۽ ديلميءَ بہ حضرت انس رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**جنت جا باغ:**

535. ابن مردويه ۽ ديلميءَ، حضرت سمرة بن جندب رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ حوا ميم سورتون جنت جا باغ آهن.

**حوا ميم سورتن جو عرض:**

536. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت خليل بن مرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ بيشڪ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: "حوا ميم" سورتون ست آهن ۽ جهنم جا دروازا بہ ست آهن. هيءَ هرهڪ دروازي وٽان اچي بيهي رهنديون ۽ الله تعاليٰ کي عرض ڪنديون تہ اي الله! هن دروازي کان هر ان شخص کي بچاءِ جيڪو مون کي مڃيندو هو ۽ مون کي پڙهندو هو.

537. دارميءَ ۽ محمد بن نصر، حضرت ابراهيم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان

www.maktabah.org

فرمايو: حوا ميم سورتن کي "عرائس نالو" رکيو ويندو آهي.

فائده: آءٌ چوان ٿو تہ "عرائس" جي معنيٰ آهي، سڳوريون ۽ برڪت واريون.

**حٰم وارن لاءِ مسجد:**

538. ابوعبيد، ابن سعد، محمد بن نصر ۽ حاڪم، حضرت ابودرداءُ رضي الله عنه جي باري ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ ان هڪ مسجد ٺهرائي ڪنهن ان کان پڇيو تہ هيءَ ڪنهن لاءِ ٺهرائي وئي آهي، تہ فرمايائين: حٰم وارن جي لاءِ.

**قرآن پاڪ جو ميوو:**

539. ابن ضريس، حضرت اسحاق بن عبدالله بن ابي فروه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ اسان کي هڪ روايت پهتي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: هر وڻ کي ميوو هوندو آهي ۽ قرآن پاڪ جو ميوو "حوا ميم" سورتون آهن. هيءَ سرسبز گهاٽا ۽ برڪت وارا باغ آهن ۽ هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن. پوءِ جيڪو چاهي تہ جنت جي باغن مان ڏءُ ڪري تہ ان کي گهرجي تہ حٰم سورتون پڙهي. ۽ جيڪو شخص جمعي جي رات سورة دخان پڙهندو تہ اهو صبح جو بخشيو بخشايل تي اُٿندو ۽ جيڪو رات ۽ ڏينهن جو "سورة الم السجده ۽ تبارڪ الذي بيده الملڪ" پڙهندو تہ ان کي جڻ قدر واري رات ملي وئي. ۽ جيڪو شخص سورة "اذا زلزلت الارض" پڙهندو تہ ان جڻ قرآن جو چوٿون حصو پڙهيو ۽ جيڪو شخص سورة "قل يايها الڪافرون" پڙهندو ان جڻ قرآن پاڪ جو چوٿون حصو پڙهيو ۽ جيڪو سورة "قل هو الله احد" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ جنت ۾ محل ٺهرائيندو. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه عرض ڪيو پوءِ تہ اسان گهڻيون محلاتون ٺاهي وٺنداسون؟ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله جو فضل تمام گهڻو ۽ ڪشادو آهي. ۽فرمايائون: جيڪو شخص "قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس" پڙهندو تہ اهو شر کان محفوظ رهندو البتہ چوي تہ اي رب! مون کي پنهنجي شر کان بچاءِ. ۽ جنهن شخص "سورة الفاتحہ" پڙهي ان جڻ قرآن پاڪ جو چوٿون حصو پڙهيو ۽ جنهن "الهاڪم التڪاثر" پڙهي ان جڻ هڪ هزار آيتون پڙهيون.

**ڪجھ اهي روايتون جيڪي حٰم مؤمن سان تعلق رکن ٿيون.**

540. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت عمروبن مرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنه جي پٺيان فجر جي نماز پڙهي جنهن ۾ هن سورة "حٰم مؤمن" تلاوت ڪئي جڏهن هو "العشي والابڪار" تي پهتو تہ رڪوع ڪيائين. باقي رهيل سورة ٻي رڪعت ۾ پوري ڪيائين.

**لفظ "حٰم" جي باري ۾:**

541. عبدالرزاق "المصنف" ۾ ۽ ابن ابي شيبہ، ابوعبيد، ابن سعيد، ابوداؤد، ترمذي، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردويه، حضرت مهلب بن ابي صفرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون کي ان شخص ٻڌايو، جنهن هيءَ حديث نبي ڪريم

www.maktabah.org

ﷺ جن کان ٻڌي آهي پاڻ سڳورن ﷺ جن خندق واري رات فرمايو تہ جيڪڏهن اڄ رات اٿئون تہ توهان چئجو: ”حٰم لاينصرون“ يعني: اهي (دشمن) مدد نہ ڪيا ويندا.

**دشمن سان مقابلي مهل نعرو:**

542. ابن ابي شيبہ، نسائي، حاڪم ۽ ابن مردويہ، حضرت براءُ بن عازب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ توهان سڀاڻي دشمن سان مقابلو ڪندؤ تنهنڪري توهان جو شعار (نعرو) ”حٰم لاينصرون“ هجي.

**حُنين جي لڙائيءَ ۾:**

543. ابو نعيم ”دلائل النبوة“ ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حُنين جي لڙائيءَ ۾ جڏهن مسلمان پوئتي ٿيڻ لڳا تہ نبي ڪريم ﷺ جن مٽيءَ جي مُٺ ڀري دشمن جي منهن ۾ ڦِٽي ڪئي ۽ فرمايائون ”حٰم لاينصرون“.

## سورة مؤمن جي پهرين ٻن آيتن جي فضيلت

544. ترمذيءَ، بزار، محمد بن نصر، ابن مردويہ، ابن سني ۽ بيهقي (شعب الايمان) ۾ ۽ ابوالشيخ ”ثواب الاعمال“ ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو ”حٰم مؤمن“ کان وٺي ”اليه المصير“ تائين ۽ ”آية الڪرسي“ پڙهندو تہ اهو شام تائين محفوظ رهندو ۽ جيڪو شام جو پڙهندو تہ اهو صبح تائين محفوظ رهندو.

علامہ ابن سنيءَ جي روايت ۾ آهي تہ جيڪو شخص ”آية الڪرسي“ ۽ ”حٰم مؤمن“ جون مُنڍ واريون آيتون پڙهندو تہ ان ڏينهن هر برائيءَ کان محفوظ رهندو.

آيتون هي آهن: حٰمٓ ۝١ تَنۡزِيۡلُ الۡكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الۡعَزِيۡزِ الۡعَلِيۡمِ ۝٢ غَافِرِ الذَّنۡۢبِ وَقَابِلِ التَّوۡبِ شَدِيۡدِ الۡعِقَابِ ذِى الطَّوۡلِ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ اِلَيۡهِ الۡمَصِيۡرُ ۝٣“ (المؤمن: 1 کان 3)

ترجمو: حٰم (هن) ڪتاب جو نازل ڪرڻ الله جي طرفان آهي جيڪو زبردست، (۽ سڀ ڪم) ڄاڻندڙ آهي، گناهہ معاف ڪندڙ ۽ توبہ قبول ڪندڙ سخت سزا ڏيندڙ سگهہ وارو آهي، ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ان ڏي ئي موٽڻ آهي.

## سورة حٰم السجده بابت

هن سورة جي انهن فضيلتن کان سواءِ جيڪي حوا ميم ۾ گڏري چڪيون آهن ڪابہ فضيلت نہ آئي آهي البتہ فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آيون آهن:

**سڀ اُمتي جنت ۾ ويندا:**

545. حڪيم ترمذيءَ ”نوادر الاصول“ ۾ عبدالرحمٰن بن ابي بڪر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ حضرت عائشہ رضي الله عنها جي زيارت لاءِ وٽس ويس تہ اتي نبي

www.maktabah.org

كريم ﷺ جن تي وحي نازل ٿي رهيو هو، ڪجهه وقت کان پوءِ ختم ٿي ويو، پوءِ فرمايائون ته اي عائشه! مون کي چادر ڪٽي ڏي. امان عائشه رضي الله عنها کين چادر ڏني پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جن مسجد ۾ آيا ته اُتي هڪڙو شخص وعظ ڪري رهيو هو پاڻ سڳورا ﷺ جن اتي ويهي رهيا تانته هن پنهنجو وعظ پورو ڪيو. پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جن "سورة حٰم تنزيل الرحمٰن الرحيم" شروع ڪئي ان کان پوءِ يڪو سجدي ۾ هليا ويا، هيڏانهن حضرت عائشه رضي الله عنها پنهنجي خادمن کي نبي ڪريم ﷺ جن وٽ موڪليو. اما عائشه فرمائي ٿي ته آءٌ جڏهن کان سائينجن ﷺ سان گڏ آهيان تڏهن کان وٺي سندن اهڙي عجيب حالت ڪانه ڏٺي هئي پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جن سجدي مان اُٿيا. فرمايائون ته هيءُ سجدو پنهنجي ربّ جي شڪراني جو ڪيم، جنهن مون تي منهنجي اُمت جي باري ۾ انعام ۽ اڪرام ڪيا. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه عرض ڪيو ته توهان تي اُمت جي باري ۾ ڪهڙا انعام ٿيا آهن؟ فرمايائون ته منهنجي اُمت مان الله تعاليٰ ستر هزار ماڻهن کي جنت ۾ داخل ڪندو. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه عرض ڪيو ته سائين! توهان جي اُمت پاڪ ته تمام گهڻي آهي اجا دعا گهرو، فرمايائون ته دعا گهريم. هاڻي ستر هزار مان هرهڪ سان گڏ ستر هزار ڄڻا هوندا. حضرت ابوبڪر رضي الله عنه عرض ڪيو ته سائين اُمت لاءِ اجا به گهرو. نبي ڪريم ﷺ جن هٿن سان اشارو ڪندي ۽ سيني تي هٿ رکي فرمايو ته سيئي جنت ۾ ويندا. حضرت عمر فاروق رضي الله عنه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! بچائي ورتو.

546. بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت خليل بن مرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن تيستائين ننڊ نه ڪندا هئا جيستائين سورة تبارڪ ۽ سورة حٰم سجده جي تلاوت نه ڪن.

## حٰم عسق (سورة الشعريٰ) بابت

هن جي ڪا خاص فضيلت نه آئي آهي البته اهي ئي آهن جيڪي "حٰم سورتن" جي فضيلتن ۾ عموماً گذري چڪيون آهن.

## سورة الزخرف

هن جي ڪابه خاص فضيلت نه آئي آهي البته اهي ئي جيڪي "سورة مؤمن ۽ حٰم سورتن" جون فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

## سبحٰن الذي سخرلنا (آيت: 13) جي فضيلت

547. مسلم، ابوداؤد، ترمذي، نسائي، حاڪم ۽ ابن مردويه، حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن به سفر لاءِ سواريءَ تي چڙهندا هئا ته ٽيهريان تي ٽيرا الله اڪبر چئي پوءِ هيءَ دعا پڙهندا هئا: لِتَسْتَوٗا عَلٰى ظُهُوْرِهٖ ثُمَّ تَذْكُرُوْا نِعْمَةَ رَبِّكُمْ اِذَا اسْتَوَيْتُمْ عَلَيْهِ وَتَقُوْلُوْا سُبْحٰنَ الَّذِيْ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِيْنَ ۝ وَاِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنْقَلِبُوْنَ (الزخرف: 14)

www.maktabah.org

ترجمو: هن لاءِ تہ اوهين انهن جي پٺين تي چڙهي ويهو، وري جڏهن انهن تي چڙهي ويهو تہ پنهنجي پالڻهار جي نعمت ياد ڪريو ۽ چئو تہ اهو پاڪ آهي جنهن اسان ڪي تابع ڪري ڏنا ۽ اسان ڪيان جي طاقت نہ هئي. ۽ بيشڪ اسين پنهنجي پالڻهار ڏي موٽڻ وارا آهيون.

**نبي ڪريم ﷺ جن مُرڪيا:**

548. طيالسيءَ، عبدالرزاق، سعيد بن منصور، ابن ابي شيبه، امام احمد، عبدبن حميد، ابوداؤد، ترمذيءَ جنهن هن حديث ڪي صحيح قرار ڏنو آهي، ابن جرير، ابن المنذر، حاڪم جنهن هن حديث ڪي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردويه ۽ بيهقي "الاسماء والصفات" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان وٽ سواريءَ لاءِ جانور آندو ويو جڏهن ان جي رڪيب ۾ پير وڌائون تہ چيائون. بسم الله ۽ ان تي وينا تہ ٽي ڀيرا الحمدلله ۽ ٽي ڀيرا الله اڪبر پڙهي ان ڪان پوءِ هيءَ دعا پڙهيائون.

"سُبْحٰنَ الَّذِیْ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِیْنَ ﴿۱۳﴾ وَاِنَّاۤ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنْقَلِبُوْنَ ﴿۱۴﴾ سبحانک لا اِلٰہ اِلا انت قد ظلمت نفسی فاغفرلی ذنوبی انہ لا یغفر الذنوب الا انت"

ترجمو: پاڪ آهي اها ذات جنهن هي اسان ڪي نوائي ڏنو ۽ اسين ان جي نوائڻ جي ڪڏهن بہ طاقت رکندڙ نہ هئاسين. بيشڪ اسين پالڻهار ڏانهن موٽندڙ آهيون. پاڪ آهي تنهنجي ذات توکان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي بيشڪ مون پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو آهي تنهنڪري منهنجا گناهہ معاف ڪر بيشڪ توکان سواءِ ڪوبہ گناهہ معاف نٿو ڪري.

ان ڪان پوءِ مرڪيا. راوي ٿو چوي تہ مون پڇيو تہ اي اميرالمؤمنين! اوهان ڇو مُرڪيو؟ فرمايائين: مون رسول الله ﷺ جن ڪي ائين ڪندي ڏٺو جيئن مون ڪيو. ان ڪان پوءِ پاڻ سڳورا ﷺ جن بہ مُرڪيا هئا. مون سائين جن ڪان پڇيو تہ اي الله جا رسول! اوهان ڇو مُرڪيا؟ فرمايائون تہ الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي تي عجب ٿو ڪري خوش ٿو ٿئي جڏهن هو چوي ٿو تہ اي رب! مون ڪي معاف ڪر ۽ يقين بہ اٿس تہ مون ڪان سواءِ ڪير بہ گناهہ نہ بخشيندو.

549. امام احمد رحمه الله، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ان ڪي پنهنجي سواريءَ تي پٺيان ڪنيو جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ جن سواريءَ تي چڙهي وينا تہ ٽي ڀيرا "سبحان الله" ٽي ڀيرا "الله اڪبر" ۽ ٽي ڀيرا "لا اِلٰہ الا الله" پڙهي پوءِ مُرڪيا. پوءِ فرمايائون تہ جيڪو بہ مسلمان سواريءَ تي چڙهڻ مهل هيئن ڪندو جيئن مون ڪيو تہ الله تعاليٰ ان ڏي ائين مُرڪي متوجہ ٿيندو آهي جيئن آءٌ توهان سان مُرڪي رهيو آهيان.

فائدو: الله جي مُرڪڻ جو مطلب تہ هو ٻانهي جي مٿان راضي هوندو آهي.

**سواريءَ تي چڙهڻ مهل حضرت حسين رضي الله عنه جي دُعا:**

550. عبد بن حميد، ابن جرير ۽ ابن المنذر حضرت ابومجاز رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حضرت حسين بن علي رضي الله عنهما هڪ شخص ڪي ڏٺو جيڪو جانور تي

www.maktabah.org

سوار ٿيڻ مهل هيءَ دعا پڙهي رهيو هو: سبحـــن الذى سخرلنا هـــذا وماكنا له مقرنين. حضرت حسين رضي الله عنه ان کان پڇيو تہ توکي ان جي پڙهڻ جو حڪم ٿيو آهي يا پنهنجي طرفان ٿو پڙهين؟ ان چيو: پلا! ڪيئن چوان؟ حضرت حسينؓ فرمايس تہ پهريان چئو. الحمد لله الذى هدانا للاسلام الحمد لله الذى من علينا بمحمد صلى الله عليه وسلم. الحمدلله الذى جعلنى فى خيرامة اخرجت للناس

ترجمو: سڀ تعريفون الله لاءِ آهن جنهن اسان کي اسلام جي هدايت عطا ڪئي، سڀ تعريفون الله لاءِ آهن جنهن اسان تي مُحَمَّد ﷺ جن ذريعي ٿورو فرمايو. سڀ ساراهہ ان لاءِ آهي. جنهن مون کي پلي امت ۾ پيدا ڪيو، جيڪا ماڻهن لاءِ آندي وئي آهي. ان کان پوءِ چئو! سُبۡحٰنَ الَّذِیۡ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقۡرِنِیۡنَ ۝ ترجمو گذري چڪو آهي.

### سواريءَ تي چڙهڻ مهل حضرت طاؤس رضي الله عنه جي دعا:

551. عبد بن حميد ۽ ابن جرير، حضرت طاؤس رضي الله عنه جي باري ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ هو جڏهن بہ سواريءَ تي چڙهندو هو تہ هيءَ دعا پڙهندو هو: بسم الله اللّهم هـــذا من منك وفضلك علينا فلك الحمد ربنا سبحان الذى سخرلنا هـــذا وماكنا له مقرنين وانا الى ربنا لمنقلبون.

ترجمو: الله جي نالي (سوار ٿيان ٿو)، اي الله! هيءَ تنهنجي احسان ۽ تنهنجي فضل مان آهي، تولاءِ حمد آهي اي رب اسان جا پاپاڪ آهي. ذات ان جي جنهن اسان لائي (سواري) مسخر ڪئي ۽ نہ هياسين اسان ان تي قبضو ڪندڙ، اسان رب ڏانهن موٽندڙ آهيون.

### دعا نہ گهرندڙ جو ڪنڌ ڀڄي پيو:

552. عبد بن حميد ۽ ابن المنذر، حضرت سليمان بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ بيشڪ ڪجهڙا ماڻهو سفر ۾ هيا جيڏي مهل سواريءَ تي پئي چڙهيا تہ هيءَ دعا پئي پڙهيائون: سبحان الذي سخرلنا هذا وماكنا له مقرنين. انهن ۾ هڪڙو شخص هو جنهن وٽ ٽڪل ڏاچي هئي، ان چيو تہ آءٌ دعا نہ پڙهندس مون کي پنهنجي ڏاچيءَ تي ڪنٽرول آهي، مون کان ڪاڏي نہ ويندي. پوءِ رب جي قدرت سان جيئن ئي هو ان تي چڙهيو تہ ڏاچي کي ٺاهہ آيو ۽ ان سبب ڪڌڻ لڳي ۽ هن کي ڪيرائي وڌائين جنهن ڪري هن جو ڪنڌ ڀڄي پيو.

## سورة دخان جي فضيلت

553. ترمذيءَ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة (حٰم دُخان) پڙهندو تہ اهو هن حال ۾ اُٿندو جو ستر هزار ملائڪ ان لاءِ بخشش پيا گهرندا.

### صبح جو بخشيل شخص:

554. ترمذيءَ، محمد بن نصر، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة "حٰم الدُخان" پڙهندو تہ

www.maktabah.org

اهو صبح جو بخشيو بخشايل ٿي اُٿندو.

### جمعي جي رات ۾ ڏينهن جو سورة الدخان جي تلاوت جو ثواب:

555. ابن مردويه، حضرت ابو امامه رضي الله عنه روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي رات جو يا ڏينهن جو "سورة الدخان" پڙهندو تہ الله تعالىٰ ان لاءِ جنت ۾ گهر ٺهرائيندو.

### اڳيان سڀ گناهہ معاف:

556. ابن ضريس، حضرت حسن رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو سورة (حٰم الدُخان) پڙهندو تہ الله تعالىٰ ان جا اڳيان سڀ گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو.

### حورعين سان نڪاح:

557. دارميءَ ۾ محمد بن نصر حضرت ابورافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص جمعي رات "سورة الدخان" پڙهندو تہ اهو صبح جو بخشيو بخشايل ٿي اُٿندو ۽ حورعين سان ان ڪي پرڻايو ويندو.

### جمعي جي رات سورة الدخان جي تلاوت جي فضيلت

558. دارميءَ، حضرت عبدالله بن عيسىٰ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون کي حديث پهتي آهي تہ جيڪو شخص جمعي جي رات جو سورة الدخان ايمان سان ۽ ان جي تصديق ڪندي پڙهندو تہ اهو صبح جو بخشيو بخشايل ٿي اُٿندو.

559. طبرانيءَ حضرت اسود بن يزيد ۽ علقمه رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ بيشڪ هڪڙو شخص حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه وٽ آيو، عرض ڪيائين تہ مون هڪڙي رڪعت ۾ سورة مفصل پڙهي آهي، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمايس تہ تون قرآن کي شعرن وانگر تڪڙو پڙهندو آهين ڇا؟ صحيح نموني سان نٿو پڙهين. نبي ڪريم ﷺ جن تہ هڪجهڙيون سورتون هڪ رڪعت ۾ پڙهندا هئا.

### هڪجهڙيون سورتون ڪهڙيون آهن؟

560. طبرانيءَ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نظائر (هڪجهڙيون) سورتون سڃاڻيون هيون جيڪي نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ پڙهندا هئا. اهي هيءُ آهن: سورة الرحمٰن، سورة الواقعہ، سورة الحاقہ، سورة المزمل، سورة لااقسم بيوم القيٰمة، سورة هل اتيٰ علي الانسان، سورة المرسلات، سورة عم يتساءلون، سورة النازعات، سورة عبس و توليٰ، سورة ويل للمطففين، سورة اذا الشمس ڪورت ۽ سورة الدخان.

### سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة الدخان:

561. ابن ابي عمر "مسند" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ

www.maktabah.org

نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ ”سورة الدخان“ تلاوت ڪندا هئا.

562. ابن ابي شيبه حضرت عبدالله بن الحارث رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة الدخان پڙهندا هئا.

## سورة الجاثية بابت

انهن فضيلتن ڪان سواءِ جيڪي سورة مؤمن ۾ ۽ حم سورتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن ڪابہ فضيلت هن جي نہ آئي آهي.

## سورة الاحقاف بابت

انهن فضيلتن ڪان سواءِ جيڪي سورة مؤمن ۾ گذري چڪيون آهن ڪابہ هن جي فضيلت نہ آئي آهي.

## رب اوزعني ان اشكر سورة الاحقاف (آيت: 15) جي فضيلت

اولاد جي باري ۾:

563. ابن ابي حاتم، حضرت مالڪ بن مغول جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: حضرت ابومعشر، حضرت طلحہ بن مصرف ڪي پنهنجي پٽ جي شڪايت ڪئي، تنهن تي حضرت طلحہ فرمايس تہ هيءُ آيتون پڙهي پنهنجي رب جي مدد حاصل ڪر: وَوَصَّيْنَا الْإِنسَانَ بِوَالِدَيْهِ إِحْسَانًا ۖ حَمَلَتْهُ أُمُّهُ كُرْهًا وَوَضَعَتْهُ كُرْهًا ۖ وَحَمْلُهُ وَفِصَالُهُ ثَلَاثُونَ شَهْرًا ۚ حَتَّىٰ إِذَا بَلَغَ أَشُدَّهُ وَبَلَغَ أَرْبَعِينَ سَنَةً قَالَ رَبِّ أَوْزِعْنِي أَنْ أَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِي أَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلَىٰ وَالِدَيَّ وَأَنْ أَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضَاهُ وَأَصْلِحْ لِي فِي ذُرِّيَّتِي ۖ إِنِّي تُبْتُ إِلَيْكَ وَإِنِّي مِنَ الْمُسْلِمِينَ ﴿١٥﴾ (الاحقاف 15)

ترجمو: اي منهنجا پالڻهار! مون ڪي هن ڳالهہ جو شوق ڏي تہ آءٌ تنهنجي نعمت جو شڪر ڪريان جا تو مون تي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ تي ڪئي آهي ۽ چڱو ڪم ڪريان جنهن سان تون راضي رهين ۽ مون لاءِ ۽ منهنجي اولاد ۾ چڱائي (پيدا) ڪر. آءٌ توڏي رجوع ٿيس ۽ آءٌ بيشڪ تابعدارن مان آهيان.

### حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي دعا جو اثر:

564. ابن مردويه، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هيءَ آيت حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي باري ۾ نازل ٿي آهي تانتہ جڏهن هو پنهنجي جوانيءَ ڪي پهتو ۽ چاليهن سالن جو ٿيو تہ چيائين: رَبِّ اَوزعنى اَن اَشكُرَ نعمَتَكَ الّتى اَنعَمتَ عَلَىَّ وَعَلىٰ وَالدىَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالحاً تَرْضه وَاَصلح لِى فِى ذُرِيَّتى انىّ تُبتُ اِلَيكَ وَانّى مِنَ المُسلمين. (الحقاف: 15)

الله تعاليٰ سندس دعا قبول فرمائي. پوءِ ان جي پيءُ ماءُ ۽ ڀائرن ۽ اولاد سڀني اسلام قبول ڪيو، ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي باري ۾ هيءَ آيت بہ نازل ٿي آهي: فَأَمَّا مَنْ أَعْطَىٰ وَاتَّقَىٰ ﴿٥﴾ وَصَدَّقَ بِالْحُسْنَىٰ ﴿٦﴾ فَسَنُيَسِّرُهُ لِلْيُسْرَىٰ ﴿٧﴾ وَأَمَّا مَنْ بَخِلَ وَاسْتَغْنَىٰ ﴿٨﴾ وَكَذَّبَ بِالْحُسْنَىٰ ﴿٩﴾ فَسَنُيَسِّرُهُ

www.maktabah.org

لِلْعُسْرٰى ﴿١٠﴾ وَمَا يُغْنِيْ عَنْهُ مَالُهٗٓ اِذَا تَرَدّٰى ﴿١١﴾ اِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدٰى ﴿١٢﴾ وَاِنَّ لَنَا لَلْاٰخِرَةَ وَالْاُوْلٰى ﴿١٣﴾ فَاَنْذَرْتُكُمْ نَارًا تَلَظّٰى ﴿١٤﴾ لَا يَصْلٰهَآ اِلَّا الْاَشْقَى ﴿١٥﴾ الَّذِيْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿١٦﴾ وَسَيُجَنَّبُهَا الْاَتْقَى ﴿١٧﴾ الَّذِيْ يُؤْتِيْ مَالَهٗ يَتَزَكّٰى ﴿١٨﴾ وَمَا لِاَحَدٍ عِنْدَهٗ مِنْ نِّعْمَةٍ تُجْزٰٓى ﴿١٩﴾ اِلَّا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِ الْاَعْلٰى ﴿٢٠﴾ وَلَسَوْفَ يَرْضٰى ﴿٢١﴾ (سورة الليل: 5 کان 21 تائين).

ترجمو: پوءِ جنهن شخص ڏنو ۽ الله کان ڊنو ۽ تمام چڱي ڳالهه کي سچو سمجهيو ته اُن کي تمام آسان رستي تي (هلڻ) جي توفيق ڏينداسون ۽ اهو شخص جنهن بخل ڪيو ۽ بي پرواهي ڪئي ۽ تمام چڱي ڳالهه کي ڪوڙو ڪيو ته ان کي تمام مشڪل رستي تي هلڻ لاءِ لڳائي ڇڏينداسون ۽ سندس مال ان کان ڪجهه به نه ٽاريندو جڏهن هو (کڏ ۾) ڪرندو. بيشڪ اسان تي ئي رستو ڏيکارڻ آهي ۽ بيشڪ آخرت ۽ دنيا اسان جون ئي آهن تنهنڪري مون اوهان کي اهڙي باهه کان ڊيڄاريو آهي جا ڇپي ڪري ٿي جنهن ۾ اهڙي نياڳي کان سواءِ ٻيو ڪو به داخل نه ٿيندو جنهن ڪوڙو ڪيو ۽ منهن موڙيو ۽ ان کان پرهيزگار کي الڳ ڪيو ويندو جو پنهنجو مال ڏئي ٿو ته پاڪ ٿئي ۽ ڪنهن جو مٿس اهڙو احسان به نه هجي جنهن جو بدلو ڏئي پر پنهنجي بلند پالينڊڙ جي رضامندي گهرڻ لاءِ ڏئي ٿو ۽ اهو شخص ضرور راضي ٿيندو.

## کانهم يوم يرون مايوعدون (سورة الاحقاف آيت: 35) جي فضيلت

## دعاء الحاجت:

565. طبرانيءَ "الدعاء" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جڏهن توهان کا حاجت طلبين ۽ چاهين ته اها پوري به ٿئي ته پوءِ هيءَ دعا پڙهه: **لا اِلٰه اِلا الله وحده لاشريک له العلي العظيم لا اِلٰه الا الله وحده لاشريک له رب السمٰوت والارض و رب العرش العظيم. الحمدلله** رب **العالمين کانهم يوم يرونها لم يلبثوا الاعشيه اوضحٰها. کانهم يوم يرون مايوعدون لم يلبثوا الاساعه من النهار بلاغ فهل يهلک الا القوم الفاسقون اللّٰهم اني اسئلک موجبات رحمتک وعزائم مغفرتک والسلامة من کل اثم والغنيمة من کل بروالفوز بالجنة والنجاة من النار. اللّٰهم لاتدع لي ذنبًا الاغفرته ولاهمًا الافرجته ولاحاجة هي لک رضا الا قضيتها يا ارحم الراحمين.**

ترجمو: الله کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي هو اڪيلو آهي سندس ڪو به شريڪ نه آهي، بلند ۽ عظيم آهي. الله کان سواءِ ڪو به معبود نه آهي اُن جو ڪو به شريڪ نه آهي، آسمانن ۽ زمينن جو به رب آهي ۽ عرش جو به رب آهي، سڀ ساراهه الله جي لاءِ آهي جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي، جنهن ڏينهن ان (قيامت) کي ڏسندا (تنهن ڏينهن ائين ڀائيندا) ته جڻ (دنيا ۾) هڪڙي شام يا ان جي صبح کان وڌيڪ نه رهيا هئا جو انهن کي انجام ڏجي ٿو تنهن کي جنهن ڏينهن ڏسندا ته ائين ڀائيندا ته جڻ (دنيا ۾) هڪڙي گهڙيءَ کانسواءِ رهيائي ناهن. هيءُ پيغام پهچائڻ آهي پوءِ نافرمان قوم کانسواءِ ڪو به برباد نه ڪيو ويندو. اي الله! بيشڪ آءٌ توکان رحمت جي واجب ڪندڙ شين جو، تنهنجي بخشش کي ضروري بنائڻ وارن سببن جو، هر ڀلائيءَ ۽ نيڪيءَ مان ونڊجو، هر گناهه کان سلامتيءَ جو، جنت جي ڪاميابيءَ جو ۽ جهنم کان ڇوٽڪاري جو سوال ٿو

www.maktabah.org

ڪريان، اي الله! منهنجو ڪوبہ گناهہ بخشڻ کان سواءِ نہ ڇڏ. ڪو فڪر ختم ڪرڻ کان سواءِ نہ ڇڏ جنهن بہ حاجت ۾ ڪم ۾ تنهنجي رضا ۽ خوشي هجي ان کي پورو ڪرڻ فرماءِ. اي ارحم الراحمين. (اي سيني تي رحم ڪرڻ وارن مان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارا!

**ويم جي سور کان وظيفو:**

566. علامہ بيهقيءَ "الدعوات" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي موقوف روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن عورت کي ويم ۾ تڪليف ٿئي تہ هيءَ دعا پَني تي لکي پاڻيءَ ۾ پسائي ان کي پيارجي.

بسم الله الرحمٰن الذی لا الہ الا هو الحليم الكريم سبحان الله و تعالٰی رب العرش العظيم الحمدلله رب العالمين كانهم يوم يرونها لم يلبثوا الاساعة من نهار بلاغ فهل يهلك الا القوم الفاسقون.

ترجمو: الله جي نالي سان جيڪو نهايت رحم وارو آهي جو ان کان سواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي هو بردبار ۽ ڪريم آهي ۽ پاڪ آهي ذات الله تعاليٰ جي جيڪو عرش عظيم جو رَبُ آهي. سڀ ساراهہ الله جي لاءِ آهي جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي. جو انهن کي انجام ڏجي ٿو تنهن ڪي جنهن ڏينهن ڏسندا تہ ائين پائيندا جڻ اهي ڏينهن جي هڪ گهڙيءَ کان سواءِ دنيا ۾ رهيائي ناهن هي پيغام پهچائڻ آهي پوءِ نافرمان قوم کانسواءِ ڪوبہ برباد نہ ڪيو ويندو.

نوٽ: هيءَ روايت علامہ سيوطيءَ (الاتقان) ۾ بہ آندي آهي.

## سورة القتال (مُحَمَّد) بابت

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ آئي آهي سواءِ هنن روايتن جي

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

567. علامہ طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ "الذين كفروا وصدوا عن سبيل الله کان آخر سورة" تائين پڙهندا هئا.

**سومهڻيءَ جي نماز ۾:**

568. ابن ابي شيبہ "المصنف" ۾ حضرت نافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما سومهڻيءَ جي نماز ۾ "الذين كفروا (سوره القتال)" ۽ "سوره الفتح" پڙهندو هو.

## سورة الفتح جي فضيلت

**سورة الفتح جي نازل ٿيڻ جي جاءِ:**

569. حضرت ابن اسحاق ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ حضرت مسور بن مخرمة ۽ مروان جي روايت نقل ڪئي آهي تہ صلح حديبيہ جي موقعي تي "سورة الفتح" مڪي ۽ مديني جي وچ ۾ نازل ٿي.

www.maktabah.org

### فجر جي نماز ۾ سورة الفتح:

570. عبدالرزاق (المصنف) ۾ حضرت ابوبرده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ "سورة الفتح" پڙهي.

### حضرت عمر رضي الله عنه جو ٽي ڀيرا سوال پڇڻ:

571. امام احمد، بخاري، ترمذي، نسائيءَ، ابن حبان ۽ ابن مردويه، حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي سفر تي اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسين ته مون سائينجن ﷺ کان ٽي ڀيرا هڪ مسئلو پڇيو. پر مون کي ڪابه موٽ نه ڏنائون. پوءِ دل ۾ پنهنجو پاڻ کي چيم ته اي خطاب جا پٽ! مار پوئي! جو رسول الله ﷺ جن کان ٽي ڀيرا سوال ڪيئي پر توکي ڪابه ورندي نه ملي. پوءِ مون پنهنجي اُٺ کي هڪليو ۽ ماڻهن کان اڳتي نڪري ويس ۽ مون ڀانيو ته شايد منهنجي سوال جي باري ۾ قرآن نازل ٿيندو. پوءِ دير ئي ڪانه ٿي ته هڪ شخص جي سڏ جو آواز ٻڌم. آءٌ موٽي آيس ۽ دل ۾ پئي سوچيم ته منهنجي باري ۾ قرآن جون ڪجهه آيتون نازل ٿيون آهن. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو: مون تي هيءَ سورة نازل ٿي آهي جا دنيا جي هر شيءِ کان وڌيڪ مون کي پياري آهي ۽ بخاري شريف جي روايت ۾ آهي ته جن شين تي سج اُڀري ٿو (انهن کان به وڌيڪ مون کي پياري آهي) پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة فتح پڙهي.

### سڄو سال پريشانين کان محفوظ شخص:

572. علامه سيوطيءَ "الطوريات" ۾ زيد بن هارون جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون مسعوديءَ (عبدالرحمٰن بن عتبة رحمه الله) کان ٻڌو آهي جيڪو چوي پيو ته مون کي حديث پهتي آهي ته جيڪو شخص رمضان المبارڪ جي پهرين رات نفل ۾ سورة فتح پڙهندو ته اهو ان سال ۾ پريشانين ۽ مصيبتن کان محفوظ رهندو.

### پر اسان سان ڇا ٿيندو؟

573. عبدالرزاق، ابن ابي شيبه، امام احمد، عبد بن حميد، امام بخاري، امام مسلم، ترمذيءَ ابن جرير، ابن مردويه ۽ ابونعيم "المعرفة" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته حديبية واري مقام تي نبي ڪريم ﷺ جن تي سورة فتح نازل ٿي. جنهن جي باري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: مون کي زمين جي هر شيءِ کان وڌيڪ پياري هيءَ سورة آهي. پوءِ صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي اها سورة پڙهي ٻڌايائون. صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! اوهان کي مبارڪ هجي جو الله تعاليٰ توهان جي باري ۾ ٻڌائي ڇڏيو ته اوهان سان ڇا ٿيندو؟ پر خبر نه آهي ته اسان سان ڇا ٿيندو؟ پوءِ هيءَ آيت نازل ٿي.

لِّيُدْخِلَ الْمُؤْمِنِينَ وَالْمُؤْمِنَاتِ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا وَيُكَفِّرَ عَنْهُمْ سَيِّئَاتِهِمْ ۚ وَكَانَ ذَٰلِكَ عِندَ اللَّهِ فَوْزًا عَظِيمًا ۝ (الفتح آيت: 5)

ترجمو: (اها بردباري) هن لاءِ به (دلين ۾ وڌائين) ته ايمان وارن مردن ۽ ايمان وارن عورتن

www.maktabah.org

کي اهڙي باغن ۾ داخل ڪري جن جي هينان واهه وهن ٿا انهن ۾ اهي پيا رهندا ۽ انهن تان سندن بڇڙايون ميٽي ڇڏي ۽ اها الله وٽ وڏي ڪاميابي آهي.

فائدو: آءٌ (محمد هاشم) عرض ڪيان ٿو تہ سورة القتال ۾ گذري چڪو آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما سومهڻيءَ جي نماز ۾ سورة الفتح پڙهندو هو.

## سورة الحجرات

هن جي ڪابہ فضيلت ۾ نہ آئي آهي.

## سورة ق

هن جي بہ ڪا خاص فضيلت نہ آئي آهي البت هن جي سکڻ بابت ڪجهہ روايتون آيون آهن.

**هيءَ سورتون سکو:**

574. ابن مردويه، حضرت ابودرداء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سورة عمّ يتساءلون، سورة ق، سورة النجم، سورة والسماءُ ذات البروج ۽ سورة والسماء والطارق، سکو.

**فجر جي نماز ۾:**

575. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ ۽ امام مسلم حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فجر جي نماز ۾ "سورة ق" پڙهندا هئا.

**عيد جي نماز ۾:**

576. سعيد بن منصور، امام مسلم ۽ ابن ماجه حضرت قطبه بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن عيد جي نماز ۾ سورة ق ۽ سورة القمر پڙهندا هئا.

**خطبي ۾ سورة ق:**

577. ابن ابي شيبه، امام احمد، امام مسلم، نسائيءَ ۽ ابن ماجه، حضرت ام هشام بنت حارثة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون "سورة ق" رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي ئي زبان مبارڪ مان ٻڌڻ شروع ڪئي، جا هر جمعي تي خطبي ۾ منبر مبارڪ تي چڙهي ماڻهن کي پڙهي ٻڌائيندا هئا.

578. ابن سعد، حضرت ام ضبة، خولة بنت قيس جهينيه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ هر جمعي تي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو خطبو ٻڌندي هيس جنهن ۾ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن سورة ق جي تلاوت ڪندا هئا ۽ آءٌ مسجد جي پيڙي ۾ وينِي هوندي هيس.

**ٻيپهري جي سنت ۾:**

579. ابن ابي شيبة، حضرت عمير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هن ٻيپهري جي چار رڪعت سنت ۾ "سورة ق" تلاوت ڪئي.

**ٻيپهري جي فرض ۾:**

580. ابن ابي شيبة، حضرت ابوعثمان نهدي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ

www.maktabah.org

مون حضرت عمر رضي الله عنه کي ٻيپهري جي نماز ۾ سهڻي آواز سان سورة ق جي تلاوت ڪندي ٻڌو.

581. ابن ابي شيبه، حضرت ابومتوڪل ناجيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه ٻيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة ق ۽ سورة الذاريات" پڙهي.

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

582. ابن ابي شيبة، حضرت عمر بن مرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کي سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة ق" پڙهندي ٻڌو.

## سورة الذاريات

هن سورة جي بہ ڪا خاص فضيلت نہ آئي آهي البت فضيلت کان علاوه هيءَ روايت آئي آهي.

**ٻيپهري جي نماز ۾:**

583. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ ابومتوڪل ناجيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنه ٻيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة ق ۽ سورة ذاريات" پڙهندو هو.

584. نسائي ۽ ابن ماجه، حضرت براء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٻيپهريءَ جي نماز ۾ هڪ رڪعت ۾ "سورة لقمان" ۽ "سورة الذاريات" پڙهندا هئا.

نوٽ: سورة الرحمٰن" جي فضيلت ۾ سگهوئي ايندو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٻيپهريءَ جي نماز جي هڪ رڪعت ۾ سورة الذاريات پڙهندا هئا.

## سورة الطور

هن جي بہ ڪا خاص فضيلت نہ آئي آهي البت فضيلت کان علاوه هيءَ روايتون آيون آهن.

**سانجهيءَ جي نما ز۾:**

585. امام احمد، امام بخاريءَ ۽ امام مسلم، حضرت جبير بن مسلم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة الطور" پڙهندي ٻڌو.

**ڪعبة الله ۾ نماز پڙهندي سورة طور جي تلاوت:**

586. امام بخاريءَ ۽ ابودائود، حضرت اُم سلمه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي شڪايت ڪئي تہ مون کي طواف ڪندي تڪليف اچي ٿي. ڇا ڪريان؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ماڻهن جي ٻاهران ٻاهران سواريءَ تي چڙهي طواف ڪر. پوءِ مون ائين ئي ڪيو. طواف ڪندي ڏٺم تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪعبة الله جي پاسي ۾ نماز ۾ سورة طور پڙهي رهيا هئا.

فائده: علامه عينيءَ "عمدة القاري شرح صحيح البخاري" ۾ لکيو آهي تہ حضرت اُم سلمه رضي الله عنها جي حديث ۾ نماز جي وضاحت نہ آهي تہ اها ڪهڙي هئي؟

البت ٻي روايت ۾ آيو آهي تہ اها صبح جي نماز هئي اسماعيليءَ (احمد بن ابراهيم رحمه الله)، هشام بن عروه کان روايت نقل ڪئي آهي ان پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي جنهن جا لفظ هيءَ آهن تہ "جڏهن صبح جي نماز شروع ٿئي تہ پوءِ تون طواف ڪر."

www.maktabah.org

## سورة النجم

### پهرين پهرين سجدي واري سورة:

هن جي اهائي فضيلت آئي آهي جيڪا مٿي گذري چڪي تہ نبي ڪريم ﷺ جن "سورة ق ۽ سورة النجم" وغيره جي سکڻ جو حڪم فرمايو. باقي، فضيلتن کان علاوه هيءَ روايتون آيون آهن.

587. ابن ابي شيبة، امام بخاريءَ، امام مسلم، ابودائود، نسائيءَ، ابن مردويه، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: پهرين پهرين سجدي واري سورة "سورة النجم" نازل ٿي. پوءِ رسول الله ﷺ جن سجدو ڏنو ۽ بين سمورن صحابن سڳورن رضي الله عنهم بہ سجدو ڏنو مگر هڪ شخص ڪي ڏنم تہ ان مٽي جو ٻڪ کڻي ان تي سجدو ڪيو بعد ۾ هو ڪافر ٿي قتل ٿي ويو. اهو امية بن خلف هو.

### جنن، انسانن ۽ وڻن بہ سجدو ڪيو:

588. ابن مردوية، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن "سورة النجم" ۾ سجدو تلاوت جو ادا ڪيو ۽ ساڻن جنن، انسانن ۽ وڻن بہ سجدو ڪيو.

589. ابن مردوية، حضرت شعبي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن "سورة النجم" پڙهي تہ سمورن مسلمانن، مشرڪن، جنن ۽ سمورن انسانن سجدو ڪيو.

### سج گرهڻ جي نماز ۾ تلاوت:

590. ابن ابي شيبة "المصنف" ۾ حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سج گرهڻ جي نماز پڙهي جنهن جي هڪ رڪعت ۾ "سورة النجم" پڙهيائون.

### نماز ۾ تلاوت جو سجدو:

591. ابن ابي شيبة ۽ سعيد بن منصور، حضرت حصين بن سبرة جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ اسان کي حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه نماز پڙهائي جنهن جي پهرين رڪعت ۾ سورة يوسف ۽ ٻيءَ ۾ "سورة النجم" پڙهيائون. پوءِ سجدو تلاوت جو ڪيائون، پوءِ اٿي بيهنا ۽ "سورة الزلزال" پڙهي رڪوع ڪيائون.

### سومهڻيءَ جي نماز ۾:

592. ابن ابي شيبة "المصنف" ۾ حضرت مسروق بن الاجدع جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عثمان رضي الله عنه سومهڻي جي نماز ۾ "سورة النجم" پڙهي پوءِ سجدو تلاوت جو ڪيو پوءِ "سورة والتين" پڙهي رڪوع ڪيائون.

## سورة القمر

### سفيد چهرو:

593. بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي

www.maktabah.org

آهي تہ ان فرمايو تہ "سورة قمر" کي توريت ۾ "اَلْمُبَيِّضَة" نالو رکيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ هي سورة پنهنجي پڙهندڙ جي منهن کي اڇاڻ وانگر چمڪائي ڇڏيندي.

**فائده**: "المُبَيِّضَة" جي معنيٰ آهي: سفيد (اڇو) ڪري ڇڏيندڙ.

**نوٽ:** علامه بيهقيءَ لکيو آهي تہ هيءَ حديث صحيح آهي.

**نور جو ذريعو:**

594. علامه ديلميءَ، حضرت عائشه رضي الله عنها جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص "سورة الم تنزيل" (سورة سجده) ۽ "سورة ياسين" ۽ "سورة القمر" ۽ "تبارک الذي بيده الملک" (سورة الملک) جي تلاوت ڪندو تہ اهي سورتون ان لاءِ نور جو ذريعو هونديون ۽ شيطان ۽ شرڪ کان پڻ ان لاءِ محافظ بڻبيون ۽ قيامت جي ڏينهن ان جا درجا بلند ڪيا ويندا.

**چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر چهرو:**

595. ابن ضريس، حضرت اسحاق بن عبدالله بن ابي فروه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص روزانو سورت القمر جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان کي هن حال ۾ اٿاريندو جو ان جو چهرو چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر پيو چمڪندو.

**الله تعاليٰ سان ملاقات:**

596. ابن ضريس، حضرت ليث رحمة الله عليه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان حضرت معن کان ان همدان جي هڪ شيخ کان مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو جيڪو شخص مرندي گهڙيءَ تائين روزانو "سورت القمر" پڙهندو تہ الله تعاليٰ سان ان جي هن حال ۾ ملاقات ٿيندي جو سندس چهرو چوڏهين جي چنڊ وانگر پيو چمڪندو.

**نماز ۾ ڊگهي تلاوت نہ ڪجي:**

597. امام احمد، حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جماعت کي سومهڻي جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن "سورت القمر" تلاوت ڪئي پوءِ هڪ شخص، ان وچ ۾ پنهنجي نماز پڙهي هليو ويو. پوءِ ان کي حضرت معاذ رضي الله عنه ڪجهہ سخت ڳالهايو تہ تو ائين ڇو ڪيو. ان کان پوءِ اهو شخص نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن وٽ آيو. عذر پيش ڪندي عرض ڪيائين تہ سائين! آءٌ کجي جي باغ ۾ ڪم ڪندو آهيان مون کي پاڻي ورائڻ جو خوف هئو ان ڪري تڪڙ ڪيم رسول الله صلي الله عليه وسلم جن حضرت معاذ رضي الله عنه کي فرمايو تہ نماز ۾ "سورت والشمس وضحٰها" ۽ ان جهڙيون ننڍيون سورتون پڙهندو ڪر.

**ٻيپهريءَ جي نماز:**

598. ابن ماجه، حضرت براء بن عازب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اسان کي ٻيپهريءَ جي نماز پڙهائيندا هئا تہ اسان ٻڌندا هئاسين تہ پاڻ سڳورا

www.maktabah.org

ﷺ جن "سورت القمر" ۽ "سورت الذاريات" هڪ هڪ آيت ڪري پڙهندا هئا.

نوٽ: هيءَ حديث شيخ قاسم بن قطلو بغا، "تخريخ احاديث الاختيار شرح المختار" ۾ به نقل ڪئي آهي.

آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته "سورة ق" جي فضيلتن ۾ هن جو ذڪر اڳي چڪو آهي.

فائده: سورت ق جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن عيد جي نماز ۾ "سورت القمر" تلاوت ڪندا هئا سگهو ئي "سورت الرحمن" جي فضيلت ۾ اچي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي نماز ۾ "سورت القمر" ۽ "سورت الحاقه" هڪ ئي رڪعت ۾ پڙهندا هئا.

599. علامه عينيءَ "شرح البخاري" ۾ لکيو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ "سورت القمر" پڙهي هئي.

## سورت الرحمٰن جون فضيلتون

### قرآن جي ڪنوار:

600. علامه بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته هر شي جي عروس (ڪنوار) ٿيندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي ڪنوار "سورت رحمٰن" آهي.

### جنت جو رهاڪو:

601. بيهقيءَ، حضرت فاطمه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورت الحديد" "سورت الواقعه" ۽ "سورت الرحمٰن" جي تلاوت ڪندو آهي ان کي آسمانن ۽ زمين جي بادشاهيءَ ۾ جنت الفردوس جو رهاڪو سڏيو ويندو آهي.

نوٽ: علامه بيهقيءَ هن حديث کي ضعيف لکيو آهي پر آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته فضيلتن وارن عملن ۾ اهڙين حديثن تي عمل ڪيو ويندو آهي.

602. امام احمد ۽ ابن مردويه، حضرت اسماء بنت ابي بکر صديق رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون نبي ڪريم ﷺ جن کان ٻڌو جڏهن هو رڪن يمانيءَ ڏانهن نماز پڙهي رهيا هئا ۽ اهو سندن سيني مبارڪ جي چيرڻ کان اڳ جو واقعو آهي. مشرڪ سندن زبان مبارڪ مان "فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿١٣﴾" ٻڌندا هئا.

### جنن سهڻو جواب ڏنو:

603. ترمذيءَ، ابن المنذر ۽ ابو الشيخ "العظمة" ۾ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو ۽ ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "الدلائل" ۾ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن صحابن سڳورن کي "سورت الرحمٰن" منڍ کان آخر تائين پڙهي ٻڌائي ته صحابي سڳورا رضي الله عنهم خاموش ٿي ويا. نبي

www.maktabah.org

ڪريم ﷺ جن ڪين فرمايو تہ توهان کي ڇا ٿيو آهي جو ماٺ ٿي ويا آهيو؟ مون جڏهن هيءَ سورت جنن واري رات، جنن کي پڙهي ٻڌائي تہ انهن ڏاڍو سهڻو جواب ڏنو جڏهن "فَبِاَيِّ اٰلَاۗءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ" مون پئي پڙهيو تہ هنن موٽ ۾ پئي چيو تہ "لاشيءَ من نعمت ربنا نكذب فلك الحمد" يعني: اسان جي رب جي ڪابہ اهڙي نعمت نہ آهي جنهن کي اسان ڪوڙو سمجهون. سڀ ساراهون تنهنجي لاءِ آهن (اي رب!)

### نبي ڪريم ﷺ جن هيئن پڙهندا هئا.

604. ابوداٴود، بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ شخص ڪيس چيو تہ آءٌ هڪڙي رڪعت ۾ "مفصل صورتون پڙهندو آهيان فرمايائونس تہ شعرن وانگر تڪڙو پڙهندو آهين ڇا؟ نبي ڪريم ﷺ جن تہ نظائر السورتين يعني: "سورت الرحمٰن" ۽ "سورت النجم" هڪ رڪعت ۾ ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت القمر ۽ "سورت الحاقه" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت الطور" ۽ "سورت الذاريات" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت عم يتسائلون" ۽ "سورت المرسلات" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت الدخان" ۽ "سورت التڪوير" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت المعارج" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت النازعات" ۽ هڪ رڪعت ۾ "سورت المطففين" ۽ "سورت عبس" پڙهندا هئا.

### اڪي نماز هيئن پڙهيائون:

605. حاڪم "التاريخ" ۾ ۽ بيهقيءَ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وتر سميت نو رڪعتون پڙهندا هئا جڏهن عمر مبارڪ ۾ وڌا ٿي ويا ۽ بدن مبارڪ ۾ ڀاري ٿي ويا تہ وتر سميت ست رڪعتون پڙهندا هئا ۽ ٻہ رڪعتون ويهي پڙهندا هئا جن ۾ "سورت الرحمٰن" ۽ "سورت الواقعه" پڙهندا هئا.

606. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت نعمان بن قيس جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبيده رحمه الله فجر جي نماز ۾ سورت الرحمٰن ۽ ان جهڙيون سورتون پڙهندو هو.

### يا معشر الجن والانس... فلا تنتصران (الرحمٰن: 33) جي فضيلت

هن جي فضيلت، سورت بقره جي پهرين ڇئن آيتن جي فضيلت ۾ گذري چڪي آهي.

### سورت الواقعہ جون فضيلتون

"سورت الرحمٰن" ۾ حضرت فاطمه رضي الله عنها جي حديث گذري چڪي آهي جنهن ۾ سورت واقعه جي فضيلت جو بہ بيان آهي.

### فقر و فاقہ جو علاج.

607. حضرت ابو عبيده، "الفضائل" ۾ ۽ ابن ضريس، حارث بن ابي اسامه، ابو يعلي، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص روزانو رات جو

www.maktabah.org

"سورت واقعه" پڙهندو ته ان تي ڪڏهن به فاقه (بک) نه ايندي.

608. ابن عساڪر به حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

### شاهوڪار بڻائيندڙ سورت:

609. ابن مردويه، حضرت انس ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "سورت واقعه" سورت الغني (يعني شاهوڪار بڻائيندڙ) آهي هن کي پڙهو ۽ پنهنجي اولاد کي به سيکاريو.

### عورتن کي سورت واقعه جي سکيا:

610. ديلميءَ، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: پنهنجي عورتن کي "سورت واقعه" سيکاريو ڇاڪاڻ ته هيءَ سورت "سورت الغني" يعني: شاهوڪار بڻائيندڙ سورت آهي.

### عورتن لاءِ سورت واقعه:

611. ابوعبيد، حضرت سليمان تيمي جي روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت عائشه رضي الله عنها عورتن کي فرمايو ته توهان مان ڪير به "سورت الواقعه" پڙهڻ کان نه رهجي.

### فجر جي نماز ۾:

612. عبدالرزاق، امام احمد، ابن خزيمه، ابن حبان، طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ۽ حاڪم، حضرت جابر بن سمره ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ "سورت الواقعه" ۽ ان جهڙيون ٻيون سورتون پڙهندا هئا.

نوٽ: مٿي "سورت الرحمٰن" جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪڙي رڪعت ۾ "سورت الواقعه" پڙهندا هئا.

613: علامه عينيءَ "شرح البخاري" ۾ لکيو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ "سورت واقعه" پڙهي.

## سورت الحديد جون فضيلتون

### اڱاري جي ڏينهن جا اهم واقعا:

614. طبرانيءَ ۽ ابن مردويه، ضعيف سندسان حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "سورت الحديد" اڱاري جي ڏينهن نازل ٿي ۽ الله تعاليٰ جبلن کي اڱاري جي ڏينهن پيدا ڪيو ۽ قابيل پنهنجي ڀاءُ هابيل کي اڱاري جي ڏينهن قتل ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جن اڱاري جي ڏينهن حجامه (سڱي چوڙائڻ) کان روڪيو آهي.

### اڱاري ڏينهن حجامت نه ڪرايو، ڇو؟

615. ديلميءَ، حضرت جابر ﷛ جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته اڱاري جي ڏينهن حجامت نه ڪرايو ڇاڪاڻ ته ان ڏينهن مون تي "سورت الحديد" نازل ٿي آهي.

www.maktabah.org

**نبي ڪريم ﷺ جن ننڊ کان اڳ ڪهڙيون سورتون پڙهندا هئا:**

616. امام احمد، ابودائود، ترمذي جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي ۽ نسائيءَ، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عرباض بن ساريه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن ننڊ ڪرڻ کان اڳ ۾ مسبحات سورتون پڙهندا هئا ۽ فرمايائون ته انهن ۾ هڪ آيت آهي جيڪا هزار آيتن کان وڌيڪ فضيلت واري آهي.

**مسبحات ڪهڙيون سورتون آهن؟**

نوٽ: علامه جزريءَ "حصن حصين" ۾ لکيو آهي ته مسبحات سورتون هيءُ آهن 1. سورت الحديد 2. سورت الحشر 3. سورت الصف 4. سورت الجمعه 5. سورت التغابن 6. سورت الاعليٰ.

**هزار آيتن کان وڌيڪ فضيلت واري آيت:**

617. ابن ضريس، حضرت يحيٰ ابن ابي ڪثير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن تيستائين آرام (ننڊ) نه ڪندا هئا جيستائين مسبحات سورتون نه پڙهن ۽ فرمائيندا هئا ته هنن سورتن ۾ هڪڙي آيت آهي جيڪا هزار آيتن کان وڌيڪ فضيلت واري آهي. حضرت يحيٰ رضي الله عنه فرمائي ٿو ته ان کان پوءِ سورت حشر جي آخري آيت نازل ٿي.

**اها ڪهڙي آيت آهي؟**

618. علامه ابن ڪثير "تفسير" ۾ لکيو آهي ته حديث پاڪ ۾ جنهن آيت ڏي اشارو آهي اها هيءَ آهي "هُوَ الْأَوَّلُ وَالْآخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ ③" (الحديد: 3)

ترجمو: اهو ئي سيني کان پهريون ۽ سيني کان پويون ۽ پڌرو ۽ ڳجهو آهيءَ اهو سڀ ڪنهن شيءَ کي ڄاڻندڙ آهي.

**حضرت عمر رضي الله عنه ايمان آندو:**

619. امام بزار، طبرانيءَ، ابن مردويه، ابونعيم "حليه الاولياء" ۾. بيهقيءَ ۽ ابن عساڪر حضرت عمر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته آءٌ (ڪفر جي زماني ۾) ٻين جي ڀيٽ ۾ رسول الله ﷺ جن تي وڌيڪ سخت هيس هڪ ڏينهن ٽاڪ منجهد جو مڪي جي هڪ گهٽيءَ ۾ پئي ويس ته مون کي رسول الله ﷺ جن مليا مون کان پڇيائون ته اي ابن الخطاب! اڃا تون وينو ٿو شڪ شبها ڪرين، هوڏانهن تنهنجي گهر ۾ دين داخل ٿي چڪو آهي. مون چيو: اهو وري ڪيئن؟ فرمايائون: تنهنجي ڀيڻ مسلمان ٿي چڪي آهي. پوءِ آءٌ ڪاوڙ ۾ موٽي سڌو ڀيڻ جي گهر آيس دروازو کڙڪايم. اندران پڇا ٿي ته ڪير؟ مون چيو ته عمر. منهنجو نالو ٻڌي گهر وارا پريشان ٿي ويا. پاڻ ۾ جيڪي صحيفا پڙهي رهيا هئا سي لڪائي ڇڏيائون. آءٌ اندر وڃي کٽ تي ويٺس منهنجي نظر ڪجهه پنن تي پئي. مون پڇيو ته هيءُ ڇا آهي؟ مون کي کڻي ڏيو. ڀيڻ چيو ته تون هنن کي هٿ نه ٿو لائي سگهين. ڇاڪاڻ ته تو نه غسل ڪيو آهي نه ئي پاڪ آهين. هنن کي پاڪ شخص ئي هٿ لڳائي سگهن ٿا پوءِ مون ضد ڪري اهي پنا انهن کان ورتا. اوچتو منهنجي نظر انهن تي لکيل "بِسْمِ اللَّهِ الرَّحْمَٰنِ الرَّحِيمِ" تي پئي مون

www.maktabah.org

جڏهن "الرحمن الرحيم" جا لفظ پڙهيا تہ مون تي هيبت طاري ٿي وئي ۽ منهنجي هٿن مان اهي صحيفا ڪري پيا. پوءِ دل کي پڪو ڪري وري اهي پنا کڻي پڙهيم تہ لکيل هئو بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ○ سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ وَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ① (الحديد: 1)

ترجمو: جو ڪجھ آسمان ۾ ۽ جو ڪجھ زمين ۾ آهي سو الله پاڪ جي پاڪائي بيان ڪري ٿو ۽ اهو ئي زبردست حڪمت وارو آهي.

ان کان پوءِ آءٌ جڏهن بہ الله تعاليٰ جي نالن مان ڪو نالو ٿي پڙهيو تہ مون تي هيبت طاري ٿي پئي وئي. پر وري پنهنجي جان تي ڪنٽرول ڪري پڙهندو رهيس تان تہ "اٰمِنُوۡا بِاللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ وَاَنۡفِقُوۡا مِمَّا جَعَلَكُمۡ مُّسۡتَخۡلَفِيۡنَ فِيۡهِ ۚ فَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مِنۡكُمۡ وَاَنۡفَقُوۡا لَهُمۡ اَجۡرٌ كَبِيۡرٌ ⑦" (الحديد: 7) تائين پهتس ان کان پوءِ مون چيو: "اشهد ان لا اله الا الله وان محمداً رسول الله" (آءٌ شاهدي ٿو ڏيان تہ الله کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ محمد ﷺ الله جو رسول آهي.

پوءِ منهنجي ايمان جو قوم (صحابن) بڌي خوشيءَ ۾ الله اڪبر جا نعرا هنيا.

## سورة حديد جي پهرين ڏهن آيتن جي فضيلت:

هنن جي فضيلت انشاء الله تعاليٰ آيت (هوالله الذي لا اله لاهو آخري سورت تائين) جي فضيلتن ۾ ايندي.

فائده: سورت حديد جون ڏھ آيتون "وكلا وعدالله الحسنيٰ والله بما تعلمون خبير" تائين ٿين ٿيون.

نوٽ: مڪمل آيتون ۽ ترجمو هن طرح آهي.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ○ سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ وَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ① لَهٗ مُلۡكُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ يُحۡيٖ وَيُمِيۡتُ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيۡءٍ قَدِيۡرٌ ② هُوَ الۡاَوَّلُ وَالۡاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالۡبَاطِنُ ۚ وَهُوَ بِكُلِّ شَيۡءٍ عَلِيۡمٌ ③ هُوَ الَّذِيۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ فِيۡ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسۡتَوٰى عَلَى الۡعَرۡشِ ۚ يَعۡلَمُ مَا يَلِجُ فِي الۡاَرۡضِ وَمَا يَخۡرُجُ مِنۡهَا وَمَا يَنۡزِلُ مِنَ السَّمَآءِ وَمَا يَعۡرُجُ فِيۡهَا ۚ وَهُوَ مَعَكُمۡ اَيۡنَ مَا كُنۡتُمۡ ۚ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ بَصِيۡرٌ ④ لَهٗ مُلۡكُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ⑤ يُوۡلِجُ الَّيۡلَ فِي النَّهَارِ وَيُوۡلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيۡلِ ۚ وَهُوَ عَلِيۡمٌ ۢ بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ ⑥ اٰمِنُوۡا بِاللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ وَاَنۡفِقُوۡا مِمَّا جَعَلَكُمۡ مُّسۡتَخۡلَفِيۡنَ فِيۡهِ ۚ فَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مِنۡكُمۡ وَاَنۡفَقُوۡا لَهُمۡ اَجۡرٌ كَبِيۡرٌ ⑦ وَمَا لَكُمۡ لَا تُؤۡمِنُوۡنَ بِاللّٰهِ ۚ وَالرَّسُوۡلُ يَدۡعُوۡكُمۡ لِتُؤۡمِنُوۡا بِرَبِّكُمۡ وَقَدۡ اَخَذَ مِيۡثَاقَكُمۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ⑧ هُوَ الَّذِيۡ يُنَزِّلُ عَلٰى عَبۡدِهٖۤ اٰيٰتٍۭ بَيِّنٰتٍ لِّيُخۡرِجَكُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوۡرِ ۚ وَاِنَّ اللّٰهَ بِكُمۡ لَرَءُوۡفٌ رَّحِيۡمٌ ⑨ وَمَا لَكُمۡ اَلَّا تُنۡفِقُوۡا فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَلِلّٰهِ مِيۡرَاثُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ۚ لَا يَسۡتَوِيۡ مِنۡكُمۡ مَّنۡ اَنۡفَقَ مِنۡ

www.maktabah.org

قَبۡلِ الۡفَتۡحِ وَقٰتَلَ ؕ اُولٰٓئِكَ اَعۡظَمُ دَرَجَةً مِّنَ الَّذِیۡنَ اَنۡفَقُوۡا مِنۡۢ بَعۡدُ وَقٰتَلُوۡا ؕ وَكُلًّا وَّعَدَ اللّٰهُ الۡحُسۡنٰی ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ خَبِیۡرٌ ﴿۱۰﴾

ترجمو: الله پاڪ جي پاڪائي، اهي سڀ شيون بيان ڪن ٿيون جي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ۽ اهو زبردست (۽) حڪمت وارو آهي. آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ان جي ئي آهي اهو جياري ۽ ماري ٿو ۽ اهو سڀ ڪنهن شيءِ تي قدرت رکندڙ آهي. اهوئي (سڀني کان) پهريون ۽ (سڀني کان) پويون ۽ پڌرو ۽ ڳجهو آهي ۽ اهو سڀ ڪنهن شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي هو اهو آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ بڻايو، وري عرش تي برابر ٿيو جو ڪجهه زمين ۾ وڃي ٿو ۽ جو ڪجهه ان مان نڪري ٿو ۽ جيڪي آسمانن مان لهي ٿو ۽ جيڪي ان ڏي چڙهي ٿو سو سڀ اهو ڄاڻي ٿو ۽ اهو اوهان سان گڏ آهي جتي بہ هجو ۽ جيڪي اوهان ڪريو ٿا تنهن کي الله پاڪ ڏسندڙ آهي آسمانن ۽ زمينن جي بادشاهي ان جي ئي آهي ۽ الله تعالىٰ ڏي ئي سڀ ڪم موٽايا وڃن ٿا. هو رات کي ڏينهن ۾ آڻي ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ آڻي ٿو ۽ اهو سينن جي راز کي ڄاڻندڙ آهي. اوهين الله ۽ سندس رسول تي ايمان آڻيو ۽ ان (مال) مان خرچ ڪريو جنهن ۾ اوهان کي پنهنجو نائب ڪيو اٿس. پوءِ اوهان مان جن ايمان آندو ۽ خرچ ڪيو تن لاءِ وڏو اجر آهي ۽ اوهان کي ڇا ٿيو آهي جو الله تي ايمان نہ ٿا آڻيون هوڏانهن رسول اوهان کي سڏي رهيو آهي تہ اوهين پنهنجي پالڻهار تي ايمان آڻيو ۽ اوهان کان پڪو واعدو وٺي چڪو آهي جيڪڏهن اوهين مڃڻ وارا آهيو. هو اهو آهي جو پنهنجي ٻانهي تي پڌريون آيتون نازل ڪري ٿو تہ جيئن اوهان کي اونداهين مان سوجهري ڏي آڻي ۽ بي شڪ الله اوهان تي شفقت ڪندڙ نهايت رحم ڪرڻ وارو آهي ۽ اوهان کي ڇا ٿيو آهي جو الله جي رستي ۾ خرچ نہ ٿا ڪريو. هوڏانهن آسمانن ۽ زمين جو ورثو الله جو ئي آهي اوهان مان جن (مڪي جي) فتح کان اڳي خرچ ڪيو ۽ جنگ ڪئي (اهي ۽ ٻيا) برابر نہ ٿا ٿي سگهن اهي درجي ۾ انهن کان گهڻو وڏا آهن جن (فتح کان) پوءِ خرچ ڪيو ۽ جنگ ڪئي ۽ سڀني سان الله چڱائيءَ جو وعدو ڪيو آهي. جيڪي اوهان ڪريو ٿا تنهن جي الله پوري خبر رکندڙ آهي.

**هو الاول والآخر...... (الحديد : 3) جي فضيلت:**

620. ابودائود، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪڏهن توهان مان ڪنهن کي دل ۾ وسوسا پيدا ٿي پون تہ هيءَ آيت پڙهي.

"هُوَ الۡاَوَّلُ وَالۡاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالۡبَاطِنُ ۚ وَهُوَ بِكُلِّ شَیۡءٍ عَلِیۡمٌ ﴿۳﴾ " (الحديد آيت: 3)

ترجمو: اهو ئي (سڀني کان) پهريون ۽ سڀني کان پويون آهي ۽ پڌرو ۽ ڳجهو آهي ۽ اهو سڀ ڪنهن شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي.

نوٽ: هيءَ روايت علامه سيوطيءَ بہ "الاتقان" ۾ آندي آهي. آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هاڻي هاڻي مٿي ابن ڪثير جي روايت ۾ گذري چڪو آهي تہ هيءَ آيت هزار آيتن کان وڌيڪ افضل آهي.

www.maktabah.org

## سورت المجادله

هن جي فضيلت بابت ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورت الحشر

### شهادت جو رتبو:

621. علامه ابن سنيءَ، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ شخص ڪي وصيت فرمائي ته جڏهن آرام لاءِ بستري تي اچين ته سورت الحشر پڙهندو ڪر. پوءِ فرمايائونس ته جيڪڏهن تون اُن حالت ۾ وفات ڪري وئين ته توکي شهادت جو رتبو ملندو يا فرمايائونس ته تون جنتين مان هوندين.

نوٽ: هيءَ حديث علامه نوويءَ "الاذڪار" ۾ به آندي آهي. اهڙي طرح علامه سيوطيءَ "الاتقان" ۾ به ذڪر ڪئي آهي. پردُر منثور ۾ علامه ابن السنيءَ جي ڪتاب "عمل اليوم والليلة" تان هنن لفظن سان نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص سورت حشر جون آخري آيتون پڙهندو ته ان کي اهي درجا حاصل ٿيندا.

### لو انزلنا هذالقرآن علي جبل (سورت الحشر آيت 21 کان 24 تائين) جي فضيلت.

### مٽي جي سور ڪان:

622. علامه ديلميءَ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورت حشر جون هيءَ آيتون مٽي جي سور ڪان ڦيٽو آهن.

لَوْ اَنْزَلْنَا هٰذَا الْقُرْاٰنَ عَلٰى جَبَلٍ لَّرَاَيْتَهٗ خَاشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ ۭ وَتِلْكَ الْاَمْثَالُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿21﴾ هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ ۚ هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ ﴿22﴾ هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْمَلِكُ الْقُدُّوْسُ السَّلٰمُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيْزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ ۭ سُبْحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿23﴾ هُوَ اللّٰهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْاَسْمَاۗءُ الْحُسْنٰى ۭ يُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿24﴾

ترجمو: (اي پيغمبر!) جيڪڏهن اسين هن قرآن کي ڪنهن جبل تي نازل ڪريون ها ته تون ان کي الله جي ڊپ کان عاجزي ڪندڙ ۽ ڦاٽي پوندڙ ڏسين ها. هيءَ مثال اسين، ماڻهن لاءِ بيان ڪريون ٿا ته من اهي ڌيان ڪن. الله اهو آهي جنهن کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي ڳجهه ۽ ظاهر کي ڄاڻڻ وارو آهي اهوئي وڏو مهربان آهي نهايت رحم ڪرڻ وارو آهي. اهو الله آهي جنهن کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق نه آهي جيڪو بادشاهه پاڪ ذات سڀني عيبن کان سلامت امن ڏيڻ وارو نگهباني ڪرڻ وارو، زبردست خودمختيار، وڏائيءَ جو سائين آهي. الله انهن جي شريڪ ڪرڻ کان پاڪ آهي اهوئي الله، پيدا ڪرڻ وارو، نئون بنائڻ وارو، صورت ناهڻ وارو، آهي ان جا سڀ چڱا نالا آهن جو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو سندس پاڪائي بيان ڪري ٿو ۽ اهوئي زبردست ۽ حڪمت وارو آهي.

www.maktabah.org

## موت کان سواءِ هر بيماريءَ جو علاج:

623. خطيب بغداديءَ "التاريخ" ۾ روايت نقل ڪئي آهي تہ ابو نعيم حافظ ٻڌايو تہ اسان کي ابوالطيب محمد بن احمد بن يوسف بن جعفر المقري، ٻڌايو جيڪو "ابن شنبوذ" جي غلام طور مشهور آهي. ان ٻڌايو تہ اسان کي ادريس بن عبدالڪريم حداد ٻڌايو تہ مون حضرت خلف رحہ وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت يعني: "لوانزلنا هذ القرآن علي جبل"... تي پهتس تہ مونکي چيائين تہ پنهنجي مٿي تي هٿ رک. چاڪاڻ تہ مون حمزةؒ وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت تي پهتس تہ مونکي فرمايائون تہ پنهنجي مٿي تي هٿ رک چاڪاڻ تہ مون يحييٰ بن وثاب وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت تي پهتس تہ ان فرمايو تہ پنهنجي مٿي تي هٿ رک چاڪاڻ تہ مون حضرت علقمہؒ ۽ اسودؒ وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت تي پهتس تہ انهن فرمايو: مٿي تي هٿ رک. چاڪاڻ تہ اسان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت تي پهتاسين تہ ان فرمايو تہ توهان ٻئي پنهنجي مٿي تي هٿ رکو چاڪاڻ تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن وٽ هيءَ سورت پڙهي جڏهن هن آيت تي پهتس تہ فرمايائون: پنهنجي مٿي تي هٿ رک چاڪاڻ تہ جڏهن حضرت جبرائيل عليه السلام هيءَ آيت کڻي آيو تہ مون کي چيائين: پنهنجي مٿي تي هٿ رک چاڪاڻ تہ هيءَ آيت موت کان سواءِ هر بيماريءَ کان شفا آهي.

فائده: هن آيت جون ڪجھ فضيلتون سورت بقره جي پهرين چئن آيتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن.

### هو الله الذي لا الہ الا هو... ٽن آيتن جي فضيلت

## جنن کان بچاءُ لاءِ:

624. ابن مردويه حضرت ابو ايوب انصاريءَ رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان وٽ گهر ۾ ڪارڪن سڪائڻ جو پلاٽ هو. هڪ دفعي ڏٺائين تہ اتي ڪجھ ڪارڪون ڪٽل آهن پوءِ رات جو چونڪيءَ تي ويهي رهيو. اوچتو ڏٺائين تہ هڪ ماڻهو آهي. ان کان پڇيائين، تون ڪير آهين؟ ان چيو تہ آءٌ جنُ آهيان اسان کي سامان سيڌي جي ضرورت پئي ان ڪري هتي آيا آهيون هيءُ ڪارڪون پيون آهن سو الله توکي ڪٽائيندو ڪونہ. اسان کي ڪجھ ونڊڙو ڪراءِ. حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنه ان کي چيو تہ جي تون واقعي بہ جن آهين تہ مون کي پنهنجو هٿ ڏيکار پوءِ هن مون کي پنهنجو هٿ ڏيکاريو تہ ان تي ڪتي جي هٿ وانگر وار هئا. "مون ان کي چيو تہ جيڪي بہ ڪارڪون ڪٽي سگهين توکي اجازت آهي يلي ڪڻ، پر هن شرط سان تہ مونکي ٻڌاءِ تہ ڪهڙي دعا يلي ۾ يلي آهي جا جنن جي بچاءَ کان انسان پڙهي. ان چيو: هيءَ آيتون پڙهجن.

هُوَ اللهُ الذی لا اِلٰہ الا هو عالم الغيب و الشهادة هو الرحمٰن الرحيم. هُوَ اللّٰهُ الَّذِیْ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْمَلِكُ الْقُدُّوْسُ السَّلٰمُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيْزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ ؕ سُبْحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿۲۳﴾ هُوَ اللّٰهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى ؕ يُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿۲۴﴾ (الحشر: 122- 23-24)

www.maktabah.org

ترجمو: الله اهو آهي جنهن کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ڳجهہ ۽ ظاهر کي ڄاڻڻ وارو آهي، اهوئي وڏو مهربان آهي، نهايت رحم ڪرڻ وارو آهي. اهو الله آهي جنهن کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي جيڪو بادشاهہ پاڪ ذات سيني عيبن کان سلامت امن ڏيڻ وارو نگهباني ڪرڻ وارو، زبردست خودمختيار، وڏائيءَ جو سائين آهي الله انهن جي شريڪ ڪرڻ کان پاڪ آهي، اهوئي الله پيدا ڪرڻ وارو، نئون بنائڻ وارو، صورت ٺاهڻ وارو آهي ان جا سڀ چڱا نالا آهن. جو ڪجهہ آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو سندس پاڪائي بيان ڪري ٿو ۽ اهوئي زبردست (۽) حڪمت وارو آهي.

### سڀ گناهہ معاف:

625. ابن مردويه، حضرت انس ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة حشر" جون آخري آيتون پڙهندو پوءِ ان رات يا ڏينهن ۾ وفات ڪري ويو تہ ان جا سڀ گناهہ معاف ڪيا ويندا.

### شهادت جو موت:

626. علامه ابن سنيءَ، "عمل اليوم والليلة" ۾ ابن مردويه کان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن هڪ شخص کي حڪم ڪيو تہ جڏهن تون پنهنجي بستري تي آرام لاءِ اچين تہ سورت حشر جون آخري آيتون پڙهندو ڪر. پوءِ فرمايائونس تہ جيڪڏهن تون مري ويندين تہ توکي شهادت جو موت نصيب ٿيندو.

### افضل شيءِ سان خصوصيت:

627. ابوعلي عبدالرحمن بن محمد النيساپوري، "الفوائد" ۾ حضرت محمد بن الحنيفة جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت براء بن عازب ﷛ حضرت علي بن ابي طالب ﷛ کي چيو تہ مون کي ان افضل شيءِ سان خاص ڇو نہ ٿو ڪرين، جنهن سان توکي الله جي رسول الله ﷺ جن خاص ڪيو آهي جيڪا جبرائيل عليه السلام خصوصي طور پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ڏني جا الله تعاليٰ ان جي ذريعي سندن ڏي موڪلي.

حضرت علي ﷛ چيو تہ اي براء! جڏهن دعا گهرين تہ ان ۾ الله.جي اسم اعظم جو واسطو ڏئي ان کان پوءِ "سورة الحديد" جون پهريون ڏهہ آيتون ۽ آخري آيتون سورت حشر جون پڙهہ. پوءِ چوءِ "يا من هو هكذا وليس شی هَكذا غيره اسئلک ان تفعل بی كذا وكذا" اي اها ذات! جنهن جو شان اهو آ ۽ ٻي ڪا بہ شيءِ ڪانهي جيڪا ائين هجي توکان آءٌ هيءَ درخواست ٿو ڪريان تہ مون سان هيئن هيئن ڪر. (مهرباني ڪر رحم ڪر وغيره وغيره) قسم آ خدا جو اي براء بن عازب! اها اهڙي دعا آهي جو جيڪڏهن اهي لفظ پڙهي منهنجي خلاف دعا ڪندين تہ مان زمين ۾ ڳهجي ويندس.

www.maktabah.org

### شيطان تڙجي ويا:

628. ابن مردويه، حضرت ابو امامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٿي ڀيرا "اعوذ بالله من الشيطٰن الرجيم" پڙهي پوءِ "سورة حشر" جون آخري آيتون پڙهيون تہ الله تعاليٰ ستر هزار ملائڪن کي موڪليو جيڪي انسانن ۽ جنن جي شيطان کي تڙين پيا پوءِ جيڪڏهن رات جو پڙهن پيا تہ صبح تائين انهن کي تڙين پيا ۽ جي ڏينهن جو پڙهن پيا تہ شام تائين تڙڻ ۾ مصروف رهن پيا.

629. ابن مردويه، حضرت انس رضي الله عنه جي ان جهڙي ئي روايت نقل ڪئي آهي پر ان ۾ آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڏهہ ڀيرا "اعوذ بالله من الشيطٰن الرجيم" پڙهيو.

### ملائڪن جون دعائون ۽ شهادت جو رتبو:

630. امام احمد، دارميءَ، ترمذيءَ، جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت معقل بن يسار رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص صبح جو ٽي ڀيرا "اعوذ بالله السميع العليم من الشيطٰن الرجيم" پڙهي پوءِ سورت حشر جون آخري ٽي آيتون پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ ستر هزار ملائڪن کي مقرر فرمائيندو، جيڪي شام تائين ان لاءِ بخشش جون دعائون پيا گهرندا رهندا ۽ جيڪڏهن ان ڏينهن مري ويو تہ شهيد ٿي مري ويندو ۽ جيڪو شخص شام جو پڙهندو تہ ان کي بہ اهڙوئي مرتبو ملندو.

**فائده**: هن حديث ۾ ۽ مٿي جن حديثن ۾ سورت حشر جي آخري آيتن جو ذڪر آهي ان مان مراد آخري ٽي آيتون آهن.

### جنت واجب ٿي ويندي:

631. ابن عدي، ابن مردويه، خطيب، بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوامامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڏينهن جو يا رات جو سورت حشر جون آخري آيتون پڙهندو پوءِ جي ان ڏينهن يا رات جو وفات ڪري ويو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ جنت واجب ڪري ڇڏيندو.

### فوت ٿيل شيءِ حاصل ٿئي:

632. ابن ضريس حضرت عقبہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان کي صحابن سڳورن رضي الله عنهم ٻڌايو تہ جيڪو شخص "سورة حشر" جون آخري آيتون پڙهندو تہ جيڪا شيءِ رات جو فوت ٿي وئي هيس، ان کي حاصل ڪري وٺندو ۽ شام تائين محفوظ رهندو ۽ جيڪو شخص شام جو اهي آيتون پڙهندو تہ جيڪا شيءِ رات جو ان کان فوت ٿي وئي هوندي، سا حاصل ڪري وٺندو ۽ صبح تائين محفوظ رهندو ۽ جي مري ويو تہ ان لاءِ جنت واجب ٿي وئي.

www.maktabah.org

### شهيدن واري مُهر:

633. دارميءَ ۽ ابن ضريس، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص صبح جو "سورة حشر" جون آخري ٽي آيتون پڙهندو پوءِ جي ان ڏينهن مري ويو ته الله تعاليٰ ان تي شهيدن واري مهر هڻي ڇڏيندو ۽ جيڪڏهن شام جو پڙهندو پوءِ جي ان رات مري ويو ته الله تعاليٰ ان تي شهيدن واري مهر هڻي ڇڏيندو.

### اسم اعظم ڪٿي آهي؟

634. علامه ديلميءَ، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله جو اسم اعظم "سورت حشر" جي آخري ٽن آيتن ۾ آهي.

**فائده**: "سورة حشر" جي آخري ٽن آيتن جي فضيلت جو ڪجهه ذڪر "سورة بقرة" جي پهرين ڇئن آيتن ۾ گذري چڪو آهي ۽ "سورة حديد" جي فضيلت ۾ پڻ گذري چڪو آهي ته "سورة حشر" جي آخر ۾ هڪ آيت آهي جا هزار آيتن کان وڌيڪ افضل آهي.

## سورة الممتحنة

هن جي فضيلت بابت ڪابه روايت ملي نه سگهي آهي.

## سورة الصف

هن جي فضيلت بابت ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الجمعة

هن جي فضيلت بابت ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. باقي فضيلتن کان علاوه جيڪي روايتون آيون آهن سي هيءُ آهن:

### جمعي جي نماز ۾:

635. ابن ابي شيبه، مسلم، ابوداٶد، ترمذيءَ، نسائيءَ ۽ ابن ماجه حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي نماز ۾ "سورة جمعه" ۽ "سورة اذاجائڪ المنافقون" (سورة المنافقين) پڙهندا هئا.

### جمعي جي رات جو سومهڻيءَ جي نماز ۾:

636. ابن حبان ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي رات سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة الڪافرون ۽ قل هو الله احد" پڙهندا هئا ۽ جمعي جي رات جو سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة جمعه ۽ منافقون" پڙهندا هئا.

## سورة المنافقين

هن جي فضيلت بابت ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. البته فضيلتن کان علاوه هي روايتون آيون آهن.

www.maktabah.org

**جمعي جي نماز ۾:**

637. سعيد بن منصور ۽ طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حسن سند سان ۽ ابن مردية حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جمعي جي نماز (پهرين رڪعت) ۾ سورة جمعه پڙهندا هئا جنهن سان مومنين کي (جمعي بابت) برانگيخته ڪندا هئا ۽ ٻي رڪعت ۾ سورة منافقون پڙهندا هئا جنهن سان منافق ماڻهن کي ڊيڄاريندا هئا.

638. امام بغوي رحمه الله "المعجم" ۾ ۽ طبراني رحمه الله حضرت ابوعتبه خولانيءَ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جمعي جي نماز ۾ "سورة جمعه ۽ سورة منافقون" پڙهندا هئا.

## سورة التغابن

هن سورة جي فضيلت بابت ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

### زعم الذين كفروا (سورة التغابن آيت: 7)

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الطلاق

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي، البت فضيلتن کان علاوه روايت هيءَ آهي.

639. عبدالرزاق "المصنف" ۾ ۽ سعيد بن منصور، حضرت طاؤس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جمعي جي نماز ۾ "سورة جمعه ۽ سورة طلاق" پڙهندا هئا.

### ومن يتق الله يجعل له مخرجا (سورة الطلاق آيت: 2) جي فضيلت

640. امام خطيب "التاريخ" ۾ حضرت جويبر جي سند سان حضرت ضحاڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي ته جيڪو شخص بادشاه جي ظلم جي خوف کان ان وٽ ۽ سمنڊ جي ڇولين وقت ٻڏڻ جي خوف کان ۽ ڦاڙيندڙ جانور جي ڀؤ کان هيءَ آيت پڙهندو ته ان کي ڪابه شيءِ نقصان نه رسائيندي.

641. امام احمد، حاڪم، جنهن هن کي صحيح ﺑﻪ قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردويه ۽ ابونعيم "المعرفة" ۾ ۽ امام بيهقيءَ، حضرت ابوذر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هيءَ آيت بار بار پڙهن پيا تانته مون کي ننڊ وٺي ۽ پوءِ فرمايائون ته ابوذر! جيڪڏهن سيئي ماڻهو هيءَ آيت پڙهن ته سيني کي ڪفايت ڪري وڃي. آيت هي آهي: فَاِذَا بَلَغْنَ اَجَلَهُنَّ فَاَمْسِكُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ اَوْ فَارِقُوْهُنَّ بِمَعْرُوْفٍ وَّاَشْهِدُوْا ذَوَيْ عَدْلٍ مِّنْكُمْ وَاَقِيْمُوا الشَّهَادَةَ لِلّٰهِ ۭ ذٰلِكُمْ يُوْعَظُ بِهٖ مَنْ كَانَ يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ڛ وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّهٗ مَخْرَجًا ۝ وَّيَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ (سورة الطلاق آيت: 2)

www.maktabah.org

ترجمو: ۽ جيڪو الله کان ڊڄندو ته الله تعاليٰ ان لاءِ مشڪل مان نڪرڻ جو رستو پيدا ڪري ڏيندو ۽ ڪيس اتان رزق ڏيندو جتان وهم و گمان به نه هوندس.

**فائدة**: سورة النحل جي فضيلت ۾ حضرت عبدالله بن مسعود ﷛ جي موقوف روايت گذري چڪي آهي ته توڪل ۽ هر معاملو خدا جي حوالي ڪرڻ جي باري ۾ اهم آيت قرآن شريف ۾ من يتق الله يجعل له مخرجا: يعني: جيڪو شخص الله تعالي کان ڊڄندو ته الله تعاليٰ ان لاءِ مشڪل مان نڪرڻ جو رستو پيدا ڪري ڏيندو.

### سيجعل الله بعد عسر يسراً (سورة الطلاق آية: ٧) جي فضيلت

سورة فاطر ۾ هن جي فضيلت بابت ڪجهه روايتون گذري چڪيون آهن.

## سورة التحريم

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الملک جون فضيلتون

### شفاعت ڪندڙ سورت:

642. امام احمد، ابوداؤد، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن ماجه، ابن حبان، ابن ضريس، حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، ابن مردوية ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابوهريرة ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو بيشڪ قرآن پاڪ ۾ هڪ سورة آهي جنهن ۾ ٽيهه آيتون آهن جيڪا پنهنجي پڙهندڙ جي بخشش تائين شفاعت ڪندي رهندي. اها "سورة الملک" آهي.

فائدة: علامه جزريءَ "حصن حصين" ۾ لکيو آهي ته ان روايت ۾ ابن حبان هيءُ لفظ وڌايا آهن. "هيءُ سورة پنهنجي پڙهندڙ جي بخشجڻ تائين بخشش گهرندي رهندي."

### جنت ۾ داخل ڪرائيندڙ سورة:

643. علامه طبرانيءَ ﷬ "المعجم الاوسط" ۾، ابن مردوية ۽ ضياء "المختارة" ۾ حضرت انس ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: قرآن پاڪ جي هڪڙي سورة آهي جا پنهنجي پڙهندڙ جي باري ۾ الله تعاليٰ سان جهيڙو ڪندي تانته ان کي جنت ۾ داخل ڪرائيندي.

اها سورة آهي "تبارک الذي بيده الملک" يعني: "سورة الملک" آهي.

### قبر جي عذاب کان نجات:

644. ترمذيءَ، حاڪم، ابن مردويه، ابن نصر ۽ بيهقيءَ، "دلائل النبوة" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: ڪجهه صحابن سڳورن رضي الله

www.maktabah.org

عنهم پنهنجو خيمو هڪڙي قبر مٿان کوڙيو پر انهن کي پتو ڪونه هو ته هتي ڪا قبر آهي پوءِ اوچتو ان مان هڪ شخص جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو جنهن سڄي سورة ملڪ پڙهي پوءِ هنن نبي ڪريم ﷺ جن کي اچي ٻڌايو پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اها سورة (الملڪ) قبر جي عذاب کان روڪيندڙ ۽ نجات ڏياريندڙ آهي.

645. ابن مردويه، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "سورة الملڪ" قبر جي عذاب کان حفاظت ڪندڙ آهي.

646. نسائيءَ، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص روزانه رات جو "سورة تبارڪ (الملڪ)" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي قبر جي عذاب کان محفوظ رکندو.

**فائدة:** هن روايت کي علامه سيوطيءَ "الاتقان" ۾ به نقل ڪيو آهي.

## هڪ ئي وقت مڪمل سورة جو نزول:

647. ابن مردويه، حضرت رافع بن خديج رضي الله عنه ۽ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مون تي "سورة تبارڪ" هڪ ئي ڀيري ۾ مڪمل نازل ٿي حالانڪ ان ۾ ٽيهه آيتون آهن. فرمايائون ته "سورة الملڪ" قبر جي عذاب کان بچائيندڙ آهي.

## جيڪر هرهڪ جي دل ۾ سورة تبارڪ هجي:

648. عبد بن حميد "مسند" ۾ طبرانيءَ، حاڪم ۽ ابن مردويه حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان هڪ شخص کي چيو ته توکي هڪڙي حديث تحفي ۾ نه ڏيان؟ جو تون خوش ٿي وڃين. عرض ڪيائين ته بلڪل اهڙي تحفي جي ته عنايت ڪريو. فرمايائين ته "سورة الملڪ" پڙهندو ڪر ۽ پنهنجي گهر ڀاتين کي ۽ سموري اولاد ۽ پنهنجي گهر جي ٻارڙن ۽ پنهنجي پاڙيسرين کي به سيکار، ڇاڪاڻ ته اها سورة، عذاب کان بچائيندي. اهوئي سبب آهي جو نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: منهنجي دل ٿي چاهي ته جيڪر هر امتيءَ جي دل ۾ اها سورة هجي.

## سورة الملڪ جو جهيڙو:

649. ابن عساڪر ضعيف سند سان زهريءَ کان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ته توهان کان اڳ هڪڙو شخص هو جو جڏهن هو وفات ڪري ويو ته ان وٽ قرآن پاڪ منجهان سورة تبارڪ کانسواءِ ڪجهه به نه هو. ان کي جڏهن قبر ۾ دفنايو ويو ته وٽس هڪ ملائڪ آيو ته اها سورة ان جي منهن جي سامهون اچي وئي. ملائڪ ان کي چيو ته تون الله جي ڪتاب مان آهين ۽ آءٌ تنهنجي لاءِ نه هن لاءِ ۽ نه ئي پنهنجي لاءِ نفعي ۽ نقصان جو مالڪ ٿي سگهان ٿو. جيڪڏهن تون هن لاءِ ڪجهه چاهين ٿي ته پوءِ الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ هلي هن لاءِ سفارش ڪر. پوءِ اها سورة رب تعاليٰ وٽ حاضر ٿي عرض ڪري ٿي ته اي

www.maktabah.org

رب! بيشڪ فلاڻي شخص تنهنجي ڪتاب مان مون ڪي چوندي سڪيو ۽ پڙهيو (تلاوت ڪئي.) ڇا پوءِ تون هن ڪي باهه ۾ ساڙيندين ۽ عذاب ڪندين ۽ مان هن جي سيني ۾ هجان؟ جيڪڏهن تون ائين ڪرين ٿو ته پوءِ مون ڪي پنهنجي ڪتاب مان ميساري ڇڏ. الله تعاليٰ فرمائيس ٿو ته آءٌ توکي ڪاوڙيل نه ٿو ڏسڻ چاهيان. پوءِ "سورة تبارڪ" عرض ٿي ڪري ته واقعي به ڪاوڙجڻ منهنجو حق آهي الله تعاليٰ فرمائيس ٿو ته تون وڃ! مون توکي اهو شخص ڏئي ڇڏيو ۽ ان جي لاءِ تنهنجي شفاعت به قبول ڪيم. پوءِ اها واپس اچي ان ملائڪ کي پري ٿي ڪري جيڪو مونجهو تي نڪري وڃي ٿو. جو ڪيس ڪنهن به شيءِ جي اجازت نه ملي پوءِ "سورة الملڪ" پنهنجو وات ان شخص جي وات تي رکي چويس ٿي ته هن وات کي مبارڪون هجن جنهن منهنجي تلاوت ڪئي ۽ هن سيني کي به مبارڪون هجن جنهن مون کي سانڍيو ۽ هنن ٻن پيرن کي به مبارڪون هجن جيڪي منهنجي ڪري بيٺا رهيا پوءِ اها سورة، قبر جي وحشت کان ان سا. زرونهن ڪندي رهندي. جڏهن هيءَ حديث نبي ڪريم ﷺ جن بيان فرمائي ته هر ننڍي توڙي وڏي، آزاد توڙي غلام هيءَ سورة سکي ورتي ۽ نبي ڪريم ﷺ جن هن سورة جو نالو "المنجية" (نجات ڏيندڙ) رکيو آهي.

نوٽ: هن حديث جهڙي ابن عساڪر زهريءَ کان ٻي سند سان به نقل ڪئي آهي.

**فائدة:** آءٌ چوان ٿو ته هن حديث ۾ آهي ته "توهان کان اڳ ۾ هڪ شخص هو" ان مان مراد يا ته صحابي هو جيڪو موجود مخاطب صحابين کان اڳ وفات ڪري ويو هو. يا ته اڳين امتين ۾ هڪ شخص هو جنهن کي سورة تبارڪ ياد هئي. باقي سوال رهندو ته سورة تبارڪ ته قرآن پاڪ جي سورة آهي اڳ ۾ ڪيئن ٿي؟ ان جو جواب هيءَ آهي ته سورة تبارڪ تورات ۾ به هئي ان ڪري ڪوبه اشڪال نه پوي، جيئن ايندڙ حديث ۾ وضاحت اچي ٿي.

## سورة ملڪ جي قبر ۾ ڪيفيت:

650. محمد بن نصر، ابن ضريس، طبرانيءَ ۽ حاڪم جنهن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل آهي ته ان فرمايو جڏهن ميت کي قبر ۾ لاتو ويندو آهي ته ان وٽ پيرن جي پاسي کان ملائڪ ايندا آهن ته ان جا پير چوندا آهن ته توهان لاءِ منهنجي طرف کان ڪوبه رستو نه آهي هن اسان تي بيهي "سورة ملڪ" پڙهندو هو پوءِ ملائڪ وٽس سيني واري پاسي کان ايندا ته سينو چوندو ته منهنجي پاسي کان به توهان لاءِ رستو نه آهي هن ته مون ۾ "سورة تبارڪ" کي سانڍيو هو پوءِ مٿي واري پاسي کان وٽس ملائڪ ايندا ته مٿو انهن کي چوندو ته مون واري پاسي کان به توهان کي اچڻ جو رستو نه آهي، هيءَ سورة روڪي ڇڏيندڙ آهي جا قبر جي عذاب کان ڪيس بچائيندي هيءَ تورات ۾ به آهي جيڪو شخص رات جو هن سورة جي تلاوت ڪندو ان ڄڻ گهڻو ڪجهه ڪيو ۽ تمام پلو ڪيو.

www.maktabah.org

## قبر ۾ باهہ ۽ سوره ملڪ:

651. ابوعبيد ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ مره بن شراحيل جي سند سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: ماڻهو جڏهن وفات ڪري ٿو وجي تہ ان جي چوڌاري باهہ ٻاري وڃي ٿي ۽ پوءِ جيڪڏهن ڪوبہ عمل نہ اٿس جيڪو باهہ کي ان ڪان روڪي تہ اها باهہ ان جي آس پاس کي ساڙي ٿي ڇڏي ۽ هڪڙو اهڙو شخص وفات ڪري ويو جيڪو قرآن پاڪ جي ٽيهن آيتن واري سورة پڙهندو هو، جڏهن ان ڏي مٿن ڪان باهہ آئي تہ سورة ان کي چيو تہ هيءُ مون کي پنهنجي مٿي واري حصي (وات) مان پڙهندو هيو تنهنڪري هن کي ڪجهہ بہ نہ چؤ. پوءِ اها باهہ وري پيرن واري پاسي کان ان ڏي اچي ٿي تہ سورة ان کي چوي ٿي تہ هيءُ شخص بيهي نماز ۾ مون کي پڙهندو هو. پوءِ اها باهہ وري ان جي سيني واري پاسي کان اچي ٿي تہ اها سورة ان کي چوي ٿي تہ هن مون کي پنهنجي سيني ۾ سانڍيو هو تنهنڪري هن کان هٽي وڃ. نيٺ آخر اها سورة ان کي قبر جي باهہ کان بچائي ٿي. حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو تہ قرآن پاڪ ۾ جاچي ڏٺوسين تہ ٽيهن آيتن واري سورة "سورة تبارڪ" ئي نظر آئي.

652. دارميءَ ۽ ابن ضريس، حضرت مره جي مرسل روايت نقل ڪئي آهي.

653. سعيد بن منصور، حضرت عمرو بن مره رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ چيو ويندو هو تہ قرآن ۾ هڪ سورة آهي جيڪا پنهنجي پڙهندڙ لاءِ قبر ۾ جهڳڙو ڪندي. ان ۾ ٽيهہ آيتون آهن، پوءِ قرآن پاڪ ۾ جاچي ڏٺائون تہ اها سورة تبارڪ هئي.

## سورة تبارڪ ۽ هڪ گناهگار شخص:

654. ديلميءَ، حضرت انس رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ قيامت جي ڏينهن هڪڙي اهڙي شخص کي اُٿاريو ويندو جنهن هر گناهہ جو ڪم ڪيو هوندو، پر اهو الله کي اڪيلو ڪري مڃيندو هو. ملائڪن کي حڪم ڪيو ويندو تہ هن کي جهنم ڏي وٺي وڃو. پوءِ ان جي سيني مان هڪ شي اُمڙتاري وانگر اڏامي ويندي جا رب پاڪ کي عرض ڪندي تہ اي الله! هيءُ مون کي پڙهندو هو. پوءِ اها سورة ان جي سفارش ڪندي رهندي تانتہ ان کي جنت ۾ جاءِ ونرائي ڏيندي. ياد رهي تہ اها "سورة منجيہ" (نجات ڏياريندڙ) تبارڪ الذي بيده الملڪ آهي.

## جمعي جي ڏينهن تلاوت:

655. عبدالرزاق "مصنف" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جمعي جي نماز ۾ سورة جمعہ ۽ سورة الاعليٰ پڙهندا هئا ۽ جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز ۾ "سورة الم تنزيل" (سورة زمر) ۽ "سورة تبارڪ الذي بيده الملڪ" پڙهندا هئا.

www.maktabah.org

## 30 نيڪيون 30 گناهہ ۽ 30 درجا:

656. ديلميءَ، ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: قرآن پاڪ ۾ هڪ سورة آهي جنهن ۾ ٽيهہ آيتون آهن. جيڪو شخص سمهڻ مهل اها سورة پڙهندو تہ ان جي اعمالنامي ۾ ٽيهہ نيڪيون لکيون ويندءون آهن ان جا ٽيهہ گناهہ معاف ڪيا ويندا آهن ۽ ٽيهہ درجا بلند ڪيا ويندا آهن ۽ الله تعاليٰ ان ڏي هڪڙو ملائڪ موڪليندو جيڪو مٿس پنهنجا پر وڇائيندو ۽ ننڊ مان جاڳڻ تائين هر مصيبت کان ان جي حفاظت ڪندو اها "سورة مُجَادِلَة" (جهيڙو ڪندڙ آهي) جا پنهنجي پڙهندڙ لاءِ قبر ۾ (ملائڪن سان) جهيڙو ڪندي اها اتو "سورة تبارڪ الذي بيده الملڪ".

## هڪ عجيب ڳالهہ:

657. ديلميءَ، ضعيف سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي مون هڪڙي عجيب ڳالهہ ڏٺي هڪ شخص ڪي ڏنم جو هو وفات ڪري ويو تمام گهڻا گناهہ ڪري پنهنجي جيءَ ڪي جوکي ۾ وجهي چڪو هو. جڏهن قبر ۾ ان ڏي پيرن کان يا مٿن کان عذاب ٿي آيو تہ ان جي سامهون اها سورة ٿي آئي، جنهن ۾ پکين جو ذڪر آهي ان تان عذاب کي پئي ٿاريائين ۽ چوي پئي تہ هيءُ منهنجي حفاظت ڪندو (پڙهندو) هو. مون سان منهنجي ربَّ وعدو فرمايوآهي تہ جيڪو شخص توکي هميشہ پڙهندو رهندو تہ ان کي عذاب نہ ڪندس پوءِ ان شخص کان عذاب ٽري ويو. مهاجر ۽ انصار صحابي هن سورة کي سڪندا هئا ۽ چوندا هئا تہ جيڪو هيءُ سورة نہ ٿو سکي اهو بي سمجهہ آهي.

**فائده**: حديث ۾ آهي تہ "اها سورة... جنهن ۾ پکين جو ذڪر آهي" اهو سورة تبارڪ جي هن آيت ڏانهن اشارو آهي اَوَلَمۡ يَرَوۡا اِلَى الطَّيۡرِ فَوۡقَهُمۡ صٰٓفّٰتٍ وَّيَقۡبِضۡنَ ؁ (سورة الملڪ، آيت: 19)

ترجمو: ڇا پنهنجي مٿان پرن کي پکيڙيندڙ ۽ بند ڪندڙ پکين ڏي انهن نہ ڏٺو آهي.

## قبر جي عذاب کان بچاءُ:

658. ابن ضريس، حضرت مرة همدانيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ شخص کي قبر جي هر پاسي کان عذاب آيو پئي تہ قرآن پاڪ جي ٽيهہ آيتي سورة ان کي پئي ٽاريو تانتہ ان کي قبر جي عذاب کان بچائي ورتائين. ياد رهي تہ "اها سورة تبارڪ الذي بيده الملڪ" آهي.

659. ابن مردويه، ابوالصباح جي سند سان عبدالعزيز جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هڪ شخص کي قرآن پاڪ جي هڪ سورة جي شفاعت سان جنت ملي ان ۾ ٽيهہ آيتون آهن جنهن ان کي قبر جي عذاب کان بچايو ان جو نالو "تبارڪ الذي بيده الملڪ" آهي.

www.maktabah.org

**هرحال ۾ سورة تبارڪ جي تلاوت:**

660. ابن مردويه، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن "سورة الم تنزيل" يعني: سورة سجده ۽ "تبارڪ الذي بيده الملڪ" روزانه رات جو سفر ۾ توڙي حضر ۾ (هرحال ۾) پڙهندا هئا.

661. ابونعيم، حضرت حارث بن فضيل جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ حضرت ابن شهاب وٽ ڏهه ڏهاڙا ٽڪيس ان وٽ ڏٺم ته هو روزانه فجر جي نماز ۾ "سورة تبارڪ" ۽ "قل هو الله احد" پڙهندو هو.

فائدة: هيءَ روايت علامہ عينيءَ بخاري شريف جي شرح ۾ پڻ آندي آهي.

فائده: "سورة تبارڪ" جون ڪجهه فضيلتون "سورة قمر" جي فضيلت ۾ گذري چڪيون آهن.

## سورة ن (القلم)

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. البت فضيلتن ڪان علاوه هڪ روايت "سورة الرحمٰن" جي بيان ۾ گذري چڪي آهي اها هيءَ آهي.

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ رڪعت ۾ "سورة واقعة ۽ سورة ن" پڙهندا هئا.

## وان يكاد الذين كفروا (سورة القلم: 51) آيت جي بيان ۾.

هن آيت جي فضيلت ۾ هن هڪ روايت ڪان علاوه ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي

**اک جي تڪليف ڪان:**

662. علامه ثعلبيءَ، پنهنجي تفسير ۾ حضرت حسن بصري رحمه الله جي روايت نقل ڪئي آهي ته جنهن کي اک ۾ ڪا تڪليف ٿئي ته هيءَ آيت پڙهي. وَاِنۡ يَّكَادُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَيُزۡلِقُوۡنَكَ بِاَبۡصَارِهِمۡ لَمَّا سَمِعُوا الذِّكۡرَ وَيَقُوۡلُوۡنَ اِنَّهٗ لَمَجۡنُوۡنٌ ۝ (القم: 51)

ترجمو: ۽ (اي پيغمبر! ﷺ) هيءَ ڪافر ته هن ڳالهه تي اچي بيٺا آهن جو جڏهن توڪان قرآن ٻڌن ٿا تڏهن توکي پنهنجي (تڪين) اکين سان تيزي ڇڏين ۽ چون ٿا ته هيءُ چريو آهي.

## سورة الحاقة

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. البت فضيلتن ڪان علاوه ڪجهه روايتون هيءَ آهن.

*. سورة الرحمٰن جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ سورة الحاقة ۽ انِ جهڙيون ٻيون سورتون پڙهندا هئا.

**حضرت عمر رضي الله عنه جو ايمان:**

663. امام احمد، حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته آءٌ

www.maktabah.org

اسلام کان اڳ نبي ڪريم ﷺ جن کي مارڻ لاءِ سندن پويان لڳس پر اهي مون کان اڳ ۾ ئي مسجد ۾ وڃي چڪا هئا. پوءِ آءٌ انهن جي پويان (انتظار ۾) بيهي رهيس پاڻ سڳورن ﷺ جن "سورة الحاقه" پڙهڻ شروع ڪئي. مون جيئن ئي ٻڌي ته ان جي جوڙجڪ، بلاغت ۽ فصاحت مون کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو. مون چيو ته الله جو قسم! واقعي به هيءُ شاعر آهي جيئن قريشن پئي چيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ هيءَ آيت تلاوت ڪئي: "اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ ۝ وَّمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ ۚ قَلِيْلًا مَّا تُؤْمِنُوْنَ ۝". (سورة الحاقة: آيت: 40-41)

ترجمو: ته بيشڪ اهو قرآن هڪ سڳوري قاصد جو سنيهو آهي ۽ نه اهو ڪنهن شاعر جو ڪلام آهي اوهين بلڪل ٿورو يقين ڪريو ٿا.

مون چيو ته هيءُ شاعر نه پر ڪا هن (يوپو) آهي پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن هيءَ آيت تلاوت ڪئي. " وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ ۚ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ۝ تَنْزِيْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْاَقَاوِيْلِ ۝ لَاَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِيْنِ ۝ ثُمَّ لَقَطَعْنَا مِنْهُ الْوَتِيْنَ ۝ فَمَا مِنْكُمْ مِّنْ اَحَدٍ عَنْهُ حٰجِزِيْنَ ۝ وَاِنَّهٗ لَتَذْكِرَةٌ لِّلْمُتَّقِيْنَ ۝ وَاِنَّا لَنَعْلَمُ اَنَّ مِنْكُمْ مُّكَذِّبِيْنَ ۝ وَاِنَّهٗ لَحَسْرَةٌ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ۝ وَاِنَّهٗ لَحَقُّ الْيَقِيْنِ ۝ فَسَبِّحْ بِاسْمِ رَبِّكَ الْعَظِيْمِ ۝ (سورة الحاقة: آيت 42- کان 52 تائين).

ترجمو: ۽ نه ڪنهن اڳ ڪٿي ڪرڻ واري (ماڻهوءَ) جو ڪلام آهي، اوهين تمام ٿورو ڌيان ڏيو ٿا. اهو جهانن جي پالڻهار جي طرفان نازل ڪيل آهي ۽ جيڪڏهن (پيغمبر) ڪي ڳالهيون پاڻ ٺاهي اسان تي هڻي ته اسين ساڄو هٿ ان جو جهليون. پوءِ سندس دل جي رڳ وڍي ڇڏيون پوءِ اوهان مان ڪوبه (اسان کي) ان کان روڪڻ وارو نه آهي ۽ بيشڪ اهو (قرآن) پرهيزگارن لاءِ نصيحت آهي ۽ بيشڪ اسان ڄاڻون ٿا ته اوهان مان ڪي (ان کي) ڪوڙو ڪندڙ آهن ۽ بيشڪ اهو (قرآن) ڪافرن لاءِ پشيمانيءَ (جو سبب) آهي ۽ بيشڪ اهو (قرآن) خالص يقين آهي پوءِ (اي پيغمبر!) وڏائيءَ واري پنهنجي پالڻهار جي نالي جي پاڪائي بيان ڪر.

حضرت عمر رضي الله عنه فرمائي ٿو ته ان کان پوءِ منهنجي دل ۾ هر موڙ تي اسلام ويهي ويو.

## سورة المعارج

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. البت فضيلتن کان علاوه روايت "سورة الرحمٰن" ۾ گذري چڪي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ "سورة معارج ۽ سورة النازعات" هڪ رڪعت ۾ پڙهندا هئا.

## سورة النوح

هن جي فضيلت ۾ به ڪا روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الجن

هن جي فضيلت ۾ به ڪا روايت نه ملي سگهي آهي.

www.maktabah.org

## وانه تعاليٰ جد ربنا... (الجن: 4) ۾ آيتن جي فضيلت

هن جي فضيلت سورة بقرة جي شروع وارين چئن آيتن جي فضيلت ۾ گذري چڪي آهي.

## سورة المزمل

هن جي فضيلت ۾ ٻه ڪا روايت نہ ملي سگهي آهي.

البت فضيلتن ڪان علاوه روايتون اُهي ئي آهن جيڪي "سورة الدخان" ۾ گذري چڪيون آهن مثلاً حضرت عبدالله بن مسعود ﷜ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ "سورة مزمل" پڙهندا هئا.

## سورة المدثر

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي، البت فضيلتن ڪان علاوه هي روايت آئي آهي.

664. بيهقي "السنن" ۾ حضرت معرور بن سويد جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ دفعي اسان حضرت عمر بن الخطاب ﷜ سان گڏ حج تي نڪتاسين اسان کي فجر جي نماز پڙهايائين، جنهن ۾ هن سورة مدثر ۽ سورة قريش تلاوت ڪئي.

## سورة قيٰمة جي فضيلت

### قيامت جي ڄاڻ:

665. عبد بن حميد ۽ ابن المنذر، حضرت قتاده ﷜ جي روايت نقل ڪئي آهي ان فرمايو تہ اسان کي حضرت عمر بن الخطاب ﷜ ٻڌايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص کي قيامت بابت ڄاڻ گهرجي تہ اهو هيءَ سورة يعني: "سورة القيامة" پڙهي.

فائده: هن سورة لاءِ سورة الدخان ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ "سورة القيامة" پڙهي.

## سورة هل اتي (الدهر)

هن جي فضيلت ۾ ٻہ ڪا روايت نہ ملي سگهي آهي. البت فضيلت ڪان علاوه هيءَ روايتون آهن.

666. طبرانيءَ، ابن مردويه ۽ ابن عساڪر، حضرت ابن عمر رضي الله تعاليٰ عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حبش ڪان هڪ شخص رسول ﷺ جن وٽ آيو نبي ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو تہ سوال ڪر ۽ چڱي طرح پڇي وٺ. ان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! توهان تہ اسان ڪا صورت ۾ توڙي سيرت ۽ نبوت ۾ فضيلت ڪٺي ويا آهيو. مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن آءٌ انهن ڳالهين تي ايمان آڻيان جن تي اوهان ايمان آندو آهي ۽ توهان جي علمن جهڙا عمل ڪيان، تہ پوءِ آءٌ اوهان سان گڏ جنت ۾ هوندس؟ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هائو بلڪل گڏ هوندين. قسم اٿم ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، تہ جنت ۾ هزار سال جي پنڌ ڪان ڪاري رنگ واري جو چمڪاٽ بہ ڏسڻ ۾ ايندو. پوءِ فرمايائون: جيڪو "لا اِلہ الا الله" چوي ٿو.

www.maktabah.org

ان لاءِ الله وٽ هڪ قسم جو عهد آهي ۽ جيڪو شخص "سبحان الله و بحمده" چوي ٿو ته ان لاءِ هڪ لک چويھ هزار نيڪيون لکيون وينديون. جڏهن هيءَ سورت يعني: "هل اتي علي الانسان حين من الدهر" کان ملکاً کبيراً (سورة الدهر 1 کان 20) تائين نازل ٿي ته حبشيءَ عرض ڪيو: سائين! ڇا منهنجيون اکيون به اهو ڏسي سگهنديون جيڪي توهان جون اکيون جنت ۾ ڏسنديون. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هائو. پوءِ هو بيمار ٿي پيو تانته سندس دم پرواز ٿي ويو. حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمائي ٿو ته مون پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ڏٺو ته انهيءَ حبشي کي پاڻ پنهنجي هٿن سان قبر ۾ داخل ڪن پيا.

667. امام احمد، "الزهد" ۾ حضرت محمد بن مطرف جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون کي هڪ ثقه (اعتماد جوڳي) ماڻهوءَ ٻڌايو آهي ته هڪ ڪاري رنگ وارو شخص نبي ڪريم ﷺ جن کان تسبيح (سبحان الله) ۽ تهليل (لا اِله الا الله) جي باري ۾ سوال ڪري رهيو هو ته حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه ان کي چيو ته ماٺ ڪر، تون رسول الله ﷺ جن کان تمام گهڻا سوال ٿو ڪرين. ان شخص چيو ته اي عمر! تون ماٺ ڪر. راوي چوي ٿو ته رسول الله ﷺ جي تي "هل اتي علي الانسان حين من الدهر" (سورة الدهر) نازل ٿي تانته جڏهن جنت جي بيان تي پهتا ته ان شخص (حبشي) وڏي رڙ ڪئي ۽ سندس ساهه نڪري ويو، نبي ڪريم ﷺ فرمايو: هيءُ شخص جنت جي شوق ۾ مري ويو.

**فائده**: "سورة الم سجده" ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي ڏينهن فجر جي نماز جي پهرين رڪعت ۾ "سورة الم السجده" ۽ ٻي رڪعت ۾ "هل اتيٰ علي الانسان حين مِن الدهر" پڙهندا هئا.

## سورة المرسلات

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آهن.

### نانگ بچي ويو

668. امام بخاريءَ، مسلم، نسائيءَ ۽ ابن مردوية، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي اسان نبي ڪريم ﷺ جن سان منيٰ جي هڪ غار ۾ گڏ هئاسين ته اوچتو سورة مرسلات نازل ٿي. نبي ڪريم ﷺ جن اها پڙهندا وڃن پيا ۽ آءٌ سندن زبان مبارڪ مان ٻڌندو ياد ڪندو پيو وڃان. پاڻ سڳورن ﷺ جن جو وات مبارڪ هن سورة جي ميٺاج مان مزو وٺي رهيوهو ته اوچتو هڪڙي نانگ اسان تي حملو ڪيو، نبي ڪريم ﷺ جن حڪم فرمايو ته ان کي ماري ڇڏيو. پوءِ اسان ان تي حملو ڪيوسين پر هو ڀڄي ويو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جهڙيءَ طرح توهان هن جي شر کان بچي وَيَؤ اهڙيءَ طرح هو به توهان جي شر کان بچي ويو.

www.maktabah.org

**نانگ واري رات:**

669. ابن مردويه، حضرت عبدالله بن مسعود ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن تي "نانگ واري رات" سورة مرسلات نازل ٿي. ماڻهن پڇيو تہ "نانگ واري رات" ڇا آهي؟ حضرت عبدالله بن مسعود ﷛ فرمايو تہ ان رات نانگ نڪتو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ان کي ماري ڇڏيو، صحابي سڳورا رضي الله عنهم ان کي مارڻ لاءِ اُٿيا پر نانگ ٻرڙ ۾ لِڪي ويو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ ڇڏي ڏيوس. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ ان کي توهان کان بچايو ۽ توهان کي ان کان بچايائين.

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

670. ابن ابي شيبه، بخاري، مسلم ۽ ابن ماجه حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ سندس ماءُ اُم الفضل رضي الله عنها ان کان "سورة مرسلات" جي تلاوت ٻڌي. چيائينس تہ پٽڙا! مون کي تنهنجي ان تلاوت ٻڌڻ سان ياد اچي ويو آهي تہ آخري سورة جا مون نبي ڪريم ﷺ جن کان سانجهيءَ جي نماز ۾ ٻڌي سا اهائي هئي.

**ٻيپهريءَ جي نماز ۾:**

671. طبرانيءَ، "المعجم الاوسط" ۾ حضرت عبدالعزيز بن قيس جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ آءٌ حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ وٽ آيس، ڪين عرض ڪيم تہ مون کي نبي ڪريم ﷺ جن جي نماز بابت ڪجھ ٻڌايو. فرمايائين تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن اسان کي ٻيپهريءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ آهستي آواز سان "سورة مرسلات ۽ النازعات ۽ عمّ يتساء لون" ۽ انهن جهڙيون ٻيون سورتون تلاوت ڪري رهيا هئا.

## سورة عمّ جي فضيلت

سورة ق جي فضيلت ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورة عمّ يتساءُ لون سڪو.

**منافق هيءُ سورتون ياد نہ ڪندو:**

672. طبرانيءَ، "المعجم الاوسط" ۾ ضعيف سند سان حضرت علي ﷛ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ منافق ماڻهو سورة براءة، سورة هود، سورة يٰس، سورة دخان ۽ سورة عمّ يتسائلون ياد نہ ڪندو.

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

673. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت نافع جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة يٰس ۽ سورة عمّ يتساءلون پڙهندو هو.

www.maktabah.org

### نبوي نماز جو مقدار:

673. بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عبدالعزيز بن قيس جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون حضرت انس رضي الله عنه کان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي نماز جي اندازي بابت پڇيو. پوءِ ان پنهنجي پٽن مان هڪ کي حڪم ڪيو. جنهن ٻپهريءَ يا ٽيپهريءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن سورة مرسلات ۽ عمّ يتساءلون پڙهي.

فائده: آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته "سورة الرحمٰن" جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نماز ۾ "سورة مرسلات ۽ عمّ يتساءلون" هڪڙي رڪعت ۾ پڙهندا هئا. ۽ سورة مرسلات جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته ٻيپهريءَ جي نماز ۾ سورة عمّ يتساءلون پڙهندا هئا.

## سورة النازعات

هن جي فضيلت ۾ ڪابه حديث نه آئي آهي البت فضيلتن کان علاوه سورة الرحمٰن ۾ گذري چڪو آهي ته حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نماز جي هڪ رڪعت ۾ "سورة معارج" ۽ "سورة عمّ" پڙهندا هئا.

**فائدو**: "سورة مرسلات" جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٻيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة النازعات" پڙهندا هئا.

### **ڪانهم يوم يرونها**...... النازعات آيت: 46 **جي فضيلت**

هن آيت جي باري ۾ سورة يوسف ۽ سورة احقاف جي فضيلتن ۾ بيان گذري چڪو آهي.

## سورة عبس

هن سورت جي به ڪا خاص فضيلت نه ملي سگهي آهي البت روايتن ۾ آيو آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هن سورة کي "ڪافيه" (ڪفايت ڪندڙ) سڏيو آهي.

### ڪجهه ياد اٿو؟

675. ابن ضريس، حضرت ابووائل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي بنواسد قبيلي جو وفد نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو انهن ۾ حضرمي بن عامر رضي الله عنه به هو. پوءِ ڪن صحابن سڳورن رضي الله عنهم انهن کان پڇيو ته توهان ڪير آهيو؟ انهن چيو ته اسان بنوالزنية (ماءُ پيءُ جو آخري ٻار) ۽ احلاس الخيل (گهوڙي سوار) آهيون. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته توهان "بنورشدة" آهيو. اتي حضرمي بن عامر رضي الله عنه چيو ته الله جو قسم ته اسان "بنومحوله" وانگر نه ٿينداسين. جيڪي اصل ۾ بنوعبدالله بن غطفان هئا بعد ۾ انهن کي عبدالعزي بن غطفان سڏيو ويندو هو. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن حضرميءَ کي چيو ته ڪجهه قرآن پاڪ پڙهيو اٿئي. عرض ڪيائين هائو سائين. پڙهيو اٿم.

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايس ته "عبس وتولیٰ" مان جيترو پڙهين سگهين پڙهه. ان تي هن "سورة عبس" مان جيڪو پڙهڻو هوس سو پڙهيءِ ان ۾ پنهنجي طرفان هيءُ جملا وڌايائين.

www.maktabah.org

وهوالذي مَنَّ علي الحبليٰ (يعني اهو الله) اها ذات آهي جنهن ڏکي عورت تي احسان ڪيو. فاخرج منها نسمة تسعيٰ من بين شراسيف وحشاً: (يعني جوان جي پاسرين ۽ آنڊن جي وچان چرندڙ پرندڙ ٻچڙو ڪڍيائين). نبي ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو ته سورة ۾ وڌاء نه ڪر ڇاڪاڻ ته هي سورة ڪافيه (پو راءِ ڪندڙ) آهي.

**فائده**: حديث ۾ بنواسد جو ذڪر آهي ۽ النهايه ۾ بنومالڪ بن ثعلبه جو ذڪر آهي پر حقيقت ۾ انهن ٻنهين ۾ ڪابه مخالفت نه آهي ڇاڪاڻ ته بنومالڪ وارا به بنواسد مان ئي آهن.

علامه زرقاني "شرح المواهب" ۾ لکيو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن وٽ جيڪو وفد آيو هو سو، بنواسد بن خزيمه بن مدرڪه بن الياس بن مضر هو ۽ مالڪ جيڪو آهي سو قيس بن سعد بن الحارث بن ثعلبه بن دوزان بن اسد بن خزيمه آهي انهيءَ ئي طريقي سان مالڪ جي نسبت ثعلبه تائين ڏاڏي واري نسبت آهي.

## سورة التكوير

### رحم جي نظر سان نهارڻ:

676. امام احمد، ترمذيءَ، ابن المنذر، طبرانيءَ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردويه رحمة الله عليه حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو چاهي ته قيامت جي ڏينهن کي ائين ڏسي جڻ اکين سان ڏسي رهيو آهي ته سورة التکوير، سورة انفطار ۽ سورة الانشقاق جي تلاوت ڪري.

### فجر جي نماز ۾ سورة تکوير:

677. ابن ابي شيبة، مسلم، ابن ماجه ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت عمرو بن حريث رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي نماز ۾ سورة تکوير پڙهندا هئا.

678. روايت ۾ آهي ته ابودائود اوديءَ فرمايو ته آءٌ حضرت علي رضي الله عنه جي پويان فجر جي نماز پڙهندو هوس. جنهن ۾ هو سورة "اذ الشمس کورت" ۽ "اذا السماء انفطرت" ۽ انهن جهڙيون ٻيون سورتون پڙهندو هو.

نوٽ: اها روايت علامه عينيءَ "عمدة القاري شرح البخاريءَ" ۾ آندي آهي.

## سورة الانفطار

هن جي مٿي آيل فضيلت ڪانسواءِ ٻي ڪابه فضيلت، روايتن ۾ نه آئي آهي. يعني: مٿي گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص چاهي ته قيامت جي ڏينهن ڏانهس رحمت جي نظر سان نهاريو وڃي ته اهو ٽي سورتون پڙهي جن ۾ هڪ "اذ السماءَ انفطرت" به آهي.

نوٽ: فضيلت کان علاوه ڪجهه روايتون هيءَ آهن.

679. امام نسائيءَ حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي حضرت معاذ رضي الله عنه سومهڻيءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن تمام ڊگهي قراءت ڪئي تنهن تي نبي

www.maktaban.org

ڪريم ﷺ جن فرمايس: اي معاذ! ماڻهن کي هرويرو آزمائش ۾ وجهندين ڇا؟ سورة "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ "سورة الضحيٰ" ۽ سور "اذا السماء انفطرت" ڪاڏي ويون آهن (يعني: اهڙيون سورتون پڙهه. ڊگهيون ڊگهيون سورتون پڙهي ماڻهن کي پريشان نه ڪر).

مٿي گذري چڪو آهي ته حضرت علي رضي الله عنه فجر جي نماز ۾ سورة انفطار پڙهندا هئا.

## سورة المطففين

هن جي به ڪا خاص فضيلت ڪانه ملي سگهي آهي. باقي فضيلتن ڪان علاوه روايتون هيءُ آهن:

★ سورة الرحمٰن جي فضيلت ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن نماز ۾ "سورة عبس ۽ مطففين" هڪڙي رڪعت ۾ پڙهندا هئا.

★ سورة مريم جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي ته بيشڪ حضرت ابوهريره رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائي ان جي پهرين رڪعت ۾ سورة مريم ۽ ٻي رڪعت ۾ سورة مطففين پڙهيائين.

## سورة الانشقاق

هن سورت جون فضيلتون اهي ئي آهن جيڪي مٿي "سورة تڪوير" ۾ گذري چڪيون آهن. مثلاً:

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص چاهي ته قيامت جي ڏينهن کي ائين ڏسي جڻ اکين سان ڏسي رهيو آهي ته ٽي سورتون پڙهي انهن مان"اذ السماء انشقت" سورة به آهي. باقي فضيلتن ڪان علاوه هيءَ روايتون آهن.

### سجدو ڇو ڪيو ويو؟

680. ابن ابي شيبة، بخاريءَ، مسلم، ابوداؤد، نسائيءَ ۽ ابن مردويه، حضرت ابورافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي مون حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي پويان سومهڻيءَ جي نماز پڙهي ته ان ۾ هن سورة "اذ السماء انشقت" پڙهي. پوءِ مون ان کان پڇيو ته توهان سجدو ڇو ڪيو؟ چيائين: مون ابوالقاسم (نبي ڪريم ﷺ) جن جي پويان (نماز ۾) سجدو ڪيو هو، تنهنڪري آءٌ مرندي گهڙيءَ تائين سجدو ڪندو رهندس.

### ٻيپهريءَ جي نماز:

681. ابن خزيمه رحمه الله، ۽ روياني رحمه الله پنهنجي "مسند" ۾ ۽ ضياء مقدسي رحمه الله "المختاره" ۾ حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ جي نماز ۾ "اذا السماءُ انشقت" ۽ ان جهڙيون ٻيون سورتون پڙهندا هئا.

## سورة البروج

هن جي به ڪا خاص فضيلت نه آئي آهي سواءِ ان جي جيڪا "سورة ق" ۾ گذري چڪي آهي ته:

www.maktabah.org

نبي ڪريم ﷺ جن هن سورت جي سکڻ جو حڪم فرمايو آهي.

• باقي فضيلتن کان علاوه روايتون هيٺ آهن.

### "السمٰوات" سورتن پڙهڻ جو حڪم:

682. امام احمد، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن سومهڻيءَ جي نماز ۾ "السمٰوات" سورتن پڙهڻ جو حڪم فرمايو آهي.

فائده: "السمٰوات" سورتن مان مراد "سورة الانفطار، سورة الانشقاق"، "سورة البروج" ۽ "سورة الطارق" آهن.

### ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾:

683. طيالسيءَ ۽ ابن ابي شيبة "المصنف" ۾ دارميءَ، امام احمد، ابوداؤد، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي، نسائيءَ، ابن حبان، طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الطارق" ۽ "سورة البروج" پڙهندا هئا.

### حضرت معاذ کي سومهڻيءَ جي نماز لاءِ حڪم:

684. سعيد بن منصور، حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن حضرت معاذ رضي الله عنه کي فرمايو ته سومهڻيءَ جي نماز جماعت سان پڙهائين ته ان ۾ "سورة الاعلىٰ، سورة الليل ۽ سورة البروج" پڙهندو ڪر.

## سورة الطارق

هن جي فضيلت اهائي آهي جيڪا "سورة ق" ۾ گذري چڪي آهي ته

نبي ڪريم ﷺ جن هن سورة جي سکڻ جو حڪم فرمايو آهي.

باقي فضيلتن کان علاوه هيٺ روايتون آهن:

### بنوثقيف جي بازار ۾:

685. امام احمد، امام بخاريءَ "التاريخ" ۾، طبرانيءَ ۽ ابن مردويه حضرت خالد العدواني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان نبي ڪريم ﷺ جن کي ثقيف جي بازار ۾ هن حال ۾ ڏٺو، جو پاڻ سڳورا ﷺ جن ڪمان تي يا لٺ تي ٽيڪ ڏئي بيٺا هئا ۽ بنوثقيف قبيلي کان پنهنجي لاءِ مدد ۽ تعاون طلب ڪري رهيا هئا. ان مهل سندن زبان مبارڪ مان مڪمل "سورة الطارق" ٻڌائين ان جو چوڻ آهي ته جاهليت واري زماني ۾ مون اها سورة ياد ڪري ڇڏي هئي. پوءِ اسلام ۾ ان جي تلاوت ڪندو هوس.

www.maktabah.org

**ماڻهن کي پريشان نہ ڪر:**

686. نسائيءَ، حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ (هڪ دفعي) حضرت معاذ رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن سورة بقرة يا سورة نساء جي قراءت ڪئي. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايس تہ معاذ! ماڻهن کي هرويرو آزمائش ۾ وجهندين ڇا؟

توکي "سورة الطارق" ۽ "سورة الشمس" ۽ انهن جيترين ٻين سورتون ڪفايت نہ ٿيون ڪن؟ يعني: ڊگهيون سورتون پڙهي ماڻهن کي پريشان نہ ڪر.

**فائده**: متي "سورة البروج" ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الطارق" ۽ "سورة البروج" پڙهندا هئا.

**سومهڻيءَ جي نماز ۾:**

687. علامه بڪري "الاذڪار للنووي" جي شرح ۾ لکيو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة بروج" ۽ "سورة الطارق" پڙهندا هئا.

## سورة الاعليٰ جون فضيلتون

688. امام احمد، بزار ۽ابن مردويه، حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن "سورة الاعليٰ" کي پسند ڪندا هئا.

**مسبحات ۾ افضل سورة:**

689. ابوعبيد، حضرت ابو تميم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو: مون کي مسبحات سورتن منجهان افضل سورة وسري وئي آهي. حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه عرض ڪيو تہ سائين! اها "سبح اسم ربک الاعليٰ" تہ نہ آهي؟ فرمايائون: هائو اهائي آهي.

**شافي ۽ ڪافي سورت:**

690. ابن سعد حضرت ڪلبيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وٽ حضرمي بن عامر رضي الله عنه آيو. ان کان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پڇيو تہ تون قرآن مان ڪجھ پڙهندو آهين پوءِ ان "سورة الاعليٰ" هن طرح ٻڌائي.

"سبح اسم ربک الاعلیٰ الذی خلق فسوی والذی قدر فهدیٰ والذی امتن علی الحبلی فاخرج منها نسمة تسعی بین شراسیف وحشا."

ترجمو: پنهنجي رب اعليٰ جي پاڪائي بيان ڪر جنهن پيدا ڪيو پوءِ صحيح سالم بنايو. (هتي قرآن پورو ٿيو) هن جيڪي پنهنجي طرفان اڳتي جملا والذي امتن کان وڌايا انهن جو ترجمو هيءُ آهي) جنهن ڳڀڻي مائيءَ تي احسان ڪيو، جو ان جي پاسرين ۽ آندن جي وچان چرندڙ پرندڙ ٻچڙو ڪڍيائين.

پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايس تہ هن سورة ۾ وڌاء نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ هيءَ شافيه (شفا ڪندڙ) ۽ ڪافيه (ڪفايت ڪندڙ) آهي.

فائده: حبلي ۽ نسمة شراسيف ۽ حشا جي معنيٰ "سورة عبس وتوليٰ" ۾ گذري چڪي آهي.

www.maktabah.org

## عيدن ۽ جمعي جي نماز ۾ سورتون:

691. ابن ابي شيبة ۽ امام احمد ۽ مسلم ۽ ابودائود ۽ ترمذيءَ ۽ نسائيءَ ۽ ابن ماجه، حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن عيدالفطر ۽ عيدالاضحيٰ ۽ جمعي جي نماز ۾ سبح اسم ربک الاعليٰ (سورة اعليٰ) هل اتک حديث الغاشية (سورة غاشية) پڙهندا هئا ۽ جيڪڏهن جمعي جي ڏينهن ۾ عيد اچي ويندي هئي تہ اهي سيئي سورتون پڙهندا هئا.

692. ابن ماجه، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن عيدالفطر ۽ عيدالاضحيٰ جي نماز ۾ "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ "هل اتک حديث الغاشية" پڙهندا هئا.

693. امام احمد رحمه الله ۽ طبراني رحمه الله حضرت سمرة بن جندب رضي الله عنہ جي اهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

694. امام شافعي ۽ طيالسيءَ ۽ امام احمد ۽ نسائيءَ ۽ ابن خزيمة ۽ ابن حبان ۽ طبرانيءَ حضرت سمرة بن جندب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي نماز ۾ سورة "الاعليٰ" ۽ سورة "الغاشيه" پڙهندا هئا.

695. ابن ابي شيبة ۽ مسلم، حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي نماز ۾ "سورة الاعليٰ" ۽ "سورة الغاشية" پڙهندا هئا.

## ٻيپهريءَ جي نماز ۾:

696. بزار حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الاعليٰ" ۽ "سورة الغاشية" پڙهندا هئا.

697. ابن ابي شيبة ۽ مسلم حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ جي نماز ۾، سورة "الاعليٰ" پڙهندا هئا.

## وتر جي نماز ۾ سورتون:

698. ابودائود، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن ماجه، حاڪم جنهن هن روايت کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ حضرت عائشة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وتر جي نماز جي پهرين رڪعت ۾ سورة الاعليٰ ۽ ٻيءَ ۾ سورة ڪافرون ۽ ٽينءَ ۾ قل هو الله احد ۽ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس بہ پڙهندا هئا.

699. ابودائود ۽ ترمذيءَ ۽ نسائيءَ ۽ ابن ماجه ۽ ابن حبان ۽ دارقطنيءَ ۽ حاڪم ۽ بيهقيءَ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن وتر جي نماز ۾ سورة "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ سورة "قل ياايها الڪافرون" ۽ سورة "قل هو الله احد" پڙهندا هئا.

700. بزار، حضرت ابن عمر رضي الله عنهم جي روايت نقل ڪئي آهي. تہ نبي ڪريم

www.maktabah.org

ﷺ جن وتر نماز ۾ سورة سبح اسم ربک الاعلي ۽ سورة قل يا ايها الكافرون پڙهندا هئا.

701. محمد بن نصرالمروزي، انس رضي الله عنه جي ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**هڪ غلام مغرب جي نماز پيچي ڇڏي:**

702. ابن ابي شيبه، حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: حضرت معاذ رضي الله عنه جماعت کي مغرب جي نماز پئي پڙهائي ته اتان هڪ انصاري جو هڪ غلام اُٺ تي چڙهيو پئي ويو ته اُٺ کي بيهاري هن جي پويان نماز ۾ بيهي رهيو، حضرت معاذ رضي الله عنه نماز ۾ قراءت ڊگهي ڪئي. غلام کي ان ڳالھ بي چين ڪري ڇڏيو، سو نماز کي پيچي اُٺ جي ڳولا ۾ هليو ويو پوءِ اها ڳالھ نبي ڪريم ﷺ جن کي اچي ٻڌايائين تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ جن، حضرت معاذ رضي الله عنه کي فرمايو ته معاذ! هرويرو ماڻهن کي آزمائش ۾ وجهندين ڇا؟ مغرب جي نماز ۾ سورة "الاعليٰ" ۽ سورة "شمس" پڙهندو ڪر.

**نماز ۾ ڊگهي قراءت کان منع:**

703. ابن ماجه حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته (هڪ دفعي) حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جماعت کي سومهڻيءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن قراءت تمام گهڻي ڊگهي ڪئي. تنهن تي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس: سورة "والشمس وضحٰها" ۽ "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ "واليل اذا يغشي" ۽ "اقراء باسم ربک" پڙهندو ڪر.

**سجدي ۾ ڇا پڙهجي؟**

704. ابن مردويه، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته اسان نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيوسين ته اي الله جا رسول! (ﷺ) اسان سجدي ۾ ڇا پڙهون؟ تنهن تي الله تعاليٰ سورة "سبح اسم ربک الاعليٰ" نازل فرمائي. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي حڪم فرمايو ته سجدي ۾ سبحان ربي الاعليٰ اڪيءَ تي پڙهندا ڪريو.

**سانجهيءَ جي نماز ۾ قرائت:**

705. طبرانيءَ، حضرت عبدالله بن الحارث بن عبدالمطلب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو آخري نماز جا نبي ڪريم ﷺ جن پڙهائي سا سانجهيءَ جي هئي. جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن پهرين رڪعت ۾ "سبح اسم ربک الاعلیٰ" ۽ ٻيءَ ۾ "قل ياايها الكافرون" تلاوت فرمائي هئي.

706. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾ حضرت داؤد جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: آءٌ حضرت انس رضي الله عنه سان گڏ (ڪنهن سفر تي) نڪتس ته هو اسان کي فجر جي نماز ۾ سورة "اعليٰ" ۽ ان جهڙيون ٻيون سورتون پڙهائيندو هو.

707. ابن ابي شيبه، پڻ حضرت ادريس الاوديءَ جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي ته اُن فرمايو: مون حضرت علي رضي الله عنه جن کي ٻڌو ته هو فجر جي ٻي رڪعت ۾ سورة "الاعليٰ" پڙهي رهيو هو.

www.maktabah.org

## سورة الغاشية

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي. البت فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آهن.

### جمعي جي نماز ۾:

708. امام مالڪ، مسلم، ابودائود، نسائيءَ، ابن ماجه، حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان کان ڪنهن پڇيو تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي نماز ۾ سورة "الجمعة" سان گڏ ڪهڙي سورة پڙهندا هئا؟ حضرت نعمان رضي الله عنہ فرمايو تہ: "هل اتٰک حديث الغاشية" سورة پڙهندا هئا.

فائده: اڳ (محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو تہ سورة "الاعليٰ" جي فضيلت ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ پيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ "هل اتٰک حديث الغاشية" پڙهندا هئا.

## سورة الفجر

هن جي فضيلت ۾ بہ ڪا روايت نہ آئي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آهن:

### حضرت معاذ کي نماز جي سکيا:

709. نسائيءَ، حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اي معاذ! (نماز ۾ ڊگهيون سورتون) پڙهي ماڻهن کي هرويرو آزمائش ۾ وجهندين ڇا؟ توکي سورة "سبح اسم ربک الاعليٰ" سورة "والشمس وضحٰها" سورة"الفجر" ۽ سورة "والليل اذا يغشيٰ" جهڙيون سورتون نظر نہ ٿيون اچن.

710. ابن ابي شيبه، "المصنف" ۾ ابوسوار قاضيءَ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون حضرت عبدالله بن زبير رضي الله عنهما جي پٺيان فجر جي نماز پڙهي جنهن ۾ هن "سورة الفجر" جي قرائت ڪئي.

## سورة البلد

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي.

## سورة الشمس

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي. البت فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آهن:

### سومهڻيءَ جي نماز ۾:

711. امام احمد، ترمذيءَ، جنهن هن روايت کي حسن قرار ڏنو آهي ۽ نسائيءَ حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة الشمس" ۽ ان جهڙيون ٻيون سورتون پڙهندا هئا.

### عيدن جي نماز ۾:

712. طبرانيءَ، حضرت ابواسرائيل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن عيدن جي نماز ۾ "سورة الاعليٰ" ۽ "سورة الشمس" پڙهندا هئا.

www.maktabah.org

### حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کي نماز ۾ قرائت ڪرڻ جو حڪم:

713. طبرانيءَ، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي، نبي ڪريم ﷺ جن ڪيس حڪم فرمايو تہ فجر جي نماز ۾ سورة "والليل اذا يغشي" ۽ سورة "والشمس وضحٰها" پڙهندو ڪر.

### چاشت (ڪچڙي منجهند) جي نماز ۾ قرائت:

714. بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت عقبه بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي حڪم فرمايو تہ چاشت (ڪچڙي منجهند) جي نماز ۾ سورة "والشمس وضحٰها" پڙهندا ڪريو.

فائده: سورة "الاعلیٰ" جي فضيلتن ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت معاذ رضي الله عنه کي حڪم فرمايو تہ سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة الاعلیٰ" ۽ "سورة الشمس" پڙهندو ڪر ۽ "سورة الليل" جي فضيلتن ۾ اڳتي اچي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الشمس" پڙهي.

715. علامه سيوطيءَ "الاذڪار" ۾ لکيو آهي تہ طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ روايت آندي آهي تہ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الشمس" جي قراءت آئي آهي.

## سورة الليل

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي، البت فضيلتن کان علاوه هيءُ روايتون آيون آهن:

### ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾:

716. بيهقيءَ، "السنن" ۾ حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة والليل اذا يغشیٰ" ۽ ان جهڙيون ٻيون سورتون بہ پڙهندا هئا.

### ٻيپهريءَ جي نماز ۾ قرائت:

717. طبرانيءَ، "المعجم الاوسط" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪين "هاجره نماز" پڙهائي جنهن ۾ وڏي آواز سان "سورة الشمس" ۽ سورة "الليل" جي قراءت ڪيائون. حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! هن نماز ۾ ائين ڪرڻ جو حڪم ٿيو آهي ڇا؟ فرمايائون تہ مون رڳو ارادو ڪيو تہ توهان کي سورتون مقرر ڪري ڏيان.

فائده: "هاجره" ٻيپهريءَ جي نماز کي چئبو آهي.

718. بزار، "مسند" ۾ صحيح سند سان حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة الليل" ۽ "سورة الضحیٰ"

www.maktabah.org

پڙهندا هئا ۽ ٻيپهريءَ ۽ ٽيپهريءَ جي نماز ۾ "سورة الاعلىٰ" ۽ "سورة الغاشية" پڙهندا هئا.

فائده: هيءَ روايت علامه عينيءَ بہ بخاريءَ جي شرح ۾ آندي آهي.

## سورة الضحيٰ

هن جي فضيلتن ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءَ روايتون آهن:

### هر سورة جي پڇاڙيءَ تي الله اڪبر:

719. حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ ابن مردوية ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ ۽ ابوالحسن البزي المقريءَ جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون عڪرمہ بن سليمان کان ٻڌو آهي تہ جيڪو فرمائي پيو تہ مون اسماعيل بن قسطنطين وٽ قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي جڏهن "سورة الضحيٰ" تي پهتس تہ فرمايائين تہ هر سورة جي پڇاڙيءَ تي "الله اڪبر" چوندو ڪر ڇاڪاڻ تہ مون عبدالله بن ڪثير وٽ پڙهيو ان ٻڌايو تہ مون مجاهد وٽ پڙهيو جنهن مون کي ان شيءَ جو حڪم فرمايو: مجاهد ان کي ٻڌايو تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کيس ان جو حڪم فرمايو هو تہ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما ٻڌايو تہ مون کي حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ان جو حڪم فرمايو. ان کي حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ٻڌايو تہ مون کي نبي ڪريم ﷺ جن ان جو حڪم فرمايو هو (يعني: هر سورت جي پڇاڙيءَ تي "الله اڪبر" پڙهندو ڪر).

فائده: "سورة الشمس" ۾ مٿي گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي فجر جي نماز ۾ "سورة الشمس ۽ سورة الضحيٰ" پڙهڻ جو حڪم فرمايو. ۽ "سورة الليل" ۾ گذري چڪو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة الضحيٰ" پڙهندا هئا.

## سورة الم نشرح

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي.

## سورة التين

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءَ روايتون آهن.

### سهڻو آواز ۽ سهڻي قرائت:

720. امام مالڪ، ابن ماجہ، حضرت براء بن عازب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن هڪ دفعي سفر ۾ سومهڻيءَ جي نماز پڙهائي جنهن جي پهرين ٻن رڪعتن مان هڪڙيءَ ۾ "سورة والتين والزيتون" پڙهيائون. مون ڪنهن کان بہ اهڙي سهڻي آواز ۽ انداز ۾ ڪڏهن بہ نہ ٻڌو يا ان کان وڌيڪ سهڻي قرائت ڪنهن جي بہ نہ ٻڌي.

### سانجهيءَ جي نماز ۾:

721. ابن ابي شيبه "المصنف" ۾، عبد بن حميد "مسند" ۾ ۽ طبرانيءَ، حضرت عبدالله بن

www.maktabah.org

يزيد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة والتين والزيتون" پڙهي.

722. ابن ابي شيبه، حضرت عمرو بن ميمون رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته اسان کي حضرت عمر رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن پهرين رڪعت ۾ "سورة والتين والزيتون" ۽ ٻي رڪعت ۾ "سورة الم تر ڪيف فعل ربک باصحاب الفيل" ۽ "سورة لايلاف قريش" پڙهي.

## سورة اقراء العلق

هن جي فضيلت ۾ ڪا به روايت نه ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءَ روايتون آهن:

### پهرين پهرين نازل ٿيندڙ سورة:

723. ابن ابي شيبه، ابن ضريس، ابن الانباري "المصاحف" ۾، طبرانيءَ، حاڪم جنهن هن روايت کي صحيح قرار به ڏنو آهي، ابن مردويه ۽ ابونعيم "حليه الاولياء" ۾ حضرت ابوموسيٰ اشعري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: پهرين پهرين سورة جا نبي ڪريم ﷺ جن تي نازل ٿي اها "اقراء باسم ربک" آهي.

### پهريون پهريون پنج آيتون:

724. ابن المنذر ۽ ابن مردوية، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئيَ آهي ته پهريون پهريون آيتون جيڪي نازل ٿيون سي پنج آيتون هيون. اهي هيءُ آهن: اِقۡرَاۡ بِاسۡمِ رَبِّكَ الَّذِىۡ خَلَقَ ۚ‏ ﴿۱﴾ خَلَقَ الۡاِنۡسَانَ مِنۡ عَلَقٍ ۚ‏ ﴿۲﴾ اِقۡرَاۡ وَرَبُّكَ الۡاَكۡرَمُۙ‏ ﴿۳﴾ الَّذِىۡ عَلَّمَ بِالۡقَلَمِۙ‏ ﴿۴﴾ عَلَّمَ الۡاِنۡسَانَ مَا لَمۡ يَعۡلَمۡؕ‏ ﴿۵﴾

(سورة العلق: 1 کان 5 تائين) يعني: (اي پيغمبر!) تون پالڻيندڙ جي نالي سان پڙهه جنهن پيدا ڪيو آهي. انسان کي رت جي دڳ مان بنايو اٿس. پڙهه ۽ پالڻيندڙ وڏو سخي آهي جنهن قلم سان سيکاريو آهي. انسان کي اهو ڪجهه سيکاريائين جنهن کي نه ڄاڻندو هو.

## پهريون پهريون نازل ٿيندر سورتون

725. ابن الانباري رحمه الله، "المصاحف" ۾ حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: سڀ کان پهريون پهريون نازل ٿيندڙ سورتون هيءُ آهن:

(1) اقراءُ باسم ربّک، (2) ن والقلم، (3) يايها المدثر، (4) سورة الضحيٰ.

فائدة: "سورة الاعليٰ" ۾ گذري چڪو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن حضرت معاذ رضي الله عنه جن کي فرمايو ته سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة اقراءُ باسم ربّک" پڙهندو ڪر.

## سورة القدر جي فضيلت

### ڪهڙي ڏينهن ڪم شروع ڪجي:

726. علامه زجاجي رحمه الله پنهنجي "الامالي" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي

www.maktabah.org

ته ان فرمايو: توهان مان جيڪڏهن ڪير ڪو ڪم شروع ڪرڻ چاهي ته خميس جي ڏينهن شروع ڪري، ڇاڪاڻ ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اللهم بارک لامتي، في بكورها يوم الخميس. معنيٰ: اي الله! منهنجي امت لاءِ خميس جي ڏينهن شروع ڪيل ڪمن ۾ برڪت ڪر.

۽ جيڪڏهن ڪير پنهنجي گهر مان نڪري ته سورة آل عمران جون آخري آيتون ۽ آية الڪرسي ۽ سورة انا انزلناه في ليلة القدر ۽ سورة فاتحه پڙهي ڇاڪاڻ ته انهن ۾ دنيا ۽ آخرت جي ضرورتن جي پوري ٿيڻ جو بيان آهي.

**ڪهڙين سورتن ۾ ڪيترو ثواب آهي:**

727. محمد بن نصر، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة القدر" پڙهندو ان کي قرآن پاڪ جي چوٿين حصي پڙهڻ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو "سورة القدر" کان "سورة زلزال" تائين پڙهندو ان کي قرآن پاڪ جي اڌ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو "قل ياايها الڪٰفرون" پڙهندو ان کي قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو قل هو الله احد پڙهندو ان کي قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جيترو ثواب ملندو.

**سورة القدر وضوءَ کان پوءِ:**

728. ديلميءَ "مسند الفردوس" ۾ نقل ڪيو آهي ته "سورة القدر" وضو کان فارغ ٿي ٽي ڀيرا پڙهجي. اها روايت علامه سيوطيءَ "الاذڪار" ۾ به آندي آهي.

**وتر ۾ سورتون:**

729. امام احمد، ترمذيءَ، محمد بن نصر، طبرانيءَ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن وتر جي ٽن رڪعتن ۾ نوَ سورتون پڙهندا هئا پهرين رڪعت ۾ "انا انزلناه في ليلة القدر"، "اذا زلزلت الارض" ۽ "الهٰڪم التّڪاثر" ۽ ٻي رڪعت ۾ "سورة العصر"، "سورة اذا جاء نصرالله" ۽ "انا اعطينک الڪوثر" ۽ ٽينءَ ۾ "قل ياايها الڪافرون"، "سورة تبت يدا ابي لهب وتب" ۽ "قل هو الله احد" پڙهندا هئا.

## سورة لم يڪن (البينة) جون فضيلتون

**الله تعاليٰ جو اعلان:**

730. ابونعيم "المعرفة" ۾ حضرت اسماعيل بن ابي حڪيم المزني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو ته بيشڪ الله تعاليٰ "سورة لم يڪن الذين ڪفروا" جي تلاوت ٻڌي فرمائي ٿو ته اي ٻانها! توکي مبارڪ هجي مون کي پنهنجي عزت جو قسم ته مان توکي جنت ۾ جاءِ ڏيندس ته جيئن تون راضي ٿي وڃين.

**جنت ۾ جاءِ:**

731. حافظ ابوموسيٰ مديني "المعرفة" ۾ حضرت اسماعيل بن ابي حڪيم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان حضرت مطرالمزني کان يا مدنيءَ کان (راويءَ کي شڪ آهي) روايت ڪئي

www.maktabah.org

آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ الله تعاليٰ "سورة لم يكن الذين كفرواْ" جي تلاوت ٻڌي فرمائي ٿو تہ اي ٻانها! توکي مبارڪ هجي مون کي پنهنجي عزت جو قسم تہ آءٌ توکي دنيا ۽ آخرت ۾ بالڪل نہ وساريندس ۽ توکي جنت ۾ جاءِ ڏيندس تانتہ راضي ٿي وڃين.

**حضرت اُبي رضي الله عنه اچرج ۾ اچي ويو:**

732. امام احمد، ابن قانع "معجم الصحابہ" ۾، طبراني ۽ ابن مردوية، حضرت ابوحَبَّہ انصاري بدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن سورة "لم يكن الذين كفروا من اهل الكتاب" نازل ٿي تہ حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو: اي الله جا رسول! بيشڪ الله تعاليٰ توهان کي حڪم فرمائي ٿو تہ حضرت اُبَيَّ کي چئو تہ هيءَ سورة پڙهي. نبي ڪريم ﷺ جن حضرت اُبي رضي الله عنه کي فرمايو تہ حضرت جبرائيل عليه السلام الله تعاليٰ جو حڪم کڻي آيو آهي تہ اُبَيَّ هيءَ سورة (البينة) پڙهي (تہ اسان ٻڌون). حضرت اُبَيَّ (اچرج مان) عرض ڪيو تہ سائين! مون کي اتي ياد ڪيو ويو آهي؟ فرمايائونس تہ هائو توکي اتي ياد ڪيو ويو آهي، حضرت اُبَيَّ اهو ٻڌي روئي ڏنو.

**حضرت اُبَيّ رضي الله عنه الله کي ياد:**

733. ابن سعد، امام احمد، بخاري، مسلم، ابن مردوية، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کي سڏي فرمايو تہ الله مون کي حڪم ڪيو آهي تہ توکي "سورة لم يكن الذين كفروا" پڙهي ٻڌايان. حضرت اُبَيّ عرض ڪيو تہ الله سائين منهنجو نالو ورتو آهي؟ فرمايائونس تہ هائو. پوءِ حضرت اُبَيّ خوشيءَ وچان روئي ڏنو.

## سورة زلزال جون فضيلتون

**هڪ شخص لاءِ نبوي خوشخبري:**

734. امام احمد، ابودائود، نسائيءَ، محمد بن نصر، حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ طبرانيءَ ۽ ابن مردوية، ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪڙو شخص نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، عرض ڪيائين: تہ الله جا رسول! مون کي پڙهايو. رسول الله ﷺ فرمايس: اهي ٽي سورتون وجي پڙهہ جن جي منڍ ۾ "آلرا" آهي. ان شخص عرض ڪيو تہ سائين آءٌ پوڙهو مڙس آهيان دل سخت ٿي وئي آهي ۽ زبان بہ ڳري ٿي وئي آهي. فرمايائونس تہ جن سورتون جي مُنڍ ۾ "حٰم" لفظ آهي، اهي ٽي سورتون پڙهہ. وري بہ ان شخص ساڳيوئي عرض ڪيو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس تہ ڀلا! جن سورتن جي مُنڍ ۾ "سبح" جو لفظ آهي اهي ٽي سورتون پڙهہ. پر ٿيهر بہ ان ساڳيوئي جواب ڏنو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول! مون کي جامع سورة پڙهايو جا آءٌ پيو پڙهان. فرمايائونس تہ سورة "اذا زلزلت الارض" پڙهہ ۽ پوءِ هو سڄي سورة پڙهي ويو ان کان پوءِ چيائين تہ قسم اٿم مون کي ان ذات جو جنهن توهان کي حق سان

www.maktabah.org

موڪليو آهي ته آءٌ هن ۾ (پنهنجي طرفان) ڪجهه به نه وڌائيندس پوءِ اهو شخص موٽي پيئي ويو ته نبي ڪريم ﷺ جن ٻه دفعا (پيار مان) فرمايس: "اَفْلَحَ الرُّوَيجِلُ" هي مردڙو (شخص) ڪامياب ٿي ويو.

### قرآن پاڪ جي اڌ، ٽئين ۽ چوٿين حصي جيترو ثواب:

735. ترمذيءَ، ابن مردوية، بيهقيءَ رحمة الله عليهم، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة "اذا زلزلت الارض" پڙهندو ته ان کي اڌ قرآن پاڪ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو "قل هو الله احد" پڙهندو ته ان کي قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو "قل ياايها الڪافرون" پڙهندو ته ان کي قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جيترو ثواب ملندو.

### سڀ ڪجهه آهي:

736. ترمذيءَ، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هڪ صحابي سڳوري رضي الله عنه کي فرمايو: تو شادي ڪئي آهي ان عرض ڪيو ته نه اي الله جا رسول! مون وٽ ايترو ڏوڪڙ نه آهي جو شادي ڪري سگهان. فرمايائونس ته ڇا تو وٽ "قل هو الله احد" نه آهي عرض ڪيائين ته هائو (سائين) آهي. فرمايائونس ته اهو قرآن جو ٽيون حصو اٿئي. ڀلا! تو وٽ سورة "اذاجاء نصرالله" آهي؟ عرض ڪيائين ته هائو سائين آهي. فرمايائونس ته اها قرآن پاڪ جو چوٿون حصو اٿئي. ڀلا! تو وٽ سورة "قل ياايها الڪٰفرون" آهي؟ عرض ڪيائين ته هائو سائين آهي فرمايائونس ته اها به قرآن پاڪ جو چوٿون حصو اٿئي. تون وڃي شادي ڪر. (تو وٽ سڀ ڪجهه آهي).

فائدة: هيءُ حديث "آية الڪرسي" جي فضيلت ۾ گذري چڪي آهي پر هتي مناسبت جي ڪري آندي وئي آهي.

### رات جو سورة الزلزال:

737. ترمذيءَ، ابن ضريس، احمد، محمد بن نصر ۽ حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح به قرار ڏنو آهي. ۽ بيهقيءَ، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته سورة "اذا زلزلت الارض" قرآن پاڪ جي اڌ جي برابر آهي ۽ "قل هو الله احد" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي ۽ "قل ياايها الڪٰفرون" قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي.

738. ابن مردوية، حضرت ابوهريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته "جيڪو شخص رات جو سورة "اذا زلزلت الارض" پڙهندو ته ان کي اڌ قرآن پاڪ جيترو ثواب ملندو".

### فجر جي نماز ۾:

739. ابودائود ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ بني جهينة قبيلي جي هڪ شخص جي روايت نقل

www.maktabah.org

ڪئي آهي تہ أن نبي ڪريم ﷺ جن ڪي صبح جي نماز جي ٻنهين رڪعتن ۾ "سورة اذا زلزلت الارض" پڙهندي ٻڌو پوءِ خبر نہ آهي تہ ڀل ۾ ائين ڪيائون يا ڄاڻي واڻي ائين ڪيائون.

740. سعيد بن منصور، سعيد بن المسيب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن صحابہ سڳورن رضي الله عنهم کي فجر جي نماز پڙهائي جنهن جي پهرين رڪعت ۾ سورة "اذا زلزلت الارض" پڙهيائون ۽ ٻي رڪعت ۾ بہ ساڳي سورت پڙهيائون.

**وتر کان پوءِ ٻہ رڪعتون نفل ۾ سورتون:**

741. امام احمد ۽ محمد بن نصر ۽ بيهقيءَ، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن وتر کان پوءِ ويهي ٻہ رڪعتون (نفل) پڙهندا هئا ان جي پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ سورة "اذا زلزلت" ۽ ٻي رڪعت ۾ "قل يآايها الڪفرون" پڙهندا هئا.

742. خطيب "التاريخ" ۾ حضرت شعبي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص سورة "اذا زلزلت" پڙهندو تہ ان کي قرآن پاڪ جي ڇهين حصي جيترو ثواب ملندو.

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

743. ابن ابي شيبه، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت عمران بن الحصين رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز ۾ سورة "اذا زلزلت الارض" ۽ "والعاديات" پڙهندو هو.

744. ابن ابي شيبه بہ حضرت ڪلاب بن عمرو جي روايت نقل ڪئي آهي. ان پنهنجي چاچي کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون سورة "اذا زلزلت الارض" حضرت خباب بن الارت رضي الله عنه وٽان سکي جو هو ٽيپهريءَ جي نماز ۾ پڙهندو هو.

**فمن يعمل مثقال ذرة (سورة الزلزال: 7-8) آيتن جي باري ۾.**

آية الڪرسي جي فضيلت ۾ مٿي گذري چڪو آهي تہ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمايو. تہ قرآن پاڪ ۾ وڏيڪ خوف واري آيت "فَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَرَهُ وَمَن يَعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَرَهُ" آهي.

ترجمو: بس جيڪو ماڻهو هڪ ذرڙي جي برابر بہ نيڪيءَ جو ڪم ڪندو تہ ان کي ڏسندو ۽ جيڪو ماڻهو هڪ ذرڙي جي برابر بہ برائي جو ڪم ڪندو تہ ان کي ڏسندو.

**سورة العاديات جي فضيلت**

745. محمد بن نصر، عطاء بن رباح جي سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورة "اذا زلزلت" قرآن پاڪ جي اڌ جي برابر آهي ۽ "سورة والعاديات" سڄي قرآن جي برابر آهي ۽ "قل هو الله احد" قرآن جي چوٿين حصي جي برابر آهي.

746. بيهقيءَ "السنن" ۾ هشام بن عروه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ سندس والد

www.maktabah.org

سانجهيءَ جي نماز ۾ "العاديات" ۽ ان جيتريون ٻيون سورتون پڙهندو هو.

نوٽ: هيءَ حديث علامہ عيني، شرح البخاري ۾ آندي آهي.

747. ابن ابي شيبه، حضرت هلال جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کي سومهڻيءَ جي نماز ۾ "سورة والعاديات" پڙهندي ٻڌو.

## سورت القارعہ

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي البت فضيلتن ڪان علاوه روايتون هيءَ آهن.

### هڪ اصحابيءَ جي عجيب دُعا:

747. ابويعلي، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جڏهن بہ پنهنجي دوستن ۽ احبابن ۽ يائرن منجهان ڪنهن کي بہ ٽن ڏينهن تائين نہ ڏسندا هئا تہ ان بابت پڇا ڪندا هئا پوءِ جي اهو غائب هوندو هو تہ ان لاءِ دُعا گهرندا هئا ۽ جي حاضر هوندو هو تہ ان کي ڏسندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪو بيمار ٿي پوندو هو تہ ان ڪان پڇڻ ويندا هئا هڪ دفعي هڪ انصاري صحابي کي ٽي ڏينهن غير حاضر ڏسي پڇيائون تہ ڪاڏي ويو آهي؟ ڪنهن ٻڌايو تہ سائين! اهو بيمار ٿي پيو آهي، اسان ان کي ڪڪڙ جي چوزي وانگر چڏي آيا آهيون. هن جي حالت هيءَ آهي جو ان جي وات ۾ جابہ شيءِ وڏي وجي ٿي سا پويان نڪري وڃيس ٿي، فرمايائون: هلو تہ توهان جي ڀاءُ سان عيادت ڪري اچون. پوءِ اسان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان گڏجي عيادت لاءِ ان وٽ وياسين جڏهن ان وٽ پهتاسين تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان ڪان پڇيو تہ طبيعت ۾ ڇا ٿو محسوس ڪرين؟ ان عرض ڪيو تہ جا بہ شيءِ وات ۾ وجهان ٿو سا هيٺان نڪري ٿي وڃي. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پڇيو تہ ائين ڇو ٿيو آهي؟ عرض ڪيائين تہ سائين! هڪ دفعي آءٌ اوهان وٽان لنگهيو پئي ويس تہ اوهان سانجهيءَ جي نماز پئي پڙهائي مون بہ اوهان جي پويان پڙهي. اوهان ان ۾ "سورة القارعة ماالقارعة" جي تلاوت فرمائي، پوءِ مون اها سورت ٻڌي دُعا گهري تہ اي الله! جنهن بہ گناهہ سبب مونکي آخرت ۾ عذاب ڪندين سو اهو هتي دنيا ۾ ئي ڪري ڇڏ. هاڻي تہ ونجي ويو آهيان. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ تو اها دُعا چڱي نہ گهري آهي تون تہ هيءُ سوال ڪرين ها تہ اي الله! دنيا ۾ چڱائي ڏي ۽ جهنم جي باهہ کان بچاءِ. پوءِ هن اها دُعا گهري ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن بہ ان لاءِ دُعا گهري. دُعا جي اثر سان هو تندرست ٿي ائين اٿي کڙو ٿيو ڄڻ ٻڌل رسي( ڏانوڻ) مان آجو ٿي نڪتو.

749. طبراني "المعجم الڪبير" ۾ سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة القارعة" پڙهڻ جي باري ۾ روايت نقل ڪئي آهي

## سورة التڪاثر جون فضيلتون

### هڪ هزار آيتن جو ثواب :

750. حاڪم ۽ بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي

www.maktabah.org

روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: توهان مان ڪنهن کي روزانو هڪ هزار آيتن پڙهڻ جي سگهہ آهي؟ صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو تہ روزانو هڪ هزار آيتون ڪير پڙهي سگهندو؟ فرمايائون: "سورة الهٰكم التكاثر" پڙهڻ جي ڪنهن کي سگهہ نہ آهي؟ (جيڪو شخص اها سورة پڙهندو تہ ان کي هڪ هزار آيتن جي تلاوت جو ثواب ملندو).

751. خطيب "المتفق والمفترق" ۾ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو هڪ هزار آيتون پڙهندو تہ الله تعالىٰ ان سان مُرڪي ملندو يعني: مٿس راضي هوندو. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول! هڪ هزار آيتن پڙهڻ جي ڪنهن کي طاقت آهي؟ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" پڙهي سورة الهٰكم التكاثر... سڄي سورت جي تلاوت ڪري ويا. پوءِ فرمايائون تہ ان ذات جو قسم آهي جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي تہ هيءَ سورة هزار آيتن جي برابر آهي.

**سورة مغيره :**

752. ابن ابي حاتم، حضرت سعد بن ابي هلال جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: صحابي سڳورا "الهٰكم التكاثر" جو نالو المُغِيرة رکندا هئا.

**نوٽ:** لغة جي ڪتاب "المصباح" ۾ آهي تہ اغارالقوم يعني: قوم سفر ۾ تکڙ ڪئي ۽ ان مان "مغيرة بن شعبة" ورتل آهي. آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ سورة التكاثر جو مغيرة نالو هن ڪري رکيو ويو آهي جو "مغيرة" جي معنىٰ آهي "تکڙ ڪندڙ" جيئن تہ هيءَ سورة خير(نيڪيءَ) ڏي تکڙو ڪندي آهي ۽ ثواب ۾ تکڙي هوندي آهي تنهن ڪري هن سورة جو نالو"مُغِيرَه" رکيو ويو آهي.

**جيڪو رنو ان لاءِ جنت آهي.**

753. حڪيم ترمذيءَ "نوادرالاصول" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت جرير بن عبدالله رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ آءٌ توهان کي سورة"الهٰكم التكاثر" پڙهي ٿو ٻڌايان. پوءِ جيڪو رنو ان لاءِ جنت آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة "التكاثر" پڙهي پوءِ اسان مان ڪي رنا تہ ڪي نہ رنا. جن نہ رنو انهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ﷺ ڪوشش ڪريو تہ جيئن اسان بہ روئون. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: آءٌ ٻيهر سورة "التكاثر" توهان کي پڙهي ٻڌايان ٿو پوءِ جيڪو رنو ان لاءِ جنت آهي جنهن کي روئڻ نہ ٿو اچي اهو روئڻهارڪو منهن ڪري يعني: هرو ڀرو بہ روئي.

**نماز ۾ سورة التكاثر:**

754. عبدالله بن حميد حضرت عبدالله الشخير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ ان وقت سائينءَ جن ﷺ نماز پڙهي رهيا هئا جنهن ۾ سورة "الهٰكم التكاثر" پڙهيائون.

755. ابن ابي شيبه، حضرت ايوب بن نجيح جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ

www.maktabah.org

حضرت سعيد بن جبير رضي الله عنه سان گڏ هوس ته سانجهيءَ جي نماز ۾ بيهي رهياسين اسان کان هڪ رکعت نڪري چڪي هئي (امام جي سلام ڪان پوءِ) حضرت سعيد رضي الله عنه رکعت پڙهڻ لاءِ اٿي بيٺا جنهن ۾ سورة الهٰکم التکاثر پڙهيائون.

## سورة العصر

هن جي فضيلت ۾ به ڪا روايت نه ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه هيءَ روايتون آهن.

### سورة "والعصر" ۽ سلام:

756. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو مدينه الدارميءَ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: ٻه اصحابي سڳورا هوندا هئا جو جڏهن به پاڻ ۾ ملندا هئا ته تيستائين ڌار نه ٿيندا هئا جيستائين هڪڙو ٻئي کي سورة"والعصر" پڙهي نه ٻڌائيندو هو ۽ هڪ ٻئي کي سلام نه ڪندو هئو.

757. ابن سعد، حضرت عمرو بن ميمون جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه زخمي ٿي پيا ته آءٌ اتي موجود هيس پوءِ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن قرآن پاڪ جون ننڍي ۾ ننڍيون سورتون تلاوت ڪيون هڪ "والعصر" ۽ ٻي "اذا جآء نصرالله" پڙهيائون.

## سورة همزه

هن جي فضيلت ۾ به ڪا روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الفيل

هن جي فضيلت ۾ به ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي. البت فضيلتن کان علاوه هي روايتون آهن.

### فجر جي نماز ۾ سورة الفيل:

758. ابن ابي شيبه، حضرت معرور بن سويد جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: اسان حضرت عمر رضي الله عنه سان گڏ حج تي هئاسين ته اسان کي فجر جي نماز پڙهايائون جنهن ۾ هنن سورة "الم ترکيف" ۽ "لايلٰف قريش" پڙهي.

759. علامه زمخشري"ڪشاف" ۾ روايت نقل ڪئي آهي ته حضرت عمر رضي الله عنه سانجهيءَ جي نماز پڙهائي، جنهن جي پهرين رکعت ۾ سورة "والتين" ۽ ٻي رکعت ۾ سورة "الم ترکيف" ۽ " لايلاف قريش" گڏي پڙهيائون.

## سورة قريش

هن جي فضيلت ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي البت فضيلتن کان علاوه روايتون هي آهن.

760. امام بخاريءَ "التاريخ" ۾، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، ابن

www.maktabah.org

مردويه ۽ بيهقيءَ "الخلاقيات" ۾ حضرت ام هاني بنت ابي طالب رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ قريش کي اهڙين ستن خصلتن سان نوازيو آهي جو انهن کان اڳ ۾ اهڙيون خصلتون ڪنهن کي به نه ڏنيون ويون هيون نه وري بعد ۾ ڪنهن کي ڏيندو.

1. آءٌ انهن مان آهيان.
2. خلافت جو منصب هنن کي مليو.
3. (ڪعبةالله جي) درباني ۽ خدمت هنن کي ملي.
4. حاجين کي پاڻي پيارڻ جي خدمت به هنن کي ملي.
5. هاٿين وارن جي حملي ۾ هنن جي مدد ڪئي وئي.
6. ست سال الله تعاليٰ جي عبادت هنن ڪئي. هڪ روايت ۾ آهي ته ڏهه سال هنن کان سواءِ ڪنهن به نه ڪئي هئي.
7. قرآن پاڪ ۾ هڪ اهڙي سورة نازل ٿي جنهن ۾ هنن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو به ذڪر نه آهي ( يعني: سورة القريش)

**فائده**: "النهاية" ۾ آهي ته قريش حاجين کي جيڪو پاڻي پياريندا هئا ان ۾ ڊاک ملائي منو ڪري پوءِ پياريندا هئا ۽ حاجين کي پاڻي پيارڻ جي ولاية جاهليت توڙي اسلام واري زماني ۾ عباس بن عبدالمطلب جي حوالي هوندي هئي. پر آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته اصل ۾ ان جو والي عبدمناف بن قصي بن ڪلاب هو، ان کان پوءِ ان جي پٽ هاشم جي حوالي ٿي، ان کان پوءِ هاشم جي ڀاءُ مطلب بن عبد مناف جي حوالي ٿي، ان کان پوءِ ان جي ڀائيٽي عبدالمطلب بن هاشم جي حوالي ٿي، ان کان پوءِ عبدالمطلب جي پٽ عباس جي حوالي ٿي. اها ولاية جاهليت جي زماني ۾ هئي بعد ۾ نبي ڪريم ﷺ جن، اسلام واري زماني ۾ به حضرت عباس رضي الله عنه کي ئي ان ولايت تي برقرار رکيو.

## سورة ماعون

هن جي فضيلت جي باري ۾ ڪابه روايت نه ملي سگهي آهي.

## سورة الكوثر

### عرش جي خزانن مان....

سورة فاتحه جي فضيلت ۾ گذري چڪو آهي ته حضرت ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: چار سورتون عرش جي خزانن مان نازل ٿيون آهن انهن مان هڪ "سورة الكوثر" به آهي.

باقي فضيلتن کان علاوه هيءَ روايت آهي.

www.maktabah.org

### فجر جي نماز ۾:

761. ابن ابي شيبه حضرت عمر و بن ميمون جي روايت نقل ڪئي آهي ته جڏهن حضرت عمر رضي الله عنه زخمي ٿي پيو ۽ ماڻهو جوش ۾ هٿا پوءِ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ هن قرآن پاڪ جون ننڍي ۾ ننڍيون سورتون تلاوت ڪيون جنهن ۾ هڪ سورت "انا اعطيناڪ الڪوثر" ۽ ٻي سورة "اذا جآء نصرالله" هئي.

## سورة الڪافرون جي فضيلت

### نفاق ۽ شرڪ کان نجات ڏياريندڙ:

762. ابن ابي حاتم، حضرت زراره بن اوفيٰ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته هن سورة جو نالو "مقشقشة آهي ۽ "النهايه" ۾ آهي ته سورة "الڪافرون" ۽"الاخلاص" کي "المقشقشات" چوندا آهن جنهن جي معنيٰ آهي نفاق ۽ شرڪ کان نجات ڏياريندڙ. جيئن بيمار کي جڏهن بيماري مان نجات ملندي آهي ته ان کي عربيءَ ۾ تقشقش چئبو آهي معنيٰ: چاڪ چڱو ڀلو ٿي ويو.

### قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جو ثواب:

763. ابن مردويه، حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته جيڪو شخص "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهندو ان کي قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جو ثواب ملندو.

764. طبرانيءَ، "المعجم الصغير" ۾ بيهقيءَ"شُعب الايمان" ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص "قل يا ايهاالڪافرون" جي تلاوت ڪئي ان جڻ قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي تلاوت ڪئي ۽ جنهن شخص "قل هو اللهُ احد" جي تلاوت ڪئي ان جڻ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي تلاوت ڪئي.

765. مسدد، هڪ صحابي سڳوري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کان ويهن کان وڌيڪ ڀيرا ٻڌو آهي ته ٻن رڪعتن ۾ ٻه سورتون پڙهڻ تمام بهتر آهن 1. "قل هو اللهُ احد" 2. "قل يا ايهاالڪافرون"

### شرڪ کان پاڪ شخص:

766. امام احمد ۽ ابن الضريس، دارمي، بغوي ۽ حميد بن زنجويه "الترغيب" ۾ هڪ پوڙهي شخص جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو زمانو ڏٺو ان چيو ته آءٌ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان هڪ سفر ۾ گڏ هوس ته پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن هڪ شخص وٽان لنگهيا جيڪو سورة "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهي رهيو هو. تنهن تي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: هيءُ شخص شرڪ کان بري (پاڪ) ٿي ويو. پوءِ هڪ ٻئي شخص وٽان گذريا جيڪو"قل هوالله احد" پڙهي رهيو هو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: هن لاءِ جنت واجب ٿي وئي ۽ هڪ روايت ۾ آهي

www.maktabah.org

تہ هيءُ شخص بخشجي ويو.

**شرڪ کان نجات:**

767. ابن ابي شيبة، امام احمد، امام ابو دائود، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن الانباريءَ "المصاحف" ۾، حاڪم، جنهن هن حديث کي صحيح بہ قرار ڏنو آهي، ابن مردويہ ۽ بيهقي، "شعب الايمان" ۾ حضرت فروه بن نوفل بن معاويه الاشجعي جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ ان نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مون کي اها شيءِ سيکاريو جيڪا بستري تي سمهڻ مهل پڙهان. فرمايائونس تہ "سورة قل يا ايها الڪافرون" پڙهندو ڪر ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شرڪ کان براءت يعني: نجات آهي.

**شرڪ کان جان ڇٽي وڃي:**

768. سعيد بن منصور، ابن ابي شيبة ۽ ابن مردويه، حضرت عبدالرحمٰن بن نوفل الاشجعي جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي تہ ان نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ﷺ آءٌ پراڻي شرڪ ۾ ورتل آهيان مون کي ڪا اهڙي آيت ڏسيو جو شرڪ کان جند ڇٽي وڃي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهندو ڪر. حضرت عبدالرحمٰن بن نوفل فرمائي ٿو تہ ان کان پوءِ بابا سائين روزانو اها سورت پڙهندو هو ۽ وفات تائين بنا ناغي جي روزانو پڙهندو رهيو.

**شرڪ کان نجات:**

769. ابن مردويه، حضرت براء رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن نوفل بن معاويه الاشجعي رضي الله عنه کي فرمايو تہ جڏهن ننڊ لاءِ بستري تي اچين تہ سورة "قل يا ايها الڪافرون" پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شرڪ کان براءت يعني: نجات آهي.

**سمهڻ مهل پڙهڻ جو وظيفو:**

770. امام احمد، طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حضرت حارث بن جبلہ جي روايت نقل ڪئي آهي طبراني فرمائي ٿو تہ هيءُ جبلة بن حارثه آهي جيڪو زيد بن حارثه رضي الله عنه جو ڀاءُ آهي ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ﷺ مون کي ڪو وظيفو ڏيو جو آءٌ سمهڻ مهل پيو پڙهان. فرمايائون تہ "سورة قل يا ايها الڪافرون" پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شرڪ کان نجات آهي.

771. بيهقيءَ، شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن حضرت معاذ رضي الله عنه کي فرمايو: معاذ! سمهڻ مهل "قل يا ايها الڪافرون" پڙهندو ڪر ڇاڪاڻ تہ ان سورة ۾ شرڪ کان نجات آهي.

**منافق ماڻهو:**

772. ديلميءَ، حضرت عبدالله بن جراد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: منافق ماڻهو چاشت (ڪچڙي منجهند) جي نماز نہ پڙهندو آهي ۽ نہ ڪو "قل

www.maktabah.org

ياايهاالكافرون" پڙهندو آهي.

**شرڪ کان بچاءُ:**

773. ابويعلي ۽ طبرانيءَ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته آءٌ توهان کي اهڙو ڏس ڏيان جيڪو الله سان شرڪ ڪرڻ کان توهان کي بچائي. اهو هي اٿو ته سمهڻ مهل سورة "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهندا ڪريو.

**حساب ڪتاب کان آجو شخص:**

774. بزار، طبرانيءَ، ابن مردويه حضرت خباب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جڏهن به بستري تي سمهڻ لاءِ اچين ته سورة "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهندو ڪر ۽ بيشڪ نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن به پنهنجي بستري تي ايندا هئا ته "قل يا ايهاالڪافرون" پڙهندا هئا.

775. ابن مردويه، حضرت زيد ابن ارقم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص ٻن سورتن جو ورد ڪندي الله تعاليٰ سان ملاقات ڪئي يعني: وفات ڪئي ته ان کان ڪوبه حساب ڪتاب نه ٿيندو 1. "قل يا ايهاالڪافرون" 2. "قل هو اللهُ احد"

776. ابوعبيد "الفضائل" ۾، ابن ضريس، حضرت ابومسعود انصاري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جنهن شخص "قل هو الله احد" ۽ "قل يا ايها الڪافرون" پڙهيون، ان گهڻو ڪجهه ڪيو ۽ خوش ٿي ويو.

**وڇونءَ جي ڏنگ کان:**

777. طبرانيءَ "المعجم الصغير" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن کي نماز ۾ وڇونءَ ڏنگيو نماز کان پوءِ فرمايائون: الله تعاليٰ وڇونءَ تي لعنت ڪري جو نه نمازيءَ کي ٿو ڇڏي نه ڪنهن ٻئي کي، پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن پاڻي ۽ لوڻ گهرايو، جنهن سان ڏنگ واري جاءِ کي مالش ڪن پيا ۽ "قل يا ايهاالڪافرون" ۽ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ قل اعوذ برب الناس" به پڙهن پيا.

فائده: سگهو سورة الاخلاص جي فضيلت ۾ هن جهڙي حديث اچي ٿي. پر ان ۾ "سورة الڪافرون" جي بجاءِ "سورة الاخلاص" جو ذڪر آهي.

**دولت ۽ حسن لاءِ وظيفو:**

778. ابو يعليٰ حضرت جبير بن مطعم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته مون کي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: تون چاهين ٿو ته جڏهن سفر تي نڪرين ته پنهنجي ساٿين کان صورت ۾ سهڻو ۽ انهن کان جهجهي سامان وارو هجين؟ مون عرض ڪيو ته منهنجي امڙ ۽ ابو اوهان تي گهور وڃن بلڪل چاهيان ٿو. پوءِ فرمايائون ته هيءُ پنج سورتون پڙهندو ڪر. 1.

www.maktabah.org

"قل يا ايهاالكافرون" 2. "اذا جاء نصرالله" 3. "قل هو الله احد" 34. "قل اعوذ برب الفلق" 5. " قل اعوذ برب الناس"پر هر سورت جي اول ۽ آخر ۾ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيمِ به پڙهندو ڪر.

حضرت جبير رضي الله عنه فرمائي ٿو ته (ان وظيفي پڙهڻ) کان پوءِ آءٌ وڏي ملڪيت وارو ٿي ويس، ان کان اڳ ۾ جڏهن آءٌ سفر ۾ نڪرندو هوس ته مون وٽ مال به ٿورو هوندو هو ۽ شڪل جو به سادڙو هوندو هوس، جڏهن کان وٺي نبي ڪريم عليه السلام جن مون کي هيءُ وظيفو ڏنو ۽ مون پڙهڻ شروع ڪيو ته پنهنجي ساٿين کان صورت ۾ به سهڻو ۽ مال ۾ به وڌيڪ ٿي ويس ۽ اهو وظيفو سفر تان موٽڻ مهل تائين پيو پڙهندو آهيان.

779. ابن ضريس، حضرت عمرو بن مالک جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته حضرت ابو الجوزاءِ فرمائيندو هو ته " سورة قل يا ايها الڪافرون" گهٽي پڙهندا ڪريو ۽ هن سورت جي ذريعي ڪافرن کان بيزاريءَ جو اظهار به ڪندا ڪريو. ڇاڪاڻ ته حديث پاک ۾ آهي ته هيءَ سورة شرک کان برائت (نجات) آهي.

**آءٌ الله جي ئي عبادت ڪندس:**

780. ابن مردويه، حضرت ابو رافع رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته هڪ دفعي نبي ڪريم عليه السلام جن بيت الله جو طواف ڪيو پوءِ مقام ابراهيم وٽ آيا اتي هيءَ آيت پڙهيائون.

واتخذومن مقام ابراهيم مصليٰ (سورة بقره آيت نمبر: 125) ترجمو: پوءِ اتي ئي نماز پڙهيائون. جنهن ۾ سورة فاتحه ۽ "سورة قل هو الله احد الله صمد" پڙهيائون. ان کان پوءِ فرمايائون: "ڪذالک الله" (واقعي به الله پاک ائين ئي آهي. ان کان پوءِ پڙهيائون لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُولَدۡ (نه کنهن کي ڄڻيائين ۽ نه ڄڻيو ويو آهي) پوءِ فرمايائون: "ڪذالک الله" (واقعي به الله ائين آهي) ان کان پوءِ پڙهيائون. "ولم يکن له کفوا احد" ( يعني: ان جو ڪوبه مَٽُ نه آهي) پوءِ فرمايائون: " ڪذالک الله" (واقعي به الله ائين آهي) ان کان پوءِ رکوع ۽ سجدو ڪيائون. ان کان پوءِ "سورة فاتحه" ۽ هيءَ سورة پڙهيائون. يعني: "قل ياايها الڪافرون لا اعبد ما تعبدون ولاانتم عابدون ما اعبد" ( چؤ! اي ڪافرو! جنهن جي توهان عبادت ڪريو ٿا آءٌ ان جي عبادت نه ڪندس ۽ نه ڪي توهان ان جي عبادت ڪندڙ آهيو جنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو) پوءِ فرمايائون: آءٌ الله جل شانه جي ئي عبادت ڪريان ٿو ۽ جنهن جي اوهان عبادت ڪريو ٿا آءٌ ان جي عبادت نه ٿو ڪريان ۽ نه ڪي اوهين ان جي عبادت ڪريو ٿا جنهن جي آءٌ عبادت ڪريان ٿو. پوءِ فرمايائون: "لااعبدالاالله.لکم دينکم ولي دين"

(يعني: آءٌ الله جي ئي عبادت ڪندس. توهان لاءِ آهي توهان جو دين، منهنجي لاءِ آهي منهنجو دين. ان کان پوءِ رکوع ۽ سجدو ڪيائون.

**طواف کان بعد وارين ٻن رڪعتن ۾ قراءت:**

781. بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي

www.maktabah.org

آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن بيت الله جو طواف ڪري ٻہ رڪعتون نماز پڙهيون جنهن ۾ "قل يا ايها الڪافرون ۽ قل هو الله احد" تلاوت ڪيائون.

### سانجهيءَ جي نماز ۾:

782. ابن ماجه، حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ "قل يا ايها الڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" پڙهندا هئا.

783. بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت جابر بن سمرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جمعي جي رات، سانجهيءَ جي نماز ۾ "قل يا ايهاالڪافرون ۽ قل هو الله احد پڙهندا هئا".

### سانجهيءَ جي ٻن رڪعتن سنت ۾:

784. ابن ماجه، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي فرض نماز کان پوءِ سنت جي ٻن رڪعتن ۾ "قل يا ايها الڪافرون ۽ قل هو الله احد" پڙهندا هئا.

### وتر ۾ قراءت:

785. حاڪم، جنهن هن روايت کي صحيح قرار ڏنو آهي حضرت ابوذر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن وتر ۾ سورة "سبح اسم ربک الاعليٰ" ۽ قل للذين ڪفرو" ۽ الله الواحد الصمد" پڙهندا هئا.

**فائده:** " قل للذين ڪفروا" مان مراد "سورة الڪافرون" ۽ "الله الواحد الصمد" مان مراد "سورة اخلاص" آهي.

### فجر جي سنت ۾ :

786. مسلم ۽ بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فجر جي سنت ۾ "قل يا ايهاالڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" پڙهي.

### فجر ۽ سانجهيءَ جي سنت ۾:

787. ابن ابي شيبة، امام احمد، ترمذيءَ جنهن هن روايت کي حسن قرار ڏنو آهي ۽ نسائيءَ، ابن ماجه، ابن حبان، ابن مردويه، حضرت ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي پنجويهہ ڀيرا ڪن چڱيءَ طرح ٻڌم. ٻي روايت ۾ آهي تہ مهينو ڪن ڏٺم تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن فجر جي سنت ۽ سانجهيءَ جي سنت ۾ "قل يا ايها الڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" سورتون پڙهندا هئا.

www.maktabah.org

**فجر جي سنت ۾:**

788. ابن ضريس، حاڪم "الڪُني" ۾ ۽ ابن مردويه حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي غزوه تبوڪ ۾ چاليهہ ڏينهن چڱيءَ طرح ٻڌو تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن فجر جي سنت ۾ " قل يا ايها الڪافرون" ۽ قل هو الله احد" پڙهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هيءُ ٻئي سورتون واهہ جون آهن جو هڪڙي قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي ۽ ٻي قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

789. ابن حبان، بيهقيءَ حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪڙي شخص فجر جي سنت پڙهي جنهن ۾ هن پهرين رڪعت ۾ سورة "قل يا ايها الڪافرون" ۽ ٻيءَ ۾ " قل هو الله احد" تلاوت ڪئي پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هن شخص پنهنجي رب تي ڪامل ايمان آندو آهي.

790. محمد بن نصر ۽ طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "قل هو الله احد" سورة قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي ۽ سورة " قل يا ايها الڪافرون" قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي ۽ پاڻ سڳورا ﷺ جن فجر جي سنت ۾ اهي ٻئي سورتون پڙهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هيءُ ٻئي رڪعتون (فجر جي سنت) آهن.

**شيطان کي ٽارڻ:**

791. ابن ابي شيبه رحمه الله، حضرت تميم بن قيس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان حڪم ڪيا ويندا هئا سين تہ فجر جي سنت جي ٻنهن رڪعتن ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ قل هو الله احد سورتون پڙهي شيطان کي ٽاريندا رهون.

792. ابن ابي شيبه رحمه الله، حضرت عمرو بن ميمون رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ دفعي اسان کي حضرت عمر رضي الله عنه سفر ۾ فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ پاڻ "سورة قل ياايهاالڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" جي تلاوت ڪيائون.

فائده: سورة "الڪافرون" جون ڪجهہ فضيلتون سورة "اخلاص" جي فضيلتن ۾ بہ اينديون.

## سورة النصر جي فضيلت

793. ترمذيءَ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: سورة "اذاجاء نصرالله" قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي.

فائده: هيءَ روايت علامہ سيوطيءَ "الاتقان" ۾ بہ آندي آهي.

**نبي ڪريم ﷺ جن جو آخري آخري معمول**

794. ابن جرير ۽ ابن مردويه، حضرت اُمّ سلمه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جو آخري آخري معمول هيءُ هوندو هو جو اٿندا هئا يا ويهندا هئا يا

www.maktabah.org

هلندا هئا تہ هيءَ دعا پڙهندا هئا.

"سبحانک اللّهم وبحمدک استغفرک واتوب اليک" ( اي الله! تنهنجي ذات پاڪ آهي ۽ تنهنجي ساراهہ آهي توکان بخشش گهران ٿو ۽ تو در توبه ڪريان ٿو)

مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو: ائين ڇو ٿا پڙهو. فرمايائون: مون کي ان جو حڪم ڪيو ويو آهي. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن سورة "اذا جآء نصرالله" آخر تائين پڙهي ويا.

795. عبدالرزاق ۽ محمد بن نصر "ڪتاب الصلاة" ۾، ابن جرير، ابن المنذر ۽ ابن مردويه، حضرت ابن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جڏهن "سورة اذا جآء نصرالله والفتح" نازل ٿي تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن هيءَ دعا گهڻي پڙهندا هئا.

"سبحانک اللّهُم وبحمدک اللّهُم اغفرلی انک انت التواب الرحيم"

يعني: (پاڪ آهي تنهنجي ذات اي الله! تنهنجي ساراهہ آهي اي الله! مون کي بخش بيشڪ تون توبه قبول ڪندڙ، رحم ڪندڙ آهين.

**سانجهيءَ جي نماز ۾:**

796. ترمذي ۽ ابن ابي شيبه، حضرت ابونوفل بن ابي عقرب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کي سانجهيءَ جي نماز ۾ "سورة اذاجاء نصرالله" قراءت ڪندي ٻڌو.

فائده: مٿي "سورة ڪوثر ۽ الڪافرون" ۾ هن سورة جون ڪجهہ فضيلتون گذري چڪيون آهن.

## سورة ابي لهب

هن جي فضيلت ۾ ڪابہ روايت نہ ملي سگهي آهي.

## سورة الاخلاص جون فضيلتون

هن سورت جون اڪثر فضيلتون مٿين سمورين سورتن جي فضيلتن ۾ بيان ٿي چڪيون آهن. انهن کان علاوه هيءَ آهن.

**قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر:**

797. ابو عبيد "الفضائل" ۾، امام احمد، نسائيءَ، ابن سنيءَ "عمل اليوم والليلة" ۾ ۽ ابن منيع، محمد بن نصر، ابن مردويہ، ضياء "المختاره" ۾ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص سورة "قل هو الله احد" پڙهي تہ ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو.

**ٻہ سؤ سالن جا گناهہ معاف:**

798. ابن ضريس، بزار ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ٻہ سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو ان جا ٻہ سؤ سالن جا گناهہ معاف ڪيا ويندا.

www.maktabah.org

**قل هو الله سان محبت، جنت جي ضمانت:**

799. امام احمد، بخاريؒ، ترمذيؒ، بزار، ابن ضريس ۽ بيهقيؒ "السنن" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪڙو انصاري صحابي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين ته آءٌ سورة "قل هو الله احد" سان محبت ڪيان ٿو. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايس ته تنهنجي ان سان محبت ڪرڻ توکي جنت ۾ داخل ڪندي.

فائده: ترمذي رحمه الله هن حديث کي صحيح حسن غريب قرار ڏنو آهي ۽ علامه عينيؒ "شرح البخاري" ۾ لکيو آهي ته اهو انصاري صحابي ڪلثوم بن الهدم هو(هاءَ جي زير ۽ دال جي جزم سان) سندس تعلق، بني عمرو بن عوف قبيلي سان هو" قباء" جو رهاڪو هو. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن مڪي کان قباء تائين هجرت ڪري آيا ته هن وٽ ترسيا هئا.

**رات جو قل هو الله احد جي تلاوت:**

800. ابن ضريس، ابو يعليٰ، ابن الانبار "المصاحف" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته ڇا توهان مان ڪير رات جو ٽي ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهي سگهي ٿو؟ ڇاڪاڻ ته هيءَ سورة قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**پنجاهه سالن جا گناه معاف:**

801. محمد بن نصر"ڪتاب الصلاة"۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص سورة "قل هو الله احد" پنجاهه ڀيرا پڙهندو ته ان جا پنجاهه سالن جا (صغيره) گناهه معاف ڪيا ويندا.

**ڏيڍ هزار نيڪيون:**

802. ترمذيؒ، ابن عديؒ ۽ بيهقيؒ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سڄي ڏينهن ۾ ٻه سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو ته ان لاءِ ڏيڍ هزار نيڪيون لکيون وينديون ۽ قرض کان علاوه پنجاهه سالن جا گناهه معاف ڪيا ويندس.

**ٻه سؤ ڀيرا قل هو الله احد:**

803. ترمذي ۽ محمد بن نصر، ابو يعليٰ، ابن عديؒ ۽ بيهقيؒ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو بستري تي ننڊ لاءِ سمهڻ جو ارادو ڪري ساڄي پاسي سمهي پيو پوءِ هڪ سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهيائين ته قيامت جي ڏهاڙي الله تعالىٰ ان کي فرمائيندو: اي ٻانها! پنهنجي ساڄي پاسي کان جنت ۾ داخل ٿيءُ.

**هر حال ۾ "قل هو الله" جي پڙهڻ جي فضيلت:**

804. ابن سعد، ابن ضريس، ابويعلي ۽ بيهقيؒ "دلائل النبوة" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن شام ملڪ ۾ هئا ته وٽن جبرائيل

www.maktabah.org

عليه السلام آيو، عرض ڪيائين تہ اي محمد! ﷺ معاويه بن معاوية المزني رضي الله عنه وفات ڪري ويو آهي. اوهان جي دل چاهي ٿي تہ ان جي جنازي جي نماز پڙهو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هائو آءٌ پڙهندس. پوءِ حضرت جبرائيل عليه السلام پنهنجي پرن ڪي زمين تي هنيو تہ هر شيءِ ان لاءِ ننوين پئي ۽ زمين سان ملي وئي ۽ حضرت معاويه مزني رضي الله عنه جي کٽ مٿي ڪنئي وئي. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ان جي جنازي جي نماز پڙهي پوءِ فرمايائون: ڪهڙي ڳالهہ جي ڪري حضرت معاويه المزني رضي الله عنه کي هيءَ فضيلت ڏني وئي آهي جو ملائڪن جي ٻن صفن هن جي جنازي جي نماز پڙهي آهي ۽ هر صف ۾ ڇهہ لک ملائڪ سڳورا هئا. حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو تہ سائين! هن جو هيءُ شان "قل هو الله احد" جي تلاوت جي ڪري ٿيو آهي جو هيءُ اٿندي، ويهندي، هلندي، گهمندي ۽ سمهندي "سورة قل هو الله احد" پيو پڙهندو هو.

**عجيب واقعو:**

805. ابن سعد، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ "دلائل النبوة" ۾ ۽ "شعب الايمان" ۾ ٻي سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان غزوة تبوڪ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ هئا سين تہ هڪڙي ڏينهن سج عجيب شعائن ۽ نورانيت سان اڀريو جو اسان اڳ ۾ ان جي اهڙي ڪيفيت ڪانہ ڏٺي هئي. نبي ڪريم ﷺ جن بہ ان جي نوراني ڪرڻن ۽ شعائن کان عجب ۾ پئجي ويا. ان دوران حضرت جبرائيل عليه السلام اچي ويو پاڻ سڳورن ﷺ جن ان کان پڇيو تہ اڄ سج کي ڇا ٿيو آهي جو عجيب روشني سان اڀريو آهي مون اهڙي نورانيت ۽ شعاع سان سج کي اڀرندي اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي. حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو تہ سائين! اهو معاويہ بن معاويہ رضي الله عنه جي ڪري ٿيو آهي جيڪو مديني ۾ اڄ وفات ڪري ويو آهي. الله تعاليٰ ستر هزار ملائڪن کي ان ڏي موڪليو آهي جيڪي ان جي جنازي جي نماز پڙهن ٿا پيا. نبي ڪريم ﷺ جن پڇيو: جبرائيل! اهو ڇا جي ڪري يعني: ان کي ايڏي فضيلت ڇو عطا ٿي آهي؟ عرض ڪيائين تہ هو "قل هو الله احد" تمام گهڻو پڙهندو هو. اٿندي، ويهندي، هلندي، گهمندي ڏينهن جو، رات جو هن جي زبان تي ان جو ورد هوندو ئي هوندو هو. (تنهن ڪري) اوهان بہ ان جو ورد گهڻو ڪندا ڪريو. ڇاڪاڻ تہ هيءَ سورة توهان جي رب جي نسبت يعني: حقيقت بيان ڪيل آهي ۽ جيڪو شخص پنجاهہ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان جا پنجاهہ درجا بلند ڪندو ۽ پنجاهہ هزار ان جا (صغيره) گناهہ معاف ڪندو ۽ ان جي ڪاتي ۾ پنجاهہ هزار نيڪيون لکي ڇڏيندو.

۽ جيڪو اجا بہ وڌيڪ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي اجا بہ وڌائيندو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اي جبرائيل! اسان جي لاءِ زمين کي سڪوڙيو ويندو تہ جيئن اسان بہ ان جي جنازي نماز پڙهون. حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو تہ هائو سائين. پوءِ ائين ٿيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن ان جي جنازي جي نماز پڙهي.

www.maktabah.org

**پنجاهہ سالن جا گناهہ معاف بشرطيڪہ:**

806. ابن عدي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ٻہ سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ ان جا پنجاهہ سالن جا گناهہ معاف ڪيا ويندا بشرطيڪ چئن گناهن کان پاڻ بچائي 1. ناحق قتل ڪرڻ کان 2. ناحق مال ڦٻائڻ کان 3. زنا ڪاريءَ کان 4. شراب پيئڻ کان

**ٽيٽيهن ختمن جو ثواب:**

807. ابن عدي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص نماز جي پاڪائيءَ وانگر پاڪائي ڪري (يعني وضوء ڪري) سو ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو ۽ ان کان اڳ ۾ الحمد شريف پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ هر حرف جي عيوض ڏهہ نيڪيون لکي ڇڏيندو، ان جا ڏهہ گناهہ مٽائي ڇڏيندو ۽ ان جا ڏهہ درجا بلند ڪندو ۽ جنت ۾ ان لاءِ سؤ محل (ماڙيون) تهرائيندو ۽ ان شخص جڻ ٽيٽيهہ ڀيرا قرآن پاڪ جو ختم پڙهيو ۽ هيءَ سورة، شرڪ کان براءت (نجات) آهي ۽ هيءَ سورة ملائڪن کي گڏ ڪندڙ ۽ شيطانن کي ڀڄائيندڙ آهي ۽ هن سورت کي عرش عظيم جي چوڌاري ماکيءَ جي پٽڪاٽ جيان هڪ قسم جو جهيڻو آواز هوندو جو پنهنجي پڙهندڙ جو ذڪر پئي ڪندي تا نتہ الله تعاليٰ ان ڏي نهاريندو ۽ جڏهن الله تعاليٰ ان ڏي نهاريندو تہ ان کي ڪڏهن بہ عذاب نہ ڪندو.

**ڏهہ ڀيرا قل هو الله پڙهڻ جي فضيلت:**

808. ابو يعليٰ، حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ٽي شيون اهڙيون آهن جو جيڪو بہ ايمان جي نيت سان اهي ڪندو تہ جنت جي جهڙي بہ دروازي مان ان کي وڻي تہ داخل ٿئي ۽ حور عين مان جيڪا بہ وڻيس تہ ان سان شادي ڪري.

1. پنهنجي قاتل کي معاف ڪري 2. ٿورڙو قرض بہ ادا ڪري. 3. هر فرض نماز کان پوءِ ڏهہ دفعا قل هو الله پڙهي.

حضرت ابو بڪر صديق رضي الله عنه عرض ڪيو تہ سائين! ڪير انهن مان هڪڙي ڪري تہ بہ؟ فرمايائون تہ هڪڙي بہ نيڪ آهي.

**اي مدح خوان! اُٿ:**

809. طبرانيءَ رحمة الله عليه "المعجم الاوسط" ۾ مجهول راويءَ جي سند سان حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص روزانو پنجاهہ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ قيامت جي ڏينهن ان کي سڏي چيو ويندو تہ قبر مان اٿ، اي الله جا مدح خوان! جنت ۾ داخل ٿيءُ.

www.maktabah.org

**قرآن جي ٽئين حصي جي برابر:**

810. بزار، حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ”قل هو الله احد“ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**فقر جو علاج:**

811. ابو نعيم، حلية الاولياء“ ۾ حضرت جابر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان جي گهر وارن ۽ پاڙي وارن کان فقر(محتاجي) ختم ٿي ويندي.

**قرآن جو ٽيون حصو:**

812. بزار ۽ طبراني ”المعجم الصغير“ ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص ”قل هو الله احد“ پڙهيو ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو ۽ جنهن سورة ”قل يا ايها الكافرون“ پڙهي ان ڄڻ قرآن پاڪ جو چوٿون حصو پڙهيو.

**قبر جي فتني کان محفوظ شخص:**

813. طبرانيءَ ”المعجم الاوسط“ ۾ ۽ ابو نعيم ”حلية الاولياء“ ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن شخير رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص مرض الموت ۾ ”قل هو الله احد“ پڙهندو اهو قبر جي فتني کان محفوظ رهندو ۽ قبر جي ڀڪوڙ ۽ تنگيءَ کان پڻ محفوظ رهندو ۽ ان کي ملائڪ پنهنجي هٿن سان کڻندا تا نتہ پل صراط پار ڪرائي جنت ۾ پهچائيندس.

**قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر سورة:**

814. ابن عديءَ ”الفضائل“ ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ”قل هو الله احد“ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

815. ابن ضريس ۽ طبرانيءَ رحمه الله ”المعجم الاوسط“ ۾ ۽ ابن مردويه، حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن هڪڙي ڏينهن سفر ۾ فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن پهرين رڪعت ۾ ”قل هو الله احد“ ۽ ٻيءَ ۾ ” قل يا ايها الكافرون“ تلاوت ڪيون. جڏهن سلام ورايائون تہ فرمايائون: توهان کي مون قرآن پاڪ جو ٽيون حصو ۽ چوٿون حصو پڙهايو آهي.

**قل هو الله جون اهم فضيلتون:**

816. طبرانيءَ ۽ ابو شيخ ”العظمة“ ۾ ابو محمد السمرقندي ”قل هو الله احد“ جي فضيلت ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي خيبر جا يهودي نبي

www.maktabah.org

ڪريم ﷺ جن وٽ آيا چيائون ته اي ابو القاسم! الله تعاليٰ ملائڪن ڪي حجاب جي نور مان ۽ آدم عليه السلام ڪي ڳوهيل اوسني مٽي مان ۽ شيطان ڪي باهه جي ڇپين مان ۽ آسمان ڪي دونهين مان ۽ زمين ڪي پاڻيءَ جي جهڳ مان پيدا ڪيو. پنهنجي رب جي باري ۾ ٻڌاءِ ته هو ڪهڙي شيءِ مان پيدا ٿيو. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ڪين ڪوبه جواب نه ڏنو (ٿورڙي ئي وقت ۾) حضرت جبرائيل عليه السلام، سورة قل هو الله احده الله الصمد“ کڻي نازل ٿيو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله احد (اڪيلو) صمد (بي نياز) آهي هو پيٽ وارو نه آهي نه ڪائيندو آهي نه پيئندو آهي ۽ مخلوق مان ڪابه شيءِ نه آهي جا ان جي مڪان برابر ٿي سگهي. هو آسمانن ڪي ڪرڻ ڪان جهليو بيٺو آهي. هيءَ اها سورة آهي، جنهن ۾ جنت، جهنم، دنيا ۽ آخرت، حلال ۽ حرام جو به ذڪر نه آهي الله تعاليٰ هن ذي پاڻ ڪي منسوب ڪيو آهي خالص ان جي ذات لاءِ ئي آهي. جيڪو شخص ٽي ڀيرا هيءَ سورة پڙهندو، ان ڪي سڄي وحيءَ جي پڙهڻ جيترو ثواب ملندو ۽ جيڪو ٽيهه ڀيرا پڙهندو ته دنيا مان ڪوبه ان ڪان وڌيڪ فضيلت وارو نه هوندو. البت جيڪو ان ڪان وڌيڪ پڙهندو ان ڪي وڌيڪ فضيلت هوندي ۽ جيڪو شخص به سؤ ڀيرا پڙهندو ته الله تعاليٰ ان ڪي ”جنت الفردوس“ ۾ جاءِ ڏيندو هن حال ۾ جو مٿس راضي هوندو ۽ جيڪو گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل ٽي ڀيرا پڙهندو ته الله تعاليٰ ان ڪان ۽ ان جي پاڙيسريءَ ڪان محتاجي ختم ڪري ڇڏيندو.

راوي چوي ٿو ته هڪ شخص هوندو هو جيڪو هر نماز ۾ ”قل هو الله احد“ پڙهندو هو پوءِ ٻيا ماڻهو ان سان مسخري ڪندا هئا ۽ ان جي پٺ ڪي ان جي لاءِ عيب طور چوندا هئا (ته تنهنجو پيءُ هر نماز ۾ ”قل هو الله احد“ ٿو پڙهي) اها ڳالهه اچي نبي ڪريم ﷺ جن ڪي ٻڌايائون. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن ان شخص ڪان پڇيو ته تو ڪي ان تي ڪهڙي شيءِ اتساهيو آهي؟ عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول! آءٌ هن سورة سان محبت ڪندو آهيان. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس ته تنهنجي ان سان محبت ڪرڻ توکي جنت ۾ داخل ڪرائيندي. راوي چوي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن سڄي رات هن سورة ڪي بار بار پڙهندا هئا.

### هن رتبي تي ڪيئن رسيو؟

817. طبرانيءَ، حضرت ابو امامه رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ جن تبوڪ ۾ هئا ته وٽن جبرائيل عليه السلام آيو عرض ڪيائين: اي محمد! ﷺ معاويه بن معاويه المزني رضي الله عنه جي جنازي ۾ حاضر ٿيءُ نبي ﷺ جن ٻاهر نڪتا. هوڏانهن جبرائيل عليه السلام ستر هزار ملائڪن جي جماعت سميت نازل ٿيو. پنهنجو ساڄو پر جيئن ئي جبلن تي رکيائين ته اهي جهڪي پيا ۽ کاٻو پر زمينن تي رکيائين ته اهي به جهُڪي پيون تانته مڪو ۽ مدينو نظر اچڻ لڳا پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ۽ جبرائيل عليه السلام ۽ ملائڪن ان جي جنازي جي نماز پڙهي جڏهن فارغ ٿيا ته جبرائيل عليه السلام ڪان پڇيائون ته معاويه بن معاويه المزني رضي الله عنه ان رتبي تي ڪيئن رسيو؟ عرض ڪيائين ”قل هو الله احد“ جي پڙهڻ جي

www.maktabah.org

ڪري جو هو اٿندي ويهندي سفر توڙي حضر ۾ پيو پڙهندو هو.

### هاٿي ڪجهہ آسرو آهي:

818. ابن ضريس، حضرت سعيد بن المسيب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ اصحابي سڳورو هو جنهن جو نالو معاويہ بن معاويہ رضي الله عنه هو جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن تبوڪ ڏي روانا ٿيا تہ هيءُ سخت بيمار هو. ڏهہ ڏينهن سفر ڪري هڪ جاءِ تي نبي ڪريم ﷺ جن پهتا تہ جبرائيل عليه السلام وٽن اچي پهتو، عرض ڪيائين تہ سائين! معاويہ بن معاويہ وفات ڪري ويو آهي. اهو ٻڌي نبي ڪريم ﷺ جن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. حضرت جبرائيل عليه السلام عرض ڪيو تہ توهان جي دل چاهي ٿي تہ ان جي قبر توهان کي ڏيکاريان؟ فرمايائون تہ هائومون کي ان جي قبر ڏيکار. پوءِ حضرت جبرائيل عليه السلام پنهنجو پر زمين تي هنيو جنهن سان جبل هيٺ ٿي ويا تانتہ ان جي قبر منهنجي آڏو ظاهر ٿي پئي. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن تڪبير چئي ان وقت جبرائيل عليه السلام سندن ساڄي پاسي کان هو ۽ ان جي پويان ستر هزار ملائڪن جون صفون هيون تانتہ جڏهن نماز کان فارغ ٿيا تہ فرمايائون: اي جبرائيل! معاويہ بن معاويہ رضي الله عنه هيءُ مرتبو ۽ منزل ڪيئن ماڻي؟ حضرت جبرائيل عليه السلام چيو تہ "قل هو الله احد" جي ڪري، جو هو اٿندي ويهندي هلندي گهمندي ۽ سمهندي پيو پڙهندو هو. مون کي تنهنجي امت تي خوف ٿيندو هو پر جڏهن کان هيءَ سورة نازل ٿي آهي تہ (هاٿي ڪجهہ آسرو آهي)

### رڳو مرڻ جي دير آهي:

819. طبرانيءَ حضرت ابوامامہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص هر فرض نماز کان پوءِ آية الڪرسي ۽ قل هو الله احد پڙهندو تہ جنت ۾ وڃڻ لاءِ ان کي رڳو مرڻ جي دير آهي.

### الله تعاليٰ جو نسب نامو:

820. علامہ ابن نجاريءَ "تاريخ بغداد" ۾ مجاشع بن عمرو جي سند نقل سان روايت نقل ڪئي آهي جنهن يزيد الرقاشي کان ۽ ان حضرت انس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: (هڪ دفعي) مون وٽ جبرائيل عليه السلام تمام سهڻي صورت ۾ ٻهڪندو ۽ مرڪندو آيو چيائين تہ اي محمد! الله تعاليٰ، توهان ڏي سلام موڪليا آهن ۽ فرمايو اٿائين تہ هر شيءِ کي نسب ٿيندو آهي ۽ منهنجو نسب "قل هو الله احد" آهي. پوءِ تنهنجي امت منجهان جيڪو بہ مون وٽ هن حال ۾ ايندو جو ان هزار ڀيرا " قل هو الله احد" پڙهيو هوندو تہ اهو منهنجي جهنڊي جي هيٺان هوندو ۽ منهنجي عرش وٽ ان جي رهائش هوندي ۽ اهڙن ستر ڄڻن جي شفاعت واري حساب ۾ بہ اچي ويندو جن تي جهنم جو عذاب لازم ٿي چڪو هوندو. يعني: عذاب کان نجات ملي ويندس ۽ جيڪڏهن مان هي قسم نہ کڻان هان تہ "هر نفس موت جو مزو چکندو" تہ مان هن جو ساهہ قبض ئي نہ ڪيان ها.

www.maktabah.org

**گهر جي حفاظت لاءِ وظيفو:**

821. ابن نجار، "تاريخ بغداد" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص سفر جو ارادو ڪري تہ پوءِ پنهنجي گهر جي دروازي جي ٻنهين پاسن (ٻانهين) کي وٺي يارنهن ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهي تہ گهر واپس اچڻ تائين الله تعاليٰ سندس گهر جي حفاظت ڪندو.

**گناهن کان آجو شخص:**

822. ابن نجار، روايت نقل ڪئي آهي تہ جنهن شخص سانجهيءَ جي نماز کان پوءِ ڪنهن سان ڳالهائڻ کان اڳ هن طرح ٻہ رڪعتون پڙهيون جو پهرين رڪعت ۾ "الحمد" ۽ "قل يا ايها الڪافرون" ۽ ٻي رڪعت ۾ "الحمد" ۽ "قل هو الله احد" پڙهيائين تہ اهو گناهن کان ائين آجو ٿي ويندو آهي جيئن نانگ پنهنجي ڪل مٿائي آجو ٿي(نئون تازو) ٿي ويندو آهي.

**الله تعاليٰ وڏي وسعت وارو آهي:**

823. حافظ ابو محمد الحسن بن احمد سمر قندي رحمة الله عليه، "جزء فضائل قل هو الله احد" ۾ حضرت اسحاق بن عبدالله بن ابي فروة جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص "قل هو الله احد" جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو ۽ جنهن ڏهہ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهيو ان ڪاڻ الله تعاليٰ جنت ۾ هڪ ماڙي نهرائيندو. اهو ٻڌي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ سائين! هاڻي تہ اسان جون ماڙيون گهڻيون ٿي وينديون. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله تعاليٰ تمام وڏي وسعت وارو آهي ۽ پاڪ آهي. اهو جملو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن ٻہ دفعا فرمايو.

**ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو:**

824. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت عبدالله بن عمررضي الله عنهما جي بہ روايت نقل ڪئي وئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص "قل هو الله احد" پڙهيو ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو ۽ جنهن ٻہ ڀيرا پڙهيو ان ڄڻ قرآن پاڪ جا ٻہ ٽهاڱ پڙهيا ۽ جنهن ٽي ڀيرا پڙهيو ان ڄڻ سڄو قرآن پاڪ پڙهيو.

825. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت نعمان بن بشير رضي الله عنه جي بہ ان جهڙي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي.

**برڪتون ئي برڪتون:**

826. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت انس رضي الله عنه جي بہ روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص هڪ دفعو "قل هو الله احد" پڙهيو تہ ان تي برڪت نازل ٿيندي ۽ جنهن ٻہ ڀيرا پڙهيو ان تي ۽ ان جي گهر وارن تي برڪت نازل ٿيندي ۽ جنهن ٽي ڀيرا پڙهيو ان تي ۽ ان جي گهر وارن ۽ پاڙي وارن تي برڪت نازل ٿيندي ۽ جنهن ٻارنهن ڀيرا پڙهيو تہ ان لاءِ جنت ۾ ٻارنهن ماڙيون ٺاهيون وينديون ۽ جنهن ويهہ ڀيرا پڙهيو تہ اهو (قيامت

www.maktabah.org

جي ڏينهن) نبين سان گڏ هيئن ايندو. ان وقت وچين آڱر ۽ اشهد آڱر کي ملائي فرمايائون تہ هيئن يعني: گڏ ايندا ۽ جيڪو شخص هڪ سؤ ڀيرا پڙهندو تہ ان جا پنجاهہ سالن جا گناهہ معاف ڪيا ويندا ۽ جيڪو چار سؤ ڀيرا پڙهندو تہ ان کي چار سؤ شهيدن جو اجر ملندو. شهيد بہ اهڙو جنهن جي گهوڙي جون ڪچيون ڪپي ان جو رت وهايو ويو هجي.

(**فائده**: ياد رهي تہ اهڙي شهيد جو ثواب عام شهيدن کان وڌيڪ هوندو آهي).

۽ جيڪو هڪ هزار ڀيرا پڙهندو تہ اهو تيستائين نہ مرندو جيستائين جنت ۾ پنهنجي جاءِ نہ ڏسي يا فرمايائون تہ تانتہ جنت ۾ سندس جاءِ ان کي ڏيکاري نہ وڃي.

**هڪ هزار ڀيرا "قل هو الله احد":**

827. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت انس رضي الله عنه جي هيءَ بہ روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص هڪ هزار ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ اها ڳالهہ الله تعاليٰ وٽ اهڙن هزار گهوڙن کان وڌيڪ پسنديده آهي جيڪي الله جي رستي ۾ تيار ڪري سنبيري ڪاهيا وڃن.

**جهنم جي باهہ حرام:**

828. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت ڪعب الاحبار رضي الله عنه جي بہ روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص "قل هو الله احد" پڙهندو تہ ان جو جسم جهنم جي باهہ تي حرام آهي

**جنت جا مهمان:**

829. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت ڪعب رضي الله عنه جي هيءَ بہ روايت نقل ڪئي آهي تہ ٽي شخص اهڙا آهن جيڪي جنت ۾ جتي بہ چاهيندا تہ اتي مهمان طور رهندا.

1. شهيد 2. اهو شخص جيڪو روزانو بہ سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو آهي.

نوٽ: هن ۾ ٽئين شخص جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي. والله اعلم بالصواب

**الله جو رضامندو:**

830. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت ڪعب رضي الله عنه جي هيءَ بہ روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص روزانو رات جو يا ڏينهن جو ڏهہ ڀيرا "قل هو الله احد" ۽ "آية الڪرسي" جي پڙهڻ جي عادت بڻائيندو تہ اهو الله تعاليٰ جي رضامنديءَ کي لازم ڪري وٺندو ۽ اهو نبين سڳورن سان گڏ هوندو ۽ شيطان کان پڻ محفوظ رهندو.

**الله جي خاص ٻانهن ۾ شامل شخص:**

831. حافظ ابو محمد الحسن، دينار جي سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص هڪ هزار دفعا "قل هو الله احد" پڙهيو ان ڄڻ پنهنجي نفس کي الله کان خريد ڪري ڇڏيو ۽ اهو الله جي خاص ٻانهن ۾ شامل ٿي ويو.

**گهبراهٽ کان امن ۾ شخص:**

832. حافظ ابو محمد الحسن، نعيم جي سند سان حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي

www.maktabah.org

آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ٽيھہ ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ جهنم کان نجات ۽ عذاب کان امن لکي ڇڏيندو ۽ وڏي گهٻراهٽ واري ڏينهن(قيامت واري ڏينهن) کان پڻ ڪيس امن ۾ رکندو.

**پاڙيسرين تي پالوت:**

833. حافظ ابو محمد الحسن، حضرت ابوهريره رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص پنهنجي گهر ۾ اچڻ مهل ”سورة الحمد“ ۽ ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کان فقيريءَ (محتاجيءَ) کي ختم ڪري ڇڏيندو ۽ ان گهر جو خير گهڻو ٿي ويندو تا نتہ ان جي پاڙيسرين تي ان جي پالوٽ پئي ٿيندي.

**الله جي ڪاوڙ کي ٺاريندڙ سورة:**

834. حافظ ابو محمد الحسن، ابوبڪر برديجي جي سند سان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون کي ابو زرعہ ۽ ابو حاتم ٻڌايو، انهن ٻنهي چيو تہ اسان کي عيسيٰ بن ابي فاطمہ رازيءَ ٻڌايو تہ مون حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان ٻڌو آهي تہ جڏهن ناقوس (باجو) وڄايو ويندو آهي تہ الله جي ڪاوڙ سخت ٿي ويندي آهي پوءِ ملائڪ لهي ايندا آهن جيڪي زمين جي طرفن ۾ ڦهلجي ويندا آهن پوءِ الله تعاليٰ جي ڏمر جهڪي ٿيڻ تائين يڪو”قل هو الله احد“ پڙهندا رهندا آهن.

**ٻہ سؤ سالن جا گناهہ معاف:**

835. حميد بن زنجويہ، بزار، ابن ضريس، سَمَّوَيه ”الفوائد“ ۾ ۽ بيهقيءَ، شعب الايمان ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ٻہ سؤ ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان جا ٻہ سؤ سالن جا گناهہ معاف ڪيا ويندا.

**الله تعاليٰ سان سودو:**

836. ابراهيم بن محمد الخياز جيءَ ”الفوائد“ ۾ حضرت حذيفہ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص هڪ هزار دفعا ”قل هو الله احد“ پڙهيو ان ڄڻ پنهنجي جان الله تعاليٰ کان خريد ڪري ورتي.

**سڄي قرآن جو ثواب:**

837. ابن النجار، ”التاريخ“ ۾ حضرت ڪعب بن عجرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص رات جو يا ڏينهن جو ٽي ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان کي سڄي قرآن پاڪ جو ثواب ملندو.

**جيڪي گهرندو سو ملندو:**

838. ابوالشيخ، حضرت ابن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو عرفات واري ڏينهن يعني: نائين ذوالحج جي شام جو هڪ هزار ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي جيڪي گهرندو سو عطا ڪندو.

www.maktabah.org

### جنت ۾ محل:

839. حميد بن زنجويہ، حضرت خالد بن وليد رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص يارنهن دفعا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ جنت ۾ هڪ محل تهرائيندو. اهو ٻڌي حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو: تہ اي الله جا رسول! الله جو قسم! تہ پوءِ اسان جنت ۾ محل تہ تمام گهڻا ٺاهي وٺنداسين. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله تعاليٰ وڏي احسان ۽ وڏي فضل وارو آهي. يا فرمايائون تہ الله تعاليٰ وڏي احسان ۽ وڏي ڪشادگيءَ وارو آهي.

### الله تعاليٰ جي محبت ڇا جي ڪري:

840. امام بخاري، مسلم، نسائيءَ ۽ بيهقيءَ "الاسماء والصفات" ۾ حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هڪ شخص کي سريہ (جنگ) تي موڪليو. پوءِ هو پنهنجي ساٿين کي نماز پڙهائيندو هو جنهن ۾ "قل هو الله احد" سان قرآن جي پڄاڻي ڪندو هو. جڏهن جنگ تان واپس موٽي آيا تہ هن جي ان طريقي جي خبر نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي ٻڌايائون تنهن تي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ ان جو سبب ان کان ئي پڇو تہ ائين ڇو ڪندو هو؟ پوءِ ان کان پڇيائون. ان چيو تہ هيءَ سورة رحمٰن جي صفت آهي تنهنڪري منهنجي دل چاهيندي آهي تہ آءٌ ان کي پيو پڙهان. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ کيس ٻڌايو تہ الله تعاليٰ(ان جي ڪري) ساڻس محبت ڪري ٿو.

### تمام وڏي سورت:

841. ابن ضريس، حضرت ربيع بن خثيم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: قرآن پاڪ ۾ هڪ سورت آهي جنهن کي ماڻهو ننڍڙو سمجهندا آهن (پر) آءٌ ان کي تمام وڏو سمجهندو آهيان جا خالص الله تعاليٰ لاءِ ئي آهي، ان ۾ سندس ڪوبہ شريڪ نہ آهي پوءِ توهان مان جيڪو بہ ان کي پڙهندو ۽ پيو ڪجهہ بہ ان ۾ نہ ملائيندو تہ اها سورت ان کي ڪفايت ڪري ويندي.

**فائده**: هن مان مراد سورت اخلاص يعني: "قل هو الله احد" آهي جا خالص الله لاءِ آهي جنهن ۾ ان جي وصف کان سواءِ ڪجهہ بہ ذڪر ٿيل نہ آهي.

### جنت جي خوشخبري ماڻيندڙ شخص:

842. ابن ضريس، حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪڙي شخص رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ منهنجو هڪ ياءُ آهي جنهن کي سورة "قل هو الله احد" تمام گهڻي پسند آهي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان کي فرمايو تہ پنهنجي ياءُ کي وڃي جنت جي خوشخبري ڏي.

### هاڻي هر دعا قبول ٿيندس:

843. عبدالرزاق، ابن ابي شيبه، ابن ماجہ، ابن ضريس، ابن حبان ۽ حاڪم حضرت بريده رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ هڪ دفعي آءٌ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان، مسجد ۾

www.maktabah.org

هن حال ۾ داخل ٿيس جو سندن هٿ ۾ منهنجو هٿ هو تہ اوچتو هڪ شخص آيو جنهن نماز پڙهي هيءَ دُعا گهري.

اللّٰهُمَّ اِنِّي اَسئَلُکَ اَنَّکَ اَنتَ اللّٰهُ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنتَ الْوَاحِدُ الْاَحَدُ الصَّمَدُ الَّذِىْ لَمْ يَلِدْ وَ لَمْ يُولَدْ وَلَمْ يَكُنْ لَّهُ كُفُوًا اَحَدٌ

ترجمو: اي الله! بيشڪ آءٌ توڪان سوال تو ڪريان هن ڪري جو تون الله آهين تو ڪان سواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي. هو واحد، احد، صمد (بي نياز) آهي جنهن نہ (ڪنهن ڪي) ڄڻيو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن ان ڪي ڄڻيو آهي ۽ ان جو ڪوبہ مٽ نہ آهي.

پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هن الله ڪان سندس اهڙي "اسم اعظم" ذريعي دُعا گهري آهي جو هي جيڪو بہ ( جائز) سوال ڪندو تہ الله تعاليٰ ضرور عطا ڪندس ۽ جا بہ دُعا گهرندو تہ الله تعاليٰ اها قبوليندس.

**پنج سؤ سالن جي عبادت جو اجر:**

844. ابن ضريس، حضرت حسن رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص بہ سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ ان کي پنج سؤ سالن جي عبادت جو اجر ملندو.

**هر تڪليف ڪان:**

845. دار قطنيءَ "الافراد" ۾ ۽ خطيب "تاريخ" ۾ حضرت انس رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي جڏهن بہ ڪا تڪليف محسوس ٿيندي هئي تہ پاڻ "قل هو الله احد" سورة پڙهندا هئا.

**الله تعاليٰ جو رضا مندو ۽ بخشش:**

846. ابن النجار " التاريخ" ۾ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص هر فرض نماز ڪان پوءِ ڏهہ ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان لاءِ پنهنجو رضا مندو ۽ بخشش لازم ڪري ڇڏيندو.

**قرآن جي ٽئين حصي برابر:**

847. ابو نعيم "حلية الاولياء" ۾ حضرت ابو غالب موليٰ خالد بن عبدالله جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ دفعي اسر جو حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما مون کي فرمايو تہ ابو غالب! تون اٿي نماز نہ تو پڙهين؟ تون جيڪر قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهين ( تہ ڪيڏو نہ پلو ٿئي). مون عرض ڪيو تہ سائين! صبح ٿيڻ وارو آهي آءٌ قرآن جو ٽيون حصو ڪيئن پڙهي سگهندس؟ فرمايائين تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ سورة اخلاص يعني: "قل هو الله احد" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**سڄي قرآن جو ثواب:**

848. عقيليءَ، حضرت رجاء الغنوي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ

www.maktabah.org

جن فرمايو: جنهن شخص ٽي ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهيو ان ڄڻ سڄو قرآن پاڪ پڙهيو.

**گناهہ ۽ شيطان کان محفوظ شخص:**

849. ابن عساڪر، حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص فجر جي نماز کان پوءِ بغير ڪنهن ڳالهائڻ جي يارنهن ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو تہ اهو گناهہ ۽ شيطان کان محفوظ رهندو.

**پنجاهہ صديقن جيترا عمل:**

850. ديلميءَ، ضعيف سند سان حضرت براءِ بن عازب رضي الله عنه جي مرفوع روايت نقل ڪئي آهي تہ جيڪو شخص صبح جي نماز کان پوءِ سواءِ ٻئي ڪنهن ڳالهائڻ جي سؤ ڀيرا " قل هو الله احد" پڙهندو تہ ان ڏينهن ان جا عمل پنجاهہ صديقن جي عملن جيترا بلند ڪيا ويندا.

**قل هو الله جو قيٽو:**

851. ابن عساڪر، حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جڏهن بي بي فاطمة رضي الله عنها جي ساڻس شادي ڪرائي تہ پاڻي گهرايائون پوءِ ان مان گرڙي ڪري وري ان ۾ ئي وڌائون. پوءِ اهو پاڻي منهنجي پاسن ۽ ڪلهن جي وچ ۾ ڇندا ڪري هنيائون ۽ "قل هو الله احد" ۽ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ قل اعوذ برب الناس" پڙهي قيٽو رکيائون.

**هڪ هزار محل:**

852. بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جنهن شخص ٻہ رڪعتون نفل هن طرح پڙهيون، جو ان ۾ ٽيهہ ڀيرا"قل هو الله احد" پڙهيائين تہ ان لاءِ جنت ۾ هڪ هزار محل ٺاهيا ويندا ۽ جنهن نماز کان سواءِ پڙهيو تہ ان لاءِ جنت ۾ سو محل ٺاهيا ويندا ۽ جيڪو شخص گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل پڙهندو تہ ان جي گهر ۽ پاڙي وارن کي ان جي ڪري ڀلائي پهچندي.

**روزانو قرآن جي ٽئين حصي جو ثواب:**

853. امام احمد، حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ حضرت ابو ايوب رضي الله عنه هڪ دفعي مجلس ۾ فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪنهن کي روزانو رات جو قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهي عبادت ڪرڻ جي سگهہ نہ آهي؟ عرض ڪيو ويو تہ ڇا ائين ڪير ڪري سگهي ٿو؟

فرمايائون تہ " قل هو الله احد" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن آيا ۽ هن جي اها گفتگو ٻڌي، فرمايائون تہ ابو ايوب سچ ٿو چوي.

854. ابن ضريس، بزار، محمد بن نصر، صحيح سند سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: ڇا توهان مان ڪنهن کي روزانو رات

www.maktabah.org

جو قرآن پاڪ جي ٽئين حصي پڙهڻ جي سگهه نه آهي؟ صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو: سائين! ائين ڪير ڪري سگهي ٿو؟ فرمايائون ته ڇو نه؟ "قل هو الله احد" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي (يعني: جنهن "قل هو الله احد" پڙهيو ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو)

**جنت ۾ محل:**

855. امام احمد، طبرانيءَ ۽ ابن سنيءَ ضعيف سند سان حضرت معاذ بن انس الجهني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص "قل هو الله احد" يعني: سورة اخلاص ڏهه ڀيرا پڙهندو ته الله پاڪ جنت ۾ ان لاءِ محل نهرائيندو. حضرت عمر رضي الله عنه عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! صلي الله عليه وسلم هاڻي ته اسان اجا به گهڻو پڙهنداسين. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: الله تعاليٰ جي رحمت تمام گهڻي آهي ۽ نعمت تمام وڏي آهي.

نوٽ: باقي رهي ڳالهه سند ضعيف جي سوان جي باري ۾ آءٌ ڪتاب جي مقدمه ۾ عرض ڪري چڪو آهيان ته عالمن جو اتفاق آهي ته "فضائل اعمال" ۾ ضعيف حديث به قابل قبول هوندي آهي.

**فضيلت ۽ بلاغت واريون سورتون:**

856. سعيد بن منصور، ابن مردويه، حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته اسان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان گڏجي غزوة تبوڪ تي وياسين پوءِ رستي ۾ هڪ جاءِ تي ڊاباهو ڪيو سين. اتي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اسان کي فجر جي نماز پڙهائي جنهن ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن پهرين رڪعت ۾ "الحمد" ۽ "قل هو الله احد" ۽ ٻي رڪعت ۾ "الحمد" ۽ "قل اعوذ برب الفلق" تلاوت ڪئي. جڏهن نماز پوري ٿي ته فرمايائون: نماز ۾ هنن ٻن سورتن کان وڌيڪ فضيلت ۽ بلاغت واريون سورتون ڪوبه شخص نه ٿو پڙهي سگهي

857. محمد بن نصر، طبرانيءَ، صحيح سند سان حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: "قل هو الله احد" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**ڇا ڪنهن کي سگهه آهي؟**

858. ابو عبيد، امام احمد، امام بخاريءَ "التاريخ" ۾، ترمذيءَ، جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي، نسائيءَ، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو ايوب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: ڇا توهان مان ڪنهن کي سگهه نه آهي جو هڪڙي رات ۾ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهي؟ پوءِ پاڻ محسوس ڪيائون ته هنن کي اها ڳالهه ڏکي ٿي لڳي. پوءِ فرمايائون ته جنهن شخص رات جو "قل هو الله احد، الله الصمد" پڙهيو ان ڄڻ ان رات قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو.

**هن جنت واجب ڪري ڇڏي.**

859. امام احمد ۽ طبراني، حضرت ابوامامة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو:

www.maktabah.org

هڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن هڪ شخص وٽان گذريا جيڪو "قل هو الله احد" پڙهي رهيو هو. فرمايائون: تہ هن پاڻ لاءِ جنت واجب ڪري ڇڏي.

860. ابو عبيد، امام احمد، مسلم، نسائي ۽ ابن ضريس، حضرت ابو درداءؓ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ڇا توهان مان ڪنهن کي سگهہ آهي تہ روزانو قرآن پاڪ جو ٽيون حصو تلاوت ڪري؟ صحابن سڳورن رضوان الله عليهم اجمعين عرض ڪيو تہ اسان ڪمزور آهيون ۽ اسان ائين ڪرڻ کان عاجز آهيون. پوءِ فرمايائون تہ الله پاڪ قرآن پاڪ کي ٽن حصن ۾ ورهايو آهي ۽ "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" قرآن جو ٽيون حصو آهي.

### آءٌ قل هو الله جو ورد ڪندو آهيان

861. امام مالڪ، امام احمد، امام بخاريءَ، ابوداؤد، نسائيءَ، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ "سنن" ۾ حضرت ابو سعيد خدريؓ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان هڪ شخص کي "قل هو الله احد" جو ورد ڪندي ٻڌو. پوءِ اهو شخص صبح جو نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو عرض ڪيائين تہ آءٌ "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" جو ورد ڪندو آهيان. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس تہ ان ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ قدرت ۾ منهنجي جان آهي تہ "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

### قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي تلاوت:

862. امام احمد، امام بخاريءَ ۽ ابن ضريس، حضرت ابوسعيد خدريؓ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: (هڪ دفعي) پاڻ سڳورن ﷺ جن صحابن سڳورن رضي الله عنهم کي فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪير هڪڙي رات ۾ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهي سگهندو؟ ايتري تلاوت ڪرڻ، صحابن سڳورن کي ڏاڍي ڏکي لڳي. عرض ڪيائون تہ سائين! ائين ڪير ڪري سگهندو؟ فرمايائون تہ "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي يعني: جنهن "قل هو الله احد" جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي تلاوت ڪئي.

863. امام احمد، حضرت ابو سعيد خدريؓ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي حضرت قتاده بن نعمانؓ سڄي رات "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" پڙهندو رهيو. پوءِ اها ڳالهہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻڌايائين. تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايس: قسم آهي ان ذات جو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي تہ بي شڪ "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" اڌ قرآن پاڪ جي برابر آهي يا فرمايائون تہ ٽئين حصي جي برابر آهي.

### قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر:

864. بيهقيءَ "السنن" ۾ حضرت ابو سعيد خدريءَؓ جي روايت سان نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: تہ مون کي حضرت قتاده بن نعمانؓ ٻڌايو تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني ۾ هڪڙو شخص سڄي رات عبادت ۾ بيٺو هو جنهن ۾ هن بار بار "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ" پئي پڙهيو ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو واڌارو نہ ٿي ڪيائين. صبح جو جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن کي اها ڳالهہ

www.maktabah.org

ٻڌائي وئي تہ فرمايائون: بي شڪ اها سورة ”قل هو الله احد“ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

865. ابو عبيد، احمد، نسائيءَ، ابن ماجه ۽ ابن ضريس حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: ”قل هو الله احد“ قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**جنت واجب ٿي وئي:**

866. امام مالڪ، حميد بن زنجويه، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي. نسائي، ابن الانباري ”المصاحف“ ۾، حاڪم ۽ بيهقيءَ، ”شعب الايمان“ ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي. ان فرمايو تہ آءٌ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هيس تہ سائين جن هڪ شخص کي ”قل هو الله احد“ پڙهندي ٻڌو. فرمايائون تہ واجب ٿي وئي. مون عرض ڪيو تہ سائين! ڇا واجب ٿي وئي؟ فرمايائون هن شخص لاءِ جنت واجب ٿي وئي.

**قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر سورة:**

867. امام احمد، مسلم، ترمذيءَ، ابن ضريس ۽ ابن الانباري، حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: سڀ گڏ ٿيو تہ آءٌ توهان کي قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهي ٻڌائيندس. پوءِ سڀ ماڻهو گڏ ٿيا. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن آيا ۽ انهن کي ”قل هو الله احد“ پڙهي ٻڌايائون. پوءِ فرمايائون تہ بي شڪ سورة قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آهي.

**جنت ۾ محل:**

868. طبرانيءَ ”المعجم الوسط“ ۾ ضعيف سند سان حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان کي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص ڏهہ ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان لاءِ جنت ۾ هڪ محل تيار ڪيو ويندو ۽ جيڪو ويهہ ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان لاءِ ٻہ محل تيار ڪيا ويندا ۽ جيڪو ٽيهہ ڀيرا پڙهندو تہ ان لاءِ ٽي محل تيار ڪيا ويندا.

**وڏي فضيلت وارو شخص:**

869. طبرانيءَ ”المعجم الصغير“ ۾ ۽ بيهقيءَ ”شعب الايمان“ ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص فجر جي نماز کان پوءِ ٻارنهن ڀيرا ”قل هو الله احد“ پڙهندو تہ ان چڻ چار ڀيرا قرآن پاڪ جو ختم پڙهيو ۽ اهو شخص ان ڏينهن زمين وارن ۾ سڀ کان وڌيڪ فضيلت وارو هوندو بشرطيڪ الله پاڪ جو خوف هجيس.

870. امام احمد، نسائيءَ، ابن ضريس، طبرانيءَ ”المعجم الوسط“ ۾ ۽ بيهقيءَ صحيح سند سان ام ڪلثوم بنت عقبة بن ابي معيط جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کان ”قل هو الله احد“ جي فضيلت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون: هيءَ سورة قرآن پاڪ جي

www.maktabah.org

ٽئين حصي جي برابر آهي.

## شيطان جي ڪوشش جي باوجود

871. سعيد بن منصور ۽ ابن ضريس، حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص فجر جي نماز کان پوءِ ڏهه ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو ته ان ڏينهن شيطان جي ڪوشش جي باوجود ان کان ڪو گناهه نه ٿيندو

## جنت جا خوبصورت محل:

872. سعيد بن منصور ۽ ابن ضريس، حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعتون نفل هن طرح پڙهندو جو هر رڪعت ۾ "سورة فاتحه" ۽ پندرهن ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان لاءِ جنت ۾ ٻه محل تيار ڪرائيندو ( اهي ايڏا ته خوبصورت هوندا جو) جنتي هڪ ٻئي کي پيا ڏيکاريندا.

873. ابن ضريس، حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعت نفل هن ريت پڙهيو جو هر رڪعت ۾ سورة فاتحه ۽ ويهه ڀيرا "قل هو الله احد" پڙهيائين ته الله تعاليٰ ان لاءِ جنت ۾ ٻه محل تيار ڪرائيندو ( اهي ايڏا ته ڀلا هوندا) جو جنتي هڪ ٻئي کي پيا ڏيکاريندا.

## ٻه سؤ ڀيرا "قل هو الله احد":

874. سعيد بن منصور ۽ ابن ضريس، حضرت ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: جيڪو شخص ٻه سؤ ڀيرا "قل هو الله احد" چئن رڪعتن ۾ هن طرح پڙهي جو هر رڪعت ۾ پنجاهه پنجاهه ڀيرا پڙهي ته الله تعاليٰ سو سالن جا ان جا گناهه معاف فرمائيندو يعني: آئنده پنجاهه سالن جا ۽ پوين پنجاهه سالن جا.

## تڪليف وقت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڇا ڪندا هئا:

875. ابن ابي شيبه، امام بخاريءَ، امام مسلم، ابو دائود، ترمذيءَ ۽ نسائيءَ، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن روزانو رات جو جڏهن بستري تي ايندا هئا ته ٻنهين هٿن کي (دعا وانگر) ملائي انهن تي ڪجهه لب مبارڪ هٽندا هئا پوءِ "قل هو الله احد"، "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهي انهن تي ڦوڪاري پوءِ پنهنجي جسم کي مسح ڪندا هئا جنهن جي شروعات مٿي ۽ منهن مبارڪ ۽ جسم جي اڳئين حصي کان ڪندا هئا. ائين ٽي ڀيرا ڪندا هئا.

**نوٽ:** امام بخاريءَ ۽ امام مسلم جي روايت ۾ هيءُ لفظ وڌيڪ آهن حضرت عائشة رضي الله عنها فرمايو: (نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي) جڏهن به ڪا تڪليف پيش ايندي هئي ته مون کي حڪم

www.maktabah.org

ڪندا هئا تہ آءٌ پنهنجي هٿن تي اُهي سورتون دم ڪري سندن جسم مبارڪ تي مسح ڪيان.

۽ بخاريءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن مرض وفات ۾ مُعَوّذات يعني: "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهي پنهنجي جسم مبارڪ تي شوڪاريندا هئا. حضرت عائشة رضي الله عنهما فرمائي ٿي تہ جڏهن سندن مرض سخت ٿي ويو تہ آءٌ اهي سورتون دم ڪري مٿن شوڪاريندي هيس ۽ برڪت خاطر سندن ئي هٿ مبارڪ سان مسح ڪندي هيس.

**هر شيءِ ڪان ڪفايت:**

876. ابن سعد، ابو دائود، نسائيءَ، ترمذيءَ جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ عبدالله ابن احمد، "زوائد المسند" ۾ حضرت عبدالله بن خبيب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو تہ صبح جو ۽ شام جو ٽي ڀيرا "قل هو الله احد" ۽ "قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس" پڙهندو ڪر تہ تولاءِ هر شيءِ کان ڪافي ٿي وينديون.

**پلي ۾ پليون سورتون:**

877. امام احمد، حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اي عقبة بن عامر! توکي ٽي پلي ۾ پليون سورتون سيکاريان. جيکي توريت انجيل، زبور ۽ قرآن پاڪ ۾ نازل ڪيون ويون آهن؟ مون عرض ڪيو: سائين! صدقي ٿيانءَ! ضرور سيکاريو. پوءِ سائين جن مون کي "قل هو الله احد"، "قل اعوذ برب الفلق ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهي ٻڌايون پوءِ فرمايائون تہ اي عقبة! هنن کي ڪڏهن نہ وسارجانءِ ۽ روزانو رات جو پڙهي پوءِ سمجهانءِ.

**پناهہ واريون سورتون:**

878. نسائيءَ، بزار ۽ ابن مردويه، صحيح سند سان حضرت عبدالله بن اُنيس اسلمي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجو هٿ (مبارڪ) منهنجي سيني تي رکيو پوءِ فرمايائون تہ پڙهہ (پر) مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ ڇا پڙهان؟ پوءِ فرمايائون تہ پڙهہ "قل هو الله احد". ان کان پوءِ فرمايائون تہ "قل اعوذ برب الفلق" پڙهہ تا نتہ اها سڄي پڙهي ويس. ان کان پوءِ فرمايائون "قل اعوذ برب الناس" بہ پڙهہ تان تہ اها سڄي پڙهي ويس. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هيئن تَعَوُّذُ يعني: پناهہ گهرندو ڪر ۽ پناهہ گهرندڙن ڪڏهن بہ هنن سورتن جهڙي پناهہ نہ گهري آهي.

**وڇونءَ جي ڏنگ جو علاج:**

879. ابن مردويه ۽ بيهقيءَ، "شعب الايمان" ۾ حضرت علي رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ دفعي رات جو رسول الله ﷺ جن نماز پڙهي تہ جيئن ئي پنهنجو هٿ مبارڪ زمين تي رکيائون تہ وڇونءَ کين ڏنگي وڌو. پوءِ ان کي جُتي سان ماريائون. پوءِ نماز

www.maktabah.org

پوري ڪري فرمايائون ته الله تعاليٰ وڇونءَ تي لعنت ڪري جو نه ڪنهن نمازيءَ کي ٿو ڇڏي نه ڪنهن ٻئي کي. پوءِ لوڻ ۽ پاڻي گهرائي ٻنهي کي هڪ ٿانوَ ۾ ملايائون پوءِ ان مان پنهنجي آگر (مبارڪ) تي جتي وڇونءَ کين ڏنگيو هو پاڻيءَ کي هاريائون پوءِ ان جاءِ تي مسح به ڪيائون ۽ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" به پڙهيائون.

880. طبرانيءَ، حضرت علي رضي الله عنه جي اهڙي ئي روايت نقل ڪئي آهي البت ان ۾ "قل هو الله احد" جي جاءِ تي " قل يا ايها الڪافرون" جو ذڪر آهي.

نوٽ: علامه سيوطيءَ "الاتقان" ۾ به اهڙي ئي روايت نقل ڪئي آهي.

فائده: آءٌ ( محمد هاشم) چوان ٿو ته " سورة ڪافرون" جي فضائل ۾ علامه طبرانيءَ جي اها حديث گذري چڪي آهي.

**هڪ سؤ ڀيرا قل هو الله احد:**

881. طبرانيءَ ۽ بغويءَ ضعيف سند سان ابن ديلميءَ (فيروز) جي روايت نقل ڪئي آهي ۽ اهو نجاشيءَ جو ڀاڻيجو آهي، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو خادم پڻ هو. ان فرمايو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص نماز ۾ يا بغير نماز جي هڪ سؤ ڀيرا " قل هو الله احد" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان لاءِ جهنم ڪان نجات لکي ڇڏيندو.

**قرآن جو ٽيون حصو:**

882. حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: توهان مان ڪير به تيستائين ننڊ نه ڪري جيستائين قرآن پاڪ جو ٽيون حصو نه پڙهي. صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو ته اي الله جا رسول! صلي الله عليه وسلم قرآن پاڪ جي ٽئين حصي پڙهڻ جي اسان مان ڪنهن کي طاقت آهي؟ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ڇا " قل هو الله احد" ۽ قل اعوذ برب الفلق" ۽ قل اعوذ برب الناس" پڙهڻ جي ڪنهن کي سگهه نه آهي؟ يعني: جنهن هي ٽي سورتون پڙهيون ان ڄڻ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهيو.

**شهادت جو موت:**

883. ابن مردويه، ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جنهن شخص سمهڻ مهل ٽي ڀيرا " قل هو الله احد"، "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهيا ته پوءِ جي ان ڏينهن وفات ڪري ويندو ته شهادت جو موت نصيب ٿيندس ۽ زنده رهيو ته سڀ گناه بخشيل هوندس.

**نبوي ڦيٿو:**

884. حڪيم ترمذيءَ، "نوادرالاصول" ۾ حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته هڪ دفعي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مون وٽ عيادت (طبع پرسي) لاءِ آيا ته مون تي هيءَ ا يڙهيائون:

www.maktabah.org

”اعيذک بالله الاحد الصمد الذی لم یلد ولم یولد ولم یکن له کفوا احد من شر ماتجد“

ترجمو: آءٌ توکي ان الله اکيلي بي نياز جي پناھ ۾ رکان ٿو جنھن کنھن کي نہ ڄڻيو آھي نہ ئي کيس کنھن ڄڻيو آھي ۽ ان جو کوبہ مَٽ نہ آھي ان شر کان جنھن کي تون محسوس ڪرين ٿو.

پوءِ ان دُعا کي ست ڀيرا پڙهيائون جڏهن مون وٽان اٿڻ جو ارادو فرمايائون تہ فرمايائون: اي عثمان! هنن لفظن سان تعوذ (دُعا) پڙهندو ڪر. هن کان وڌيڪ ڪوبہ تعوذ (دعا) نہ آھي.

**بخشجي ويو**

885. ابو دائود ۽ نسائيءَ ۽ بيهقيءَ ”ا لاسماء والصفات“ ۾ حضرت محجن بن الادرع ﷺ جيءَ روايت نقل ڪئي آھي تہ ان فرمايو: ھڪ دفعي نبي ڪريم ﷺ جن ھڪ شخص کي نماز پڙهندي ڏٺو جيڪو التحيات ۾ هيءَ دُعا پڙهي رهيو هو. ”اللّهم انی اسئلک بالله الاحد الصمد الذی لم یلد ولم یولد ولم یکن له کفواً احد ان تغفرلی ذنوبی انک انت الغفور الرحيم“

ترجمو: اي الله! آءٌ تو کان ان الله جي واسطي سوال ڪريان ٿو جيڪو اکيلو آھي بي نياز آھي جنھن کنھن کي نہ ڄڻيو آھي ۽ نہ ئي کنھن کيس ڄڻيو آھي ۽ ان جو کوبہ مٽ نہ آھي تہ منھنجا گناھ معاف ڪر تون بخشيندڙ، رحم ڪندڙ آھين. پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن ٽي ڀيرا فرمايو تہ هن جي بخشش ٿي وئي.

**قرآن پاڪ جو ٽيون حصو:**

886. عبدالله بن احمد ”زوائد الزهد“ ۾ ۽ ابن ضريس حضرت ابو غالب جي روايت نقل ڪئي آھي جيڪو خالد بن عبدالله قريشيءَ جو غلام آھي تہ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما مڪي پاڪ ۾ اسان جو امير هو رات جو اٿي تهجد پڙهندو هو هڪڙي ڏينهن اسر جو مون کي فرمايائون تہ ابو غالب! اٿي نماز نہ ٿو پڙهين؟ نماز ۾ قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهين تہ ڪيڏو نہ ڀلو ٿئي!

مون عرض ڪيو. اي ابو عبدالرحمٰن! صبح اچي قريب ٿيو آھي هاڻي ڪيئن ٿو قرآن پاڪ جو ٽيون حصو پڙهي سگهان؟ فرمايائين تہ سورة اخلاص (قل هو الله احد) قرآن پاڪ جي ٽئين حصي جي برابر آھي.

**هڪ سال جا گناھ معاف:**

887. حميد بن زنجويه ” الترغيب“ ۾ ۽ ابن عساڪر حضرت اسماء بنت واثلة بن الاسقع جي روايت نقل ڪئي آھي تہ منھنجو پيءُ فجر جي نماز پڙهي قبلي ڏي منهن ڪري ويهندو هو سج ايرڻ تائين ڪنھن سان بہ نہ ڳالهائيندو هو. ڪڏهن ضرورت وقت آءٌ ان سان ڳالهائيندي هُيس تہ بہ هو نہ ڳالهائيندو هو. مون کيس چيو تہ هي ڇا آھي؟ فرمايائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو هو تہ جيڪو شخص صبح جي نماز کان پوءِ هڪ سؤ ڀيرا

www.maktabah.org

" قل هو الله احد"بنا ڳالهائڻ جي پڙهي ٿو تہ هڪ سال جا ان جا گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا.

### الله تعاليٰ جو نسب نامو:

888. طبرانيءَ، المعجم الاوسط" ۾ ۽ ديلميءَ، "مسندالفردوس" ۾ ضعيف سند سان حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: رب تعاليٰ جو نسب نامو " قل هو الله احد" آهي ۽ طبرانيءَ جي روايت جا لفظ هيءُ آهن تہ هر شيءِ جو نسب نامو ٿيندو آهي. بي شڪ الله تعاليٰ جو نسب نامو " قل هو الله احد" آهي.

### هر برائيءَ کان پناهہ:

889. ابن سنيءَ "عمل اليوم والليلة" ۾ حضرت عائشة رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي نماز کان پوءِ ست ست ڀيرا "قل هوالله احد" ۽ " قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ٻئي جمعي تائين سوءِ (برائي) کان ان کي پناهہ ۾ رکندو.

### هر مصيبت ۽ آفت کان حفاظت:

890. ابو عبيد، ابن ابي شيبه، ابن ضريس ۽ بيهقيءَ "الاسماء والصفات" ۾ حضرت اسماء بنت ابي بڪر رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ ست ست ڀيرا " قل هو الله احد" ۽ " قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهندو تہ اهو شخص ان مجلس کان ٻي مجلس (ٻئي جمعي) تائين (مصيبتن ۽ آفتن کان) محفوظ رهندو.

### مال ۽ اولاد امن ۾:

891. حميد بن زنجويه " فضائل الاعمال" ۾ حضرت ابن شهاب جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ امام جي سلام ورائڻ وقت ۽ ڳالهائڻ کان اڳ ست ست ڀيرا "قل هو الله احد" ۽ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهندو تہ اهو پاڻ ۽ ان جو مال ۽ اولاد ٻئي جمعي تائين امن (حفاظت) ۾ رهندو.

### گناهن ۽ مصيبتن کان محفوظ شخص:

892. سعيد بن منصور، حضرت مڪحول رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن بغير ڳالهائڻ جي ست ست ڀيرا " قل هو الله احد" ۽ " قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهندو تہ ٻئي جمعي تائين ان جا گناهہ معاف ڪيا ويندا ۽ مصيبتن ۽ گناهن کان پڻ محفوظ رهندو.

### جيڪو هي سوال ڪري تہ ان کي هيءُ جواب ڏيو

893. ابن المنذر حضرت ابوذر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: مون نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو عنقريب ماڻهو هڪ ٻئي کان پڇندا تہ الله تعاليٰ مخلوق کي

www.maktabah.org

پيدا ڪيو باقي الله تعالىٰ کي ڪنهن پيدا ڪيو؟ پوءِ جڏهن اهڙو سوال ڪن ته انهن کي چؤ: هو الله احد الله الصمد. لم يلد ولم يُولد ولم يكن له كفواً احد يعني: "الله اڪيلو آهي الله بي نياز آهي هن ڪنهن کي نه ڄڻيو آهي نه ئي هن کي ڪنهن ڄڻيو آهي ۽ ان جو ڪوبه مٽ نه آهي پڙهي. ان کان پوءِ کابي پاسي ٽي ڀيرا ٿڪ اڇلائي ۽ "اعوذ بالله من الشيطان الرجيم" پڙهي.

**آسمانن ۽ زمينن جو بنياد:**

894. ابن ضريس رضي الله عنه، ابن جرير رضي الله عنه ۽ ابو الشيخ رضي الله عنه "العظمة" ۾ حضرت ڪعب رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: بي شڪ الله تعالىٰ ستن آسمانن ۽ ستن زمينن جو بنياد هن سورة يعني: "قل هو الله احد. الله الصمد لم يولد ولم يولد ولم يكن له كفواً احد" تي رکيو آهي ۽ بيشڪ مخلوق منجهان ڪوبه الله جي مَٽُ نه آهي.

**قرآن جي تقسيم:**

895. دارميءَ نوف بڪاليءَ جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: بي شڪ الله تعالىٰ قرآن پاڪ کي ٽن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي جنهن ۾ " قل هو الله احد" کي قرآن جو ٽيون حصو ڪيائين.

**جنت ۾ ٻه محل:**

896. دارميءَ، حضرت سعيد بن المسيب جي پڻ روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص يارنهن ڀيرا " قل هو الله احد" پڙهندو ته الله تعالىٰ ان لاءِ جنت ۾ هڪ محل ٺهرائيندو ۽ جيڪو ويهه ڀيرا پڙهندو ته الله تعالىٰ ان لاءِ جنت ۾ ٻه محل ٺهرائيندو ۽ جيڪو ٽيهه ڀيرا پڙهندو ته الله تعالىٰ ان لاءِ جنت ۾ ٽي محل ٺهرائيندو. اهو ٻڌي حضرت عمر رضي الله عنه عرض ڪيو ته الله جو قسم! اسان جا محل ته تمام گهڻا ٿي ويندا. تنهن تي نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ ان کان به وڌيڪ ڪشادگيءَ وارو آهي. (يعني: ان وٽ کوٽ نه آهي)

**هر سورة سان قل هو الله احد:**

897. دارميءَ، حضرت عتبة بن ضمرة بن حبيب جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي ته جڏهن هو ڪابه سورت پڙهندو هو ته ان سان گڏ "قل هو الله احد" به پڙهندو هو.

نوٽ: هنن ٽن روايتن کي علامه شهاب الدين مقدسيءَ به "المصباح" ۾ آندو آهي.

فائده: "سورة اخلاص" جون ڪجهه فضيلتون سورة فاتحه جي فضيلتن ۽ سورة بقرة جي پهرين چئن آيتن جي فضيلتن ۽ ان جي آخري آيت جي فضيلتن ۽ سورة ڪافرون جي فضيلتن ۾ گڏري چڪيون آهن.

www.maktabah.org

"سورة الكافرون" ۾ هيءَ روايت گذري چڪي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن سانجهيءَ جي نماز ۾ ۽ ان ڪان بعد واري سنت ۾ ۽ طواف ڪان بعد وارين ٻن رڪعتن ۾ "قل يا ايها الڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" پڙهندا هئا ۽ حضرت عمر رضي الله عنه سفر دوران فجر جي نماز ۾ "سورة الڪافرون" ۽ "قل هو الله احد" جي تلاوت فرمائي هئي.

## سورة الفلق جون فضيلتون

### قرآن پاڪ جو حصو:

898. مسدد ۽ ابن مردويه، حضرت حنظلة السدوسي جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: مون حضرت عڪرمه رضي الله عنه کي چيو ته آءٌ هڪ قوم کي نماز پڑهائيندو آهيان جنهن ۾ " قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهندو آهيان

حضرت عڪرمة فرمايو ته پڙهندو رهه چاڪاڻ ته اهي ٻئي قرآن پاڪ جو حصو آهن.

### نماز ۾ هيءُ سورتون پڙهجانءِ:

899. امام احمد ۽ ابن ضريس صحيح سند سان حضرت ابو علاء يزيد بن عبدالله بن الشخير جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو: هڪ شخص چيو ته اسان نبي ڪريم ﷺ جن سان هڪ سفر ۾ گڏ هئاسين سواريءَ لاءِ تمام ٿورڙا هئا جنهن جي ڪري ماڻهو واري وٽيءَ سان انهن تي سوار ٿي رهيا هئا، پوءِ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن جو ۽ منهنجو وارو ٿي آيو ته پاڻ مون سان اچي مليا ۽ منهنجي ڪلهي تي ٿڦڪڙي هڻي فرمايائون: چؤ ته " قل اعوذ برب الفلق" مون چيو "قل اعوذ برب الفلق" پوءِ وري فرمايائون ته چؤ " قل اعوذ برب الناس" مون چيو "قل اعوذ برب الناس" پوءِ انهن ٻنهي سورتن جي نبي ڪريم ﷺ جن تلاوت فرمائي ۽ مون به ساڻن گڏجي تلاوت ڪئي مون کي فرمايائون ته جڏهن تون نماز پڙهين ته ان ۾ هيءَ ٻئي سورتون پڙهجانءِ ۽ هنن جهڙيون سورتون ڪڏهن به نازل نه ٿيون آهن.

900. طبرانيءَ "المعجم الاوسط" ۾ حسن سند سان حضرت ابو مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: مون تي اهڙيون ته آيتون نازل ٿيون آهن جو انهن جهڙيون (اڳ ۾) ڪڏهن به نازل نه ٿيون آهن. اهي آهن مُعَوَذ تين يعني: "قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس".

901. مسلم، ترمذيءَ، نسائيءَ، ابن ضريس ۽ ابن الانباريءَ "المصاحف" ۾ ۽ ابن مردويه حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: اڄ رات مون تي اهڙيون آيتون نازل ٿيون آهن جو مون انهن جهڙيون آيتون ڪڏهن ڏٺيون ئي نه آهن اهي هيءُ آهن "قل اعوذ برب الفلق" ۽ قل اعوذ برب الناس"

### هن سورة جي پڙهڻ ۾ ڪڏهن به ناغو نه ڪر:

902. ابن ضريس ۽ ابن الانباريءَ ۽ حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته

www.maktabah.org

ان فرمايو: مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ﷺ مون کي سورة يوسف ۽ سورة هود پڙهايو. فرمايائون: عقبة! "قل اعوذ برب الفلق" پڙهہ چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ وٽ ان کان وڌيڪ ڪابہ پياري ۽ پهچڻ واري سورة ڪڏهن بہ پڙهي نہ ٿو سگهين. جيڪڏهن تون سگهہ رکين سگهين ٿو تہ ان جي پڙهڻ کي لازم ڪري وٺ، ان ۾ ڪڏهن بہ ناغو نہ ڪر.

## آنڌيءَ وقت ڇا پڙهجي:

903. ابن ضريس، ابن مردويه ۽ بيهقيءَ حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن سان سفر ڪري رهيو هوس جڏهن جُحفة ۽ ابواء جي وچ تي پهتاسين تہ اوچتو آنڌي لڳي جنهن ۾ سخت اونداهہ هو، رسول الله ﷺ جن "قل اعو برب الفلق" ۽ قل اعوذ برب الناس" پڙهڻ شروع ڪيو ۽ مون کي فرمايائون تہ عقبة! تون بہ هيءُ سورتون پڙهہ ڇاڪاڻ تہ هنن سورتن جهڙو ڪوبہ تعوذ(ڦيٽو) نہ آهي.

★ راوي فرمائي ٿو تہ اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن نماز پڙهائي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن اهي ٻئي سورتون تلاوت فرمايائون.

نوٽ: "حصن حصين" جي مصنف رحمة الله عليه ۽ شارح فرمايو آهي تہ ابودائود حضرت عقبة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ جڏهن بہ سخت آنڌي اچي تہ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" جو ورد ڪجي.

## معوذتين

904. ابن سعد، نسائيءَ، بغويءَ ۽ بيهقيءَ حضرت ابن عابس الجهني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ان کي فرمايو تہ اي ابن عابس! تو کي ٻڌايان تہ وڏي فضيلت وارو ڪهڙو تَعَوُّذُ آهي جيڪو ڦيٽي طور پڙهجي.

حضرت ابن عابس رضي الله عنه عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ضرور ٻڌايو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ اهي اتي "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" ۽ انهن ٻنهين کي "مُعَوَّذَتَانِ" چئبو آهي.

## معوذتين نازل ٿيڻ کان پوءِ......

905. ترمذيءَ، جنهن هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي ۽ نسائي، ابن ماجہ، ابن مردويه ۽ بيهقي، حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جنن ۽ انسانن جي نظر لڳڻ کان هڪ تَعَوُّذُ يعني: ڦيٽو پڙهندا هئا، جڏهن معوذ تان يعني: "قل اعوذ برب الناس ۽ قل اعوذ برب الفلق" ٻئي نازل ٿيون تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن اهي پڙهڻ شروع ڪيون ۽ انهن کان سواءِ ٻين تَعَوُّذُن کي ڇڏي ڏنائون.

906. ابو دائود، نسائيءَ، حاڪم جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي ۽ بيهقيءَ "شعب الايمان" ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ نبي

www.maktabah.org

ڪريم ﷺ جن تعوذات ( قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس وغيره) کان سواءِ ٻين ڦيٽن کي مڪروه سمجهندا هئا.

فائده: علامه قسطلانيءَ "المواهب اللدنية" ۾ لکيو آهي تہ حضرت ابن مسعود ﷺ جي هيءَ حديث هنن سورتن کان علاوه ٻين ڦيٽن نہ پڙهڻ تي دلالت نہ ٿي ڪري بلڪ اوليت تي دلالت ڪري ٿي يعني: ڦيٽي طور هيءَ سورتون پڙهڻ اوليٰ آهن.

جيئن وچونءَ ڏنگيل شخص وغيره تي "سورة فاتحه" پڙهڻ جو ثبوت حديثن ۾ آيو آهي.

## نماز کان پوءِ معوذتين:

907. ابو دائود ۽ ابن مردويه، حضرت عقبة بن عامر ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: هر نماز کان پوءِ "معوذات" يعني: "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الفلق" پڙهندا ڪريو.

فائده: علامه نووي " الاذکار" ۾ هن حديث کي نقل ڪرڻ کان پوءِ لکيو آهي تہ " قل هو الله احد" ۽ " قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهڻ مناسب آهي.

## بلاغت واري سورة:

908. ابن ابي شيبه ۽ ابن مردويه، حضرت عقبه بن عامر ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو تہ مون کي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ اي عقبه! "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهندو ڪر ڇاڪاڻ تہ تون انهن کان وڌيڪ ڪابہ بليغ (بلاغت واري) سورة نہ پڙهي سگهندين.

## پياري ۾ پياريون سورتون:

909. ابن مردويه، حضرت ام سلمه ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: الله تعاليٰ وٽ پياري ۾ پيارين سورتن مان هڪ " قل اعوذ برب الفلق" آهي ۽ ٻي " قل اعوذ برب الناس" آهي.

## هنن سورتن جهڙيون ڪنهن بہ نہ پڙهيون آهن:

910. ابن مردويه، حضرت معاذ بن جبل ﷺ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: هڪ ڀيري سفر ۾ آءٌ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ هوس تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن صبح جي نماز پڙهائي جنهن ۾ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" جي قراءت ڪيائون. بعد ۾ مون کان پڇيائون تہ معاذ! مون جيڪي پڙهيو سو تو ٻڌو؟ عرض ڪيم: جي سائين! بلڪل مون ٻڌو، فرمايائون تہ انهن سورتن جهڙيون ڪنهن بہ نہ پڙهيون آهن.

## منهنجو ابو ۽ امڙ گهور وڃن ڇا پڙهان؟

911. نسائيءَ، ابن ضريس، ابن الانباري ۽ ابن مردويه حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: نبي ڪريم ﷺ جن منهنجي ڪلهي مان وٺي

www.maktabah.org

فرمايو تہ پڙھہ! مون عرض ڪيو: سائين! منهنجو ابو ۽ امڙ اوهان تي گهور وڃن. ڇا پڙهان؟ فرمايائون:" قل اعوذ برب الفلق" پڙهہ. وري ٻيهر فرمايائون تہ پڙهہ. مون عرض ڪيو تہ منهنجو ابو ۽ امڙ اوهان تي گهور وڃن. ٻڌايو تہ ڇا پڙهان؟ فرمايائون تہ " قل اعوذ برب الناس" پڙهہ ۽ ڪڏهن بہ انهن ٻنهين سورتن جهڙي ڪا بہ سورة نہ پڙهي سگهندين.

## تڪليف مهل ڇا پڙهجي؟

912. ابن سعد، يوسف بن محمد بن ثابت بن قيس بن شماس جي روايت نقل ڪئي آهي تہ هڪ دفعي حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه تڪليف محسوس ڪئي ٿورڙي وقت ۾ وٽس نبي ڪريم ﷺ جن آيا تہ هيءُ بيمار پيو هو پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن معوذات ( قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس) جو مٽس ڦيٽو پڙهي دم ڪيو ۽ هيءَ دُعا ڏنائونس. اَللّٰهُمَّ رَبَّ النَّاسِ اِكْشِفِ البَاسَ عن ثابت بن قيس بن شماس.

ترجمو: اي الله! ماڻهن جا پروردگار! ثابت بن قيس بن شماس تان تڪليف دور ڪر.

پوءِ پاڻ سڳورن صلي الله وسلم جن انهن جي واديءَ (بطحان) مان مٽيءَ جي چپٽي ڪٽي پاڻيءَ ۾ ملائي ۽ ان کي پياري.

نوٽ: " النهايہ" ۾ آهي تہ بَطحان باء جي فتح سان پڙهجي مديني جي هڪ واديءَ جو نالو آهي.

## ننڊ ڪرڻ ۽ اٿڻ مهل ڇا پڙهجي؟

913. ابن ابي شيبہ رحمتہ الله عليہ ۽ ابن ضريس رحمتہ الله عليہ، حضرت عقبة بن عامر الجهني رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ هڪ سفر ۾ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ هوس. جڏهن فجر تي تہ پاڻ آذان ۽ اقامت(تڪبير) چيائون ۽ (نماز ۾) مون کي پنهنجي ساڄي پاسي کان بيهاريائون. پوءِ معوذتين" يعني: "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" تلاوت ڪيائون جڏهن سلام ورايائون تہ مون کي فرمايائون ڪيئن ڏٺئي؟ عرض ڪيم: اي الله جا رسول! ائين ئي ڏٺم. فرمايائون تہ هيءُ ٻئي سورتون ننڊ ڪرڻ مهل ۽ اٿڻ مهل پڙهندو ڪر.

## وڏ ۾ وڏ پياريون سورتون:

914. ابن النجار، حضرت قتاده رضي الله عنه جي راويت نقل ڪئي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن عقبہ بن عامر رضي الله عنه کي فرمايو تہ "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهہ ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ کي هيءُ سورتون قرآن پاڪ ۾ وڏ ۾ وڏ پياريون آهن.

## پليون سورتون:

915. حاڪم، حضرت عقبة بن عامر رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: آءٌ سفر ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي سواري ڪاهي هلندو هوس. هڪ دفعي مون کي فرمايائون تہ اي عقبة! تو کي ٻڌايان تہ پلي ۾ پليون بہ سورتون ڪهڙيون آهن. مون عرض ڪيو. بالڪل ٻڌايو. فرمايائون: " قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس" آهن. هڪ دفعي هڪ جاءِ تي پاڻ سڳورا

www.maktabah.org

ﷺ جن ترسيا اتي فجر جي نماز پڙهايائون جنهن ۾ اهي ٻئي سورتون تلاوت ڪيائون. پوءِ مون کي فرمايائون ته عقبة! ڪيئن ڏٺئي؟

## جانور تي سواريءَ مهل ڇا پڙهجي؟

916. ابن مردويه، حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن خچر تي سوار ٿيا پئي ويا ته هو ٽپا پيو ڏئي پوءِ ان کي روڪيائون ۽ هڪ شخص کي حڪم فرمايائون ته ان تي "قل اعوذ برب الفلق من شر ما خلق" پڙهه. جڏهن ان تي اها سورة پڙهي وئي.

ته اهو سڪون ۾ اچي ويو. يعني: ماٺ ٿي ويو ۽ سفر کي جاري رکيائين.

## ڏڪئي جانور تي ڇا پڙهجي؟

917. ابن مردويه، حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان فرمايو ته نجاشي بادشاهه نبي ڪريم ﷺ جن ڏي تحفي ۾ هڪ اڇو خچر موڪليو جيڪو سواريءَ ۾ ڪجهه ڏکيرڙو هو. پاڻ سڳورن ﷺ جن حضرت زبير رضي الله عنه کي فرمايو ته هن تي چڙهه ۽ هن کي سڌار. حضرت زبير رضي الله عنه ان تي چڙهڻ کان ڏڄي پيو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس ته هن تي سوار ٿي ۽ قرآن پاڪ پڙهيس. حضرت زبير رضي الله عنه عرض ڪيو ته ڇا پڙهانس؟ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايس ته " قل اعوذ برب الفلق" پڙهيس. مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي ته ان جهڙي سورة سان نماز قائم نه ڪري سگهندي.

918. ابن الانباريءَ، حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن به تڪليف محسوس ڪندا هئا ته پاڻ تي "معوذتين" يعني: "قل اعوذ برب الفلق" ۽ "قل اعوذ برب الناس" پڙهي دم ڪري ڇڏيندا هئا.

## وتر ۾ ڇا پڙهجي؟

919. محمد بن نصر، حضرت ابن ضمرة جي روايت نقل ڪئي آهي جنهن پنهنجي پيءُ کان ان پنهنجي ڏاڏي رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن وتر ۾ " قل هو الله احد" ۽ قل اعوذ برب الفلق" ۽ " قل اعوذ برب الناس" پڙهندا هئا.

## جادوگري، تعويذ ۽ منتر:

920. طبرانيءَ، حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته ان پنهنجي خاندان جي هڪ عورت جي ڳچيءَ ۾ چمڙي جو ٽڪرو ڏٺو جنهن ۾ تعويذ هئا جنهن کي ڇني اڇلائي ڇڏيائين. پوءِ فرمايائين ته عبدالله جو اولاد شرڪ کان (غني) بي پرواهه (بيزار) آهي. پوءِ فرمايائين ته جادوگري، تعويذ ۽ منتر، شرڪ ۾ شامل آهن پوءِ هڪڙي عورت چيو ته اسان مان ڪنهن کي متي جي سور جي شڪايت ٿيندي آهي ته اها منتر پڙهائيندي آهي. جڏهن ان تي منتر پڙهيو ويندو آهي ته سمجهيو ويندو آهي ته ان منتر فائدو ڪيو اٿس. پوءِ حضرت عبدالله رضي الله عنه فرمايو ته شيطان توهان مان ڪنهن عورت وٽ ايندو آهي ته پوءِ ان جي متي ۾ رُڳهو هڻندو آهي پوءِ جڏهن هيءَ منتر پڙهائيندي آهي ته شيطان رُڪجي پوندو آهي جي نه پڙهائيندي آهي ته رُڳها

www.maktabah.org

پيو هٽندو اٿس. پر جيڪڏهن توهان مان ڪا عورت پنهنجي متي ۾ منهن تي پاڻيءَ جا چندا هڻي پوءِ چوي "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" ان کان پوءِ "قل هو الله احد، قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهي ته ان کي انشاءالله فائدو ٿيندو.

### هڪ اهم سوال ۽ ان جو جواب:

**سوال:** ڪن حديثن مان تعويذ جي جائز هجڻ معلوم ٿئي ٿو ته ڪن مان ناجائز هجڻ معلوم ٿئي ٿو ٻنهي طرفن جون حديثون تمام گهڻيون آهن آخر اهو ٽڪر ڇو؟

**جواب:** اهڙا جهاڙ، ڦيڻا ۽ تعويذ جيڪي عربيءَ ۾ نه هجن ۽ الله جي نالن ۽ صفتن کان علاوه هجن ۽ ان جي ڪلام (ڪتاب الله) کان سواءِ هجن ۽ انهن ۾ عقيدو رکيو وڃي ته انهن جي ذريعي يقيناً مشڪل حل ٿئي ٿي ۽ انهن تي ڀروسو ڪري ويهي رهجي ۽ انهن کان ڪڏهن به نه رڪجي ته اهڙن تعويذن، جهاڙن ۽ ڦيڻن جي حديث ۾ **جهل** (منع) آئي آهي. باقي اهي تعويذ ۽ ڦيڻا جن ۾ قرآن پاڪ پڙهيو وڃي ٿو ۽ الله جا نالا ورتا وڃن ٿا ۽ اهي تعويذ جيڪي حديث ۾ روايت ڪيل آهن انهن جي منع نه آهي اهي جائز آهن. ۽ انهيءَ جي ڪري نبي ڪريم ﷺ جن ان شخص کي فرمايو: جنهن ڦيڻي ۾ قرآن پاڪ پڙهي پيسا ورتا هئا ته ڪي ماڻهو ته باطل (خراب) ڦيڻا پڙهي پئسا وٺندا آهن تو ته حقي ڦيڻي جي عيوض پيسا ورتا آهن اتي " النهايه" جي عبارت پوري ٿي.

### نبي ڪريم ﷺ جن تي جادو:

921. عبد بن حميد پنهنجي "مسند" ۾ حضرت زيد بن ارقم رضي الله عنه جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن تي هڪڙي يهوديءَ جادو ڪيو. جنهن سان پاڻ سڳورن ﷺ جن کي تڪليف ٿي پئي. پوءِ حضرت جبرائيل عليه السلام وٽن آيو. عرض ڪيائين ته اوهان تي هڪ شخص جادو ڪيو آهي ۽ جادوءَ جو عمل جنهن شيءِ ۾ ڪيو ويو آهي سا فلاڻي کوهه ۾ آهي. نبي ڪريم ﷺ جن حضرت علي رضي الله عنه کي اوڏانهن موڪليو ۽ کوهه مان اها شيءِ ڪڍي آيو، پوءِ کيس حڪم ڪيائون ته ان جي ڳنڍ کولي ۽ مٿس هڪ هڪ آيت ڪري پڙهي پوءِ هو هڪ هڪ آيت پڙهي به پيو ۽ ڳنڍ به کوليندو وڃي پيو، تان نته نبي ڪريم ﷺ جن ائين اٿي کڙا ٿيا ڄڻ ڏانوڻ مان سندن جند آزاد ٿي پئي.

### جادو ۽ ان جو علاج:

922. ابن مردويه رحمته الله عليه، حضرت عڪرمه جي سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت نقل ڪئي آهي ته لبيد بن اعصم يهوديءَ، نبي ڪريم ﷺ جن تي جادو ڪيو، هڪ بت ناهي ان ۾ هن يارنهن ڳنڍيون ڏنيون جنهن جي ڪري نبي ڪريم ﷺ جن کي ان سان (جان ۾) سخت سور ٿي پيو پوءِ عيادت لاءِ وٽن جبرائيل عليه السلام ۽ ميڪائيل عليه السلام آيا پوءِ حضرت ميڪائيل عليه السلام، حضرت جبرائيل عيله السلام کي چيو ته تنهنجو دوست (رسول الله ﷺ) تڪليف ۾ آهي. حضرت جبرائيل عليه السلام چيو ته واقعي تڪليف ۾ آهن.

www.maktabah.org

حضرت ميڪائيل عليه السلام فرمايو تہ لبيد بن اعصم جي جادوءَ جي ڪري ڪين تڪليف پهتي آهي ۽ اهو جادو، ميمون کوھ ۾ آهي جيڪو پاڻيءَ ۾ پٿر جي هيٺان ڪجيءَ جي ڦرهي ۾ ٻڌل آهي. حضرت جبرائيل عليه السلام پڇيو تہ پوءِ ان جو علاج ڇا آهي؟ فرمايائين تہ کوھ جو پاڻي ڪڍيو ويندو پوءِ پٿر کي اٿلائي اتان ڪجيءَ جو ڦرهو ڪڍبو ان ۾ هڪ بت آهي (جنهن ۾ وار آهن) جن کي يارنهن ڳنڍيون ڏنل آهن، پوءِ ڦرهو ساڙيو ويندو تہ (انشاءالله) الله جي حڪم سان ٺيڪ ٿي ويندا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن هڪ جماعت کي اوڏانهن موڪليو. جنهن ۾ حضرت عمار بن ياسر رضي الله عنہ بہ هو. انهن وڃي کوھ جو پاڻي ڪڍيو. اتي ڏٺائون تہ واقعي بہ اها شيءِ پئي آهي کوھ جو پاڻي مينديءَ پسايل پاڻيءَ جهڙو ٿي چڪو هو. کوھ مان پٿر کي اٿلائي ان جي هيٺان رکيل ڦرهي کي ٻاهر ڪڍيائون جنهن ۾ هڪ بت هو (جنهن جي وارن ۾) يارنهن ڳنڍيون ڏنل هيون. پوءِ الله تعاليٰ هيءَ وحي نازل فرمايو. (اي محمد! ﷺ) چئو "اعوذ برب الفلق" (صبح جي رب جي پناھ گهران ٿو) ائين پڙهڻ کان پوءِ هڪڙي ڳنڍ کلي پئي ۽"من شر ما خلق" من الجن والانس (جنن ۽ انسانن جي شر کان) تہ ان پڙهڻ سان بہ هڪ ڳنڍ کلي پئي ۽"من شر غاسق اذا وقب" (انڌيري رات جي شر بلڪ ڏينهن وارن جي شر کان بہ) "ومن شرالنفاثاتُ فى العقد الساحرات الموذيات) (يعني: ڳنڍيين ۾ پڙهندڙ عورتن جي شر کان پناھ گهران ٿو جيڪي ايذائيندڙ جادوگرياڻيون آهن). ان جي پڙهڻ سان هڪ ڳنڍ کلي پئي، "من شر حاسد اذا حسد (ساڙيلي جي شر کان جڏهن ساڙ ڪري).

## جادو کان جبرائيلي ڦيٽو:

923. ابن مردويہ رحمہ الله، حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنہ جي روايت نقل ڪئي آهي تہ يهودين نبي ڪريم ﷺ جن تي جادو ڪيو، جنهن جي ڪري ڪين سخت درد ٿي پيو. پوءِ صحابي سڳورا رضي الله عنهم ويا ۽ اها شيءِ ڪڍي آيا جنهن تي هنن جادو ڪيو هو.

پوءِ حضرت جبرائيل عليه السلام معوذتين( قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس) کڻي نازل ٿيو ۽ انهن ٻنهي جو متن ڦيٽو رکيائين ۽ چيائين بِسمِ اللهِ اَرقيکَ مِن کُلِّ شَيءِ يُوذِيکَ وَ مِن کُلِّ عَين وَ نَفس حَاسد يَشفيکَ بسم الله اَرقيکَ.

تَرجمو: اللهَ جي نَالي سَان هَر اَن شَيءِ کان جا توکي ايذائي ۽ هر نفس جي برائي کان ۽ ساڙ واري اک کان.توکي ڦيٽو ٿو رکان الله تعاليٰ توکي شفا ڏئي الله تعاليٰ جي نالي سان توتي ڦيٽو ٿو رکان.

## سورة الناس جي فضيلت

هن سورة جو ذڪر " سورة الاخلاص" ۽ " سورة الفلق" ۾ گذري چڪو آهي ان کان علاوه معوذتين ( قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس) جي فضيلتن جو ذڪر سورة بقرة جي پهرين آيتن جي فضيلتن ۽ آية الڪرسي جي فضيلتن ۾ پڻ گذري چڪو آهيءَ "سورة حم المومن" ۽ " سورة الڪافرون" جي فضيلتن ۾ بہ گذري چڪو آهي.

www.maktabah.org

## فصل پيو

انهن حديثن جي بيان ۾ آهي جن کي علامہ ثعلبيءَ، واحديءَ، زمخشريءَ ۽ بيضاويءَ وغيره پنهنجن تفسيرن ۾ هر سورة جي آخر ۾ ذڪر ڪيون آهن ۽ انهن جي صحت ۽ ضعف ۽ موضوع (جڙتو) هجڻ جو حال پڻ بيان ڪيل آهي.

**فائده**: خاتم المحدثين ۽ رئيس الحفاظ، حافظ جلال الدين سيوطي رحمه الله پنهنجي ڪتاب "اللآلي المصنوعة في الاحاديث الموضوعة" ۾ لکيو آهي تہ علامہ عقيليءَ پنهنجي ڪتاب ۾ علي بن الحسن بن عامر جي روايت نقل ڪئي آهي تہ ان ٻڌايو تہ مون کي محمد بن بکار حديث بيان ڪئي آهي. ان ٻڌايو تہ مون کي بزيع بن حسان ابو الخليل بصريءَ 167هجريءَ ۾ روايت ڪئي آهي ان ٻڌايو تہ مون کي علي بن زيد بن جدعان ۽ عطاء بن ابي ميمونة ٻنهين، زربن حبيش کان جنهن حضرت أُبَيُّ بن ڪعب رضي الله عنہ کان روايت نقل ڪئي آهي نہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة فاتحہ" جي تلاوت ڪندو تہ ان کي هيترو هيترو اجر ملندو. ان کان پوءِ علامه عقيليءَ هر سورة جي فضيلت ذڪر ڪئي آهي ۽ فرمايائين تہ اسان کي يحييٰ بن احمد المخزوميءَ حديث ٻڌائي آهي ان فرمايو تہ اسان کي احمد بن محمد شبوية حديث ٻڌائي آهي تہ ان فرمايو: مون علي بن الحسين بن سقيف کان ٻڌو آهي. اهو فرمائي پيو تہ مون ابن المبارڪ کان ٻڌو آهي ان فرمايو تہ أُبَي بن ڪعب رضي الله عنہ جي حديث جي باري ۾ جيڪا ان نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت ڪئي آهي تہ جيڪو شخص فلاڻي سورة پڙهندو تہ ان کي هيترو ثواب ملندو. اٿين ۾ دفعا فرمايائون. ابن المبارڪ فرمائي ٿو تہ آءٌ ڀانيان ٿو تہ هن حديث کي زنديقن گهڙيو آهي. علامة عقيلي رحمه الله فرمائي ٿو تہ ابن المبارڪ جي قول مان ثابت ٿيو تہ هن حديث جي سند باطل آهي. ياد رهي تہ اها سڄي خرابي بزيع، جي طرفان آهي (جنهن هيءَ حديث جوڙي آهي)

★ ابو بڪر بن ابي دائود ڪتاب "فضائل القرآن" ۾ روايت آندي آهي تہ اسان کي محمد بن عاصم حديث ٻڌائي آهي ان فرمايو تہ اسان کي شبابہ بن سوار حديث ٻڌائي آهي، ان فرمايو تہ اسان کي مخلد بن عبدالواحد حديث ٻڌائي آهي جنهن علي بن زيد بن جدعان ۽ عطاء بن ابي ميمونہ کان انهن حضرت زر بن حبيش کان، جنهن حضرت أُبي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ان فرمايو تہ مون نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! جيئن اوهان مون کي قرآن خصوصي طور پڙهايو آهي ائين الله تعاليٰ جي عطا ڪيل علم مان ٻہ مون کي خصوصي طور قرآن پاڪ جي ثواب بابت پڻ ٻڌايو. حضرت أُبَيُّ رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ پوءِ نبي ڪريم ﷺ جن هڪ هڪ سورة جي ثواب جو ذڪر فرمايو: ۽ فرمايائون تہ جيڪو فلاڻي سورة پڙهندو تہ ان کي هيترو اجر ملندو ۽ فلاڻي سورة پڙهندو تہ ان کي هيترو ثواب ملندو.

هيءَ حديث موضوع (جڙتو) آهي. اها سڄي خرابي مخلد جي طرفان آهي (يعني: ان ئي

www.maktabah.org

حديث جوڙي آهي).

نوٽ: علامه ذهبيءَ، " الميزان" ۾ لکيو آهي تہ مخلد بن عبدالواحد ابو الهذيل بصري جنهن جي باري ۾ ابن حبان فرمايو آهي تہ هو تمام وڏو منکر الحديث آهي. ان روايت کئي آهي ابن جدعان ۽ عطاء بن ابي ميمونہ کان انهن روايت کئي آهي زر بن حبيش کان ان روايت کئي آهي، حضرت أبي بن کعب رضي الله عنه کان جنهن نبي کريم ﷺ جن کان أن طويل باطل حديث کي روايت کيو آهي جيکا سورتن جي فضيلت ۾ آهي. جيکڏهن "مخلد" ان کي گهڙيو هجي ها تہ خبر بہ کانہ پوي ها تہ کنهن هن کي گهڙيو آهي. هتي علامہ ذهبيءَ جو کلام پورو ٿيو.

هن حديث جي باطل طريقن مان هڪ طريق هارون بن کثير جو بہ آهي. جنهن زيد بن اسلم کان ان پنهنجي پيءُ کان ان حضرت ابو امامه رضي الله عنہ کان ان حضرت ابي بن کعب رضي الله عنه کان روايت کئي آهي، علامه ابن عديءَ "الکامل" ۾ هن روايت کي آندو آهي ۽ فرمايائين تہ هن حديث کي هارون کان قاسم بن الحکم المفري ۽ يوسف بن عطيہ کوفيءَ روايت کيو آهي هيءُ بصري نہ آهي.هارون جي روايت زيد بن اسلم کان محفوظ نہ آهي.

**نوٽ**: هيءُ ٽئي طريقا (سندون) باطل آهن. خليل "کتاب الارشاد" ۾ فرمايو آهي تہ نوح بن ابي مريم جنهن هر سورة جا فضائل الگ گڏ کيا آهن سو هڪ شخص کان روايت کري ٿو جنهن عکرمه کان روايت کئي آهي، ان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت کئي آهي تہ ان کان کنهن پڇيو تہ هيءُ حديثون تو کٿان آنديون آهن؟

ان چيو تہ ڏٺم تہ ابن اسحاق رحمه الله جي "کتاب المغازي" ( جنگين جي کتاب) ۽ ٻين ڳالهين ۾ ماڻهو مصروف ٿي ويا آهن ۽ قرآن پاڪ جي تلاوت کي ڇڏي ڏنو اٿن. تنهنکري مون ان جي تلاوت جي شوق ڏيارڻ لاءِ هيئن کيو. يعني: هن قسم جون حديثون گهڙي کين ٻڌايم.

★ خليل ان سند سان محمود بن غيلان کان روايت کئي آهي تہ ان فرمايو: مون مُؤمِّلَ (بن اسماعيل) کان ٻڌو آهي تہ اهو چوي پيو تہ مون کي هڪ شيخ قرآن پاڪ جي سورتن جي فضيلت بابت اهي روايتون کيون آهن جيکي حضرت ابي بن کعب رضي الله عنه کان منقول آهن مون شيخ صاحب کان پڇيو تہ توهان کي هي حديثون کنهن ٻڌايون آهن؟ چيائين: تہ " مدائن" شهر جي هڪ شخص مون کي ٻڌايون آهن ۽ اهو اجان زنده آهي پوءِ آءٌ سفر کري ان ڏانهن پهتس ان کان پڇيم تہ توهان کي هيءُ حديثون کنهن ٻڌايون آهن؟ چيائين تہ " بصره" ۾ هڪ شيخ آهي جنهن مون کي اهي حديثون ٻڌايون آهن. پوءِ آءٌ سفر کري ان شيخ ڏانهن بہ ويس. ان ٻڌايو تہ"عبادان" ۾ هڪ شخص آهي جنهن مون کي اهي حديثون ٻڌايون آهن. پوءِ آءٌ " عبادان" ۾ وڃي ان شيخ کي بہ هٿ کيو. ان چا کيو جو مون کي هٿ کان وٺي هڪ گهر ۾ آيو اتي اهل تصوف يعني: صوفين جي جماعت هئي انهن سان گڏ هڪ شيخ بہ هو، ان مون کي چيو تہ مون کي اهي حديثون هن شيخ ٻڌايون آهن پوءِ مون ان کان پڇيو تہ يا شيخ! اوهان کي هي حديثون کنهن ٻڌايون آهن؟ شيخ صاحب فرمايو تہ مون کي کنهن بہ نہ ٻڌايون آهن. پر اسان ماڻهن جي حالتن

www.maktabah.org

کي ڏنو تہ هو قرآن پاڪ کان پاسيرا ٿي رهيا هئا تنهنڪري اسان اهي حديثون گهڙي انهن کي ٻڌايون آهن تہ جيئن هو پنهنجي دلين کي قرآن پاڪ ڏانهن مائل ڪن. خليل فرمائي ٿو تہ هن حديث کي ابو اسحاق ثعلبيءَ پنهنجي تفسير ۾ ڏار ڏار ڪري بيان ڪيو آهي. هن هر سورة جي شروع ۾ ان مان اها ڳالهہ ذڪر ڪئي آهي جيڪا ان سان خاص ٿئي پئي.

ابو الحسن واحديءَ پنهنجي تفسير ۾ لکيو آهي تہ مون کي هنن ٻن(ابن عدي ۽ خليل) تي ڪوبہ عجب نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي ٻئي صاحب الحديث نہ آهن. مون کي رڳو ابو بڪر بن دائود تي عجب آهي تہ هن پنهنجي ڪتاب ۾ اها حديث ڪيئن آندي آهي؟ جيڪو هن قرآن پاڪ جي فضيلتن بابت لکيو آهي. حالانڪ ڪيس علم بہ هو تہ اها حديث بلڪل محال ۽ موضوع آهي. مان سمجهان ٿو تہ ان ڳالهہ تي حرص ئي ڪيس اپاريو آهي. (نہ تہ اهو شخص اهڙي حديث نہ ٿو آڻي سگهي) اتي علامہ سيوطيءَ جي ڳالهہ پوري ٿي جيڪا هن " اللآلي" ۾ ذڪر ڪئي هئي.

★ علامہ محمد بن طاهر الپٽني الهندي پنهنجي ڪتاب "تذڪرة الموضوعات" ۾ الخلاصة جي حوالي سان لکيو آهي تہ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏانهن نسبت ڪيل قرآن پاڪ جي هر سورة جي فضائل ۾ بيان ڪيل روايتون جڙتو آهن ۽ هو ان کان آجو آهي. هڪ هڪ سورة جي فضيلت کي عبادان جي هڪ شخص گهڙيو آهي. ۽ المختصرالاصول ۾ آهي تہ مفسرن پنهنجي تفسيرن ۾ هن روايت کي آڻي هڪ قسم جي خطا ڪئي آهي ۽ " العدة" ۾ آهي تہ مفسرن مان ثعلبيءَ ۽ واحديءَ سند سان ۽ زمخشري ۽ بيضاوي بغير سند جي ذڪر ڪري هڪ قسم جي غلطي ڪئي آهي. ۽ اها روايت جا گهٽين سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ آئي آهي سا صحيح يا حسن يا ضعيف روايت جي خلاف نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اصل بحث حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنہ جي ان روايت ۾ آهي جيڪا هر سورة جي فضيلتن ۾ آئي آهي هتي 'التذڪرة' ۾ ذڪر ڪيل علامہ هنديءَ جي ڳالهہ پوري ٿي.

★ علامہ حافظ سيوطي رحمة الله عليه ۽ علامہ شهاب الدين رحمة الله عليه ۽ عبدالحڪيم، تفسير بيضاويءَ جي حاشيي تي سورة فاتحہ جي آخري آيتن جي باري ۾ لکيو آهي جنهن جو خلاصو هيءَ آهي تہ اهي حديثون جيڪي سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت ڪيل آهن سي موضوع (جڙتو) آهن. حالانڪ انهن حديثن کي جن مفسرن ذڪر ڪيو آهي تن غلطي ڪئي آهي ۽ انهن حديثن کي عبادان جي ڪرامتين جي فرقي جي هڪ شخص ٺاهيو هو ۽ انهن جو نظريو هو تہ ترغيب(شوق) ڏيارڻ لاءِ حديثون ٺاهي ٻڌائڻ جائز آهن. جڏهن انهن کي ڪير ٻڌائيندو هو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو فرمان آهي تہ"مَنْ كَذَبَ عَلَى مُتَعَمِداً فَلْيَتَبَوَّأْ مَقْعَده من النار" يعني: جيڪو مون تي ڄاڻي واڻي ڪوڙ ڳالهائيندو تہ ان جي جاءِ جهنم آهي. تہ هو ان جي باري ۾ جواب ڏيندي چوندا هئا تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ جيڪو مون تي ڪوڙ هڻي تہ ان جي جاءِ جهنم آهي. يعني: سنڌن خلاف جيڪو ڪوڙ هڻي تہ ان جي اها سزا آهي باقي جيڪو سنڌن جي فائدي ۾ ڪوڙ هڻي تہ جائز آهي.

www.maktabah.org

جڏهن ان کي چيو ويو تہ تون ائين چو ٿو ڪرين تہ ان وراڻيو تہ ان جو اصل ڪارڻ اهو آهي تہ ماڻهو شعر ۽ شاعريءَ ۾ مشغول ٿي ويا هئا. آهن فقهہ حنفيءَ ڏي ماڻهن جو لاڙو ٿي پئي ويو ۽ "مغازيءَ ابن اسحاق" يعني: جنگين جي ڪتاب پڙهڻ ۾ مصروف ٿي ويا آهن. ۽ انهن ڪان علاوه ٻين ڪوڙ سارين مصروفين ۾ رڌجي ويا آهن، قرآن پاڪ جي حفظ ۽ ان جي تلاوت کي ڇڏي ڏنو اٿن پوءِ مون سوچيو تہ انهن کي ترغيب ڏيڻ لاءِ حديثون ناهيون آهن. هتي علامه سيوطيءَ ۽ شهاب الدين ۽ عبدالحڪيم جي بيضاويءَ جي حاشيءَ ۾ لکيل ڳالهين جو خلاصو پورو ٿيو.

★ علامه جعفر بوبڪائيءَ پنهنجي رسالي "عجالة الطالبين" ۾ لکيو آهي تہ حافظ ابن تيميہؒ پنهنجي ڪجهہ رسالن ۾ فرمايو آهي تہ جهڙي طرح حديث جي لاءِ اهڙا دليل هوندا آهن جن جي ذريعي انهن جي صحيح هجڻ جو يقين ڪيو ويندو آهي، اهڙي طرح اهڙا دليل بہ آهن جن جي ذريعي حديث جي موضوع هجڻ جو بہ يقين ڪيو ويندو آهي. مثلاً غلو ڪندڙن (حد ڪان لنگهي ويندڙن) ۽ بد عتين، فضائل ۾ حديثون جوڙيون آهن جئين عاشوراء ۽ ان ۾ نماز پڙهڻ واري حديث ۽ تفسير ۾ تہ ههڙي قسم جون موضوع روايتون گهٽيون آهن، جيئن علامه ثعلبي ۽ واحدي ۽ زمخشري سورتن جي فضيلتن ۾ روايت ڪندا آهن ۽ ثعلبي في نفسه بذات خود تہ پلو ۽ دينداز ماڻهو آهي. پر هو "حاطب لَيل" يعني گفتگوءَ ۾ رطب يا بس (آلي سُڪي) کي ملائيندڙ هو جيڪا بہ شيءِ تفسير ۾ ڪيس ملندي هئي سا ڪٽي نقل ڪندو هو پوءِ صحيح هجي يا ضعيف يا موضوع يعني: ڪهڙي بہ هجي. ۽ واحدي عربي ٻوليءَ ۾ وڏي بصيرت (مهارت) رکندو هو. پر هو سلف (اڳين بزرگن) جي تابعداريءَ ڪان پري هو. ۽ علامه بغوي جنهن جو تفسير ثعلبيءَ جي تفسير ڪان مختصر هو پر هن جو تفسير موضوع روايتن ۽ بدعتن ڪان محفوظ آهي. هتي علامه بوبڪائيءَ جي ڳالهہ پوري ٿي جيڪا هن "عجالة الطالبين" ۾ ذڪر ڪئي هئي. هن بحث معلوم ڪرڻ ڪان پوءِ هيءُ بہ ڄاڻڻ گهرجي تہ علامه بيضاوي پنهنجي تفسير ۾ هڪ هڪ سورة جي هيٺان حديث آندي آهي. هن ان ڳالهہ ۾ علامه زمخشريءَ جي تقليد( پيروي) ڪئي آهي. حالانڪ هيءَ پڪي ڳالهہ آهي تہ مصيبت ان تقليد مان پيدا ٿيندي آهي ڇاڪاڻ تہ ماڻهو مؤلف جي ڪلام کي ڦهلائي ڇڏيندا آهن ۽ ان جي ڳالهہ کي سڌو سنئون نبي ڪريم ﷺ جن ڏي منسوب ڪري ڇڏيندا آهن. جڏهن تہ اڪثر انهن مان موضوع هونديون آهن. اهو هن ڪري تہ انهن کي يا تہ ان جي "موضوع" هجڻ جو علم نہ هوندو آهي يا تہ اجا ڪو ٻيو مقصد هوندو اٿن. پوءِ مون ارادو ڪيو تہ اهڙين سمورين حديثن کي جيئن جو تيئن نقل ڪريان ۽ انهن جي حالت بيان ڪريان تہ حديث جي حافظن ڇا چيو آهي. مثلاً حافظ ولي الدين عراقي ۽ حافظ ابن حجر العسقلاني ۽ حافظ جلال الدين سيوطي ان حديث جي باري ۾ ڇا چيو آهي ۽ علامه شهاب الدين الافندي ۽ فاضل چلپيءَ حاشية البيضاوي ۾ ڇا چيو آهي. "ليميز الله الخبيث من الطيب وليحق الحق و يبطل الباطل ولوكره المجرمون". يعني: هن لاءِ تہ الله تعاليٰ پليت کي

www.maktabah.org

پاڪ ڪان جدا ڪري ۽ ان کي پڌرو ڪري ۽ باطل کي باطل ڪري جيتوڻيڪ مجرم نا پسند سمجهن.

فائده:

**سوال:** جيڪڏهن ڪير چوي تہ سورتن جي فضيلتن ۾ آيل اڪثر حديثون موضوع (جڙتو) آهن تہ پوءِ توهان پهرين فصل ۾ اهڙين روايتن(حديثن) کي ڪيئن آندو آهي؟

**جواب:** آءٌ چوان ٿو تہ فضيلت جي باري ۾ وارد ٿيل هڙئي حديثون موضوع نہ آهن. بلڪہ ان مان مراد آهي تہ فضيلتن جي باري ۾ اُهي حديثون جيڪي حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت ڪيل آهن تن مان اڪثر موضوع آهن. تنهن ڪري اها ڳالهہ ان جي ٽڪر ۾ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ فضيلتن جي باري ۾ آيل اڪثر حديثون يا تہ صحيح آهن يا تہ حسن يا ضعيف آهن. جيئن آءٌ منڍ ۾ وضاحت ڪري چڪو آهيان. تنهنڪري ان ڳالهہ کي سمجهڻ جي ڪر.

**سوال:** وري جيڪڏهن ڪير سوال ڪري تہ جن حديثن تي توهان موضوع هجڻ جو حڪم لڳايو آهي، انهن مان اڪثر اُهي آهن جن کي علامه بيضاوي رحمه الله سورتن جي فضيلتن ۾ بيان ڪيو آهي، اهو گهڻو ڪري بيضاويءَ جي محشي علامه شهاب الدين جي ڪلام مان ورتل آهن. تہ انهن ٻنهين جي موضوع هجڻ جوان سان ڪيئن يقين ڪري سگهجي ٿو جڏهن تہ اهي ٻئي، علامه زمخشريءَ ۽ بيضاويءَ کان وڌيڪ ڄاڻو نہ آهن؟

**جواب:** آءٌ چوان ٿو تہ علامہ شهاب الدين چلپيءَ حديثن جي موضوع هجڻ جو حڪم پنهنجي طرفان نہ لڳايو آهي، بلڪہ انهن کان اڳ ۾ ٿي محدثن حڪم لڳايو آهي. مثلاً حافظ ولي الدين ۽ حافظ ابن حجر عسقلانيءَ ڪشاف جي حديثن جي تخريج ۾ ۽ حافظ جلال الدين سيوطيءَ، بيضاويءَ جي حاشيي تي ۽ انهن کان علاوه حديث ۾ مهارت رکندڙ ٻين عالمن حتا ڪہ علامه شهاب الدين، سورة يوسف جي تفسير ۾ صراحت ڪئي آهي تہ اها مشهور حديث جيڪا حضرت اُبي ابن ڪعب رضي الله عنہ ڏانهن منسوب آهي جنهن ۾ سمورين سورتن جا فضائل بيان ڪيا ويا آهن. ۽ ان کي علامه ثعلبيءَ، واحديءَ، زمخشريءَ ۽ بيضاويءَ پنهنجي تفسيرن ۾ الڳ الڳ ڪري هر سورة ۾ بيان ڪيو آهي تہ سمورا محدث ان جي موضوع هجڻ تي متفق آهن. پوءِ علامه شهاب الدين ۽ علامه چلپيءَ انهن محدثن جي ڪلام کي نقل تہ ڪيو آهي. باقي هن پاڻ انهن حديثن تي موضوع هجڻ جو حڪم نہ لڳايو آهي. ان ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪر.

## اهم فائدو:

هيءَ بہ ڳالهہ ڄاڻڻ ضروري آهي تہ علامه بيضاويءَ سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ غير موضوع حديثون ٿورڙيون ذڪر ڪيون آهن ۽ انهن جا ڪجهہ قسم آهن.

**قسم پهريون:** اُهي حديثون جن جي باري ۾ صراحت ٿيل آهي تہ اُهي موضوع نہ آهن. پوءِ انهن ٽن حديثن مان پهريون ٻہ حديثون جيڪي سورة فاتحہ جي باري ۾ ذڪر ٿيل آهن. ۽ اها

www.maktabah.org

حديث جيڪا سورة بقرة جي باري ۾ ذڪر ٿيل آهي ۽ سورة آل عمران جي باري ۾ جيڪي ٻه حديثون ذڪر ڪيل آهن انهن مان ٻيو نمبر ۽ سورة ڪهف جي باري ۾ ذڪر ٿيل ٻن حديثن مان ٻيو نمبر. سورة الم سجده جي باري ۾ ذڪر ٿيل حديث جا پهريان ٻه جزء(حصا) ۽ سورة زمر جي باري ۾ ذڪر ٿيل ٻن حديثن مان ٻيو نمبر حديث ۽ سورة دخان، سورة واقعه ۽ سورة اذا زلزلت جي باري ۾ جيڪي حديثون ذڪر ڪيون ويون آهن ۽ سورة التڪاثر جي باري ۾ جيڪا حديث ذڪر ٿيل آهي ان جو آخري حصو ۽ سورة الڪافرون، سورة الاخلاص ۽ سورة الفلق جي باري ۾ جيڪي حديثون ذڪر ٿيل آهن سي سيئي موضوع (جڙتو) نه آهن. بلڪ انهن مان ڪجهه صحيح آهن ۽ ڪجهه اهڙيون آهن جن لاءِ اسان اڳتي وضاحت ڪندا سين ۽ ضعيف حديث فضائل اعمال (عملن جي فضيلت) جي باري ۾ منع نه آهي.

**قسم ٻيو:** أهي حديثون آهن جن جي موضوع هجڻ ۾ عالمن جو اختلاف آهي. اهڙين حديثن مان سورة فاتحه جي باري ۾ ذڪر ٿيل ٽيون نمبر حديث آهي. ۽ أهي حديثون جيڪي سورة الانعام ۽ سورة القمر جي باري ۾ ذڪر ڪيون ويون آهن.

**قسم ٽيون:** اهڙيون حديثون جن جي باري ۾ موضوع هجڻ ۽ نه هجڻ جي ڪابه صراحت نه آهي انهن مان پهرين حديث انهن ٻن حديثن مان آهي جيڪي سورة ڪهف جي باري ۾ ذڪر ٿيل آهن. ۽ سورة يٰس ۾ ذڪر ٿيل حديث جا پهريان ٻه حصا ۽ سورة الم السجدة جي باري ۾ ذڪر ٿيل ٻن حديثن مان ٻيو نمبر حديث ۽ سورة الحشر ۽ سورة عم يتسائلون جي باري ۾ ذڪر ٿيل حديثون. (والله اعلم و علمه احكم)

## سورة الفاتحه:

1 علامه بيضاويؒ حضرت ابو هريرهؓ جي روايت نقل ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن حضرت أبيّ ؓ کي فرمايو ته توکي ٻڌايان ته هڪ اهڙي سورة آهي جو ان جهڙي سورة نه توريت ۾ نازل ٿي آهي نه انجيل ۾ ۽ نه ڪو قرآن پاڪ ۾ ئي ان جهڙي ڪا ٻي سورة آهي. حضرت أبيّ ؓ عرض ڪيو: اي الله جا رسول! ضرور ٻڌايو. فرمايائون: اها فاتحه الڪتاب آهي اهائي سبع مثاني ۽ قرآن عظيم آهي جيڪو مون کي عطا ڪيو ويو آهي.

★ علامه حافظ سيوطيءَ ۽ علامه شهاب الدين چيو آهي ته هيءَ حديث صحيح آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته پهرين فصل ۾ گذري چڪو آهي ته هن حديث کي امام احمد، امام نسائيءَ ۽ امام ترمذيءَ ۽ حاڪم به روايت ڪيو آهي جنهن هن حديث کي صحيح قرار ڏنو آهي.

۽ انهن کان علاوه ٻين به هن حديث کي روايت ڪيو آهي

2 علامه بيضاويؒ فرمايو آهي ته حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت آهي ته ان فرمايو ته اسان نبي ڪريم ﷺ جن وٽ ويٺا هئا سين ته اوچتو وٽن هڪ ملائڪ سڀڙورو آيو ان چيو ته اوهان کي ٻن نورن جي مبارڪ هجي جيڪي اوهان کي ئي عطا ڪيا ويا

www.maktabah.org

آهن ۽ اوهان کان اڳ ڪنهن بہ نبي سڳوري کي نہ ڏنا ويا آهن 1. فاتحہ الڪتاب (سورة الحمد) 2. سورة بقرة جون آخري آيتون. انهن جو هڪڙو بہ حرف پڙهندؤ تہ ان جو توهان کي بدلو ملندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح آهي. امام مسلم بہ هن جي معنيٰ سان روايت ڪئي آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ امام مسلم کان سواءِ ٻين بہ روايت ڪئي آهي مثلاً امام نسائي، طبراني ۽ حاڪم بہ ان جي معنيٰ سان روايت ذڪر ڪئي آهي جيئن مٿي پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي.

3 علامه بيضاويؒ فرمايو آهي تہ حضرت حذيفہ بن اليمان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ الله تعاليٰ ڪنهن قوم تي عذاب موڪلڻ جو پڪو ارادو ڪندو آهي پوءِ هڪڙو ٻار قرآن پاڪ ۾ پڙهندو آهي "الحمد لِلهِ رب العالمين" تہ الله تعاليٰ ان جا اهي لفظ ٻڌي قوم تان چاليهہ سال عذاب کي ٽاري ڇڏيندو آهي.

★ حافظ عراقيءَ ۽ علامه سيوطيءَ فرمائين ٿا تہ هن حديث کي علامه ثعلبيءَ پنهنجي تفسير ۾ آندو آهي ۽ اها موضوع آهي. علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي ۽ ڪن محدثن چيو آهي تہ هي حديث ضعيف آهي.

## سورة البقرة:

4 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ اها سورة جنهن ۾ بقرة (ڳئون) جو بيان آهي سا قرآن جو خيمو (تنبو) آهي. تنهن ڪري اها سورة سکو ڇاڪاڻ تہ ان جو سکڻ برڪت آهي ۽ ان جو ڇڏي ڏيڻ حسرت آهي ۽ هن تي باطل ماڻهو ڪڏهن بہ طاقت نہ رکي سگهندا. پڇيو ويو تہ باطل ڪير آهن؟ فرمايائون: باطل جادوگر آهن.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هيءَ حديث مڪمل علامہ ديلميءَ " الفردوس" ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان مرفوع روايت ڪري نقل ڪئي آهي. جيئن پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي. ۽ حاڪم ۽ بيهقي ۽ انهن کان سواءِ ٻين بہ حضرت ابو مامه باهليءَ کان ان جهڙي روايت نقل ڪئي آهي پر هنن جي روايت ۾ خيمي جو ذڪر نہ آهي ۽ "بطلة" جو تفسير(جادوگر) وارا لفظ بہ نہ آهن.

## سورة آل عمران:

5 علامه بيضاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة آل عمران" پڙهندو تہ ان کي هر آيت جي عيوض جهنم جي پل صراط تي امن ملندو.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هيءَ حديث علامه ثعلبيءَ پنهنجي تفسير ۾ ابوالخليل کان روايت ڪئي آهي جنهن علي بن زيد بن جدعان کان ان زر بن حبيش کان ان حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان.ان مان ئي معلوم ٿيو تہ هيءَ حديث موضوع آهي ڇو تہ ابوالخليل

www.maktabah.org

جو اصل نالو بزيع بن جدعان آهي، ۽ هن فصل جي شروعات ۾ علامه سيوطيءَ جي "اللآلي" جي حوالي سان گذري چڪو آهي تہ هيءَ سند باطل آهي جنهن جو اصل سبب بزيع آهي. ان ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهڻ جي ڪر.

6 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة آل عمران پڙهندو آهي تہ الله تعاليٰ ۽ ان جا ملائڪ سج لٿي تائين ان تي رحمتون موڪليندا رهن ٿا.

★ حافظ سيوطيؒ "الدر المنثور" ۾ لکيو آهي تہ هن حديث کي طبراني "المعجم الاوسط" ۾ ضعيف سند سان حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان مرفوع روايت طور نقل ڪئي آهي.

★ آءٌ چوان ٿو تہ مٿي گذري چڪو آ هي تہ ضعيف حديث فضائل اعمال ۾ بالاتفاق قابل قبول آهي.

## سورة النساء:

7 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص "سورة النساء" جي تلاوت ڪئي ان جڻ هر ان مومن مرد توڙي عورت تي صدقو ڪيو جنهن ورثو ڇڏيو ان کي ان شخص جيترو اجر ملندو جنهن ڪنهن (ظلم سان پڪڙيل) شخص کي خريد ڪري آجو ڪيو. ۽ اهو شخص شرڪ کان پڻ پاڪ ٿي ويو ۽ انشاءالله انهن شخصن مان هوندو جن کي قيامت جي ڏينهن معاف ڪيو ويندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي ۽ حضرت ابي بن ڪعبؓ تي ڪوڙ مڙهيل آهي جيئن محدثن ان جي وضاحت ڪئي آهي

## سورة المائدة:

8 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة المائدة" پڙهندو تہ ان کي ڏهن نيڪين جو اجر ملندو ۽ ڏهہ برايون ان جون مٽايون وينديون ۽ دنيا ۾ جيترا بہ يهودي ۽ عيسائي رهن ٿا انهن مان هر هڪ جي عيوض هن جا ڏهہ ڏهہ درجا بلند ٿين ٿا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي جيئن علامه ابن جوزيؒ حضرت أبي بن ڪعبؓ جي مشهور روايت جي باري ۾ چيو آهي.

## سورة الانعام:

9 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: مون تي "سورة الانعام" هڪڙي ئي دفعي ۾ نازل ٿي ۽ ان سان گڏ ستر هزار ملائڪ بہ نازل ٿيا هئا، جيڪي آواز سان

www.maktabah.org

الله تعاليٰ جو حمد ۽ تسبيح پڙهي رهيا هئا. جيڪو شخص سورة انعام پڙهندو تہ اُهي ستر هزار ملائڪ ان تي سورة الانعام جي هر آيت جي عيوض رات ۽ ڏينهن رحمتون موڪليندا رهندا ۽ ان لاءِ بخشش جون دعائون پڻ گهرندا رهندا.

★ علامه شهاب الدين فرمايو آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي قول (آواز سان تسبيح پڙهن ٿا) جي باري ۾ حافظ ابن حجر رحمه الله فرمايو آهي تہ هن حديث کي ابو نعيم " حلية الاولياء" ۾ روايت ڪيو آهي ۽ ان جي راوين ۾ ضعف (ڪمزوري) آهي. ۽ بين محدثن چيو آهي تہ هيءَ روايت موضوع آهي. امام نوويؒ کان پڇيو ويو تہ هيءَ روايت ڪيئن آهي؟ تہ امام صاحب فرمايو: هيءَ حديث ثابت نہ آهي. باقي حديث ۾ جيڪو لفظ آهي "من قراء الانعام" جيڪو سورة انعام پڙهندو، سو اهو ان موضوع حديث جو حصو آهي جنهن جي نسبت حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏانهن سورتن جي فضيلت ۾ ڪئي اٿن علامه حافظ سيوطي رحمة الله عليه بہ ائين ئي فرمايو آهي. هتي علامه شهاب الدين جي ڳالهہ پوري ٿي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ پهرين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ علامه بغوي پنهنجي تفسير ۾ هنن لفظن سان حديث آندي آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الانعام" پڙهندو تہ ان تي اُهي ستر هزار ملائڪ ڏينهن رات رحمتون موڪليندا رهندا. ۽ هن فصل جي منڍ ۾ گذري چڪو آهي تہ علامه بغويؒ موضوع حديثن کان پنهنجي تفسير کي بچايو آهي پوءِ سمجهہ ۾ آيو تہ حديث جو موضوع هجڻ رڳو علامه بيضاويءَ جي روايت ڪيل لفظن سان خاص ٿئي ٿو.

★ علامه بغويؒ ۽ علامه بيضاويؒ جي لفظن ۾ ان شخص لاءِ واضح فرق آهي جيڪو ان ڳالهہ کي سوچي ۽ سمجهي.

## سورة الاعراف:

10 علامه بيضاويؒ فرمايو آهي تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة اعراف" پڙهندو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان جي ۽ ابليس (شيطان) جي وچ ۾ پردو ڪري ڇڏيندو ۽ قيامت جي ڏينهن حضرت آدم عليه السلام ان جي سفارش ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي. حضرت ابو هريرة رضي الله عنه جي روايت جيڪا ثعلبيؒ آندي آهي ان جو ڪو بہ اعتبار نہ آهي.

## سورة الانفال:

11 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة انفال" پڙهندو تہ قيامت جي ڏينهن آءٌ ان جي سفارش ڪندس ۽ شاهدي ڏيندس تہ اهو نفاق کان پاڪ آهي ۽ ان کي هر منافق مرد ۽ عورت جي بدلي ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون ۽ عرش سڄورو ۽ عرش بردار ملائڪ سڄورا ان لاءِ ان جي حياتيءَ وارن ڏينهن ۾ استغفار ڪندا رهندا.

★ علامه سيوطيءَ ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث موضوع آهي ۽ انهن

www.maktabah.org

مشهور حديثن مان هڪ آهي جن جو موضوع هجڻ ثابت ٿي چڪو آهي.

## سورة التوبہ:

12 علامه بيضاوي رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: ”سورة براءة“ (سورة توبہ) ۽ سورة قل هو الله احد کان علاوه سجو قرآن مون تي هڪ هڪ آيت ۽ ٽڪرو ٽڪرو ٿي ڪري نازل ٿيو. البت اهي ٻئي سورتون نازل ٿيون هيون ته انهن سان گڏ ....٧٠ صفون ملائڪن جون به نازل ٿيون هيون.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هن حديث کي علامه ثعلبيءَ حضرت عائشه رضي الله عنها کان روايت ڪيو آهي.

★ علامه عراقي فرمائي ٿو ته هيءَ حديث وڏي درجي جي ”منڪر“ آهي

★ علامه طيبيؒ فرمائي ٿو ته حديث ۾ آيل لفظ ”حرف“ جي معنيٰ آهي حصو ۽ ٽڪرو آهي، پوءِ اهو آيت جي صورت ۾ هجي يا ان کان گهٽ يا وڌ. پر سورت کان گهٽ هجي.

## سورة يونس:

13 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة يونس“ پڙهندو ته ان کي اجر ۾ حضرت يونس عليه السلام کي برحق (سچو) مڃيندڙن ۽ ڪوڙو سمجهندڙن جي عدد برابر ۽ انهن جي عدد برابر جيڪي فرعون سان گڏ غرق ٿيا ڏهه ڏهه نيڪيون ملنديون.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي جنهن جي علامه ابن جوزيؒ ڪتاب الموضوعات ۾ چٽائي ڪئي آهي.

## سورة هود:

14 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة هود“ پڙهندو ته ان کي اجر ۾ انهن شخصن جي عدد برابر ڏهه ڏهه نيڪيون ملنديون جن حضرت نوح عليه السلام کي سچو مڃيو ۽ جن ان کي ڪوڙو ڪيو. ۽ جن حضرت هود، حضرت صالح، حضرت شعيب، حضرت لوط، حضرت ابراهيم ۽ حضرت موسيٰ عليهم السلام کي سچو مڃيو ۽ ڪوڙو سمجهيو ۽ قيامت جي ڏينهن اهو شخص، سعادتمندن (نيڪبختن) مان هوندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث ابن مردويه ۽ علامه واحديؒ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي حوالي سان روايت ڪئي آهي جيڪا موضوع آهي جيئن علامه ابن جوزيؒ ڪتاب الموضوعات ۾ ذڪر ڪيو آهي.

## سورة يوسف:

15 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: پنهنجي ٻانهن(ماتحتن) کي ”سورة يوسف“ سيکاريو. ڇاڪاڻ ته جيڪو به مسلمان هن سورة جي تلاوت ڪندو ۽ پنهنجي اهل

www.maktabah.org

۽ عيال ۽ ماتحتن کي سيڪاريندو تہ الله تعاليٰ ان تي موت جي سڪرات ۾ سهنجائي ڪندو ۽ ڪيس اهڙي قوت عطا ڪندو جو ڪنهن بہ مسلمان سان ساڙ نہ ڪندو.

★ علامه چلپيءَ ۽ شهاب الدين، بيضاويءَ جي حاشيي تي لکيو آهي تہ هيءَ حديث ثعلبيءَ ۽ واحديءَ ۽ ابن مردويہ، حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنہ جي حوالي سان پنهنجي تفسيرن ۾ آندي آهي۽ هيءَ موضوع آهي. علامه ابن ڪثير فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث سمورين سندن جي لحاظ کان منڪر آهي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمايو آهي تہ هيءَ ان مشهور حديثؒ جو حصو آهي جنهن ۾ سمورين سورتن جا فضائل ذڪر ڪيا ويا آهن، ۽ هن جي موضوع هجڻ تي سمورن جو اتفاق آهي.

## سورة الرعد:

16 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة رعد“ پڙهندو تہ ان کي انهن سمورن ڪڪرن جي وزن برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون جيڪي گذري ويا ۽ جيڪي قيامت تائين ظاهر ٿيندا ۽ قيامت جي ڏينهن ان کي وعدي وفائي ڪندڙ شخصن مان اٿاريو ويندو.

★ علامه چلپي فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث ثعلبيءَ رحمه الله ۽ واحديءَ پنهنجي تفسيرن ۾ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي حوالي سان آندي آهي پر اها موضوع آهي اهڙي طرح ولي الدين العراقي فرمايو آهي ۽ علامه شهاب الدين پڻ ان جي موضوع هجڻ جي ڇٽائي ڪئي آهي.

## سورة ابراهيم:

17 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة ابراهيم“ پڙهندو تہ ان کي ان جي اجر ۾ بتن جي پوڄارين ۽ پوڄا نہ ڪندڙن جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون.

★ علامه چلپيؒ ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث ثعلبيءَ ۽ واحدي ۽ ابن مردويہ رحمة الله عليهم پنهنجي تفسيرن ۾ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه جي حوالي سان آندي آهي ۽ هيءَ موضوع آهي علامه ولي الدين العراقي بہ اها ڳالهہ ذڪر ڪئي آهي.

## سورة الحجر:

18 علامه بيضاوي رحمه الله فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الحجر“ پڙهندو ان کي اجر ۾ مهاجرن، انصارن جي عدد برابر ۽ نبي ڪريم ﷺ جن تي ٺٺولي ڪندڙ ماڻهن جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون.

★ علامه چلپي ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ اها حديث موضوع آهي جيئن سورتن جي آخر ۾ گهڻو ڪري گذري چڪو آهي.

## سورة النحل:

19 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص ”سورة

www.maktabah.org

النحل" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کان دنياوي نعمتن جو حساب ڪتاب نہ وٺندو. ۽ جيڪڏهن ان ڏينهن وفات ڪري ويو جنهن ڏينهن يا رات جو هن سورة جي تلاوت ڪئي هئي تہ ان کي ان شخص جيان اجر ملندو جيڪو وفات ڪري ويو ۽ سهڻي نموني وصيت ڪري ويو.

★ علامه چلپي رحمة الله عليه ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث تفسيرن ۾ آهي جيڪا حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت ڪيل آهي ۽ هيءَ موضوع آهي جيئن علامه عراقي فرمايو آهي.

## سورة بني اسرائيل:

20 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة بني اسرائيل" پڙهي پوءِ پيءُ ماءُ کي ياد ڪرڻ مهل دل نرم ٿي پيس تہ اُن لاءِ جنت ۾ قنطار مال جو هوندو. قنطار هڪ لک ٻہ سؤ اوقين کي چئبو آهي. ۽ اوقيه تقريباً ساڍن ڏهن تولن جو هوندو آهي.

★ علامه چلپي ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ علامه واحدي هن حديث کي پنهنجي تفسير ۾ آندو آهي پر اها موضوع آهي.

## سورة الكهف:

21 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سمهڻ مهل "سورة ڪهف" پڙهندو تہ ان جي بستري ۾ نور پيدا ٿيندو جيڪو مڪي تائين پيو چمڪندو ۽ سندس بستري کان وٺي مڪي تائين وارو خال نور ئي نور هوندو ملائڪ ان تي اٿڻ تائين رحمتون پيا موڪليندا. پر جيڪڏهن ان جو بسترو مڪي ۾ آهي تہ ان جو نور بيت المعمور تائين پيو چمڪندو ۽ وچ واري خال ۾ نور ئي نور هوندو. ان جي جاڳڻ تائين ملائڪ مٿس رحمتون پيا موڪليندا.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ علامه عراقي هن حديث جي هڪ سند ذڪر ڪئي آهي.

22 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة ڪهف جون آخري آيتون تلاوت ڪندو تہ ان لاءِ مٿي کان وٺي پيرن تائين نور هوندو ۽ جيڪو سڄي "سورة ڪهف" پڙهندو تہ ان لاءِ زمين کان وٺي آسمان تائين نور هوندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هن حديث جي باري ۾ علامه عراقي فرمائي ٿو تہ هن حديث جي هڪ سند آهي پر اها ضعيف آهي ۽ ياد رهي تہ اهڙي قسم جي حديث فضائل اعمال ۾ قابل قبول آهي ان جو ڪوبہ نقصان نہ آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو تہ پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ هيءَ حديث امام احمد ۽ طبرانيءَ ۽ ابن مردويہ حضرت معاذ بن انس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي.

## سورة مريم:

23 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة مريم" جي تلاوت ڪندو تہ ان کي انهن شخصن جي عدد جي برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون جن

www.maktabah.org

حضرت ذکريا عليه السلام کي کوڙو کيو ۽ جن ان کي سچو مڃيو ۽ جن حضرت يحيىٰ عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عيله السلام ۽ انهن سمورن نبين کي کوڙو کيو ۽ سچو مڃيو جن جو ذکر هن سورة ۾ آهي؛ انهن شخصن جي ٻه عدد برابر ان کي نيڪيون ملنديون جن الله تعاليٰ کان دنيا ۾ دُعائون گهريون ۽ جن دُعائون نه گهريون.

★ علامه چلپي ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة طٰهٰ:

24 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة طٰه" جي تلاوت ڪندو ته ان کي قيامت جي ڏينهن مهاجرن ۽ انصارن جيترو ثواب ملندو.

★ علامه چلپي ۽ علامه شهاب الدين فرمائين ٿا ته هي حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏي نسبت ڪيل مشهور حديث جو حصو آهي جيڪا موضوع آهي.

## سورة الانبياء:

25 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الانبياء" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان سان حساب ڪتاب ۾ آساني ڪندو. ۽ ان سان اُهي سڀ نبي سڳورا هٿ ملائيندا ۽ کيس سلام ڪندا جن جا نالا قرآن پاڪ ۾ آيا آهن.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي. ۽ علامه چلپي به ولي الدين ابن العراقي کان نقل ڪندي ائين ئي فرمايو آهي.

## سورة الحج:

26 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪوشخص "سورة الحج" جي تلاوت ڪندو ته ان کي انهن شخصن جي حج ۽ عمري جيترو ثواب ملندو جيڪي حج ۽ عمرو ادا ڪري چڪا آهن ۽ جيڪي اڳتي هلي ڪندا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ علامه عراقيءَ به ائين چيو آهي. ۽ خود حديث جا لفظ ان جي موضوع هجڻ تي شاهدي ڏئي رهيا آهن. ان کان علاوه علامه چلپيؒ به ان جي موضوع هجڻ جي چٽائي ڪئي آهي.

## سورة المؤمنون:

27 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص "سورة المومنون" جي تلاوت ڪندو ته ملائڪ سڳورا موت جي وقت ان کي روح ۽ ريحان (خوشي ۽ راحت وارين شين) ۽ اهڙين شين جون خوشخبريون ڏيندا جن سان سندن اکيون ٺڏيون ٿي پونديون.

★ علامه چلپيؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

28 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته مون تي ڏهه آيتون نازل ٿيون آهن جيڪو به انهن تي عمل ڪندو ته اهو جنت ۾ داخل ٿيندو پوءِ پاڻ

www.maktabah.org

سڳورن ﷺ جن قدافلح الُمؤمِنُونَ...... کان ڏهن آيتن تائين تلاوت ڪئي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث "سنن" ۾ روايت ڪيل آهي. پر محدثن هن جي صحيح ۽ ضعيف هجڻ ۾ اختلاف ڪيو آهي.

★ آءٌ ( محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو ته ظاهر ۾ ته هيءَ حديث صحيح آهي ڇاڪاڻ ته هن حديث کي علامه ضياءؒ " المختارة" ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ هو صحيح حديث کان سواءِ ٻي ڪابه حديث ذڪر نه ڪندو آهي. اهڙي طرح امام حاڪمؒ به هيءَ حديث آندي آهي ۽ ان کي صحيح به قرار ڏنو اٿس جيئن پهرئين فصل ۾ اسان ذڪر ڪري چڪا آهيون باقي جيڪڏهن ان کي ضعيف تسليم ڪجي ته به فضائل اعمال ۾ اها حجت آهي.

29 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته اسان کي هيءَ روايت پهتي آهي ته سورة المؤمنين جون منڍ واريون ۽ پڇاڙيءَ واريون آيتون جنت جي خزانن مان آهن. ۽ جيڪو شخص هن جي منڍ وارين ٽن آيتن تي عمل ڪندو ۽ ان جي آخري چئن آيتن جي نصيحت تي عمل ڪندو ته اهو ڪامياب ٿي ويندو.

★علامه چلپيؒ ۽ علامه شهاب الدينؒ فرمائين ٿا ته علامه عراقيؒ ۽ علامه ابن حجرؒ فرمايو آهي ته هيءَ روايت حديث جي ڪتابن ۾ نه لڌي وئي آهي.

## سورة النور:

30 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص "سورة نور" جي تلاوت ڪندو ته ان کي اجر ۾ سمورن گذري ويل ۽ موجود مؤمنن ۽ مؤمنياڻين جي عدد برابر ڏهه ڏهه نيڪيون ملنديون.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏي نسبت ڪيل مشهور حديث جو حصو آهي جيڪا موضوع آهي.

## سورة الفرقان:

31 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص "سورة الفرقان" پڙهندو ته اهو الله تعاليٰ سان هن حال ۾ ملاقات ڪندو، جو هو اِنَّ السَّاعَةَ آتِيَةٌ لاَ رَيبَ فِيها (يعني: بيشڪ قيامت ايندڙ آهي ۽ ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي) تي ايمان آڻيندڙ هوندو ۽ بغير ڪنهن تڪليف جي جنت ۾ داخل ٿيندو.

★ علامه چلپي ۽ علامه شهاب الدين: فرمائين ٿا ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الشعراء:

32 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص "سورة الشعراء" پڙهندو ته ان کي اجر ۾ انهن شخصن جي عدد برابر نيڪيون ملنديون جن حضرت نوح عليه السلام کي سچو مڃيو ۽ جن ان کي ڪوڙو چيو. ۽ حضرت هود، حضرت صالح، حضرت شعيب، حضرت ابراهيم عليهم السلام کي جن سچو مڃيو ۽ جن انهن کي

www.maktabah.org

ڪوڙو چيو. ۽ انهن ماڻهن جي عدد جيترو بہ جن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي ڪوڙو چيو ۽ حضرت محمد ﷺ جن کي سچو مڃيو.
★ علامه چلپي ؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة النمل:

33 علامه بيضاوي ؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة طس يعني سورة النمل" پڙهندو تہ ان کي اجر ۾ انهن شخصن جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون جن حضرت سليمان عليه السلام کي سچو مڃيو ۽ جن ان کي ڪوڙو چيو ۽ جن حضرت هود، حضرت صالح، حضرت ابراهيم، حضرت شعيب عليهم السلام کي سچو مڃيو ۽ جن ڪوڙو چيو.
★ علامه چلپي ؒ فرمائي ٿو تہ آءٌ اهڙين حديثن جي باري ۾ ڪافي ڀيرا خبردار ڪري چڪو آهيان تہ اهي موضوع آهن.

## سورة القصص:

34 علامه بيضاوي ؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جنهن شخص "طسم يعني: سورة القصص" جي تلاوت ڪئي تہ ان کي انهن شخصن جي عدد برابر اجر ملندو جن حضرت موسيٰ عليه السلام کي سچو مڃيو ۽ جن ان کي ڪوڙو چيو ۽ آسمان ۽ زمين جو هر ملائڪ قيامت جي ڏينهن شاهدي ڏيندو تہ هو سچار هو.
★ علامه چلپيءَ ۽ علامہ ؒ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث موضوع آهي. علامه شهاب الدين ؒ وڌيڪ لکيو آهي تہ هيءَ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏي منسوب روايت جو حصو آهي جنهن جو موضوع هجڻ مشهور آهي.

## سورة العنكبوت:

35 علامه بيضاوي ؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة عنڪبوت" پڙهندو تہ ان کي اجر ۾ هر مؤمن ۽ منافق جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون.
★ علامه چلپي فرمائي ٿو هيءَ حديث موضوع آهي ۽ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث بہ حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏانهن منسوب مشهور موضوع حديث جو حصو آهي.

## سورة الروم:

36 علامه بيضاوي ؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة روم" جي تلاوت ڪندو تہ ان کي ان جي اجر ۾ هران ملائڪ جي عدد برابر ڏهہ نيڪيون ملنديون جنهن آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ الله تعاليٰ جي تسبيح بيان ڪئي ۽ ان شيءِ کي حاصل ڪري ورتائين جا هن کان رات ۽ ڏينهن ۾ ضايع ٿي هئي.

www.maktabah.org

★علامه چلپيؒ ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة لقمان:

37 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة لقمان" پڙهندو تہ قيامت جي ڏينهن حضرت لقمان عليه السلام ان جو رفيق هوندو ۽ ان کي انهن شخصن جي عدد جي برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ملنديون جن چڱا عمل ڪيا ۽ بُرن ڪمن کان رُڪيا.

★ علامه چلپيؒ فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث موضوع آهي ۽ علامه شهاب الدين رحمه الله فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث بہ ان حديث جو حصو آهي جيڪو حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ روايت ڪيل آهي جيڪا موضوع آهي.

## سورة الم سجده:

38 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الم سجده" ۽ "سورة الملک (تبارک الذي)" جي تلاوت ڪندو تہ ان کي اهڙو اجر عطا ڪيو ويندو ڄڻ تہ ليلة القدر ۾ جاڳيو يعني: عبادت ڪيائين.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ حافظ ابن حجرؒ فرمائي ٿو تہ علامه ثعلبيءُ ۽ ابن مردويہ هن حديث کي سند سان روايت ڪيو آهي ۽ هن جي ضعيف هجڻ جو اشارو ڪيو آهي. (پر) هن جي موضوع هجڻ جو قائل نہ آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ هن کي ابن مردويہ پنهنجي تفسير ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنهما کان مرفوع روايت طور نقل ڪيو آهي. ۽ علامه خرائطيءُ " مڪارم الاخلاق" ۾ حضرت طائوس کان اها روايت نقل ڪئي آهي.

39 علامه بيضاوي رح فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص پنهنجي گهر ۾ " الم تنزيل" پڙهندو تہ ان جي گهر ۾ ٽي ڏينهن شيطان داخل نہ ٿيندو.

★ حافظ ابن حجرؒ فرمائي ٿو تہ حديث جي ڪنهن بہ ڪتاب ۾ مون کي هيءُ حديث نہ ملي آهي. علامه شهاب الدين بہ انهيءَ کان اهڙي طرح نقل ڪيو آهي.

## سورة الاحزاب:

40 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة احزاب" پڙهندو ۽ پنهنجي اهل و عيال ۽ ماتحتن (زير دستن) کي سيکاريندو تہ ان کي قبر جي عذاب کان امن ملندو.

★ علامه شهاب الدين ۽ علامه چلپيؒ فرمائين ٿا تہ هيءُ حديث موضوع آهي.

www.maktabah.org

## سورة سبا:

41 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة سبا" پڙهندو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ نبي سڳورا ۽ رسول سڳورا ان سان هٿ ملائيندا ۽ ان جا ساٿي هوندا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي. علامه چلپيؒ فرمائي ٿو تہ هن حديث جهڙين حديثن جو حال مٿي گذري چڪو آهي تہ اهڙيون حديثون موضوع آهن.

## سورة فاطر:

42 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص سورة الملائڪة (فاطر) پڙهندو تہ ان کي جنت جا اٺئي دروازا سڏي چوندا تہ جهڙي بہ دروازي مان ٽئي داخل ٿيءُ.

★علامہ چلپي ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة يٰس:

43 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: بيشڪ هر شيءِ کي دل هوندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل "سورة يٰس" آهي. جيڪو شخص الله جي رضا خاطر هيءَ سورة پڙهندو تہ ان کي بخشيو ويندو ۽ ان کي ايترو اجر ملندو جڻ ٻاويهہ ڀيرا قرآن پاڪ جو ختم پڙهيائين. جنهن بہ مسلمان وٽ موت مهل سورة يٰس پڙهي ويندي تہ ان جي هر لفظ جي عيوض ڏهہ ملائڪ نازل ٿيندا جيڪي ان وٽ صفون ٻڌي بيهندا ۽ ان لاءِ بخشش جون دُعائون گهرندا رهندا ۽ ان جي غسل وقت حاضر ٿيندا ۽ ان جي جنازي جي پويان هلندا ۽ مٿس رحمتون پيا موڪليندا. ۽ ان جي دفنائڻ مهل بہ حاضر هوندا ۽ جنهن بہ مؤمن وٽ سڪرات مهل سورة يٰس پڙهي ويندي تہ عزرائيل عليه السلام ان جو روح تيستائين قبض نہ ڪندو جيستائين جنت جو خزانچي رضوان ملائڪ جنت جي شربتن مان هڪ شربت ڪٽي نہ ايندو پوءِ اهو پيئندو ۽ پنهنجي بستري تي ئي پيئندو پوءِ هن حال ۾ سندس روح قبض ٿيندوجو هو ڍاول هوندو. ۽ قبر ۾ بہ ڍاول رهندو ۽ قبر ڪان نڪرڻ مهل بہ ڍاول رهندو. ۽ حساب ڪتاب مهل بہ ڍاول هوندو. نبين سڳورن جي حوضن مان ڪنهن بہ حوض جو محتاج نہ ٿيندو. تانتہ جنت ۾ داخل ٿيندو، تہ بہ ڍاول هوندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ حديث جا هي لفظ يعني "بيشڪ هر شيءِ کي دل ٿيندي آهي ۽ قرآن پاڪ جي دل "سورة يٰس" آهي جيڪو شخص ان جي تلاوت ڪندو تہ ان کي قرآن پاڪ جي ٻاويهن ختمن جو ثواب ملندو" امام ترمذيؒ حضرت انس رضي الله عنه ڪان جيڪا روايت ڪئي آهي ان ۾ ٻاويهن بجاءِ ڏهہ قرآن پاڪ جي ختمن جو ثواب لکيو آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هيءَ حديث ترمذيؒ ڪان سواءِ ٻين بہ مثلاً بيهقيؒ، دارميؒ وغيره ۾ حضرت ابو هريرة رضي الله عنه ڪان مرفوع روايت ڪئي آهي جيئن پهرئين فصل ۾

www.maktabah.org

تفصيل سان گذري چڪو آهي ۽ حديث جي هنن لفظن ” جيڪو شخص الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ خاطر ”سورة يٰس“ پڙهندو ته ان کي بخشيو ويندو“ کي طبرانيءَ ۽ بيهقيءَ ۽ ٻين حضرت ابو هريرةؓ کان مرفوع طور روايت ڪيو آهي.

باقي آخري ٻن حديثن ...... (يعني: جنهن به مسلمان وٽ موت مهل ”سورة يٰس“ پڙهي ويندي ۽ جنهن به مؤمن وٽ سڪرات مهل سورة يٰس پڙهي ويندي .) جي صحت ۽ ضعف ۽ موضوع هجڻ جي باري ۾ چٽائي ڪندڙ مون کي ڪو به محدث نه تو سُجهي.

## سورة الصافات:

44 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الصافات“ جي تلاوت ڪندو ته ان کي اجر ۾ هر جن ۽ شيطان جي عدد برابر ڏهه ڏهه نيڪيون ملنديون ۽ ان کان سرڪش شيطان پرچي ويندا. ۽ شرڪ کان پاڪ ٿي ويندو ۽ قيامت جي ڏينهن سندس ٻه محافظ ملائڪ شاهدي ڏيندا ته هن رسولن تي ايمان آندو هو.

★ علامه چلپيؒ ۽ شهاب الدين فرمائين ٿا ته هيءَ حديث موضوع-آهي. علامه شهاب الدين وڌيڪ لکيو آهي ته هيءَ حضرت ابي بن ڪعبؓ ڏي منسوب ڪيل مشهور حديث جو حصو آهي.

45 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته حضرت عليؓ کان روايت آهي ته جيڪو شخص چاهي ته قيامت جي ڏينهن سندس اجر جي تور پوري پوري ٿئي ته مجلس (ڪچهري) جي پڇاڙيءَ مهل ان جي زبان تي هي لفظ هُجن ” سُبحَان ربک رب العزة عما يصفون و سلام علي المرسلين و الحمد لِله رب العالمين“ (الصافات)

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث ابن ابي حاتم ۽ ٻين روايت ڪئي آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته ابن ابي حاتم حضرت عليؓ کان نه بلڪ شعبيءَ کان روايت ڪئي آهي ۽ حضرت عليؓ کان رڳو علامه بغويءَ ئي پنهنجي تفسير ۾ موقوف روايت ڪئي آهي.

## سورة ص:

46 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪوشخص ”سورة ص“ جي تلاوت ڪندو ته ان کي ان هن جبلن جي عدد برابر ڏهه ڏهه نيڪيون ملنديون جيڪي الله تعاليٰ حضرت دائود عليه السلام لاءِ مسخر ( تابع) ڪيا هئا. ۽ کيس صغيري توڙي ڪبيري گناهه تي اصرار ڪرڻ يعني: ضد جي بيهڻ کان بچائيندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ موضوع هجڻ جا اثر ئي منجهس ظاهر آهن. علامه چلپيؒ فرمائي ٿو ته هن جهڙيون موضوع حديثون مون کي معلوم آهن.

## سورة الزمر:

47 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة

www.maktaban.org

الزمر” پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن نااميد نه ڪندو ۽ ڪيس خوف وارن ماڻهن وارو ثواب عطا ڪندو.

48 علامة بيضاويؒ فرمائي ٿو ته حضرت عائشه رضي الله عنها جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن روزانو رات جو ”سورة بني اسرائيل“ ۽ ”سورة الزمر“ پڙهندا هئا.

★ علامه چلپيؒ پنهنجي استاد کان نقل ڪندي فرمائي ٿو ته هيءَ حديث ترمذيؒ روايت ڪئي آهي.

★ آءٌ چوان ٿو ته هن حديث کي امام احمدؒ ۽ امام ترمذيؒ امام نسائي، امام حاڪم ۽ علامه ابن مردويہ روايت ڪيو آهي. ۽ ترمذي فرمائي ٿو ته هيءَ حديث حسن آهي جيئن پهرئين فصل ۾ ڪُذري چڪو آهي.

## سورة المؤمن:

49 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة المؤمن“ جي تلاوت ڪندو ته هر نبي، هر صديق، هر شهيد ۽ هر مؤمن ان لاءِ رحمت جون دُعائون گهرندو ۽ ان لاءِ استغفار ڪندو.

★ علامه چلپيؒ ۽ علامه شهاب الدين فرمائين ٿا ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة حٰم السجده:

50 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة حٰم السجده“ پڙهندو ته ان کي هر حرف جي بدلي ڏهہ ڏهہ نيڪيون عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ علامه چلپيؒ فرمائي ٿو ته هن حديث جو ڪوبہ بنياد نه آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته بنهين جو مقصد هيءُ آهي ته هن اجر جهڙو عطا ٿيڻ خاص ”حٰم السجده“ ۾ هجي. ان ڳالهہ جو ڪوبہ بنياد نہ آهي بلڪہ موضوع (جڙتو) آهي. جيتوڻيڪ سڄي قرآن جي باري ۾ عمومي طور اهڙي فضيلت حديثن ۾ آئي آهي، جنهن کي ترمذي ۽ امام حاڪم (جنهن هن حديث کي صحيح بہ قرار ڏنو آهي.) بيهقي ”شعب الايمان“ ۾ حضرت ابن مسعودؓ کان مرفوع طور روايت ڪيو آهي ته جيڪو شخص قرآن پاڪ جي هڪ حرف جي تلاوت ڪندو ته ان کي ان جي بدلي هڪ نيڪي ملندي ۽ اها نيڪي ڏهوڻي هوندي.

★ محمد بن نصر ۽ بين حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه ۽ حضرت انسؓ کان مرفوع ۽ ابن ابي دائود ”ڪتاب المصاحف“ ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان موقوف روايت نقل ڪئي آهي ته جيڪو شخص قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان جي لاءِ هر حرف جي عيوض ڏهہ ڏهہ نيڪيون لکندو.

## سورة حٰم عسق:

51 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص

www.maktabah.org

"حٰم عسق" جي تلاوت ڪندو تہ ان لاءِ ملائڪ سڳورا درود موڪليندا ۽ ان لاءِ استغفار ڪندا ۽ رحم جي پڻ طلب ڪندا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي. ۽ علامه چلپي فرمائي ٿو تہ مون اهڙين حديثن جي حال جي باري ۾ ڪافي ڀيرا ٻڌو آهي تہ اِهي موضوع آهن.

## سورة الزخرف:

52 علامه بيضاوي فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الزخرف" جي تلاوت ڪندو تہ اهو انهن ماڻهن مان هوندو جن کي قيامت جي ڏينهن چيو ويندو: اي ٻانهؤ! توهان تي اڄ ڪو بہ خوف نہ آهي نہ ئي ڪو غم. ۽ توهان بغير حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿيو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي ۽ موضوع هجڻ جا آثار بہ منجهس ظاهر آهن. ۽ علامه چلپي فرمائي ٿو تہ هن قسم جي حديثن جو حال بار بار معلوم ٿي چڪو آهي.

## سورة الدخان:

53 علامه بيضاوي فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص جمعي جي رات "سورة حٰم الدخان" پڙهندو تہ اهو صبح جو بخشيو بخشايل ٿي اٿندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث ترمذيءَ روايت ڪئي آهي ۽ موضوع نہ آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو تہ هيءَ حديث ترمذيءَ کان سواءِ ٻين بہ روايت ڪئي آهي جيئن ابن مردويہ ۽ بيهقيءَ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان مرفوع روايت ڪئي آهي البت ترمذي فرمايو آهي تہ هيءَ حديث غريب ۽ ضعيف آهي. ۽ هن ۾ هشام ابو المقدام راوي ضعيف آهي پر ضعيف حديث فضائل اعمال ۾ حجت آهي جيئن هن فصل جي منڍ ۾ گذري چڪو آهي.

## سورة الجاثية:

54 علامه بيضاوي فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة حٰم الجاثية" پڙهندو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان جي عيبن تي ڍڪ ڍڪيندو. ان ڏينهن جي خوف کان ڪيس امن ۾ رکندو.

★ علامه چلپي ۽ علامه شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الاحقاف:

55 علامه بيضاوي فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الاحقاف" پڙهندو تہ ان لاءِ دنيا ۾ موجود واريءَ جي ذرڙن جي برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون لکيون وينديون.

www.maktabah.org

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ اهڙي صراحت علامه چلپيؒ به ڪئي آهي.

## سورة القتال (مُحَمَّد):

56 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة محمد (ﷺ) (القتال)" پڙهندو ته الله تعاليٰ تي واجب آهي تي ان کي جنت جي نهرن مان پياري.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته پاڻ جهرين حديثن وانگر هيءَ به موضوع آهي.

## سورة الفتح:

57 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص "سورة الفتح" جي تلاوت ڪئي اهو ڄڻ نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ فتح مڪي ۾ حاضر ٿيو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي هن جو حڪم به مشهور آهي.

★ علامه محمد بن طاهر الپٽني الهندي جي ڪتاب "تذڪرة الموضوعات" ۾ مختصر للفيروزآبادي کان نقل ٿيل آهي ته هيءَ حديث بالاتفاق موضوع آهي.

## سورة الحجرات:

58 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص "سورة الحجرات" پڙهندو ته ان کي انهن ماڻهن جي عدد جيترو اجر ملندو جن الله جي اطاعت ڪئي ۽ الله جي نافرماني ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة ق:

59 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة ق" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان تي موت ۽ سڪرات جي سختين ۾ سهنجائي ڪندو

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الذاريات:

60 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الذاريات" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي دنيا ۾ هلندڙ ۽ گهلندڙ هوائن جي عدد برابر ڏهه نيڪيون عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿوته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة طور:

61 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الطور" پڙهندو ته الله تعاليٰ تي واجب آهي ته ان کي پنهنجي عذاب کان امن ۾ رکي ۽ کيس پنهنجي جنت ۾ نعمتن سان نوازي.

www.maktabah.org

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث بہ موضوع آهي، جيئن بار بار مٿي گذري چڪو آهي.

### سورة النجم:

62 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة النجم" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي انهن شخص جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون ڏيندو جن مڪي پاڪ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن کي سچو مڃيو ۽ جن ۾ انڪار ڪيو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ اها حديث موضوع آهي.

### سورة القمر:

63 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص هر پڇاڙيءَ تي "سورة القمر" پڙهندو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان کي هن حال ۾ اٿاريندو جو ان جو چهرو چوڏهين جي چنڊ جيان پيو چمڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ هن جي موضوع هجڻ ۾ نظر(بحث) آهي. ڇاڪاڻ تہ علامه حافظ سيوطيءَ "الدرالمنثور" ۾ هن حديث کي روايت ڪيو آهي ۽ فرمايائين تہ ابن ضريس پنهنجي ڪتاب ۾ بن سَندَن سان هن روايت کي آندو آهي. ۽ اهو ئي ڪارڻ آهي جو هيءَ حديث پهرئين فصل ۾ "سورة قمر" جي فضيلتن ۾ حافظ سيوطيءَ جي نقل تي اعتماد ڪندي آندي وئي آهي. ڇاڪاڻ تہ ان جو طريقو رهيو آهي تہ اهو پنهنجي ڪتاب ۾ ڪابہ حديث آڻيندو آهي تہ ان جي باري ۾ ٻڌائيندو آهي تہ هيءَ موضوع آهي يا نہ؟. ۽ موضوع آهي تہ ان جو سبب ڇا آهي؟.

### سورة الرحمٰن:

64 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص "سورة الرحمٰن" پڙهندو تہ ان جڻ دنيا ۾ الله تعاليٰ جي نعمتن جو شڪريو ادا ڪري ڇڏيو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

### سورة الواقعة:

65 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص روزانہ رات جو "سورة واقعہ" پڙهندو تہ ان کي ڪڏهن بہ فاقہ (بُک) نہ پهچندي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع نہ آهي. ۽ هن حديث کي بيهقيءَ ۽ ٻين بہ روايت ڪيو آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ بيهقيءَ کان علاوه جن بہ هن حديث کي روايت ڪيو آهي تہ انهن جو ذڪر پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ علامه بيضاويؒ قرآن پاڪ جي فضيلتن جي باري ۾ قرآن پاڪ جي شروع کان وٺي هيستائين هن حديث ۽ سورة يٰس ۽ سورة الدخان جي باري ۾

www.maktabah.org

ذکر کيل حديثن کان سواءِ ڪاٻہ غير موضوع حديث نہ آندي آهي.

★ آءٌ چوان ٿو تہ اسان هن فصل جي شروعات ۾ ذکر ڪيو آهي تہ علامہ بيضاوي هنن سورتن کان علاوه ٻين سورتن ۾ بہ غير موضوع حديثون آنديون آهن.

## سورة الحديد:

66 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة حديد" جي تلاوت ڪندو تہ ان ڪي انهن شخصن ۾ لکيو ويندو جن الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول تي ايمان آندو آهي.

★ علامہ چلپي ۽ علامہ شهاب الدين فرمائين ٿا تہ هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة المجادلة:

67 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة المجادله" جي تلاوت ڪندو تہ قيامت جي ڏينهن ان کي الله جو جماعت ۾ لکيو ويندو.

★ علامہ شهاب الدين فرمايو تہ هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة الحشر:

68 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة حشر" جي تلاوت ڪندو تہ ان جا اڳيان ۽ پويان (سڀ) گناهہ معاف ڪيا ويندا.

★ علامہ شهاب الذين فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث علامہ ثعلبيءُ حضرت انس رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ۽ حافظ ابن حجر سورتن جي فضيلتن جي باري ۾ آيل موضوع حديث وانگر هن جي باري ۾ موضوع نہ چيو آهي.

## سورة الممتحنه:

69 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة ممتحنه" جي تلاوت ڪندو تہ قيامت جي ڏينهن سڀ مؤمن مرد ۽ عورتون ان لاءِ سفارشي ٿيندا.

★ علامہ شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث، حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه ڏي منسوب ڪيل مشهور حديث جو حصو آهي ۽ اها موضوع آهي جيئن اڪثر حديثون سورتن جي فضيلتن ۾ گذري چڪيون آهن تہ اهي موضوع آهن.

## سورة الصف:

70 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الصف" جي تلاوت ڪندو تہ حضرت عيسيٰ عليه السلام ان جي لاءِ تيستائين رحمت جون دُعائون ۽ بخشش جي طلب ڪندو رهندو جيستائين دنيا ۾ رهندو ۽ قيامت جي ڏينهن حضرت عيسيٰ عليه السلام ان جو ساٿي هوندو.

★ علامہ شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة الجمعة:

71 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جيڪو شخص

www.maktabah.org

”سورة الجمعة“ پڙهندو ته ان کي انهن ماڻهن جي عدد برابر اجر ملندو جيڪي مسلمان شهرن ۾ جمعي جي نماز ۾ آيا ۽ جيڪي نه آيا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة المنافقين:

72 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي ته جيڪو شخص ”سورة المنافقين“ جي تلاوت ڪندو ته اهو نفاق کان محفوظ رهندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة التغابن:

73 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة التغابن“ جي تلاوت ڪندو ته ان تي اچانڪ موت نه ايندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ موضوع هجڻ جون نشانيون به ظاهر اٿس.

## سورة الطلاق:

74 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الطلاق“ جي تلاوت ڪندو ته ان جو موت نبي ڪريم ﷺ جن جي سنت تي ٿيندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة التحريم:

75 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة التحريم“ جي تلاوت ڪندو ته الله تعالىٰ ان کي توبه النصوح يعني: سچي توبه جي توفيق ڏيندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الملڪ:

76 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الملڪ“ پڙهي ٿو ته اهو ڄڻ قدر جي رات جاڳي ٿو يعني: عبادت ڪري ٿو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي ۽ هن سورة جي فضيلت ۾ تمام گهٽيون صحيح حديثون آيون آهن. انهن مان جيڪڏهن ڪجهه بيان ڪري ها ته ڀلو ٿئي ها. ۽ علامه چلپيؒ فرمائي ٿو ته عجب ته علامه بيضاويؒ تي آهي جو ان سورتن جي فضيلتن ۾ وارد ٿيل صحيح حديثون ڇڏي ڏنيون آهن ۽ اهڙين موضوع روايتن تي اقتصار ڪيو اٿس جن جو ڪوبه ثبوت نه آهي.

★ اڳ چوان ٿو ته ”سورة الم سجده“ ۾ ضعيف حديث جو ذڪر گذري چڪو آهي ته هيءَ اجر ان شخص کي ملندو جيڪو ”سورة الملڪ“ ۽ ”سورة الم سجده“ گڏ پڙهندو باقي جيڪو اڪيلي ”سورة الملڪ“ پڙهندو ته ان کي هيءَ فضيلت حاصل نه ٿيندي. تنهنڪري هن حديث جي

www.maktabah.org

موضوع هجڻ ۾ "الم السجده" ۾ ذڪر ڪيل حديث جي ضعيف هجڻ ۾ ڪوبہ ٽڪر نہ آهي. ان ڳالھ ڪي چڱيءَ طرح سمجھڻ جي ڪر.

## سورة القلم:

77 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة القلم" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي انهن شخصن وارو ثواب عطا ڪندو جن جا الله تعاليٰ اخلاق سهڻا ڪيا آهن.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الحاقة:

78 علامه بيضاوي فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الحاقة" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان ڪان حساب ڪتاب ۾ سهنجائي ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة المعارج:

79 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة المعارج" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي انهن شخصن وارو ثواب عطا ڪندو جن پنهنجي امانتن ۽ عهدن(وعدن) جي رعايت (حفاظت) ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة النوح:

80 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة النوح" پڙهندو تہ اهو انهن مؤمنن مان هوندو جن ڪي حضرت نوح عليه السلام جي دعوت پهتي هئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الجنّ:

81 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الجن" جي تلاوت ڪندو تہ ان ڪي انهن جنّن جي عدد برابر ٻانهن آزاد ڪرائڻ جو ثواب ملندو. جن نبي ڪريمﷺ جن ڪي سچو مڃيو. ۽ جن ڪين ڪوڙو چيو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة المزمل:

82 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة المزمل" پڙهندو تہ الله تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ ان تان تنگي دور ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة المدثر:

83 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة المدثر" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي انهن شخصن جي عدد برابر ڏھ ڏھ نيڪيون عطا

www.maktabah.org

ڪندو، جن مڪي ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي تصديق ڪئي ۽ جن ڪين ڪوڙو چيو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

**سورة القيامة:**

84 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة قيامت" جي تلاوت ڪندو ته قيامت جي ڏينهن آءٌ ۽ جبرائيل عليه السلام ان لاءِ شاهدي ڏينداسين ته هيءُ مؤمن هو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

**سورة الانسان (الدهر):**

85 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة دهر" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان ڪي ان جي عيوض جنت ۽ جنت ۾ پَٽُ (ريشم) عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

**سورة المرسلات:**

86 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة مرسلات" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان لاءِ لکي ڇڏيندو ته هيءُ مُشرڪن مان نه آهي.

★علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ به ٻين حديثن جيان موضوع آهي.

**سورة عم يتساءلون:**

87 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة عم يتساءلون" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان ڪي قيامت جي ڏينهن ٿڌو شرابت پياريندو.

* آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو ته مون ڪنهن به محدث کي نه ڏٺو آهي جو أن هن حديث جي موضوع هجڻ يا نه هجڻ جي باري ۾ وضاحت ڪئي هجي ۽ علامه ثعبليءَ پنهنجي تفسير ۾ فرمايو آهي ته هن حديث کي ابي بن ڪعب رضي الله عنه نبي ڪريم ﷺ جن ڪان روايت ڪيو آهي.

**سورة النازعات:**

88 علامه بيضاويؒ فرمايو آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة النازعات" پڙهندو ته اهو انهن مان هوندو جن کي الله تعاليٰ قبر ۽ قيامت ۾ فرضي نماز جيترو روڪي رکندو تانته جنت ۾ داخل ٿي ويندا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

**سورة عبس:**

89 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة عبس" پڙهندو ته جڏهن هو قيامت جي ڏينهن ايندو ته ان جو چهرو (منهن) مرڪندڙ ۽ ٻهڪندڙ هوندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

www.maktabah.org

## سورة التكوير:

90 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة تڪوير“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي اعمال نامي جي کلڻ وقت واري خواريءَ کان پناهہ ۾ رکندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الانفطار:

91 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الانفطار“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي لاءِ آسمان مان وسندڙ هر قطري جي عدد برابر نيڪيون لکندو ۽ هر قبر جي عدد برابر بہ نيڪيون لکندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة المطففين:

92 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة المطففين“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن ”رحيق مختوم“ يعني: مهر لڳايل شراب مان پياريندو

★علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة انشقاق:

93 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة انشقاق“ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي سندس پٺيءَ جي پويان اعمالنامي ڏيڻ کان پناهہ ۾ رکندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

94 علامہ بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة البروج“ پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي دنيا ۾ جيڪي جمعي ۽ عرفات جا ڏينهن ٿيا انهن مان هر هڪ جي عدد برابر نيڪيون عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الطارق:

95 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الطارق“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي آسمان ۾ موجود ستارن جي عدد برابر ڏهہ ڏهہ نيڪيون عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الاعليٰ:

96 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة الاعليٰ“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي هر ان حرف جي عيوض ڏهہ ڏهہ نيڪيون عطا

www.maktabah.org

كندو جيكي الله تعاليٰ حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت موسيٰ عليه السلام، حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي نازل فرمايا آهن.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الغاشية:

97 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الغاشية" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کان حساب ڪتاب ۾ سهنجائي ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث پاڻ جهڙين بين حديثن وانگر موضوع آهي.

## سورة الفجر:

98 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ذوالحج جي پهرين ڏهن ڏينهن ۾ "سورة الفجر" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان کي بخشي ڇڏيندو. ۽ جيڪو سمورا ڏينهن پڙهندو ته ان کي قيامت جي ڏينهن نور عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة البلد:

99 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة البلد" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن پنهنجي غضب (ڪاوڙ) کان امن ۾ رکندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الشمس:

100 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الشمس" جي تلاوت ڪندو ته ان جڻ هر ان شيءِ جي برابر صدقو ڪيو جن تي سج ۽ چنڊ ايرندا رهن ٿا.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الليل:

101 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الليل" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کي ايستائين ڏيندو جيستائين اهو راضي ٿئي ۽ ان تان تنگيون معاف ڪندو. ۽ ان لاءِ سهنجايون ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الضحيٰ:

102 علامه بيضاوي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة

www.maktabah.org

الضحيٰ“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي انهن شخصن مان ڪندو جيڪي نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ هن ڳالهہ راضي رهيا تہ اُهي انهن جي شفاعت ڪندا ۽ ان لاءِ هر يتيم ۽ سائل جي عدد برابر الله تعاليٰ ڏهہ ڏهہ نيڪيون لکندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الم نشرح:

103 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص ”سورة الم نشرح“ جي تلاوت ڪئي تہ ڄڻ هو مون وٽ هن حال ۾ آيو جو مان غمگين هجان ۽ هن منهنجو غم دور ڪري ڇڏيو هجي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة التين:

104 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة التين“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي زندگي ۾ عافيت ۽ يقين عطا ڪندو ۽ جڏهن وفات ڪري ويندو تہ هن سورت جي پڙهندڙن جي عدد برابر ڪيس اجر عطا ڪندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة العلق:

105 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ جنهن شخص ”سورة علق“ جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ سيني مفصل سورتن جي تلاوت ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة القدر:

106 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة القدر“ پڙهندو تہ ان کي ان شخص جي عدد برابر اجر ملندو جنهن رمضان مبارڪ جا روزا رکيا ۽ ليلة القدر ۾ جاڳيو (عبادت ڪيائين).

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث هن قسم جهڙين ٻين حديثن وانگر موضوع آهي.

## سورة لم يڪن:

107 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة لم يڪن“ جي تلاوت ڪندو تہ اهو قيامت جي ڏينهن ان شخص سان گڏ هوندو جيڪو رات ۽ ڏينهن گذارڻ ۾ سمورن کان ڀلو هجي.

ٻي روايت ۾ صرف رات گذارڻ جو ذڪر آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ: اُهيءَ شخص سان گڏ هوندو جيڪو سفر ۽ حضر ۾ سمورن کان ڀلو هجي.

www.maktabah.org

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة الزلزلة:

108 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريمﷺ جن کان روايت آهي ته جنهن شخص "سورة الزلزلة" "چار ڀيرا تلاوت ڪئي ته ان ڄڻ سڄي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءُ روايت جيتوڻيڪ ضعيف سند سان ثعلبيءَ جي تفسير ۾ ذڪر ڪئي وئي آهي. پر هن کي ابن ابي شيبه جي روايت ڪيل هيءُ مرفوع حديث تقويت ڏئي ٿي ته نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: "سورة اذا زلزلت الارض" قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي" ان مان ظاهر ٿيو ته هوءَ حديث ثابت آهي ٻين فضيلتن وارين حديثن وانگر نه آهي. علامه چلپيءَ به ان جهڙي ڳالهه ذڪر ڪئي آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم ٺٽوي) چوان ٿو ته پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي ته ترمذيءَ حضرت انس رضي الله عنه جي مرفوع طور روايت ڪئي آهي ته "سورة اذا زلزلت الارض" قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي" ان کان پوءِ ترمذيءَ فرمايو آهي ته هيءُ حديث حسن آهي.

## سورة العاديات:

109 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة العاديات" جي تلاوت ڪندو ته ان کي انهن شخصن جي عدد برابر اجر ملندو جيڪي مزدلفه ۾ اچن ۽ جمع (سانجهيءَ سومهڻي جي نماز) ۾ حاضر ٿين.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو ته هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة القارعة:

110 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة القارعة" جي تلاوت ڪندو ته الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان جي ترازوءَ کي (ثواب جي لحاظ کان) ڳرو ڪندو.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو ته هيءُ حديث موضوع آهي.

## سورة الهاكم التكاثر:

111 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو ته نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الهٰكم التكاثر" پڙهندو ته الله تعاليٰ ان کان دنيا ۾ پنهنجي ڏنل نعمتن جو حساب نه وٺندو. ۽ ان کي ايترو ثواب ملندو ڄڻ ان هڪ هزار آيتون پڙهيون.

★ علامه چلپيؒ ۽ علامه شهاب الدينؒ فرمائين ٿا ته هن حديث جو پهريون حصو موضوع آهي باقي ٻئي حصي کي حاڪم ۽ بيهقي روايت ڪيو آهي. جنهن جا لفظ هيءُ آهن "الايستطيع احدكم ان يقراء الهاكم التكاثر" ڇا توهان مان ڪير "الهاكم التكاثر" سورة پڙهڻ جي سگهه نه ٿو رکي؟

www.maktabah.org

★ آءٌ چوان ٿو تہ حاکم ۽ بيهقي حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي روايت مرفوع طور نقل ڪئي آهي ان جا لفظ هيءُ آهن "ڇا توهان مان ڪير روزانو هڪ هزار آيتن پڙهڻ جي سگھ نہ ٿو رکي سگھي؟" صحابن سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو تہ هڪ هزار آيتون پڙهي سگھندو. فرمايائون: ڇا توهان مان ڪنهن کي سورة الهٰڪم التڪاثر جي پڙهڻ جي سگھ نہ آهي؟

## سورة العصر:

112 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة العصر" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي بخشي ڇڏيندو ۽ اهو انهن شخصن مان هوندو جن هڪ ٻئي کي حق ۽ صبر جي وصيت ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الهمزة:

113 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة همزه" پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي انهن شخصن جي عدد برابر اجر ڏيندو جن نبي ڪريم ﷺ جن ۽ سندن صحابن سڳورن رضي الله عنهم سان استهزاءَ يعني چٿر ڪئي هُئي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الفيل:

114 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة الفيل" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي ان جي حياتيءَ ۾ خسف ۽ مسخ يعني: زمين ۾ ڌسجي وڃڻ ۽ شڪل جي بدلجي وڃڻ کان محفوظ رکندو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة لايلاف:

115 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة ايلاف" جي تلاوت ڪندو تہ ان کي انهن شخصن جي عدد برابر اجر ملندو جن ڪعبةالله جو طواف ڪيو ۽ جيڪي اعتڪاف ۾ ويٺا.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الماعون:

116 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة اراءيت (ماعون)" جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي بخشي ڇڏيندو بشرطيڪ هو زڪوات ادا ڪندڙ هُجي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث پاڻ جهڙين ٻين حديثن وانگر موضوع آهي.

## سورة الڪوثر:

117 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص "سورة

www.maktabah.org

الڪوثر“ جي تلاوت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کي هر ان نهر مان پياريندو جا ان لاءِ جنت ۾ هوندي ۽ ان لاءِ ان قربانين جي عدد برابر ڏهہ نيڪيون لکندو جيڪي ڏهين ذوالحج جي ڏينهن ماڻهن قربانيون ڪيون.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الڪافرون:

118 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص ”سورة الڪافرون“ جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ قرآن پاڪ جو چوٿون حصو تلاوت ڪيو. ۽ ان کان سرڪش شيطان پري ٿي ويا ۽ شرڪ کان پاڪ ٿي ويو.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ حديث جو پهريون حصو (يعني: ”جنهن سورة الڪافرون جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ قرآن پاڪ جو چوٿون حصو تلاوت ڪيو“) صحيح آهي. ترمذي شريف ۾ ان جي معنيٰ سان روايت آهي تہ ”انها تعدل ربع القرآن“ يعني: بيشڪ ”سورة الڪافرون“ قرآن پاڪ جي چوٿين حصي جي برابر آهي. ان کان علاوه حديث جو باقي حصو صحيح نہ آهي بلڪ ڪن محدثن چيو آهي تہ موضوع آهي. علامه چلپيؒ فرمائي ٿو تہ اسان جي استاد فرمايو: تہ پهرئين جملي کان سواءِ هيءَ حديث موضوع آهي جنهن کي ترمذي روايت ڪيو آهي.

★ آءٌ (محمد هاشم) چوان ٿو تہ حديث جو پهريون جملو ترمذيؒ کان سواءِ ٻين بہ روايت ڪيو آهي مثلاً بيهقي ۽ حاڪم وغيره. ۽ حاڪم تہ ان کي صحيح بہ قرار ڏنو آهي باقي ٻہ جملا پويان سي بہ موضوع نہ آهن چو تہ پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ امام احمدؒ ۽ امام ترمذيؒ ابو دائودؒ ۽ امام نسائيؒ امام حاڪمؒ (جنهن ان کي صحيح پڻ قرار ڏنو آهي) وغيره. حضرت فروه بن نوفل بن معاوية الاشجعيءَ کان ۽ ”شعب الايمان“ ۾ بيهقيؒ حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کان، سمورن مرفوع طور روايت نقل ڪئي آهي تہ: نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: ”سورة قل يا ايها الڪافرون“ شرڪ کان براءت (ڇوٽڪارو) آهي.

★ پهرئين فصل ۾ گذري چڪو آهي تہ ابن ابي شيبة، تميم بن قيس کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ان فرمايو: اسان کي حڪم مليو هو تہ فجر جي سنت ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ قل هو الله احد پڙهي شيطان سان ٽڪر کائون.

## سورة النصر:

119 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة اذا جاء نصرالله“ پڙهندو تہ ان کي ان شخص جيترو اجر ملندو جنهن نبي ڪريم ﷺ جن سان گڏ فتح مڪي ۾ شرڪت ڪئي.

★ علامه شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة تبت:

120 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص ”سورة تبت“ جي

www.maktabah.org

تلاوت ڪندو تہ مون کي اميد آهي تہ الله تعاليٰ ان کي ۽ ابو لهب کي هڪ گهر ۾ گڏ نہ ڪندو.

★ علامہ شهاب الدين فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي.

## سورة الاخلاص:

121 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن هڪ شخص کي "سورة الاخلاص" جي تلاوت ڪندي ٻڌو، فرمايائون تہ واجب ٿي وئي. ڪنهن پڇيو تہ اي الله جا رسول! ڇا واجب ٿي وئي؟ فرمايائون تہ هن شخص لاءِ جنت واجب ٿي وئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع نہ آهي بلڪہ هن کي امام ترمذي، امام نسائي، امام بيهقي ۽ امام حاڪم وغيره روايت ڪيو آهي. امام ترمذيؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح آهي.

## سورة الفلق:

122 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ: مون تي ٻہ اهڙيون سورتون نازل ٿيون آهن جو انهن جهڙيون ڪنهن بہ نبي سڳوري تي نازل نہ ٿيون آهن. ۽ ٻي روايت ۾ آهي تہ: بيشڪ تون انهن سورتن کان وڌيڪ محبوب ۽ پياريون ٻيون سورتون نہ پڙهيون هونديون، اهي سورتون معوذتين يعني: "قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس" آهن.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح آهي جنهن کي امام مسلمؒ ۽ ابن حبانؒ روايت ڪيو آهي ۽ علامه بيضاويؒ بہ ڏاڍو ڀلو ڪيو آهي جو صحيح حديث کي ذڪر ڪيائين ۽ موضوع حديث کي ڇڏي ڏنائين جنهن کي علامه زمخشريؒ ذڪر ڪيو آهي.

★ علامه چلپيؒ، علامه ابن العراقي رحمه الله کان نقل ڪيو آهي. جنهن جو خلاصو آهي تہ هيءَ حديث ابن حبان پنهنجي صحيح ابن حبان ۾ ان جي معنيٰ سان عقبة بن عامر رضي الله عنه کان مرفوعاً روايت ڪئي آهي.

## سورة الناس:

123 علامه بيضاويؒ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: جنهن شخص معوذتين يعني "سورة الفلق ۽ سورة الناس" جي تلاوت ڪئي ان ڄڻ الله تعاليٰ جي نازل ڪيل ڪتابن جي تلاوت ڪئي.

★ علامه شهاب الدينؒ فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث موضوع آهي

الحمدلله علي التمام والصلاة والسلام علي محمد خير الانام و علي آلهٖ و اصحٰبهٖ الكرام ما دامت الليالي و الايام والشهور والاعوام ولا حول ولا قوة الاباللهِ العلي العظيم.

يعني: ڪتاب جي پڇاڙي تي الله تعاليٰ جون ساراهون ۽ درود ۽ سلام مخلوق جي ڀلي محمد ﷺ جن تي ۽ سندن آل ۽ اصحابن تي هجن جيستائين راتيون، ڏينهن، مهينا ۽ سال هجن ۽ گناهن کان مڙڻ ۽ نيڪيءَ جي طاقت الله عليّ (بلند) عظيم جي توفيق سان آهي.

**آخر ۾ مؤلف جو عرض:** هن ڪتاب جو مؤلف رب تعاليٰ جي رحمت جو محتاج محمد

www.maktabah.org

هاشم بن عبدالغفور سنڌي عرض ڪري ٿو تہ آءٌ هي برڪت ڀريو نسخو (ڪتاب) ربيع الاول يارنهن سؤ چوٽيهہ هجري (1134هـ) ۾ لکي فارغ ٿيس.

والله هو الموفق والمعين و صلي الله علي سيدنا محمد وآله و صحبه وسلم تسليما ڪثيراً ڪثيراً دائما ابداً. آمين

**مترجم جو عرض**: الحمدلله، رب تعاليٰ جا احسان جو مون هن ڪتاب جو ترجمو (سنڌيءَ ۾) ٽيپهريءَ جي نماز کان پوءِ جامعہ فاطمة الزهراء للبنات نزد قاسميه لائبرري اسپتال روڊ ڪنڊيارو جي دفتر ۾ 1 ذوالحج 1428هـ اربع جي ڏينهن مطابق 12- ڊسمبر 2007ع جو پورو ڪيو. فللهِ الحمد-

www.maktabah.org

